# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽماهي علمي ۽ ادبي رسالو

١ ۽ ٢ — ١٩٥٧



سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي ۽ حيدرآباد





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدر آباد (سنڌ)

تصويرون

(۱) معصوم انسانيت، موت و حيات جي ٻ-واٽي تي (سنڌ ٻر)؛
(۲) سنڌي "کهڙي جو ناچ" (ص ۳۰)- چترڪار: غلام مصطفيٰ؛
(۳) "کهٽي" (ص ۷۷)-چترڪار: انور علي ح. رمل؛
(۴) "جهالت" (ص ۱۱۱)-چترڪار: شمشير الحيدري؛
(۵) "هاءِ حياتي هي ٿوهر جو وڻ!" (ص ۲۲۴)؛
(۶) "ماڳ ڏانهن" (ص ۲۲۵)-چترڪار: ظفر ڪاظمي.

ساليانو چندو ۶-۰-۰ روپيا  في ڪاپي ۳-۰-۰ روپيا

اشتهار في صفحو ۱۰-۰-۰ روپيا

Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo B.A., B.T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book Stall, Station Road, Hyderabad (Sind).

# مهراڻ

## سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ٦ ] [نمبر ١ ۽ ٢

### فهرست


"گذارش" - ادارو (ص ١) سنڌ جو لافاني شعر: ڪافي ۽ بيت - "بيدل" فقير.
شعر: مدح (ص ١١)؛ بيت (ص ١٨)؛ ڪافيون (ص ٢٠)؛ گيت (ص ٢٥)؛ لوڪ گيت (ص ٢٨)؛ نظم (ص ٣٥)؛ مثنوي (ص ٥٤)؛ آزاد نظم (ص ٥٩)؛ نيون طرزون (ص ٦٠)؛ غزل (ص ٦٢)؛ قطعا (ص ٦٦)؛ رباعيون (ص ٦٧)؛ ادب لطيف (ص ٦٩).

افسانا — صفحو

١. وطن — ثميره زرين — ٧٣
٢. بربر ۽ سنڌ رتا — موهن "ڪلپنا" — ٨٣
٣. ڪارو پاڻي — جمال ابڙو — ٩١
٤. "جي تند برابر تورِيان" — شيخ "اياز" — ٩٥
٥. "پاپلي" — عبدالحق "عظيم" — ١٠٣
٦. قانون ۽ انصاف — "حافظ" حسيني — ١٠٧

هڪ ڏينهن جي ڳالهه

٧. روزي جي مالي — محمدابراهيم جويو — ١١٧
٨. لولي — علي بخش ميمڻ — ١١٩

مضمون

١. هير - رانجهو — لطف الله بدوي — ١٢٣
٢. جنگنامو "مياڻي" — "احسن" ڪربلائي — ١٤٢
٣. "عربيت" جو فڪري بنياد — سراج — ١٦٤
٤. مختصر افساني جو فن — مراد علي "اختر" — ١٧٢
٥. سنڌ ۽ ١٨٥٧ع وارو "بلوو" — نورالدين سرڪي — ١٨٧

صفحو

٦. "ڪُنت ڪراچي: ڪُنت سنڌ" — چيتن ماڙيوالا — ٢٠١
٧. شاهه صدر رحه — ڊاڪٽر نبي بخش خان — ٢١٨
٨. "ڀلا اهو لکيئي؟" — تيرٿ وسنت — ٢٢٢
٩. "ڏرتي - ڪوجنا - ال" — (ورتل) — ٢٢٩
١٠. ادبي نظر — جهمٽمل ڀاوناڻي — ٢٣٦
١١. بهترين شعر — شمشيرالحيدري — ٢٤٤
١٢. ٻاهرين ۽ دنيا بابت ... — محمدابراهيم جويو — ٢٥١
١٣. "مهراڻ" جا موتي — ادارو — ٢٦٦
١٤. ادبي خط — نور محمد پليجو — ٢٧١
١٥. سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا — ٢٧٤
١٦. سنڌي ٻولي ۽ جا مسئلا — ٢٧٧
١٧. تبصرا — ٢٩٥
١٨. "آد يسي آئي و يا..." — ش. ح — ٣٥٨
١٩. پڙهندڙن جا پيغام — ٣١٠
٢٠. پڙهندڙن لاءِ هدايتون — ٣١٨


ايڊيٽر { ع. م. دائود پوٽو / سيد حسام الدين راشدي

اسسٽنٽ ايڊيٽر: شمشير الحيدري

# اپيل

”اڄ دنيا ۾ ايٽمي تجربا ڪيا پيا وڃن، جن سان ’اسٽرونٽيم ٩٠‘ جا ذرڙا آڏامي زمين ۽ پاڻيءَ ـ ٻنهي کي زهريلو بنائي رهيا آهن. انهيءَ اثر کان سرطان (Cancer) ۽ رت جي اڇي بيماري (Leukaemia) پيدا ٿيڻ جو انديشو آهي. جيڪڏهن اهي تجربا جاري رهيا، ته پوءِ هين تائين انسانن ـ مردن، زالن ۽ سڀ کان وڌيڪ ٻارڙن ـ جي صحت ۽ زندگيءَ کي هڪ اٽر خطرو رهندو.

”ايٽمي جنگ يقيني طور انساني نسل جي ڪروڙها فردن کي نيست و نابود ڪري ڇڏيندي، ۽ ڪيترن جا ڪنڌ تباهه و برباد ٿي ويندا. دنيا جي ڪابه قوم، ڪوبه ملڪ اها جنگ نٿو گهري، ان هوندي به ڪلم ڪلا انهيءَ جون تياريون ڪيون پيون وڃن: موت جي رات وڌي رهي آهي! آمريڪا ۽ روس هيڊروجن بم جا تجربا جاري رکندا اچن، برطانيه به هاڻ انهن جي پوئواري ڪري رهي آهي.

”اسين مطالبو ٿا ڪريون ته انهن تجربن کي بند ڪيو وڃي. اسين فوري سمجهوتي جو مطالبو ڪريون ٿا. انهيءَ ذريعي ئي اسين پنهنجي اولاد جون حياتيون بچائي سگهنداسون. انهيءَ ذريعي حڪومتون، ايٽمي جنگ ۽ ايٽمي هٿيارن تي بندش وجهڻ جو معاهدو ڪرڻ لاءِ پيشقدمي ڪنديون. جيڪڏهن هر ملڪ ۾ انهيءَ خلاف آواز آٿاريو ويندو، ته ان جي شنوائي ضرور ٿيندي، ان تي توجهه يقيني طور ڏنو ويندو. اسين اڄا به انهيءَ مهلڪ خطري کي ٽاري سگهون ٿا!“

”بيورو آف ورلڊ ڪائونسل آف پيس“
(عالمي امن ڪائونسل جو ادارو)
برلن، ٢٧ اپريل، ١٩٥٧ع

هن مضمون جي ترتيب لاءِ، ادارو محترم نوراحمد سومري (ايم. بي. بي. ايس.) جو ٿورائتو آهي.

# موت جا تجربا

اڄ انسانيت هڪ اهڙي ٻه-واٽي تي بيٺل آهي، جتان هڪڙي واٽ امن، سلامتيءَ ۽ خوشحاليءَ ڏانهن رهبري ڪري ٿي، ۽ ٻي واٽ موت، تباهيءَ ۽ هلاڪت جي آڙاهه ڏانهن کهلي وڃي ٿي. انسان کي نهايت جلد، سوچي سمجهي، ڪا واٽ پنهنجي لاءِ تجويز ڪرڻي آهي. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته دنيا جون امن نهاد سڌريل ۽ تهذيب يافته قومون، پاڻ سان گڏ سموريءَ دنيا لاءِ، موت ۽ انسان ذات جي بنهه ميٽجي وڃڻ واريءَ راهه کي اختيار ڪري رهيون آهن. اڄ دنيا اهڙي خطري سان مقابل آهي، جو ڪنهن ۾ دنيا کي صفحهءِ هستيءَ تان مٽائي ڇڏيندو: اهو خطرو آهي ايٽم ۽ هيڊروجن بم!

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ ائٽم بم، جپان جي هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ جهڙن زبردست صنعتي شهرن تي تباهي آندي، سا عالم آشڪار آهي. لکين ماڻهن جون حياتيون ساعت ۾ تباهه ٿي ويون. اوترا ئي ماڻهو هميشه لاءِ پنگلا، لولا، لنگڙا ۽ انڌا ٿي ويا. اڄ انهيءَ موت جي هٿيار ايٽم بم کي ترقي ڏيئي، هزارين دفعا وڌيڪ خطرناڪ ۽ موتمار هٿيار ۽ بم پيدا ڪيا پيا وڃن: هڪڙو هيڊروجن بم، هيروشيما جهڙا هزارين شهر هڪ گهڙيءَ ۾ تباهه ۽ نيست و نابود ڪري سگهي ٿو. پروفيسر هڪسلي، دنيا جي نامياري سائنسدان، جي قول موجب "انسانيت اڄ هڪ حرڪتي ۽ ڪيچلي ٻار وانگر اهڙن ڪيڏوڻن ۽ رانديڪن سان هٿ-چراند ڪري رهيو آهي، جيڪي ڪيس هميشه لاءِ نيست و نابود ڪري ڇڏيندا"!

دنيا جون ٽي طاقتور حڪومتون-آمريڪا، روس ۽ برطانيه-انهن موت جي رانديڪن ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻي وڃڻ لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائي رهيون آهن. ايٽمي هٿيارن ۽ هيڊروجن بمن جا تجربا جنهن ڀوءِ ڏيندڙ تيزيءَ سان ڪيا پيا وڃن. اخبارن ۽ مخزنن ۾ نت نوان موت ۽ تباهيءَ جا داستان شايع ٿي رهيا آهن، جن مان ظاهر ٿئي ٿو ته جيڪڏهن انهن ايٽمي تجربن جي رفتار اها ئي رهي ته ٿوري ئي عرصي اندر، ڪنهن جنگ لڳڻ کان

سواءِ، محض انهن تجربن جي اثر کان سڄي دنيا دوزخ بڻجي ويندي. انهي تجربن جا فضا ۽ ماحول ۾ اهڙا اثر باقي رهجيو ٿا وڃن، جي انسانيت کي اهڙن لاعلاج مرضن ۾ مبتلا ڪريو وجهن جو انسانيت گهڻو وقت انهن جو تاب جهلي نه سگهندي. اهڙي اثرن جي ڪري موسمون تبديل ٿي رهيون آهن؛ زمين پنهنجي فطري زرخيزي وڃائي رهي آهي؛ ۽ فضا ۾ انهي ترورن جو هڪ اهڙو زهر ڦهلجي رهيو آهي، جو انسانيت کي لاعلاج مريض ڪري، مڪمل طرح فنا ڪري ڇڏيندو.

ايٽم بم، 'يورينيم ۲۳۵' يا 'پلوٽونيم' جهڙن ڳرن ڌاتن جي ائٽن کي ٽوڙڻ جي اصول تي ٺاهيو وڃي ٿو؛ ۽ هيڊروجن بم، 'هيڊروجن' جي ائٽن کي ايٽمي قوت سان ڳارڻ جي اصول تي ٺاهيو وڃي ٿو. تباهيءَ جي ڪاٿي ۾ هيڊروجن بم، ائٽم بم کان هزارين دفعا وڌيڪ خطرناڪ ۽ هيبتناڪ آهي. طاقتور قومون هڪ ٻئي کي ڊيڄارڻ، ۽ ڪمزور قومن کي پنهنجي ڄچ ۾ ڦاسائڻ جي سازش کي ڪامياب بنائڻ لاءِ انهن ايٽمي هٿيارن جا ڏڙا ڏڙ تجربا ڪري رهيون آهن. گذريل پنجن ائن سالن ۾ اهڙا ۹۹ تجربا ٿي چڪا آهن، جن مان آخرين ۽ تازا تجربا، آمريڪا طرفان نوادا رڻ پٽ ۾، ۽ انگلنڊ طرفان ڪرسمس ٻيٽن ۾ ڪيا ويا آهن. انهن ايٽمي تجربن جي مهلڪ اثرن کان سڄيءَ دنيا جي سائنسدانن ۽ انسانيت کي پيار ڪندڙ سياستدانن طرفان آواز اٿي رهيو آهي. ايٽمي هٿيارن جي ماهرن، انگن اکرن سان ثابت ڪيو آهي ته اهي تجربا انسانذات کي هميشه لاءِ نابود ڪري ڇڏيندا. انهن تجربن جي موتمار اثرن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.

اهي تجربا دنيا جي کهڙيءَ نه ڪنڊ ۾ ڪيا وڃن - پل ته جتي انسانن جي آبادي نه ئي هجي - انهن جا خطرناڪ اثرات دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ويندا. جڏهن ڪنهن ايٽمي هٿيار جو تجربو ڪيو وڃي ٿو، تڏهن ميلن اندر فضا زهريلين گئسن ۽ ذرڙن سان ڀرجيو وڃي. ڪنهن تجرباتي بم ڦاٽڻ جي ڪري بي انتها گرمي پيدا ٿئي ٿي. تازو آمريڪا جيڪو نوادا رڻ پٽ ۾ هيڊروجن بم جو تجربو ڪيو، سائنسدانن جي راءِ موجب، ان منجهان ۱۰۰ ڪروڙ سينٽيگريڊ درجا گرمي پيدا ٿي: خيال ڪريو ته جڏهن فقط ۱۰۰ درجا سينٽيگريڊ جي گرمي پاڻيءَ کي ٽهڪائي ٻاڦ ڪريو ڇڏي، تڏهن ايڏي ساري گرميءَ جو ڇا اثر ٿيندو! ڪرسمس ٻيٽن ۾ انگلنڊ جيڪو تجربو ڪيو، سائنسدانن جي بيان موجب ان جي چمڪ ۽ گرمي، سج کان به وڌيڪ هئي! ان گرميءَ جو اثر اهو ٿئي ٿو جو تجربي واري هنڌ ميلن جي ايراضيءَ ۾ هرچيز - ساهوارا، وڻ ٽڻ، جيت جناور ٻنهي ٻاڦ ٿيو وڃن! تجربي واري بم مان گرمي ۽ ايٽمي ذرڙن جو هڪ وڏو ڪڪر اٿي ٿو، جنهن ۾ اکين کي انڌو ڪندڙ روشني ۽ چمڪ، ۽ هرچيز کي ڳاري ٻاڦ ڪرڻ کان لکين دفعا وڌيڪ گرمي ٿئي ٿي. ان گرميءَ جي ڪري زمين جي سطح تي هڪ ٻور پيدا ٿيو پوي. روشنيءَ ۽ ٻاڦ جو اهو ڪڪر پوءِ ڪُنيءَ وانگر

ڏانديءَ ٿاهي مٿي چڙهڻ لڳي ٿو؛ ۽ هوا کي گرم ڪندو، پولار پيدا ڪندو، ڦوڪڻي وانگر مٿي چڙهندو رهي ٿو- تان جو اهو ڪڪر وايومنڊل جي پٺي طبق (Stretosphere) ۾ پهچي ٿو. سائنسدانن جو اندازو آهي ته انهيءَ پٺي طبق ۾ اهو ريڊيائي ڪڪر اٺاويهن سالن تائين قائم رهي ٿو. آهستي آهستي اهو ڪڪر پکڙندو، ٽرندو، چڙهندو رهي ٿو. اُن سان اهو زمين جي سطح تي پيدا ٿيل پور ۽ خلا ۾ ڪِرڻ شروع ٿئي ٿو. انهيءَ ڪڪر ۾ جيڪي ريڊيائي ذرڙا آهن، سي سمنڊن جي پاڻيءَ ۽ زمين ۾ جذب ٿيڻ لڳن ٿا. پٺي طبق ۾ پهتل ريڊيائي ذرڙا، آهستي آهستي فضا ۾ تبديليون آڻيندا، مينهن جي صورت ۾ مختلف ملڪن ۾ وسڻ شروع ٿين ٿا. انهيءَ مينهن جي صورت ڪجهه پيلاڻ تي مائل آهي. تازو ملايا ۽ ٿائيلنڊ ۾ انهيءَ قسم جا مينهن وٺا آهن.

انهن اپٽمي ذرڙن جا مهلڪ اثر مختلف صورتن ۾ ظاهر ٿين ٿا. سمنڊ جي پاڻيءَ تي ڪِرڻ سان، سمنڊ جون مڇيون اهي ريڊيائي ذرڙا کاڌ خوراڪ ۽ هوا سان گڏ کائين ٿيون. ڪيترا ملڪ سمنڊ جي مڇيءَ تي گذران ڪن ٿا. اها مڇي کائڻ سان انسان کي مختلف بيماريون وڪوڙيو وڃن. انهيءَ مڇيءَ کي کائڻ سان انسان جو جسم نيرو ٿيو وڃي، ۽ سڄي جسم ۾ ٽنگ ٽنگ ۽ ڦوڦڙا پيدا ٿيو پون. هي اهڙو مرض آهي، جنهن جو ڪوئي علاج ڳولي نه سگهيو ويو آهي- ۽ نتيجي طور انسان، جسم جا مختلف حصا وڃائي، پنگلو ۽ لُولو يا انڌو ٿيو پوي. انهيءَ اثر کان بچڻ لاءِ، جپان (جنهن جو سڄو کاڌو سمنڊ جي مڇي آهي) هر سال هزارين ٽن مڇي جهلي انهيءَ کي وري ناس ڪريو ڇڏي. ان هوندي به، جپان ۾ ماڻهو انهيءَ اثر کان بچي نه سگهيا آهن.

زمين ۾ ريڊيائي اثر جذب ٿيڻ سان، ٻوٽن ٻوٽن ۾ اهي ريڊيائي ذرڙا پيدا ٿيو پون. انهن ريڊيائي ذرڙن ۾ هڪ قسم جو ڌاتو "اسٽرونٽيم ٩٠" (Strontium 90) آهي، جو ڪيلشيم جهڙو ٿئي ٿو. ڪيلشيم انساني جسم جي هڏن ٺاهڻ ۽ وڌائڻ ۾ وڏو ڪم ڪري ٿو. انهن ٻوٽن ٻوٽن کي چوپايو مال کائي ٿو. چوپائي مال جي کير ۽ گوشت ۾ ڪيلشيم سان گڏ اهو ڌاتو، اسٽرونٽيم، به گڏجيو وڃي. دنيا جي گهڻي ۾ گهڻي آدمشماري، سڏيءَ يا اڌسڏيءَ طرح، چوپائي مال جو گوشت ۽ کير کائي ٿي. انهيءَ کير ۽ گوشت کائڻ سان انسان ۾ مختلف بيماريون ٿين ٿيون- جن مان سرطان (Cancer) ۽ رت جي اڇي بيماري (Leukaemia) لاعلاج مرض آهن. سرطان جي حالت ۾ جسم جي مختلف عضون ۾ ڳوڙها نڪريو پون؛ ان جو علاج آپريشن يا ايڪس-ڪرڻن جي ذريعي ڪيو ويندو آهي- پر اڄ تائين پٺي علاج ڪامياب نه ٿيا آهن. رت جي اڇي بيماريءَ ۾ رت جا اڇا جزا وڌيو وڃن- هي نه بنهه موتمار ۽ لاعلاج بيماري آهي. انهن کان سواءِ پيون اهڙيون بيماريون پيدا ٿي رهيون آهن، جن لاءِ علاج تجويز ڪرڻ ته پري رهيو، انهن کي ڊاڪٽر سڃاڻي به ڪين سگهيا آهن!

انهن تجربن جي ڪري، نه رڳو اڄ جو انسان موت سان مقابل آهي، بلڪ انسان جي ايندڙ نسل جو مستقبل بنهه اونداهو ۽ حسرتناڪ آهي. اينمي تجربن کان پوءِ، ريڊيائي مينهن ۾ وسندڙ ”اسٽرونشيم ـ ٩٠“ ذاتوءَ منجهان ترورا پيدا ٿين ٿا، جن کي گاما ـ ڪرڻا (Gama rays) چيو وڃي ٿو. مرد ۽ زال ۾ پيدائشي جيو ـ گهرڙا ٿين ٿا، جي هڪ ٻئي ۾ ملي ٻار پيدا ڪن ٿا. سائنسدانن جو اندازو آهي ته هڪ گهرڙي ۾ ٤٨ پيدائشي جزا (Chromosomes) ٿين ٿا، جن مان هر هڪ جزو انسان جا مختلف عضوا ٺاهڻ جو ڪم ڪري ٿو. هڪڙو گاما ـ ڪرڻو، هڪ ڪان وڌيڪ پيدائشي جزن کي ناس ڪري ڇڏي ٿو. نتيجي طور، گاما ـ ڪرڻن جي شڪار ٿيندڙ مائٽن جو اولاد ڪيترن عضون کان يڪسر عاري هوندو: نه رڳو انسان ۾ مختلف عضوا ڪم هوندا، بلڪ جيڪي عضوا هوندا سي به ڏنگا ڦڏا، ڪمزور ۽ وڌيل سڌيل هوندا: دماغي حالت ساڳي جانورن واري وڃي رهندي. سائنسدان دنيا کي چتاءُ ڏنو آهي ته ريڊيائي ڪرڻن جي ڪري، اهو وقت پري ڪونهي، جڏهن انسان، انسان کي جنم ڏيڻ بدران، ٻوتن ۽ جانورن کي جنم ڏيندا: ايندڙ نسل لولن لنگڙن، ٻنگلن ۽ انڌن، جانورن ۽ بيدماغ انسانن جو نسل هوندو! اهي ڪرڻا موجوده نسل جي عمر ۾ ڪتر وجهي رهيا آهن. امريڪا جي سائنس اڪيڊميءَ اندازو لڳايو آهي ته ايڪس ـ ڪرڻ سان علاج ڪندڙ ڊاڪٽرن جي عمر پنج سال گهٽجيو وڃي. ڊاڪٽر رسل جو چوڻ آهي ته ريڊيائي ڪرڻن جو هڪ ننڍي ۾ ننڍو وزن ’رونجن‘ (Roentgen) هڪ انسان جي حياتي وڃهه ڏينهن گهٽائي ٿو ـ ۽ تجربن جي ڪري انسان کي الاجي ڪيترن ’رونجن‘ جو شڪار ٿيڻو پوي! آمريڪا جا ڪيترائي اينمي سائنسدان ـ بڪنيرل، ميري ڪيوري، رونجن، وغيره ـ ڪولمبيا نديءَ تي اينمي ڪرڻن جو تخمينو لڳائيندي، نهايت خطرناڪ بيمارين ۾ مبتلا ٿيا پيا آهن!

مٿين چند سٽن منجهان ظاهر آهي ته اهي اينمي تجربا انسان جي ٻڙ بنياد کي نيستيءَ جي راهه وٺائي رهيا آهن. ائين به نه آهي ته ڪو دنيا انهيءَ خطري کان بنهه اڻواقف آهي: دنيا جي هر سڌريل ملڪ انهن تجربن کي بند ڪرڻ، ۽ اينمي هٿيارن کي ممنوع ٺهرائڻ لاءِ آواز اٿاريو آهي ـ خود آمريڪا ۽ برطانيه جو عوام انهن خلاف چيخ و پڪار ڪري رهيو آهي. تازو، ڪرسمس ڏينهن ۾ ٿيڻ واري برطانوي تجربن جي خلاف، لنڊن جي هڪ ’ڪيڪر‘ (صلح پسند) عيسائي جوڙي، احتجاج طور، ڪرسمس ڏينهن ۾ پاڻ کي موت جي منهن ۾ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. آمريڪا جو عوام ٻڻ پنهنجيءَ حڪومت تي زور آڻي رهيو آهي ته اينمي تجربا بند ڪيا وڃن ـ پر آمريڪي حڪمران طرح طرح جي دلبن دلاسن، دڙڪن دابن سان عوام کي خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. هڪ طرف آمريڪي عوام کي اهو سمجهائي ڊيڄاريو پيو وڃي، ته ’روس جو هڪڙو ايٽم يا هيڊروجن بم، آمريڪا جي اٺ ڪروڙ مائهن کي فنا ڪري سگهي ٿو ـ ان ڪري جوابي ڪارروائي ڪرڻ لاءِ آمريڪا کي ٻڻ هيڊروجن بم ۽ ٻيا هٿيار تيار ڪرڻ کپن‘؛ ٻئي طرف هٿ ـ ٺوڪين سائنسدانن طرفان بيان

ڪيا ويا هئا ته ’آمريڪي عوام کي ريڊيائي اثرن کان ڪوبه خطرو نه آهي: آمريڪي عوام لاءِ حڪومت ٻڌاءِ جون جڳهيون ۽ حفاظتي پوشاڪون تيار رکيون آهي‘، وغيره. ساڳئي وقت، آمريڪي عوام کي اهو يقين ڏياريو پيو وڃي ته ’اسٽرونٽيم ۹۰ جا اثر مستقبل قريب ۾ انسانذات کي ڪوبه نقصان ڪونه پهچائيندا، ۽ اهي اثر تجربي واري هنڌ کان گهڻو پري ڪونه ٿا پهچن‘، وغيره. پر، دنيا جا پيا ملڪ انهيءَ ”ڏاهپ“ کي سمجهي چڪا آهن. تازو مغربي جرمنيءَ جي ارڙهن ايٽمي سائنسدانن، جن ۾ چار ’نوبل پرائيز‘ کٽندڙ آهن، هڪ گڏيل بيان ۾، دنيا کي ايٽمي هٿيارن جي هولناڪ ۽ تباهه ڪندڙ اثرن کان واقف ڪندي، اپيل ڪئي آهي ته ’سموري دنيا گڏجي ٽنهي وڏين حڪومتن تي زوربار آڻي ته ايٽمي تجربا بند ڪيا وڃن، ايٽمي هٿيارن تي بندش وڌي وڃي‘. جپان ۽ ٻين ملڪن ۾ روزبروز ايٽمي تجربن خلاف مظاهرا طاقتور صورت اختيار ڪندا وڃن. مشهور سائنسدان ۽ نوبل پرائيز کٽندڙ پروفيسر جوليٽ ڪيوريءَ به تازو ٽنهي حڪومتن کي اپيل ڪئي آهي ته دنيا کي ايٽمي تباهيءَ کان بچايو وڃي. ٻئي طرف وري روس جي حڪومت طرفان، ايٽمي تجربا بند ڪرڻ بابت آمريڪا کي ڪيترا پيرا عهدنامن جي آڇ ٿي ڪئي ويئي آهي، پر معلوم ٿئي ٿو ته آمريڪي حڪومت ڪنهن صلح پسنديءَ جي رستي تي اچڻ لاءِ تيار ناهي، ۽ ان ڪري هن هردفعي اهڙيءَ آڇ کي ڪنهن نه ڪنهن بهاني ٽاري ڇڏيو آهي. ’اسٽرونٽيم ۹۰‘ جا اثر ڏيهه سال فضا ۾ قائم رهندا. هر نئون تجربو انسانذات جي موت ۽ هلاڪت ۾ تيزي آڻيندو. وڏين طاقتن جي اها ايٽمي ڊوڙ، سڄي دنيا کي ”هيروشيما“ ۽ ”ناگاساڪي“ بڻائي ڇڏيندي!

اڄ هڪ طرف سرمائيداريءَ ۽ بيلڪي راڄ جون سرپرست حڪومتون آهن، ۽ ٻئي طرف سموريءَ دنيا جي عوام جو گڏيل آواز! تاريخ جو هيءُ موڙ اهڙو سنگين آهي، جو دنيا جي عوام جي ٿوري ئي غفلت سان عظيم دنيا ۽ عظيم انسانيت کي يڪلخت نيست و نابود ڪري ڇڏيندي. ٻئي طرف، دنيا جي عوام جو آواز، پنهنجي اٽل قوتن سان موت جي بازيگرن کي ختم ڪري، دنيا ۽ انسانيت کي وڏيڪ امن، سلامتي ۽ خوشحاليءَ ڏانهن رهبري ڪري سگهي ٿو: پنهنجي راهن سان ڪنهن هڪ راهه جو فيصلو وري به دنيا جي عوام کي ئي ڪرڻو آهي!

---

# جنگ

”تخمينو لڳايو ويو آهي ته گذريل پهرين مهاڀاري لڙائيءَ (۱۹۱۴-۱۸ع) ۾ انگل ٻارهن ڪرب رپيا جنگي هٿيارن ۽ بارود جي صورت ۾ انسانذات جي تباهيءَ ۾ صرف ڪيا ويا. جيڪڏهن ايترو وڏو خزانو تعميري ڪمن ۾ لڳايو وڃي ها، ته برطانيه، فرانس، روس، جرمني، ڪئناڊا، بيلجم، آسٽريليا ۽ آمريڪي رياستن جي ڪروڙين ماڻهن مان هر خاندان جي لاءِ پنج ايڪڙ زمين، ساڍن ڇهن هزارن جي لاڳت وارو بنگلو ۽ ٻه هزار ڇهه سئو رپين جو فرنيچر مهيا ڪري سگهجي ها. ان کان سواءِ، انهن مڙني ملڪن ۾، هر ويهه هزار ماڻهن جي آباديءَ لاءِ، هڪ ڪروڙ ٽيهه لک رپين جي هڪ شاندار لئبرري، ٻه ڪروڙ سٺ لک رپين جي هڪ عظيم يونيورسٽي، ۽ هڪ لک پنجويهه هزار ماسترن ۽ هڪ لک پنجويهه هزار نرسن جي پيٽ-گذر لاءِ مستقل فند پڻ قائم ڪري سگهجي ها. انهيءَ سموري خرچ لئي به ايتري رقم بچي پوي ها، جو ان مان فرانس ۽ بيلجم جي ملڪن جي سموري دولت ۽ جائدادون خريد ڪري سگهجن ها!“

*　　　*　　　*　　　*

”اسان مان ’جنگ‘ جو لفظ ڪيڻ ته ڏاڍو سولو آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن کي جنگ جي حقيقي تصوير ڏيکاري وڃي، ته ڏسڻ شرط ان کي غشي اچي ويندي، ۽ هانءُ ڦاٽي پوندس. گذريل (پهرين) مهاڀاري لڙائيءَ جا هيٺ ڏنل انگ اکر معلوم ڪرڻ کان پوءِ، جنگ بابت ڪي قدر راءِ قائم ڪري سگهبي:

| | |
|---|---|
| مري ويل سپاهي | هڪ ڪروڙ ٽيهه لک |
| زخمي | ٻه ڪروڙ |
| قيدي | ٽيهه لک |
| مري ويل شهري | هڪ ڪروڙ ٽيهه لک |
| يتيم | نوي لک ٻار |
| بيواهه | پنجاهه لک عورتون |
| پناهه گزين | هڪ ڪروڙ انسان |

جنگ کان پوءِ، ”انفلوئنزا“ يعني جنگي بخار ۾ ٿورن ئي ڏينهن اندر جيترا ماڻهو موت جو شڪار ٿيا، تن جو تعداد جنگ ۾ مرڻ وارن کان به گهڻو وڌيڪ هو. فقط هندستان ۾ ئي ٻه ڪروڙ ماڻهو، انهيءَ آفت جي آهي ۾ اچي، بيموت مري ويا.

”اهي ته آهن پهرين وڏي لڙائيءَ جا انگ اکر: پر عظيم جنگ جو اندازو ته ان جي مقابلي کان به گهڻو مٿي آهي؛ ۽ هاڻي جيڪڏهن ڪا عالمي لڙائي لڳي ته ان جو ڪاٿو ئي ڪهڙو؟“ - ڪتاب ”انقلاب زنده باد“ تان ورتل اقتباس

# گذارش

## گڏيل پرچو

"مهراڻ" جي ٽئين دور جي ٽئين سال جو هيءُ پهريون ۽ ٻيو گڏيل پرچو، پڄندي ۽ آهي، پلوءَ ۾ پيل جنسارن سان سينگاري، ٽئين سال جي نيڪ تمنائن سان، پنهنجن عزيز پڙهندڙن ۽ محترم اديبن اڳيان، گهڻي قرب ۽ خلوص سان پيش ڪري رهيا آهيون. گهڻي ئي ڪوشش ڪئيسون ته هيءُ پرچو جون مهيني اندر پيش ڪريون، پر مهيني ٻن جي دير سا پڄي ئي ويئي - جنهن لاءِ ڪجهه ته اداري جي تنظيمي تبديلين جو اثر ٿيڻو هو، ۽ ڪنهن حد تائين پريس جي مصروفيت به ان جو ڪارڻ بڻي. ان هوندي به اسين انهيءَ کي ٽلهو بهانو بنائي، پاڻ پنهنجي ضمير اڳيان مجرم بنجڻ نٿا چاهيون: انهيءَ ڪاڻ ۽ ڪوتاهيءَ جي پورائي ۽ تلافيءَ طور، هي ٽن سون ڪان به وڌيڪ ضخامت وارو گڏيل پرچو فقط ٽن روپين جي قيمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. ان طرح، هلندڙ سڄي سال جو چندو ٻه ڏهن روپين عيوض ڇهه روپيا ڪرڻ جو اعلان ڪريون ٿا.

## "مهراڻ"

"مهراڻ" جڏهن کان ٽئين دور ۾ قدم رکيو آهي، تڏهن کان وٽي جيڪي ڪجهه ان ۾ سنڌ ۽ هند جي سڄاڻ عالمن ۽ اديبن پنهنجون املهه تخليقون پئي پيش ڪيون آهن، ۽ ان طرح، سندن ئي تعاون ۽ همراهيءَ سان، "مهراڻ" جي معيار ۾ جيڪا درجي بدرجي ترقي ۽ بلندي نظر اچي ٿي، ان جو جيڪڏهن تفصيلوار ويهي جائزو وٺجي، ته اهو اسان جي اديبن جي ادبي پرک ۽ ذهني اوسر جو هڪ تاريخي باب معلوم ٿيندو، - ۽ اها ئي چيز اسان جي زبان ۽ ادب جي روشن مستقبل جي ضامن آهي.

"مهراڻ" جي گذريل ٻن سالن واري عرصي ۾، اداري جي اها ئي ڪوشش پئي رهي آهي ته رسالي کي مواد توڙي ترتيب جي لحاظ کان هڪ اعليٰ ۽ پُروقار پرچو بنائڻ لاءِ، پنهنجي وت ۽ وس آهر، هر دفعي اڳتي ئي وک وڌائجي: اسين ان ۾ ڪيتريقدر ڪامياب ٿيا آهيون، هتي ان جو اظهار ڪرڻ ٿيندو - 'پنهنجو پاڻ ميان مٺو ٿيڻ' - البت، پنهنجن قدردان ۽ ادب شناس سڄڻن کان وقت بوقت

جيڪي پيغام ڏني ڇڏيا آهن، تن مان سو هوصلو ئي حاصل ڪندا رهيا آهيون - ۽ اها ئي حوصلي افزائي اسان جي آئيندي جي ڀختن ارادن جي ضامن پڻ آهي.

”مهراڻ“ ۾ جتي بزرگ ۽ عالم فاضل شخصيتن جون ڪاوشون ڇپجي درج ٿيون آهن، اتي جوان ۽ اسرندڙ اديبن جون تخليقون پڻ ايندي رهيون آهن، جني ڪهنه مشق استادن جي فن ۽ علمي تجرد کي جڳهه ڏني اٿئون، اتي ڪيترن ئي ذهين ۽ صلاحيت مند نون ليکڪن جو تعارف پڻ ڪرائي چڪا آهيون. ”مهراڻ“ ۾ قديم ۽ جديد - هر خيال ۽ خوبيءَ جا فنڪار نظر ايندا. سڀني جو مشترڪ احساس، صحيح اديبن جي حيثيت ۾، پنهنجيءَ پياريءَ ٻوليءَ، ادب ۽ وطن جي باري ۾ اهو ئي هئڻ کپي - ۽ آهي - ته ڪنهن به طرح پنهنجي اسلاف جي اصليت کي قائم رکجي، ۽ ٻئي طرف پنهنجي ايندڙ نسل جو مستقبل سڌارجي؛ ”مهراڻ“ هميشه انهيءَ مقدس احساس کي عام ڪرڻ جو اونو ڏني رکيو آهي، ۽ هر قسم جي امتياز ۽ ذاتي پسند تي انهيءَ ويچار کي ترجيح ڏني ڏني آهي؛ هن ڪان پوءِ به اسان جو اصول اهو ئي رهندو. پر، ”مهراڻ“ جي معيار کي اڃا به وڌيڪ بلند بنائڻ جو دارومدار وري به اسان جي ڪرمفرمائن - پڙهندڙن ۽ اديبن - تي ئي آهي. اسان کي منجهن اها ئي اميد آهي ته جهڙيءَ طرح هن ڪان اڳ هو ”مهراڻ“ کي ٻنهه پنهنجو سمجهي اسان سان تعاون ڪندا رهيا آهن، اهڙيءَ ريت هن ڪان پوءِ به پنهنجا ڀال ڀلا ڏيندا رهندا.

## هڪ ادبي مسئلو

اڄ ”ادب“ زندگيءَ جي هڪ ضرورت ۽ هڪ سماجي فرض بنجي چڪو آهي. جيئن جيئن زندگيءَ جون حالتون ٿيون بدلجن، جيئن جيئن سماج جي صورتحال ۾ ڦيرو اچي ٿو، تيئن تيئن ادب پڻ پنهنجي ماحول مان نت نوان احساس ۽ اثر وٺندو رهي ٿو. ادب جتي پنهنجي ماحول ڪان متاثر ٿئي ٿو، اتي ماحول تي پنهنجو اثر به ڇڏيندو رهي ٿو؛ ادب زندگيءَ جي ترجماني به ڪري ٿو، ۽ ان تي تنقيدي نظر به وجهي ٿو. ان ڪري، هڪ اديب لاءِ پنهنجن مسئلن ڪان واقف هجڻ لازمي آهي.

ورهاڱي ڪان پوءِ اسان جي مسئلن ۾ جيڪا تشويشناڪ تيزرفتاري اچي وئي آهي، سا اسان جي سمجهه ۽ صلاحيتن لاءِ گويا هڪ فيصلي ڪن آزمائش آهي. تهذيب، معاشرت، اقتصاد، تعليم، سياست - مطلب ته ملڪي زندگيءَ جو ڪهڙو شعبو آهي، جيڪو هن تبديليءَ ڪان متاثر نه ٿيو هجي؟ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي به ان جو اهڙو ئي نمايان اثر پيو آهي. ايتريقدر، جو اسين رکو پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب جي خالص مسئلن جي فهرست تيار ڪرڻ ويهي رهون، ته آسانيءَ

سان انهن جي ترتيب ٿي ذهن ۾ ڪانہ ايندي. هر نئون ڏينهن، پاڻ سان ڪو نہ ڪو نئون مسئلو اسان لاءِ کڻي پيو اچي - ۽ انهيءَ رفتار ۾ اڃا بہ شدت ۽ تيزي اچڻ جو امڪان آهي. انهن سڀني حالتن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ لاءِ، پهريائين لازمي آهي تہ پاڻ سان گڏ پنهنجي سموري اڻجاڻ عوام کي سندن سماجي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلن ڏانهن متوجهہ ڪريون، انهن جي صحيح ماهيت کان واقف ڪريون، ۽ کين انهن مسئلن کي بردباريءَ ۽ استقلال سان حل ڪرڻ جا حيلا وسيلا پڻ ذهن نشين ڪرايون. جيسين اسان اهو ڪم پورو نہ ڪيو آهي، تيسين اسان جي ڪنهن بہ تهذيبي تحريڪ يا جدوجهد جي ڪاميابيءَ جي اميد خيرڪا آهي. اديب جو عوام جي ذهن سان سڌو واسطو رهي ٿو، ان ڪري ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ عوام جي سماجي علالت جو علاج اديب وٽ ئي موجود ٿي سگهي ٿو؛ پر ان لاءِ اول اسان کي عوام جي ذهن جو تجزيو ڪرڻو پوندو، ۽ اهي سمورا سبب سمجهڻا پوندا، جن جي ڪري هو اڃا تائين سجاڳيءَ ۽ ترقيءَ جي ڏس ۾ بنهہ تيار نہ ٿي سگهيا آهن.

سبب بلڪل ظاهر آهن. ”سنڌ صدين کان دلوراءِ جي نگري آهي“ - تہ ڪنهن شاعر چئي ئي ڇڏيو آهي؛ ۽ سنڌ جي اها تاريخي حقيقت، صدين کان وٺي، اڄ بہ اسان وٽ جيئن جو تيئن موجود ۽ جيئري آهي. اوهان ڪنهن وڏي ڍنڍ يا تلاءَ جي ڪناري تي بيهي سائي پاڻيءَ جو مشاهدو ڪيو آهي؟ ڪک پن، ميل ۽ ڏوپ - هر قسم جو گند ڪچرو، جيڪي بہ ڪٿان پاڻيءَ ۾ اچي پوندو آهي، سو جيئن پئي هوا لڳندي آهي، تيئن ميڙجي سهيڙجي اچي ڪپر تي ڪٺو ٿيندو رهندو آهي. اها ئي ساڳي حالت هتي اسان وٽ آهي؛ تعليم جي اڻهوند تہ آهي ئي، ۽ ان ڪري هر قسم جي جهالت ۽ محروميءَ جو هجڻ بہ لازمي آهي؛ پر جيڪا خاص مصيبت فقط سنڌ سان ئي مخصوص آهي، سا آهي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ آپيشاهي ۽ انڌي تقليد - حق تلفي ۽ توهم پرستي. اهي ئي ڪثافتون اسان جي ويساهہ جي وسوڙل عوام کي ماڪوڙن وانگر وراڻي ويٺيون آهن. اها ئي اسان جي سڀ کان وڏي قومي ۽ سماجي ڪمزوري آهي، ۽ هڪ ديده ور سنڌي اديب جو اولين احساس اهو ئي هجڻ گهرجي. جيسين اسين پنهنجي انهيءَ بنيادي ڪمزوريءَ کان نجات حاصل نہ ڪنداسون، تيسين اسان کي اهو ”تهذيبي ماحول“ ئي ميسر ڪين ٿي سگهندو، جيڪو ڪنهن بہ ادب يا ٻوليءَ جي اوسر لاءِ اولين ضرورت آهي. اهو اسان جي تهذيب جو هڪ اهڙو اهم مسئلو آهي، جيڪو نہ تہ اسان جي اديبن جي دائرهٔ عمل کان بنهہ ٻاهر آهي، ۽ نہ ئي هن کان پوءِ وڌيڪ وقت تائين ان کي نظرانداز ڪري سگهجي ٿو.

# ٽي ڪردار

دنيا ۾ مجموعي طرح ٽن قسمن جا ڪردار آهن: هڪڙا رجعت پسند، ٻيا ترقي پسند، ۽ ٽيا "زمين جُنبد، نه جُنبد گل محمد"!

پهرئين قسم جا ماڻهو جڏهن زندگيءَ جي تلخين جو تاب نه جهلي سگهندا آهن، تڏهن وقت جي واٽ تي اڳتي هلڻ جي سامرٿي نه ساري، مايوسيءَ وچان، پويان پير ڪري واپس ورڻ کي پسند ڪندا آهن. انهيءَ ذهني ڪيفيت جا ماڻهو پنهنجي حال جي حالتن کان مطمئن نه هوندا آهن، ۽ پنهنجي ڏيجهڙي کي ڍري ڪرڻ خاطر منهن ڪڍي پٺيءَ ڏانهن ڪندا آهن. ان طرح، هو خود پنهنجي ماحول ۽ آسپاس کان غافل ٿيجي، پنهنجي پاڻ کي مطمئن ڪرڻ جي هن اٽڪل تي دل ئي دل ۾ ٻيا خوش ٿيندا آهن. زندگيءَ جي حقيقتن کان چشم پوشي ڪري، مسئلن کي حل ڪرڻ بدران هو مرڳو زندگيءَ کان ئي پٺي ڏيئي ٿي ڀڄندا آهن: ان ڪري انهن ماڻهن کي 'فراري' يا 'رجعت پسند' سڏيو ويندو آهي.

ٻيو قسم، 'ترقي پسند'، زندگيءَ جي هر مرحلي ۾ انسانذات جي ترقيءَ جو قائل آهي. هو ماضيءَ جي روشنيءَ ۾، حال تي نظر رکندي، مستقبل جي راهه وٺي هلندو ئي رهي ٿو. زندگيءَ جو ڪوبه مسئلو هن کي مايوس نٿو ڪري، بلڪ انساني تهذيب جي معاملن ۾ دلچسپي رکندي، انساني زندگيءَ کي بهتر کان بهتر بڻائڻ لاءِ، هو مستقبل جي تعمير ۾ مصروف رهي ٿو. هن جي انهيءَ "اڳتي قدم" واري جذبي ۾ ذاتيات ٿئي ئي ڪانه! ان ڪري سندس دلي خلوص ڪيس زندگيءَ جون صعوبتون سهڻ لاءِ همٿائي ٿو، ۽ پوءِ هو بيخوف بڻجي، حال جي حالتن کان مستقبل جي مسرتن طرف وک وڌائيندو ئو رهي. پنهنجي ايندڙ نسلن لاءِ بهتري چاهيندڙ کي ئي 'ترقي پسند' چئجي ٿو.

ٽيان، يعني "گل محمد" قسم جا ماڻهو، نڪي واپس ورڻ وارن مان آهن، نڪي ترقي چاهيندڙن مان: نه اڳتي ٿا وڌن، نه پوئتي ٿا مڙن-بس، بم بڻيا، ڦوڪيا، وچ-واٽ تي رستي روڪ ڪيو بيٺا هوندا آهن. اتفاق سان ڪٿي ڪو اڳتي وڃڻ وارو اتان لانگهائو ٿيو، ته هنن همراهن کي هيڪر ته تپٽي چڙهي ويندي: منهن ٽامٽي هٿي ويندن، اکيون ويندين سُسنديون، واڇون ٽڙنديون وڃي ڪنن سان لڳنديون-۽ پوءِ اکيون بند، ڪن بند-نڪي ڏسندا، نڪي ٻڌندا، مٺيون ڪٽي پيڙيندا، ٽڙيءَ جون نسون ڦوڪجي اينديون، رنبي جيڏو چپوڙ ڪڍي ٻاهر ڪڍندا: هڪ جي ٽيي-وِلَل پيئي پونديون، چاڙي پيئي لڳندن. گڦ پيئي وهندن! 'جونش' وچان بيٺا پيا ٿيندا، هڪليءَ ۾ هوندا، پر ڇا مجال جو ڪٿي هڪڙو انچ به هيڏانهن يا هوڏانهن هٽن! آپي ڦاٽي پوي، ڌرتيءَ کان دانهن

نڪري وڃي، پر 'گل محمد' کي ڪا معمولي جنبش نه اچي، سا ڳالهه اٿيئي! شل نه ڪو انهن سان اڙجي، شل نه هي ڪنهن کي واٽ ويندي ڏسن!

سنڌ ۾ به اهڙا 'رستي روڪ' وارا موجود آهن - جيئن دنيا جي ٻين ملڪن ۾. ايترو سو آهي ته هي حضرت جتي به آهن، اتي آهن بنهه آڳرين تي ڳڻڻ جيترا. "سمجهه، ۽ سمجهائڻ" - ان اصول کي ته هرڪو سنجيدو ماڻهو ساراهيندو، پر جن ٻهي جي چوٽين ٽنگ ڏئي ئي ڪاٺهي، سي ڀلا ڪنهن کي مڃڻ وارا آهن؟

نُوس نُوس ڪرڻ ته ڀليءَ جي عادت آهي: ڀلي ڪٿي ڪوهه ڀنڊ تي ڪا مڇيءَ کپي پٽ ۾ ئي پوري پيئي هجي، پر جنهن جو نالو ڀلي، سا نوسيندي نوسيندي ضرور وڃي ڪيڪٽ جو سراغ لهندي. سو، اسان جي سنڌ جي هنن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن مجاهد قسم جي ڪردارن کي به ڪا "الحاد" جي بوءِ اهڙي ته اونهي وڻهي رهي آهي، جو جيڪي ٿو نڪ سامهون اچين، ان مان الحادئي الحاد پيا سونگهن! خدا ئي چاڻي ته هنن وٽ 'الحاد' ۽ 'ملحد' جا ڪهڙا معيار آهن ۽ پر جيتريقدر "مهراڻ" بابت سندن خيالن جو تعلق آهي، اسان کي ته ائين ئي ٿو معلوم ٿئي ته اها ڪيڪٽ جي چٽت خود سندن دماغ شريف ۾ اڳي ئي پري پيئي آهي: جيڪو ٿو پٽي جي ٻيڙي پئي، سو ملحد ۽ جيڪا عام عقل جي ڳالهه، سا الحاد! سچ چيو اٿن: "هڪ عالم ئي جاڻي سگهي ٿو ته هو ڪيتريقدر جاهل آهي"! پر، هنن مان سو اها اميد رکڻ به آهي ٻيرن کان ٻير گهرڻ.

# ورن جون لسٽون

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ پاڪستان جي سربراهن سنڌ جي حق تلفين ۾ انتها ڪري ڇڏي آهي. جواب ۾، سنڌ صرف آهُن ۽ دانهن تي ئي پئي اڪتفا ڪئي آهي. سنڌ جي آهُن ۽ دانهن جو علاج، پاڪستان جي حڪمرانن وٽ وري هميشه هيءَ پئي رهيو آهي ته "انهن ڏانهن ڪو به ڌيان نه ڏيو: ائين ڏيکاءُ ڏيندا هلو ڄڻ اهي اوهان ٻُڌو ئي ڪون ٿا!" فطرت جو اصول ۽ تاريخ جو سبق هيءَ آهي ته اهڙيءَ حالت ۾ - جڏهن ماڻهن جون آهون ۽ دانهون نه قبول پون ۽ نه رد ٿين، بلڪ ائين معلوم ٿئي ڄڻ انهن کي ڪو ٻُڌي ئي ڪونه ٿو - ملڪ ۾ عام بددلي، ڪسمپرسي ۽ شڪست خوردگيءَ جا احساس ماڻهن جي ذهن تي ايترو ته ڇانئجي ويندا آهن، جو آهستي آهستي هو ليت للها ٿڌا ساهه ڪڍڻ ۽ دانهون ڪرڻ به ڇڏي ڏيندا آهن، ۽ ان جي عيوض ظالم جي ظلم کي حقيقت ۾ هن جي اخلاقي شڪست، ۽ پنهنجي مظلوميت ۽ معصوميت کي حقيقت ۾ پنهنجي اخلاقي فتح سمجهي، دل کي پرڀائي، خوش ٿي، چپ چاپ ويهي رهندا آهن. هيءَ آهي اها ذهني صورتحال، جيڪا محڪومن ۽ مظلومن جي سياسي ۽ سماجي

موت جو پيش خيمو ثابت ٿيندي آهي، ۽ جنهن جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ هنن ۾ پنهنجن حقن جي حفاظت لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو جذبو فنا ٿي ويندو آهي، ۽ پوءِ هو عزت نفس ۽ قوت خودارادي آخر هميشه لاءِ وڃائي ويهي رهندا آهن.

اسان جي حاڪمن طرفان خصوصاً سنڌي ٻوليءَ تي هيل تائين جيڪي به وار ڪيا ويا آهن، انهن مان بنهه تازو هيءُ آهي ته ملڪ جي عام چونڊن لاءِ سنڌ ۾ سنڌي عوام جي ووٽرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ نه پر اردوءَ ۾ شايع ڪيون پيون وڃن! ان لاءِ سنڌ جي اخبارن، رسالن ۽ عوامي تحريڪن طرفان زوردار آواز اٿاريو ويو آهي، پر برسراقتدار گروهه هميشه جيان ڪنن ۾ ڪوهه وجهيو، ٻالم ٿيو، انهيءَ چيخ و پڪار کان لاعلم ٻڌيو ويٺو آهي. "مهراڻ" جي ڪنهن اڳين پرچي جي "گذارش" ۾ اسان لکيو هو ته "اڳين زمانن جي ڀيٽ ۾ اڄ ريڊيو، سئنيما، پريس، اسڪول، ۽ حڪومتي سرشتي جي همه گيريءَ وسيلي ڪنهن به ٻوليءَ کي جيڪڏهن بنهه نابود نه، ته به ايتريقدر ته نپوڙي ۽ چيڀاٽي، ڀچس ۽ نستو ڪري سگهجي ٿو، جو ان جي هئڻ يا نه هئڻ ۾ ڪو خاص فرق ئي نه رهي......" سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بدخواهن جو هيءُ به انهيءَ قسم جو ئي هڪ سوچيل سمجهيل قدم آهي. ان لاءِ محض اخبارن، رسالن ۽ ڪن جماعتن ۽ انجمنن جي جلسن ۾ آواز اٿاري ويهي رهڻ - جڻ ته جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي چڪو، ۽ جيڪي ڪرڻو هو سو ڪري ڇڪاسون - سا اها ئي "اخلاقي شڪست" ۽ "اخلاقي فتح" واري ڳالهه ٿيندي، جنهن جو ذڪر مٿي ڪري آيا آهيون. ظاهر آهي ته هاڻي اسان کي "آواز" کان ٿورو اڳتي وڌي، هڪ منظم ۽ سجاڳ تحريڪ جي صورت ۾ عملي قدم کڻڻ گهرجي، ۽ حڪومت جي ڪارپردازن کان باهمت نموني ۾ جواب طلبڻ گهرجي ته سندن هن 'تجاهل عارفانه' جو آخر راز ڇا آهي، سنڌي زبان ۽ سنڌين سان سندن هن ڪُٺلئي وير جو آخر مطلب ڇا هي. ڇا، هو پاڪستان سان سنڌ ۽ سنڌين جي دوستي چاهين ٿا، يا دشمني؟ سنڌ کي هو آزاد پاڪستان جو هڪ آزاد حصو سمجهن ٿا، يا ان کي هڪ مفتوح، غلام ۽ غير علائقو تصور ڪن ٿا؟ سنڌ جي سڄاڻ طبقي - ادبي، سماجي ۽ سياسي حلقن - کي اسان جي مخلصانه استدعا آهي ته هو سنڌي زبان ۽ سنڌين جي سياسي وجود کي بچائڻ لاءِ منظم طريقي سان جدوجهد شروع ڪن، وفد ڏاهي حڪومت جي ڪارڪنن کان مطالبو ڪن ته سنڌ ۽ سنڌين سان هيءَ غيريت جو سلوڪ بند ڪيو وڃي؛ تقريرن، ليکن، ڪتابڇن ۽ ٻين متعدد طريقن سان عام-راءِ کي منظم ۽ فيصلہ ڪن انداز ۾ برسراقتدار گروهه جي اڳيان پيش ڪن ته، سنڌين جي سياسي وجود ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بقا سان هٿ-چراند ڪري، ملڪ جي استحڪام کي خطري ۾ نه وڌو وڃي. وقت جي اهم ترين ضرورت اها ئي آهي.

## انعام

"مهراڻ" جي اڳئين پرچي، نمبر ۴/۱۹۵۶ع، ۾ پنجاهه روپين جو پهريون انعام، اتفاق راءِ سان، ججن، پير حسام الدين شاهه راشديءَ جي مضمون "حواشي مڪلي نامه" کي ڏنو، پر جيئن ته محترم راشدي صاحب سنڌي ادبي بورڊ جو هڪ ميمبر آهي، ان ڪري سندن انعام جا پيسا ٻين ادب پارن ۾ تقسيم ڪيا ويا. انعامن جي آخري ترتيب هيٺينءَ ريت آهي:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| شعر: سي حرفي | (ص ۱۳) | ڏٺي بخش "مشتاق" | ۱۰-۰-۰ |
| "سرمائيداري" - نظم | (ص ۳۰) | گوورڌن محبوباڻي | ۱۰-۰-۰ |
| "پڙلاءُ" - نظم | (ص ۳۱) | "نياز" همايوني | ۱۰-۰-۰ |
| "سئيز" - نظم | (ص ۳۷) | "بشير" موريائي | ۱۰-۰-۰ |
| غزل | (ص ۴۶) | "تنوير" عباسي | ۱۰-۰-۰ |
| افسانا: ڊونگ | (ص ۵۵) | رشيد آخوند | ۱۰-۰-۰ |
| "ڪڏهن بهار ايندو..." | (ص ۶۰) | سوڀو گيانچنداڻي | ۲۵-۰-۰ |
| "هو ديوتا آهي..." | (ص ۶۵) | ڪمل "پياسي" | ۱۰-۰-۰ |
| تارے آجهام گئے | (ص ۷۶) | مصطفيٰ ڀرائي | ۱۰-۰-۰ |
| مضمون: ادب ۽ حقيقت نگاري | (ص ۱۰۹) | ڪيرت ٻاٻاڻي | ۲۵-۰-۰ |

## ايندڙ پرچو

"مهراڻ" جي اداري طرفان اخبارن ۽ رسالن ذريعي اهو اعلان ڪيو ويو هو ته عنقريب "مهراڻ" جو هڪ "سوانح نمبر" ڪڍيو ويندو. اسين نهايت مسرت سان اعلان ٿا ڪريون ته "مهراڻ" جي ايندڙ ٻن پرچن کي گڏي، هڪ يڪو "سوانح نمبر" پيش ڪيو ويندو، جنهن ۾ سنڌ جي مشاهير عالمن، بزرگن، سماجي ڪارڪنن ۽ ٻين مشهور شخصيتن جون سوانح عمريون ڏنيون وينديون. ان سلسلي ۾ اسين سنڌ جي اهل قلم طبقي کي ٻيهر اپيل ڪريون ٿا ته هو هن پرچي کي هر ممڪن طريقي سان سينگارڻ ۾ اسان سان تعاون ڪن.

هن زير نظر پرچي وانگر، "مهراڻ" جي "سوانح نمبر" جي قيمت پڻ ٻه رپيا رکي ويندي.

## شڪريو

"مهراڻ" جي هن پرچي ۾، ڪراچيءَ جي "سنڌي ادبي سنگت" جي گذريل سال (۱۹۵۶ع) واري افسانن جي انعامي چٽاڀيٽيءَ ۾ ترتيبوار پهريون، ٻيو ۽ ٽيو

نمبر آيل افسانا ـ ”وطن“، ”پرير ۽ سندرتا“، ۽ ”ڪارو پاڻي“ شامل ڪري رهيا آهيون. اسين سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي ڪارپردازن جا ٿورائتا آهيون، جن اهي افسانا اسان کي ”مهراڻ“ ۾ شايع ڪرڻ لاءِ موڪلي ڏنا.

## گذارش

”مهراڻ“ کي خيرن سان هي ٽيون سال هلندڙ آهي. هن ئي پرچي کان رسالي جي اداري ۾ تبديلي ٿي آهي. اڳين لائق ايڊيٽر محترم محمد ابراهيم جويي، ”مهراڻ“ کي جنهن محنت ۽ قابليت سان هن معيار تي پهچايو آهي، سا بيشڪ تحسين ۽ آفرين جي لائق آهي. ”مهراڻ“ جو نئون ادارو، پنهنجي وس پڄندي، رسالي جي موجوده معيار ۽ حيثيت کي نه فقط قائم رکندو ايندو، بلڪ جيتريقدر ٿي سگهندو، رسالي کي اڃا به وڌيڪ اعليٰ ۽ عمدو بنائڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪندو رهندو. اسان جون پنهنجي عزيز پڙهندڙن ۽ محترم اديبن ۾ وڏيون اميدون آهن، ۽ کين گذارش ٿا ڪريون ته هو جهڙيءَ طرح هن کان اڳ ”مهراڻ“ سان پنهنجو انس ۽ وابستگي رکندا آيا آهن، تهڙيءَ طرح هاڻي به رس رهائيندا ايندا.

ـ ش. ح.



# ا

مدح

ميان اشرف رحـ

بيت

شيخ "اياز"؛ محمد خان "غني" ڏوهيڙا: بشير موريالي

كافيون

پير حسن بخش جيلاني؛ عارف المولي؛ "اسد" ٽکڙائي؛ حافظ محمد "احسن"؛ عبدالجبار "شار"؛ غلام حسين "فنائي"؛ احمد خان "اختر". **وايون:** شيخ "اياز"؛ "بردو" سنڌي.

گيت

گوورڌن محبوباڻي؛ شيخ "اياز"؛ "بردو" سنڌي؛ هري "دلگير"؛ سراج.

لوڪ گيت

رشيد احمد لاشاري؛ احمد خان "آصف".

نظم

گوورڌن محبوباڻي؛ "نياز" همايوني؛ عبدالڪريم "گدائي"؛ "تنوير" عباسي؛ عبدالقيوم "صائب"؛ شيخ "اياز"؛ هري "دلگير"؛ "بشير" موريالي؛ لڪميچند "پريم"؛ "انيس" مهري؛ سراج.

مثنوي

سچل سرمست - سنڌ پڪار "حامي" خيرپوري.

آزاد نظم

شيخ "اياز".

نيون طرزون

ترائيل: نارائڻ "شيام". نپٽ: نارائڻ "شيام". سانيٽ: "بشير" موريالي.

غزل

شيخ "اياز"؛ هري "دلگير"؛ گوورڌن محبوباڻي؛ "تنوير" عباسي؛ سگڻ آهوجا؛ "رشيد" لاشاري؛ نارائڻ "شيام". -

قطعا

شيخ "اياز"؛ "بردو" سنڌي.

رباعيون

نارائڻ "شيام"؛ هري "دلگير"؛ گوورڌن محبوباڻي.

ادب لطيف

مهرالنسا انصاري

”زنده خيالن جي وهڪ کي روڪڻ، ندي جي وهڪري کي روڪڻ کان به گهڻو وڌيڪ ڏکيو آهي. جيڪڏهين اوهين انهن جي اڳيان بند ٻڌندا، ته ان جو نتيجو اهو ٿيندو جو اهو بند ته رهندو ئي ڪونه، لڙهي ويندو، پر ان جي ڪري جيڪا تباهي ٿيندي، سا اوهان جي روڪڻ کان ٻاهر ٿي ويندي! اهڙين جيئرين جاڳندين طاقتن کي ڪوبه روڪي نٿو سگهي. اوهين انهن کي هزار سڻ سٽي؛ هيٺ پوري ڇڏيندا، ته آهي وري ڦاٽ ڪائي سٽي اچي ويندي يون؛ اوهين انهن کي دٻائيندا، ته بارود وانگي ڀڙاڪو ڏيئي ڦاٽي پونديون. دنيا جي ڪنهن به پوليس ۾ انهن کي قيد ڪرڻ جي طاقت ڪانهي، ۽ دنيا جي ڪنهن به نوڪرشاهيءَ جا قانون ان کي ماري نٿا سگهن!“ —پال رچرڊ

# مدح

[مدح چيل ميان اشرف (ڪاماري واري بزرگ؟) جي، منجهه شان حضرت محمد مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم جي (۱). منجهس ڏاڍو سوز ۽ گداز آهي ـ اداره.]

"ذَهَبَ الْحَبِيْبُ، وَ لٰكِنْ كُنْتُ فِي النَّوم.
وَ عَلَيَّ زَادَ ذَهَابُهُ كَثْرَةَ الآء لَمِ" (۲).
لوڪان لالن لڌيو، جيڏيون! جنهن ويرا،
تنهن هالائي جي هَلَ جي، ٻيپر ڪانڌ ڪرا؛
وٺان مون وات ٿيا، سائي سوارا؛
ڏسي نمائي نئن ۾، ڪاهيائون ڪرها؛
ڪيئي نه ڪنواٽن ڪچيو، روڏا تان نه رويا.
ڄوري چڏي ڄيرين، ولي راهه رميا؛
موران مون معذور تي، ڪهل نه ڪيائون ڪا.
هاڻي تن هوتن جي، محبت ماريس ماءُ؛
وِيجهي سُورُ وليون ڪري، اندر مون آڏميا،
لاڏائي ڪَرَ لالن جي، چُڪيءَ چاڪَ چڪيا؛
سُون ولهيءَ جي وجود ۾، ڪوندر ڪسُ ڪيا.
رهبر رفيقن ري، باقي ساهه پساهه؛
آءُ سائي سيرين جا، ڪَرَ سڱاهير ڪا:
ويندائي وٺڪار ڏي، ڪي ڳُنگا تو گڏيا؟
ڪ مون ڪر ٻچيو سڄڻين، ڪين چڱا پاڻ هَنا؟
اچڻ جي هن ٻار ڏي، وائي ڪيائون ڪا؟
ٿوري گهٽي ڏينهڙين، سي وڃي ڪين ورندا؟

(۱) عربي بيت مشهور "قصيده برده" جي تتبّع تي آهن. (۲) ترجمو: محبوب هليو ويو. ليڪن مان ننڊ ۾ هوس، ۽ سندس وڃڻ منهنجي غم ۽ الم جي ڄهجهائيءَ ۾ واڌ وڌي.

نوٽ ـ عربي بيت اڪثر سقيم آهن، جن کي درست ڪرڻ دشوار آهي.

ٻڌ هتي ڪا هوتن کي، هين ٻورهيت جي ٻچا؟
ڪِ ڪميني قريب سي، وڃي وساري ويئا؟
”اَسْئَلُڪَ اَخْبَارَهُ يَا سَاڪِنَ جَوَارِهِ؛
اَ رَاَيْتَ مَنْ ڪَانَ فِي هٰذَا الحَرَمِ؟“ (١)
ٻلي ڪري آهين ٻام تون، ادا اوٺيڙا!
سيرياڻ جي سات جا، ٻچان ڏي ٻڌڙا.
* حقيقت هوتن جي، سڌ مون صحيح سڻاءِ؛
ويهي وروته وراهيءَ سين، ڪر قربائي ڪا
ڪي تو ڏٺا ڪيتهم، سجڻ سانگيئڙا؟
ساھ جن جو (٢) سيڪڙو، راتين روز مراھ،
جيءَ ۾ جوش، ٻرين جي، وبجهي ويڌ ڪيا.
آهي عجيبن جي سڪ سنائي ساھ. (٣)
لُونءِ لونءِ سنجهان نہ لهي، محبت سندين ماءِ!
ٻُوٺيو (٤) ماڳ نهاريان، لُڇيو لالن لاءِ؛
ٻچان ٻاڙ ٻوارين، خبرون خليلا:
نہ ڪاڏي ويا (٥) قريب سي، هيتي جي هئا؟
ڏوڙائبي فقير سين، لڏي لوءِ ويا؛ (٦)
هَي هَي! حبيبن ري، جيرو جَمُ نہ جاءِ (٧).
ٻجهي (٨) ٻُور ٻرين جبي، آنيو (٩) آندوها.
ساعت سک نہ جندڙي، پينرا هوت ٻنا؛
ڪَهِي، ڪنهن ٻَر شال ڏيان، ٻاڙ ٻجهي ٻريان.
”آرَى اليَوْمَ مَسَاڪِنَهُ، خَالِ بِدُونِهِ،
اَيْنَ الحَبِيْبُ الّذِيْ، شَافِ لِلّذِيْ سَقَم؟“ (١٠)

---

(١) هي عربي بيت ۾ شڪستو آهي. اصل ۾ ”هذه الحرم“ هو، جو غلط آهي. ترجمو: اي سندس پاڙي جا ساڪن! توکان سندس خبرون پڇان ٿو (ٿي)؛ چا، تو ڏٺو تہ هن حرم ۾ ڪير هو؟ (٢) بمعني: جانو: جنين لاءِ. (٣) بمعني چاپسو: آهير عجيبن جي، سِڪ جسو سنائو سا (٤) بمعني: ٻُونيون (٥) بمعني: وهيا. (٦) بمعني: ڦوڙائو فقير کي، ڏيئي ڏير وهيا. (٧) بمعني: جيڙو جڳ ۾ جگاءِ. (٨) بمعني: پچان. (٩) بمعني: آئان. (١٠) ترجمو: اڄ سندس ماڳ ان کان سواءِ خالي ڏسان ٿو (ٿي)؛
ڪٿي آهي حبيب، جو مرض واري کي شفا ڏئي؟
* ”مهراڻ“ جي اداري کي هيءَ مدح هن سٽ کان وٺي ٿئي مان هٿ آئي. انهيءَ کان اڳيون ايڪيهہ سٽون بمعني ”مجموعہ مدحيات“ (چيپل سال ١٣٣٨) تان ورتيون ويون آهن. — ادارہ

ڪين ٻَسان اڄ ڪيچ ڏَٺي، سرتيون! منجهہ سراءِ،
خالي خليلن ري، اڱڻ اوتارا.
سُور نہ مڪانن ۾، محب موچارا؛
ڪانهي قربن جي، ڪا تِتي تنوارا.
جيڪس ويڙا جيڏيون (١)، ڪَهِني ڪوهيارا.
ڪاهي ڪيچ سيڏاريا، سڄڻ سونهارا.
ماڳ نهاري موٽيون، اکيون آن ڏارا؛
رهه ۾ رتو روڻ سهي، چِٽيو چِٽڪارا (٢).
ڪِٺيون ڪن ڪيچن لئي، وايون ۾ وڙاهہ (٣).
ٻَچن پَٽا پرينءَ جا، آنيو آڪيرا؛
تہ لالن ڪنهن ٻَر لڌيو، پينر پنهورا؟
سچ، ڪ ساٿ سَمڪهي وَهيا، سائي سوارا؟
جلن آڄ جتن لاءِ، جگر ۾ جونرا.
ٻَري وَهيا پرڏيهہ ڏي، آوءِ ڪري سُون ڪورا.
ڪيئن ڪريندءِ تن ري، اديون هين ويرا(٤).
صبر ڏاران سهرين، سُور نہ ميلن ماءِ! (٥)
جَتَن سُون نہ جيتائيو، هلئ وير هيٺان؛
قوڙانو فقير ڪي ڏيئي ڏير وَهيا؛
جهڙا(٦) سُوريءَ تي سرتيون، ٻَسو سانگ پيا.
ڪيَو سگ ساڄن سين، سِڪي سُڪن لاءِ،
تان(٧) ڏيئي ڏک ڏيل ۾، پاڻان گهيري ويڙم گهاءَ.
دوسن لئي دل ۾(٨)، دُکيءَ(٩) داغ دُکيا.
سَران محبت مامري، محبوبائي ماءِ!
نہ آهي طبيب تنِ جو، ڪو سهيرين سواءِ.
ڪائي هوتِ حڪمتي، هتي جي هٿا؟
سُون منيءَ جي مرض جو، جي دلبر ڪن دوا.
”لَوِ اطَّلَعْتُ عَلَيَّ آنَّ الْوِصَالَ يُفَرِّقُنِي“،

(١) بمبئي: لڪري (٢) هيءَ بمبئي مجموعي جي پڙهڻي آهي. في الاصل: چيريون چوڪارا (٣) بمبئي: وايون منجهہ وَٺا (٤) بمبئي: گهوڙا ڙي گهوڙا! (٥) هيءَ سٽ بمبئيءَ واري مجموعي ۾ ناهي (٦) بمبئي: جهڙ. (٧) بمبئي ندارد ــ تان. (٨) بمبئي: هَتي هَتي دل ۾ دوستن جا. (٩) بمبئي: ڏکي.

فَتَمُّ اَلفَارِقُ بِهِ، لتحمتاً وَ لَمْ اعتم." (١)
جي مان هُئِي جيڏيون، آڳَهِيَر ڪَرَ اِها،
تہ وڇوڙو وصال ۾، ٻُوندم سين ٻريان،
ويندا وتان مون نڪري، لالن لا ڪيئا،
تہ هوند نہ ڇڏيم هڏهم (٢)، هيڙا هوت هتان؛
سانڍيو سانڍيم سپرين، سڄڻ سُونهِيري جان؛
لڳي دامن دوس جي (٣)، ٻُوٽيئس جاءِ بجاءِ؛
ڪو تيرُ نہ ڪيم ڪڏهم (٤)، دُوري دوستن ڪان.
ھر تيئن (٥) مون کي نند نهوڙيو، ساڻي جيئن سَنپِريا (٦)؛
ووءِ، ووءِ! ڳِهَرَ ورائيون، اکيون آن ويرا؛
پيم پرڏيهن جيي، ڪَنهن ڪي ڪاڻ ڪرا؛
سُتي سات پلاڻيو، مون ويچاريءَ وتان؛
هلڪُ پاڙ ٻواربون! جتن ڪيئي نہ جتاءِ،
سڄڻ ڪنهن سانگ ويا، وڏي مون وچان.
«آبْڪِيْ وَ آنتجَسَّسُهٗ، يَوْمًا وَ لَيْلَةً،
فَلاَ فِيْ الْجِبَالِ وَلاَ فِيْ دَارِهِ الْعَظِيمِ». (٧).
راهہ ۾ رفيقن ري، روئان رت ڦڙا؛
جهجان جهُران جوش ۾، ساريو سانگيڙا؛
پَلنيو پُون پرين ري، ڳلن سر ڳوڙها؛
آرتو اوتيين اکيون، جاني ٿيا جُدا؛
ورت ويچارين کي، تن سيئن جي سَدا؛
ڪامن سهي خمار ۾، پرين جي پُورا (٨)؛
نہ آهي مات مُئين کي، مُحب ري مُورا (٩)؛
ڪو جو قربين سين، آوءِ آيون لوءِ لڳاءِ؛
تن لحظو لطيفن ري، ڪن سي جهَل نہ ڪا.

---

(١) ترجمو: جيڪڏهن مون کي هيءَ خبر هجي ها تہ وصال مون کي وڇوڙيندو، تہ ان ڪان هڪ دم بہ ڌار نہ ٿيان ها، ۽ نند نہ ڪريان ها (٢) ب: ڪڏهين. (٣) ب: دوست. (٤) ب: ڪنٿ نہ ڪيم ڪڏهين هوند .... الخ. (٥) ب: ندارد تيئن. (٦) ب: سپريا. (٧) ترجمو: آءٌ روئان ۽ ان کي رات ڏينهن ڳوليان ٿو؛ پر نڪي جبلن ۾ آهي، نڪي ٻنهجي وڏي گهر ۾. (٨) ب: محبتن لاءِ مورا. (٩) ب: محبوبائي ساءِ

ڏوريو ڏيهائي ڏوريان، لڪيون لالن لاءِ؛
هوئيم پرو پرين جو، ڪو اديون مانَ آئان (١)؛
تان نڪي جتَ جبل ۾، نڪي منجھ وڻراهہَ.
صحيح پاروچي سات جي، ڪَل نہ پيم ڪا (٢)؛
تہ ڪيڏي ڪَرهہ قطاريون، کھڙيءَ واٽ ويا.
فيري وڃ فراق تون، اوڏو مُون ۾َ آءِ؛
آڳهم عجيبن جا، ڪهت ۾ کهڙيم کهاءِ؛
سڄي ئي سرير ڪي، ويڙهي وَڏَ ويا؛
رهيي ڪانہ غمن ري، جُسي اندر جاءِ؛
سڀي جيي سُور سَهُنجا ڪيو (٣)، وري منجھ وَڏيا.
تنهنجو ماڳ مَس ٿئي، آتي ڪو آدا!
"لَعلٌ رَبّيْ، يَجْمَعُنيْ بِرَحْمَتِهِ (٤)،
مَعَ الْحَبِيْبِ شَفِيْعِ الوَرَيٰ ذِي الْكَرَمِ!" (٥)
آهيم آيد اِيَهي، من ۾ مُداما،
تہ ميڙي مون محبوب سين، راحم رحمتا؛
ڏيکاريم ڏيهہ ڏٺي، نير محمّد شاهہ؛
هردم جنهن حبيب کي، سِڪي منهنجو ساهہ؛
واجهائي واٽن تي، پلپل پَسڻ لاءِ.
تنهن سپاجهي شفيع سين، مولي مُون ملاءِ!
تہ حاضر هُئان حضور ۾، باقي ساهہ پساهہ؛
ڏسان ڏيهائي ڏيهہ سو، جتي جانب (٦) جاءِ؛
چمان چانٺ رسول جي، چَليو منجهان چاهہ؛
ڪريان زيارت ذوق سين، سندي سپيريان؛
پسان (٧) محل ماڙيون، نيلون مُنارا.
حُجري ڏونهن حبيب جي، هلي هيج منجهان (٨)،
آيي عرض ڪريان، پيري پاڪ اڳيان:
تہ مون ڪي رَس رسول تون، سرور سپاجها!

(١) ب: آئان (٢) ب: پيم ڪل نہ ڪا. (٣) في الاصل: سيري سهجان سور ڪيو. (٤) ب: لَعَلّ رَحْمَةَ رَبّي حِيْنَ يَقْسِمُهَا. (٥) ترجمو: شل رب تعاليٰ پنهنجي رحمت سان مون کي محبوب سان ملائي، جو جهان جو شافع ۽ ڪرم وارو آهي! (٦) في الاصل: جانبن. (٧) في الاصل: پسي (٨) في الاصل: منُها

آهر عاجز آهيان، ڀڪڙ ڪين ڀاڄواءِ.
لاهي مون نمائيءَ جي، تو ري ڪنڌي ڪا؛
لهرين هيڻيون لوڏيو، سڻي ڪڻ ڪوڪا.

اڳيان تڪو تار وهي، ڄڻبان ڪيئن جرڪان؟
ڪنجيو ڪري ڳوڙيون، سائر سير منجهان (۱).
سان ڪي لڙ لنگهاءِ سو، ڀلا ڪج بچاءُ.
ماندن (۲) کي يا مصطفيٰ! آسر آن ڏي آهه (۳).
ٻڏؤ-لڳن ٻار ڪرين، تارين تکي ڪان، (۴)
جنين تنهنجو تُرهو، ٻُجهن ٻئي نه ڪا؛
آسُولهن اڳ وات ۾، رسين (۵) رسول خدا.
"وَبِنَا مُحَصِّلُ الرَّجَاءِ حَصِّلْ (۶) رَجَاءَ اَشْرَفَ،
بِحُرْمَةِ النَّبِيِّ وَ آلِهِ اَولِي النِّعَمِ." (۷)
خالق سڀ ڪان خلق جا، اي عالمن إلٰهَ!
جو تون ڏڏن ڏان ڏئين (۸)، "اَحَدٌ لاَ تَغْنَنّي (۹)"؛
"ڪُلُّ شَيْءٍ يَمُوتُ وَ ڪُلُّ حَيٍّ يَمُوتُ (۱۰)"، بَاقِيْ تو بقا
هيئي "اَشرف" ٻڌو، طالب ٿيو تو ڪان:
ته حاصل مون حقير جي، يا ربّ ڪر رجا!
منهنجو محمّد مير کي، ساريو سڪهي ساهه؛
ٻاڙي تنهن ٻرينءَ ڪان، رازق ڪيم راهه (۱۱)
سانڍ مڙني مائنين، هتان هوت اڳيان!
روضي وٽ رسول جي، آخر ڏيان آرواح (۱۲).
والي! وقت وڃائيا، مون ڄاڻي ڄمارا؛ (۱۳)
ڪيم ڪڙ نه نيڪ ڪي، عمل موچارا؛
هتان مون حيف ٿيا، هردم هزارا (۱۴)؛
وڃم وساري نيڪري (۱۵)، ۽ ونهيان (۱۶) ونجا!

---

(۱) في الاصل: ساهڙ سير سجا. (۲) ب: مانديءَ. (۳) ب: آسرو آن ڏونه آهه. (۴) ب: جي ٻڏاءِ لڳا سي ٻار ڪريين، تاري تکيءَ ڪان. (۵) ب: رس. (٦) في الاصل: تحصّل، جو غلط آهي. (۷) ترجمو: اي اميد پڄائيندڙ! اشرف جي اميد پڄاءِ؛ سانڍ حرمت نبي ڪريم جي، ۽ سندس ڀلاري آل جي. (۸) ب: ڏياريين. (۹) ترجمو: تون هيڪ آهين (۽) فنا نٿو ٿين. (۱۰) ترجمو: سڀڪا شئي فوت ٿئي ٿي ۽ سڀڪو جيئرو مري ٿو. (۱۱) ب: ٻاڙي تن ٻرين جي، ڪيئم رازق نيئي راهه. (۱۲) ب: ارواحا. (۱۳) ب: ٻر ووءِ ووءِ وقت وڃائيا، اڳلي ابوجها. (۱۴) ب: ڄاڻي ڄمارا. (۱۵) في الاصل: وهاڻ جا. (۱٦) في الاصل: وهياء.

هَي هَي سيت نہ ساربان، ميلڪ مالُ متاعَ،
سَيڻيان سَودو ڪري، سُوڙي جنهن منجهان.
سو مون وٺج وهائيو، جنهن پر پيو ڇپيا؛
پاڻان وڃايم وَکري، ڪَنيا هَنڌِ ڪَنيا.
هاڻي پَسيو حال هي، روئان رت ڦڙا،
نہ ڪيڻن ڪريندس ڪوهَہ پر، توشي ري تَوڙا؟
سَڄي(١) سفر سخت ڪهنو، گهوڙا ڙي گهوڙا!!
مون سين زاد نہ راحلو، نڪا سمر سِيتا.
ناقص نالائق ڪي، آت آڪاريين آ گا(٢).
حرمت حبيب پانهنجي، جو نَبي نُور هدي،
پاڻ ڪيءِ(٣) جنهن پرين لاءِ، پَدَرو ۽ پيدا،
جو حمايت هيڻن جي، شفيع خير وَرَيِ.
دَڙيندو دِيوانَ پر، پيڪارن پَدَرَا. (٤)
۽ برڪت آلَ آن جي، جي ڏِيا دين(٥) سندا،
راهُ لڳي جن جي، لکين لک چڱندا.
مولي! مرهين مهر سين، اَمَّت احمدا،
ڪلمو جن ڪريم تي، ڪَهيو ڪوڏ منجهان:
«لَا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ!»
-(صَلَّي اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ)

---

(١) ب: سچي تُو. (٢) في الاصل: ننگ نالائق ڪي، أڪارين الله. (٣) ب: ڪيئو. (٤) هيءُ سٽ اصل ۾ ڪانہ هئي؛ «ب» تان ورتي وئي آهي. (٥) ب: ڏيهن.

# بيت

## شيخ "اياز"

تون سُوري تون سڌ، تون ئي ساهه سيسيءَ ۾،
تون ئي سون سان ڪڏ، تون ئي منهنجو سَٽ-ڪهرو.

ڪهر ڪهر تنهنجا ڳهڻ، من من ۾ تنهنجي سڙهيي،
سان سپنو تون نڏ، ڳوليان توکي ڳجهه ۾.

ٿل منهنجا محبوب، حرف نه اچي حب تي،
او منهنجا مطلوب، طلبيان توکي نت نئون.

هيءَ جهرٽي جي جهانءَ، ۽ هيءَ باک بسنت جي،
سارو عالم ڀانءَ، رچي ويو راڳ ۾.

ٻهتي آهه ٻڪار، ٻل ٻل تنهنجي پريت جي،
سائين توتي ساهه ڪي، واريان مانڻ سؤ وار،
ٻهتس تنهنجي ٻار، ٻهتس ٻهتس او پرين!

## محمد خان "غني"

# جاجڪ ۽ جهوناڳڙهه

ٻيجل هَل ٻَراه، تون جايون جهوناڳڙهه جون،
وري وڃڻ واريون، ڪي وايون آت وراءِ،
ٻاٿهي سو ٻرلاءِ، وڃي رسندو راهه ڪي.

'تون-تون' نڪري تند مان، تون اڃن سُرندو سور،
جبل جهوناڳڙهه جا، جهونگارن سان جهور،
ڪُلهنون ٻوءِ ڪور، ٻلي سر ڏباڇ جو.

'تون-تون' نڪري تند مان، اها ٻول ٻَراءِ،
سَين هنئي تو سيرَ جي، گهمَرَ سان ڪين گهناءِ،
ٻاٿهي ڏيندئي راءِ، ڪوري ڪنڌ ڪُلهن تان.

جاجڪ جهوناڳڙهه ۾ ويٺو تند تنوار،
سَين ونيو اڄ سير جي، واني نه ٻي ڪا وار،
ڏيندئي ٻوءِ ڏاتار، ڪوري ڪنڌ ڪُلهن تان.

سائل ٻنهنجي سين ۾، تات نه ٻي تاتيي،
جا ٻريان ئي ٻڌري، سا سيسي سُڃاتي،
اِتي ساناتي، ٿيندي تانَ تنبور جي.

راجا ڪي اڄ رات جو، ٻيجل ٻُڌايو،
سورٺ سمجهيو ڪينڪي، سوهَن هينين لايو،
جو چارڻ چوايو، سو سُر نه سُرندي ڪنهن ٻئي.

سوتي ٻنا ماڻ جي، آئي ٿالهه ٻري،
چارڻ سندو چنگ مي، من کي مات ڪري،
سورٺ جي نه سري، چارڻ چيئين ڪيترو.

چارڻ! چور نه چنگ کي، ٿي سورٺ سمجهائي،
هاٿي ڏيان هزار تو، هنباريون ٻائي،
منت موٽائي، ڏينو نه ڏک ڏباڇ جو.

چارڻ چوريو چنگ جيئن، اها نه ڪنهن کي اوٽ،
سڪٽي صدا سر جي، ڪيئين ماٽڪ موٽ،
گهايا سيئي گهوٽ، جن توکي ڏٺو تند ۾.

آهي سُرُ سُرندي جا، وسري ڪونہ ويا،
ٻاجھ تنھنجا ڄڻُوءِ ۾، جِنِ جِنِ ٻير ٻيا،
تِنَ ٿي مون ڪيا، سعيا سر ڏيڻ جا.

ٻاجھڪا! ٻاجھَرَ ويھہ نہ تون، هليو هندوري آءِ،
جيڪي چوي جهانءِ ٿي، سو ڳُڙهہ لڳي ڳاءِ،
سڀاڻي سباءِ، نہ راجا نہ ڪو راڳ هٿ.

ٻري نہ رک تون ٻير ڪي، چارڻ چرندو آءِ،
سوڙهو ٿي سلطان ڪي، سُرندي ڪي سُرلاءِ،
ٻانهي ريجهي راءِ، ڏيندو سِرُ سُرود تي.

سِرُ ٻہ ڪٺجانءِ ساڻ تون، هاڻي ٻڻ هلاءِ،
ملئي مالڪ ماڻ ۾، ۽ ڪي سي موٽاءِ،
سان ڪنهن ٻيءَ جاءِ، سَين نہ ٻوٽي ٿاب ڪي.

سِرُ وَڏڪ ٻا سُرَ، سو سورٺ سمجھيو ڪين،
ڏياج جھڙا ڏيھہ ۾، آهن ڪٿ امين،
ٻروڄاڻي ٻين، سِرُ صدقي ٿيو، گھوريو.

ٻيجل ٻولي هڪڙي، تند طنبوري تانَ،
ڪيلي هيٺِ ڪنگھار جيو، ٻلين آئين ٻانَ،
سمجھيو سُرُ سُبحان، وير ۾َ ڪر وڍڻ ۾.

هِن تيڻ چوريو چنگ کي، جيڻ راجا ڪنئي ڪنار،
ٻانهي ٻنهنجي هٿ سان، سِرُ ڪيڻ ڏڄ ڪان ڏار،
ڄ تون مڱڻهار، ماناتو ٿي مون وٽان.

ٻيڪي تند تنواريو، سو سمجھيو راءِ ڏياج
نو ڪنڌ ڪماچ، سائل سکيو ڪينڪ

١-٢-١٩٥٧ع

جيڪي گھريو ٻانَ، آهو عطا ٿيو اُن ڪي،
سر وِٺي سرهو ٿيو، ڪهل ڪيائين ڪانَ،
موديءَ ڏنس مانَ، سائل سکئو ڪين ويو.

سورٺ جي سڏڪن تي، ڪهل ڪيائين ڪانَ،
ٻيجل ٻَرائيي آتي، ڇڪي طنبوري تانَ،
اهي سندس احسانَ، جو ٿيو سوالي سر جو.

سورٺ ڪيو سڀ ڪي، ۽ هِنيندي نہ ٻُڙي،
آها جوڙ جُڙي، جا سِرُ ۽ سُرُ هني ٻاڻ ۾.

نہ ڏسجي ٻيجل ڏيھہ ۾، نڪو راءِ ڏياچ،
هوندو ڪٿ ڪماچ، ٻيجل ٻَرائي سهي.

لَسڪَ نہ ٻيئي لوڪ ڪي، جا تنواريو تند،
رِند ٻروڙن رَند، هرڪنهن حاجت ناهہ ڪا.

## دوها

### "بشير" موريائي

#### رات

چانڊوڪيءَ جي ساز تي وڄي، رات گيت ٿي ڳائي،
انگ انگ ۾ ٻري امنگون، جادو ٿي ڦهلائي.

#### چٽ-چور

نيڻن جي ڪوڪيءَ مان ٻيهي، آيو ڪو چٽ-چور،
ٻاڳُل من آ وس ڪان ٻاهر، ڪير لڳائي زور!

#### ياد

ڀر ڀر جو سيلاگر چوليون ماري، تنهنجي ياد ڏياري،
ٻيءَ ٻلاڪو ڪڙن من جڳ ۾ سڪ جون گهڙيون گهاري!

# ڪافيون

## پير حسن بخش جيلاني رحہ

سيڪندي سڙيءَ کي سال لنگهي ويا،
جوڳي زوراور ذات - آلا!

۱- ڏينهن سڄو مون ڏک ۾ گهاريو، روئان آئيو آڌرات - الا!
۲- روئندي روئندي رَين وهائي، پوءِ پره ڦٽي پرڀات - الا!
۳- ويا سياسي ساري سُڪيءَ کي، پيره وَسائي برسات - الا!
۴- ساري سُون سعذور کي، سُحبن ڪيڙو مات - الا!
۵- شاهہ، گداگر گولا سُونهن، پيره سُڃاڻي بات - الا!
۶- ترڪ ڪرائي توشا تڪيا، طلب ڪرائي تات - الا!
۷- درد منجهاران دانهون ڪريان، هي هي ڪيو هيهات - الا!
۸- هردم "حسن بخش" هوت پنهل ري، ٻي واٽي ناهي وات - الا!

## عارف المولیٰ

منهنجي يار جو حُسن گلابي،
لب نازڪ، رنگ عنابي!

۱- ڪج ڪيس ڪڪر جان ڪارا، ڏيو لوهُون ڪن لاسارا،
وجهيو وَنگ واسينگن وارا، ڪن سُشتاقن سان سارا،
انگ ڏَنگ هنيو ڪن ڏارا، ويا وڃي ڪئين ويچارا،
سَوين شاهہ سڪندر دارا، ٿيا پره اندر بيتابي!
۲- اهي ڪجليون اکيون ڪاريون، ڪَج ڪَنڌيون ڪيف ڪناريون،
لهہ ڏاڙي دلبر ڌاريون، لک دليون وڃن ڏوتاريون،
گل ڳات وجهن گٽ ڳاريون، ڪئين عاشق وتن اوساريون،
اهي خاص الخاص خماريون، نج نرگس نيهن شرابي!

٣- ڀرون ڀؤنر ڏنگا ۽ ڏوڙا، جُنبي جانب آيا جوڙا،
وڏا وِرهه جا تن واڍوڙا، ڪن عاشق گهوڙا گهوڙا،
ٻَني مڙگانن جا سوڙا، ڏُک ڏِيلَ ۾ تيڙا ڏوڙا،
مکي ميک ۾ سائل سوڙا، لک عاشق ٿيڙا عتابي!

٤- ٻَني پرين جي پيشاني، ٿيا شمس و قمر شرماني،
سليي حورن کي حيراني، ٿيا ديو پريون قرباني،
سجي ملڪ و فلڪ فرماني، جبرئيل ڪئي درباني،
رکي ياور پي ياراني، پسي نرمل نور نجابي!

٥- توکي سُهڻن جي سرداري، ميلي محب مِٺا مُهنداري،
ڪري سهڻا يار ستاري، دلدار ڏيو دلداري،
تنهنجي محبت دلڙي ساري، گل "عارف" جي ٻني گاري،
سون تو لاءِ سيج سينگاري، اچ شاهه ڪر تہ شُتابي!

## "اسد" لکڙائي

يار نہ چين تون ڀاري وي ـ معاف مُنهنجا جون ڪر تون مُدايون.

١- وِرهه تنهنجي ۾ ولها آهيان، روز وسايان واري وي؛
محب ملڻ جي منهنجي من تي، تات رهي ٿي طاري وي ـ
راتيون وهندي وهايون.

٢- کهوٽا گهوڙي ڪا تنهنجي هجر ۾، سون ڪان نہ ٿئي ٿي گهاري وي؛
ساريو صحبت تنهنجي ساجن، رت روئي ڪريان زاري وي ـ
عشق اڙانگي وايون وڃايون.

٣- محبت تنهنجي محب مُنهنجي هيءَ، موت ڪان اڳ ۾ ماري وي؛
دردونديءَ کي تو ري دلبر، ڪير ڏئي دلداري وي ـ
موت وڇوڙي واهون وڃايون.

٤- سوني آئي مند مينهن جي، باغن ۾ لئي بهاري وي؛
عيد ملهائي سڀني ڏسندي، جهُو ٿُو سيڪهه ملهاري وي ـ
اکيون "اسد" جون آهن آڇايون.

## حافظ محمد "احسن"

نينهن ڪٽي ٻٽي نهاريان - ساھ سڄڻ توکي ساري سنڀاري.

۱- ڏينهن ڏئي ٿيا، منڙو مانڊو - ڪوڙين ڪانگ اڏاريان:
واڳ الله لڳ آءٌ تون واري.

۲- ٻيچ ٻرين توسان پختو ٻاتو - ويل نه هڪڙي وساريان:
لاڻون آهيان تنهنجي لاري.

۳- تو ري ساعت سال ٿي پانيان - گوندر ۾ ٿي گذاريان:
ويھ ولهيءَ ڪي ڪين وساري.

۴- دل ۾ دردن دونهون دکايو - هوت هنجون ويٺي هاريان:
قول ٻرين اچ پنهنجا پاري.

۵- تار اندر ۾ تنهنجي آهي - ٻلبل ٻرته ٻچاريان:
باھ برھ جي وئين تون ٻاري.

۶- باقي حياتي گڏجي گذاريون - توکي ڏسي آءٌ دلڙي ٺاريان:
آءٌ اچي رهه منهنجي اوتاري.

۷- "احسن" کي آهي اور اوهان جي - والي نه ٻي ڪا واريان:
تار اندر ۾ ٿي تنواري.

## عبدالجبار "شام"

ويٺي ڪين وري، هرڪا ڪرت ڪري،
جيڪا ڏيان ڏري، سا ٿي تار تري.

جنين هڏ نه ڳنڍو، سي ٿيون سُور سهن،
انڌيون آتڻ ڪان هيئن دور رهن،
ٻهرين ڪين ڪتن، ٻوءِ ٿيون واجھ وجهن:
سرتيون تند طلب جي ڪان ڪين سري -
ويٺي ڪين وري، هرڪا ڪرت ڪري.

پنهنجو هڏ نه هلي ويهي ٻار ڪيڻ،
روئي روڄ ڪرڻ ۽ سُور ٻيڻ،
جت سوچ ڪڇي، آت سوت ڳهُرڻ:
هرڪو ٻنهجي هڏ جي ٿو پيل پري -
ويٺي ڪين وري هرڪا ڪرت ڪري.

### غلام حسين "فنائي"

لُڏُ ڪا ڇِڳيري لاٽ، ڪانگل، وائي ميٺي ڪر وات پرين جي!

١- ننڊ نيڻن کي ڪانهي اچي ٿي، ياد پرين جي پَل نہ ڇڏي ٿي —
ٿي ڪٽجي ڪٿن هيءَ رات ...

٢- ٽيس جدا جنهن ڏينهڙي لاڪون، هينئڙو ڦٿڪي ٿيو آهي ڦاڪون —
تن سن آهي تات ...

٣- ٿي سڪ سَرجي خون نچوڙي، ڇڏيو جهوريءَ جيءَ کي جهوري —
وٺي آهي وسؤن هر ٻات ...

٤- فوج فراق جي سر چاڙهي، روٺي هنجون ٿو "فنائي" هاري —
برهہ سندي برسات ...

### احمد خان "اختر"

عشق نہ سوکو راڳ — ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

ور ورانگا، لکيون لانگها — جهاڳڻ ٿيا تہ اجهاڳ:
ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

ڪيسر ڪرڻين کهڙي ڪارڻ؟ — جهاڳ اٿي تون جهاڳ:
ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

ننڊ ننڍوري ڇڏ تون جاني — جاڳ سنجهو ڏيئي جاڳ:
ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

غفلت ڇڏ اي يار، اٿي تون — ٿيءُ سفر لءِ سجاڳ:
ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

"اختر" عاجز تي ٿئي عنايت — لوچي لهہ سو لاڳ:
ويهہ نہ ٿي تون ويسلو.

## شيخ "اياز"

اي زمانن جا ضميرا تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟

آب و گل مان ڇو ٺاهي زندگانيءَ جو خمير؟ — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟
ڪاروانِ زيست جو ڇو آدمي تي ويو امير؟ — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟
آدمي ڪيو ڪوه و صحرا، ماه و انجم ڪي اسيرا — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟
هاءِ اُن جو قتل و غارت، بغض و نفرت، دار و گيرا — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟
چشمِ فطرت مان اڃا تائين آگهيو ڪنهن ناهه نير! — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟
جنهن ڪئي ڪوشش، انهيءَ جوآهه سُو ريءَ تي سرير؟ — تنهنجي ڪهڙي منزلِ مقصود آ؟

## "برده" سنڌي

تنهنجي سنهنجي زندگيءَ جو ورق هڪڙو ڄڻ ڪتاب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!
ان جي هر هڪ حرف ۾ آهن سمايل ڪيئي باب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

من جهانِ رنگ و بُو جو ذرو ذرو آفتاب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!
هت سوين سورج ٿا چمڪن ۽ هزارين ماهتاب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

ورتو آ هر چيز ڪنهن ڪان ڪجهه گهري رنگِ شباب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!
سونهن، خوشبو، سُرڪ، خارن مان ڇنهي ورتي گلاب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

زندگي ڪجهه ٻي نه آهي، زندگي خالي حباب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!
هوش محشر ۾ نه ايندو، زندگي اهڙو شراب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

زندگي خوابن منجهان آهي لڳيل سهڻو نقاب: پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!
آ ڪهڙو ڪجهه زندگي، بس زندگيءَ جو ڇا حساب! پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

زندگيءَ جي گود ۾ پلجن ٿا ڪيئي انقلاب! پر نٿو ڏسجي — نگاهن تي آ ڇانيل ڪو سراب!

## گيت

<u>ڪوورڏن "محبوباڻي" پارٽي</u>

### صبح آيو

نئين سورج نئون پرڪاش ڦهلايو-
صبح آيو... !

ٽٽي پيو رات جو سپنو، زمين چا، آسمان جاڳيو،
نشو مڪڙين جي نيڻن مان نهوڙي، گلستان جاڳيو؛
ڪٿي اڄ ڳاٽ اوچا ڪيت ڏس ڪئن مسڪرائن ٿا،
شڪاري شرمندا ٿي ويا، پکيئڙا گيت ڳائن ٿا:
ڪٿيو انصاف آخر، ظلم هارايو!
صبح آيو... !

هنائي جَهل جي چادر، سُتل انسان جاڳي پيا،
وسوڙل مَن بڻي باغي، ڀرم جا بند ٽوڙي ويا؛
صدين کان چُپ زبانن ۾ نئون آواز آيو آ:
اي انسانو! نئين آواز کي روڪڻ اجايو آ:
ڪريو سواگت، نئون اڄ دَور دَورايو!
صبح آيو... !

اڙي، چورين ڪرڻ، ڌاڙن هڻڻ جو وقت گذري ويو،
ڀڄي ويا ڀُوت، ڏوهن ۽ گناهن جو ڏيئو گل ٿيو؛
اَجالي، پاپ جا ڏيرا بنهه کولي ڪيا ظاهر:
ڪنهن ريتن رواجن کي ڪڍو چو ڪين ٿا ٻاهر؟
اٿو، تهذيب ڪُهني ٻ کي ٻه دفنايو!
صبح آيو... !

هلو، اشنان لئي هالي، پوتر پريم-ساگر ڏي،
وَڏو، وهنجي ٿي هڪجهڙا، نئين دنيا جي مندر ڏي؛
نه پوڄيو هاڻ پٿر کي، ڪريو عزت ڪسانن جي-
ڪسانن، پورهيتن، مزدورن، محنت-ڪش جوانن جي:
مليي انسانيت جيي آرتيي ڳايو!
صبح آيو... !

نئين سورج نئون پرڪاش ڦهلايو-
صبح آيو... !

شيخ "اياز"

کٿان آڏامي آيا پکيئڙا،
ڪٿي هنن جو ديس؟
هو آڪاش ۾ اڏرڻ وارا، دور دور تان آيا،
ڪنهن سي هن ٻاهي نگريءَ ۾ پڃري ۾ ڦاسايا؟
هڪ سندر سپني ۾ ڏسندا رهيا هو جڳ جي مايا-
سارو جيون وهندي پاڻيءَ تي چوڏهينءَ جي ڇايا:
ويو انهن کان وسري، ڪوڙا پنهنجا ڪير پرايا!

ڪڏهن ڪڏهن آڪاش تان تن جي مَن کي نياپا آيا:
ڪڏهن ڪڏهن تن چنڊ سان پنهنجا دُور تان نيڻ لڳايا:
ڪڏهن ڪڏهن تارن جي تيڙڪي ۾ تن راڳ رچايا:
ڪيئي ڦيرا تن پڃري ۾ پنهنجا پر ڦڙڪايا-
آخر ڪنهن پڃري کي ڀاهي تاڙي هٿي آڏايا:
بنا پرن اڏري ويا پکيئڙا،
ويا متائي ويس!
ڪٿان آڏامي آيا پکيئڙا،
ڪٿي هنن جو ديس؟

"برده" سنڌي

رڳ رڳ ۾ آ روڳ، او ساٿي، رڳ رڳ ۾ آ روڳ!
واءَ آتر جو ڏيل ڏڪائي، چهرو چيڪَ ڪري ڊيڄاري:
پوڙهي لٺي جي لامَ بري ڪان وري وري چڻ مُڪ آلاري:
ڪنهن جي مَن جي ڪو ڇا ڄاڻي-
ڪنهن جو موت آ، ڪنهن جو ڀوڳ!
نيڻ ننڊاکا، آسون جاڳن، روحَ آداسي، ٽيونڊي ٽيونڊي،
ماٿيو سيڪ جسو اڄ سنگاسن، تارن جي ڏاڪڻ تان چڙهندي:
راتِ بہ پنهنجا پال پلائي،
واه وهي وئي سون سان جوڳ!
جاڳيو روح بيراڳي پانيان گيت سَنڌُرڪو ڇرڪي ڇيڙي،
هاءِ! حياتيءَ جي ڊينگي کي گيڙي گيڙي ڪو غم ٽيڙي:
مُرڪ ۽ سُرڪ هجن گڏ "بردا"،
ڇا جو غم ٿيو ڇا جو سوڳ!

هري درياڻي ”دلگير“

## ”منهنجو يار نہ آيو آهہ...“

من سيج سڄيءَ تي ڦٿڪان ٿي، هڪ پل بہ قرار نہ آيو آهہ؛
اڄ آهہ يار سان هر پوري، پر منهنجو يار نہ آيو آهہ!

هر گلشن ۾ هيو چيت نيڙي، هيا رنگبرنگي ڦول ڪيڙي؛
پر ڪانہ نيڙي دل جي مُکڙي، جو منهنجو بهار لئہ آيو آهہ!

جهڙ ڇانيو آ، ٿي بوند وسي، هرڪائي سکي ساڄن سان هسي؛
پر منهنجي اکين مان ٻاهہ وسي، جو نيڻن ٺار نہ آيو آهہ!

هر ساهيڙي سينگار ڪري، هريڪ ڪي پنهنجي ٻانہ ڌري؛
مون ٻانہ ڇڏيو ڌرتيءَ تي ڌري، منهنجو سينگار نہ آيو آهہ!

سڀن ۾ اچي من توسان ملان، ڪوشش سان اکيون پوئي ٿي ڇڏيان؛
پر لڙڪ اجهل ڪيڏانهن ڪريان؟ گهيرت يا خمار نہ آيو آهہ!

وسري تہ وئي هُن ڪان ناهيان؟ پر هُو نہ وسارڻ جهڙو آهہ!
مون ڏوهہ ڪيو ڪو اهڙو آهہ، ڪو خط پڻ ”يار“ نہ آيو آهہ!

سراج

## جوين ڏينهڙا چار...

جيڏون تنهنجو بادل بادل،
ڪارا، نيرا، اوجل اوجل،
جهنڊ ۾ هلڪا، پل ۾ جل ٿل ـ
جوين ميگهہ ملار......

وڪ وڪ تنهنجي منزل منزل،
جيت جي ضامن خود تنهنجي دل،
وَنجهہ تي ويجهو ٿيندو ساحل ـ
سانجهي هڙو وار......
جوين ڏينهڙا چار......

# لوڪ گيت

## رشيد احمد لاشاري

## چلو

[”چلو“، چانديءَ جي ٺهيل منڊيءَ کي چئبو آهي. گهڻو وقت اڳي، سيري جي نوجوانن ۾ چلي پائڻ جو رواج عام هوندو هو. هر عاشق پنهنجيءَ معشوق کي چلو نشانيءَ طور ڏيڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو- ايتريقدر جو چلي جو وڃائجي وڃڻ، محبت لاءِ بدسوڻ ۽ بيوفائيءَ جو اظهار ڪري ليکيو ويندو هو. نوجوانن جي انهيءَ جذبي اڳتي هلي هڪ خاص صنف، ”چلو“، ايجاد ڪري ورتي، جنهن ۾ هنن پنهنجي محبت ۽ معشوق جي بيوفائيءَ جو ذڪر ڪيو ٿي، ۽ عورتن به ساڳئي انداز سان نهايت شستہ زبان ۾ جواب ڏنو ٿي. آهستي آهستي، چلي جي صنف ايتريقدر عام ٿي ويئي، جو ان ۾ مرد عورت، ٻار ٻڍو، هاري ناري، سڀڪو پنهنجي پنهنجي جذبن مطابق مضمون جي ادائگي ظاهر ڪرڻ لڳو. هن وقت ’چلو‘ هڪ عام صنف جي حيثيت اختيار ڪري چڪو آهي. البت، عورتون مردن وانگي چلو ظاهر ظهور ڳائي نٿيون سگهن.

چلي جي هر هڪ بند ۾ ٽي سٽون ٿين ٿيون، جن مان پهرين سٽ خاص چلي جي ورائي لاءِ مخصوص ٿئي ٿي: يعني ان ۾ چلي کي ڪنهن خاص تشبيهہ يا مناسبت سان ظاهر ڪري، ان کي وري پيهر دهرايو ويندو آهي – مثلاً ”چلا بخشاپور دا .... چلا بخشاپور دا“ ٻيءَ سٽ ۾، پهرينءَ سٽ وانگر، به تڪون ٿين ٿيون، جن مان هر هڪ ۾ قافيي جو تڪرار ضروري آهي. ٽينءَ سٽ ۾ وري عام ورائو ٿئي ٿو: يعني ڳائيندڙ کي اهو اختيار آهي ته هو چلي جي مشهور ۽ عام ٿي ويل ورائن مان ڪو به ورائو، مضمون جي مناسبت سان، استعمال ڪري. انهيءَ ’عام ورائي‘ جو مضمون اصل ۾ ڪانگ کي محبوب ڏانهن قاصد بنائي موڪلڻ جي مفهوم سان پيدا ٿيو آهي؛ ٻوءِ چلي جي سگهڙن ان ۾ اضافو ڪري، ٻين پکين کي به قاصد بنائي موڪلڻ جو مضمون پيدا ڪيو آهي، ۽ ان ۾ ايتريقدر ته نازڪ خيال ادا ڪيا اٿن، جو چلي جي صنف جي اهميت زمين کان آسمان تي وڃي پهتي آهي.

هونئن ته هزارين چلا ۽ انهن جون عام ورائيون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن، پر ڪي عام مشهور چلا جيڪي مون کي ياد هئا، سي مثال طور پيش ڪريان ٿو.]

### عاشق جو اچڻ

چَلا بَخشاپور دا، چَلا بَخشاپور دا،

بسار آندا ٿردا؛ ساهہ ويندا سُردا:

اڏ رو ج تون ڪانوان، ليکان يار دا ناوان.

**فراق**

چٙلا نٙو نٙو ويهان، چٙلا نٙو نٙو ويهان،
جٙنگي ٻئي ٻيهان، ڪران ڪوڪان ڪيهان:
آڏر وڃ تون هيلڙي، ڏکي مٙيڏي دلڙي.

**شڪايت**

چٙلا نيلي ٽِڪڙوي، چٙلا نيلي ٽِڪڙوي،
رٙن ٻيئي ٻيڪوي، جيوين چٽي گِدڙي:
آڏر وڃ تون چيڙي، ڏک وٙنڊي ٻيڙي.

**وڇوڙو**

چٙلا چوکيي چاندي، چٙلا چوکيي چاندي،
مٙيڏي دل ههي باندي، ساهي ڪيتي ماندي:
آڏر وڃ تون هيڙها، ڏيکان يار دا ويڙها.

**شڪايت ۽ سڪ**

چٙلا ٿوهي ڪالي، چٙلا ٿوهي ڪالي،
رٙن تيرهن تالي، وٙيندي باهين ٻالي:
آڏر وڃ تون لالي، ڏيکان ٻٙينسر والي.

**آڪير**

چٙلا ٻٙڪرا ليلا، چٙلا ٻٙڪرا ليلا،
آوي سُهنا ويلا، ٽيوي ٻيهر ميلا:
آڏر وڃ تون گيرا، جلي سيڏا جيرا.

**ڏورڻ**

چٙلا باهين ٻالهي، چٙلا باهين ٻالهي،
ساريا توهي والهي، ٻيران هوگٙني چالهي:
آڏر وڃ تون ٻوڙي، ڏيکان يار دي گهوڙي.

**"جيوي جٙتني"**

چٙلا هُورب ٻٙنٽيي، چٙلا هُورب ٻٙنٽيي،
جيوي جيڙل جٙتيي، جٙيندي نٙت اي نڇٽيي:
آڏر وڃ تون ڪُونجان، لٙهن مٙن ديان مُونجهان.

---

هيلڙي: "هيل" جو اسم تصغير — ميرڻ. نيلي ٽِڪڙوي: نيري رنگ جي اکڙي، يا ڪپڙي جو ٽڪر مشهور آهي ته چتي ڪاڏل ساٿهوءَ کي تندرست ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن گهائو نهرو ڪپڙو ڏيکاريو آهي، ته وري چتو ٿي پوندو آهي. گِدڙي: ساڊي گدڙ لاڻي: ڪٙنٽر يا مٙتينا.

یاد

چنلا ميلي طنهري، چنلا ميلي طهري،
اکين يار ديان تهري، جيندا تيکا متهري:
آڏر وچ تون ڳيرا، ڏيکان جاني ديرا.

نياپو

چنلا دڙي سڪ دا، چنلا دڙي سڪ دا،
يار وتي لنکدا، ساهہ وچي سکدا:
آڏر وچو ڪبيران، آلو يار ديان خبران.

مرشد جي سڪ

چنلا پاني پاني، چنلا پاني پاني،
سيکها ٿيوي ساني، مرشد هيو باني:
آڏر وچ تون شنکرا، ڪنهان ڪالا پکرا.

ڏک

چنلا چالان چلدا، چنلا چالان چلدا،
ڏيل وچي ڏلدا، سک نهين پل دا:
آڏر وچ تون طوطا، ماران غم وچ غوطا.

انتظار

چنلا ڳل وچ ڳاني، چنلا ڳل وچ ڳاني،
آوي متيڏا جاني، ٿيوان آوندي پانهي:
آڏر وچ ڪبوتر، ڏيکان دل دا دلبر.

عشق جو اظهار

چنلا گهوران گهوري، چنلا گهوران گهوري،
عشق ڏاڍا زوري، پيا دل وچ چوري:
آڏر وچو ڳيري، پاوي دلبر ڦيري.

دل جون دانهون

چنلا بولي بولي، چنلا بولي بولي،
ويندا سهڻا رولي، پاوان غم دي چولي:
آڏر وچ تون هيڙها، وسي يار دا ويڙها.

جواب جو انتظار

چنلا ڳاري ڳل دي، چنلا ڳاري ڳل دي،
ڏيوي دلبر ولدي، جند پئي اي جلدي:
آڏر وچ تون ڪانوان، ليکان يار دا ناتوان.



سنڌي "گهڙي جو ناچ"

- چترڪار: غلام مصطفيٰ،
متعلم انٽر آرٽس، سنڌ مسلم ڪاليج،
ڪراچي.

احمد خان مصرائي "آصف"

# ڪاچيلن جا ڪلام

[ڪڪڙ تعلقي ۾، ڪاڇي جي ڪير سان، ۽ پٽ گل محمد جي پاسي، جتي ڪيڙ ۽ چاليون عام جام ۽ جهجهيون ٿينديون آهن، آئي اپريل جي آخر ۽ مئي مهيني جي منڍ ۾ جڏهن پيرون پچي ڳاڙها ڳٽول ٿين، ته انهيءَ جوءِ جا جهانگي ۽ سانگي ماڻهو اسر ويل اٿي، اوچاهه ۽ اڪنڊ مان چالين تي چاهه مان چڙهيو، لامن کي لاڙيو، پيرون ۽ پٽين ۽ راڳ به آلاپين. ويچارا واهٽي، غزل ۽ ڳانا ڪو نه ڄاڻن، باقي ٻهراڙيءَ جي ٻهڳڻن جا ٻول، يعني بيت ۽ ڪافيون، مورڙا ۽ ڇتلڙا، ٻيلڻ ۽ سينهڙا، اهڙي آلاپ سان آلاپين، جو ٻڌندڙن کي ٻڙهه لڳيو وڃي. ڪاچيلن جي ڪلام مان اڄ ڪجهه مورڙا، ڇتلڙا ۽ ٻيلڻ پيش ڪريان ٿو.]

## مورڙا

"مورو" يا "مورڙو"، خصوصاً ڪاڇي ۽ ڪوهستان جو مقبول عام لوڪ گيت آهي. مورو ٻه-ٽڪو شعر آهي، جنهن جو قافيو ٻه دفعا ڪم آئي، ٻيءَ ٽڪ جو قافيو ان سان ملائبو آهي. ورائي جا ڪيترا ئي نمونا ٻڌا آهن؛ اڪثر ڪري هيءَ ورائو ورائبو آهي:

مورو ويٺي ڳايان...

مورو ناهي ٿورو ٿورو—

مورو ويٺي ڳايان...

### عشق جي چوٽ

آبس عشق جي اري اري،

دلبر دل ويو ڦري ڦري- اديون مورو ويٺي ڳايان...

مورو ناهي ٿورو ٿورو—

مورو ويٺي ڳايان.

### روسامو

ڏوهه ڏنگايون ڏسي ڏسي،

راڻل ويو رُسي- اديون مورو ويٺي ڳايان...

مورو ناهي ٿورو ٿورو...

### ڳولا

هلو ته هلون ساڌري ساڌري،

جانب ويو جاڌري- اديون مورو ويٺي ڳايان..

مورو ناهي ٿورو...

*    *    *

هلو ته هلون هاڙهي هاڙهي،

ڏائي ڪري ڀاڙي- اديون مورو ويٺي ڳايان..

مورو ناهي ٿورو...

*    *    *

هلو ته هلون ڪاڇي ڪاڇي،

جانب هوندو ڄاڻي- اديون مورو ويٺي ڳايان..

مورو ناهي ٿورو...

*    *    *

هلو ته هلون ٻرّي ٻرّي،

جانب ايندو وري وري- اديون مورو ويٺي ڳايان..

مورو ناهي ٿورو...

### پرين آيو

پرين ڀانئي آيو آيو،

رب وڏو ڪُس رايو- اديون مورو ويٺي ڳايان..

مورو ناهي ٿورو...

ٻچن جي ٻهار

ٻري اٿم ٻڪا ٻڪا،
رب رضا ٿي جيڪا - اديون مورو ويٺي ڳايان...
مورو ناهي ٿورو...

پاڻن جي سِڪ

پيڻ منجون هت هاري هاري،
پاڻ پيمنسر ساري - اديون مورو ويٺي ڳايان ...
مورو ناهي ٿورو...

عيدون

روئي ٽڪيون ٿو ديدون ديدون،
پاڻ ڏيندو عيدون - اديون مورو ويٺي ڳايان ...
مورو ناهي ٿورو...

سَوٽ

سونن سارن لَڏي لڏي،
پول انهن جي پڏي - اديون مورو ويٺي ڳايان...
مورو ناهي ٿورو...

اولاد جي آس

ماه ڏهون ٿو ڏنو ڏنو،
رب ڏني ٻَٽ مٺو - اديون مورو ويٺي ڳايان...
مورو ناهي ٿورو...

* * *

ٻَٽ جڏهن مون ٿيندو ٿيندو،
ڏيه مبارڪ ڏيندو - اديون مورو ويٺي ڳايان ...
مورو ناهي ٿورو...

ٻٽ جي خوشي

ٻٽ ته اڄ ڄائو ڄائو،
ٿيو پاڪ سڄائو - اديون مورو ويٺي ڳايان...
مورو ناهي ٿورو...

دعا

ٻٽ ٻنيتيءَ جيئي جيئي،
ڏي وڏو ٿئي - اديون مورو ويٺي ڳايان...
مورو ناهي ٿورو...

ٻٽ ته ٿيو جوڙو جوڙو،
ڳڻن سندو ڳوڙو - اديون مورو ويٺي ڳايان..
مورو ناهي ٿورو...

علم جو شوق

ٻٽ ته ويو پڙهڻ پڙهڻ،
وڌيري لڳا سڙڻ - اديون مورو ويٺي ڳايان ..
مورو ناهي ٿورو...

* * *

ٻٽ ته ٿيو قاضي قاضي،
رب ٿيو ٿئو راضي - اديون مورو ويٺي ڳايان ..
مورو ناهي ٿورو...

سس جا طعنا

سس هڻي ٿي طعنا طعنا،
ناهي روز بهانا - اديون مورو ويٺي ڳايان ..
مورو ناهي ٿورو...

نڻان جو جهيڙو

پڻ نڻان جو جهيڙو جهيڙو،
هَي هَي هَل بکيڙو - اديون مورو ويٺي ڳايان ..
مورو ناهي ٿورو...

ديسي دوست

دوست هجي ڏيهي ڏيهي،
ڳڏ ڳذاري ويهي - اديون مورو ويٺي ڳايان ..
مورو ناهي ٿورو...

دنيا فاني

آهي زمانو فاني فاني،
ڏينهن ٻه چار جواني - اديون مورو ويٺي ڳايان .
مورو ناهي ٿورو...
مورو ويٺي ڳايان،
پيٽر مورو ويٺي ڳايان..

## پيلو

"پيلو" سرائڪي زبان جو ٻن مصراعن وارو شعر آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري عورت جي طرفان محبت جو اظهار ڪيل هوندو آهي. 'پيلو' جي پهرين مصرع ڊگهي، ۽ ٻوئين مصرع آهستي آهستي ڊار سان ننڍي آهي. سچ پڇ ته 'پيلو' اهڙو ته دردائلو ۽ اثرائتو آلاپ آهي، جو ٻيچ ٻنيءَ مهل ٻڌڻ سان ويچارن وڇوڙيلن ۽ محبت جي ماريلن جي اکين مان آب تارا ۽ نيسارا ڪري نڪرندو آهي.

انتظار

آيي جو ڪوي آن، ماڻهو آنديي ني ويندي،
پَڇَ پَڇَ ٿڪي آن، تيڏا ڏس نهين ڏيندي!

*    *    *

آيي جو ڪـڙي آن، اوت نـهـيـن اولا،
تپ گئي ڏرتـي، لـڳي لـُـڪ لـُـڪ جهولا!

*    *    *

آيي جو ڪـڙي آن، ڏيکان راهه نـمـانـي،
ڪنواري مين آن سهڻا، ڳل ميڪون تون سائيي!

ساوڻ

ڪوي آن جو ڪوه تي، ميڪون توڏي پلاڏي،
تـولين دا ڪـُوڙا، هـُڻ چـلـوي ولا ڏي!

*    *    *

ڪوي آن جو ڪوه تي، ڪيتي هـَـٿ سـهاران،
تـولين دا ڪوڙا، ميڪون ڏي نـه ميهاران!

ڏورابو

لـڏيـا تـين جـو ڳـلا، چـوڙ ميڏا ڀـاڙا،
پين ميڪون چـوڙ ٻنـبي، ڪيتي ميـٺـا پـاڙا!

*    *    *

لـڏيـا تين جـو ڳـلا، وچ اسٽـيـن دادو،
ڪتيا لـڳي سـٺـا، مـَين آن اِنسان قـابـو!

ملاقات

الـلـه تـيڪون آنـدا، مـتـيـڏي آزي اکهانيي،
ڪرکهين هـُڻ ڳالهين، وينڊي رات وهانيي!

شڪايت

سـُـتـي جـو ٻـنـي آن تـيـڏي يـار پيراندي،
پـُٺوا هين ڀـَرايا، نهين ڏيندا پانهن سيراندي!

تاڪين

آيريا جـو تـارا تـارا، ڏينهن ڏينهن والا،
ات مـَيڏا سانين، گـهـن رب دا هـُڻ نـالا!

سينهن ۽ نينهن

ڪالي ڪالي ڪـڪـري، آئـا آئـا مينهن اي،
وچ تـه تـون ڪاڄي، نـوان لـڳـا نينهن اي!

مهٽا

ڏيندي يان جـو ميليان، ڳـل ميڪون سـَهـٽـي،
سهٽا تيڏي ڪارڻ ٻنبي ـب ميڪون سـَهٽي!

## چلڙا!

چلو يا سنڌي، محبت وارا هڪ ٻئي کي نشانيءَ طور ڏيندا آهن. دلي دوست جي نشاني، دوست کي ساهه سان سانڍي ۽ سانڍي پوندي آهي. ٻهراڙيءَ جي ٻهگڻن تـه چلي جي تعريف ۾ گهڻائي ٻول ٻڌايا آهن، جن کي چوندا "چلڙا".

چلڙي ۾ پنج ٽڪون ٽين، جن سان ٽي پـاڻ ۾ هم-قافيه، ۽ ٻه پاڻ ۾ هم-قافيه رهن.

مينا ڪاري چلو

چـلـو مـيـنـاڪاري،
ڏنـو دل ٻـيـاري،
وچـان واري واري:
سانڍيان رڳ رڳ ۾، جـٺـان جيتر جگـب ۾.

### چانديءَ جو چلو

چلو چاندي چند آهه،
ٺاهيو ابيچند آهه،
ڏنو دلبند آهه:
پلا يار جاني، ٿيان تنهنجي ٻانهي.

### بروهي ٻار

چلو ڪيريو روهي،
ڏنو يار پروهي،
جنهن جي سنگت ڊوهي:
کهوڪ کهوڪ ڳيري، سرن تنهن جا ويري.

### ڪاري ڪُتي جي روڪ

چلا ٽن مڻ ٽليان،
گهمان يار ڏيان ڳليان،
ڪالي ڪُتي جهليان–
اڌ رڃ تون هيڙها، وسن يار دا ويڙها.

### جدائي

چلو ڀاڻي ڀيهان،
ڪري روح ٿو ريهان،
هَيِ هَيِ ڪوڪان ڪيهان:
جدا ٿيسو آ جاني، آهي دل ديواني.

### مارئي

چلو سوجون مائي،
ويندي نيٺ اٻائي،
سانجهي ٻا ته سپائي:
ميڻا منهنجا سارو، آهن جيءَ جيارو.

### سسئي

چلو چاهي چاهي،
وڃان ڪيچ ڏي ڪاهي،
جنهن پنهل آهي:
ڏونگرڪي ٿي ڏوريان، ونڊرڪي ٿي وورڙيان.

### سهڻي

چلو چٽي چاندي،
ميهر لاءِ هان ساندي،
ليڪني ميهر آندي:
پوي وچ نه ويلو، ميهر سان ٿئي ميلو.



## نظم

گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

### شاعر ڏانهن

او ننين دنيا جا شاعر، ڇو تڪين ٿو آسمان؟
ڇڏ اِها دنيا حسين،
تون ڏس زمين!
عرش تي ڇو ٿو اُڏامين؟ هيٺ اچ!
ڏس اکيون کولي حقيقت جو جهان!

ڪلپنا جا پَرَ لڳائي،
بادلن جا رَٿَ بڻائي،
چنڊ جي ٻيڙي ڇلائي، تو ڪيا،
سير ڪيڏا چانڊليءَ جي سمنڊ جا!
هير جي لهرن مٿان لڏندو رهين،
غيب جو سنگيت ٻڌندو رهين!
عمر ڀر تارا تڪي، راتيون گذاريئي خواب جان:
ڏس اکيون کولي حقيقت جو جهان!

ڀوربي ڪُوڪي ٿيندي،
ماڪ جا موتي جهڙيندي،
مست مکڙين جا چُمي چپ چاهه مان،
تو ونڊر ڳولي ڪڍي وڙاهه مان؛
ڀؤنر ٿي، ڦول چوسيندو رهين،
تون چمن ۾ ٿي چڪر ڏيندو رهين:
ڇا اڃا پوپٽ بڻي گهمندين گلابي گلستان؟
ڏس اکيون کولي حقيقت جو جهان!

مست نيڻن ۾ نهاري،
سونهن ۾ سڀ ڪجهه وساري،
چُست جوڀن جي هندورن ۾ لڏي،
چاڪندڙ چاتين جي چولين ۾ ٻڏي،
ڪيستائين غرق رهنديس تار ۾؟
زلف ڪارن جي وچاڀل چار ۾؟
بند ڪر بس حسن، الفت ۽ جوانيءَ جو بيان:
ڏس اکيون کولي حقيقت جو جهان!

*　　*　　*

او ٿئين دنيا جا شاعر! ڇو تڪين ٿو آسمان؟
ڏر ذرا هيڏي نظر،
ڪجهه غور ڪر!
ڇڏ چمن ماڙيون محل، ڏس جهوپڙيون:
ڪن قلم، لک درد جو ڪو داستان!

ڪن نه تارا، لڙڪ ڳڻ تون،
ڏس غريبيءَ جي ڏڀڻ تون:
هي بکايل پيٽ ڏس، هو ٻپ پتريل،
هيت پُريل پونڪيي، هُتي ماڙيون اڏيل!
ڪي سنانئن نت نئين پوشاڪ ٿا،
تن اگهاڙي تي مٿن ڪي خاڪ ٿا!
هڪ خدا جي خلق، آن ۾ فرق هي آيو ڪٿان؟
ڪن قلم، لک درد جو هيءُ داستان!

لاش تي ماڙيون منارا،
پر اگهاڙا ساهوارا!
جان وارن کي بمن سان ٿا ڪُٽن،
پر جنازن جي مٿان لک ٿا لٽن!
ٿا مشن جي ياد ۾ ڳوڙها ڳڙن،
پر نه ڪو همدرد ڏسي، جشرا رڙن!
جان وارن لاءِ نفرت، پريت پر بيجان سان:
ڪن قلم، لک درد جو هيءُ داستان!

سڄ يتيمن جون صدائون،
سرد سڏڪا، درد۔دائهون:
اڄ اسڪن تي ٻن ڏن جو راڄ آ،
آدمي ڏس، آدميءَ جو ڪاڄ آ!
ٽڪڙ ٽڪرن ۽ چورن چوڪيدار ٿيو،
ڪوڙ ۾ سڪ، سچ ڦري آزار ٿيو!
يار گل جو ٿيو خزان، دشمن بڻيو بس باغبان:
ڪٿ قلم، لک درد جو هيءَ داستان!

"نياز" همايوني

## اچو ته ڪو بلو ڪريون ......!

زمانو آهي ذهن سان ستم طراز، سائيو!
حقيقتن تي ڇانئجي ويا مجاز، سائيو!
حيات و موت ۾ رهيو نه امتياز، سائيو!
اٿو ته انقلاب اچي، ٿيي چاره ساز، سائيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز سائيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، سائيو!

نصيب ناس ٿي ڇنڪا، جڏا قلم وهي ويا،
اجاڙ آشيانا ٿيا، پکي تڙي نهي ويا،
ڏسي هي حالِ زار آدمين جا منهن لهي ويا:
اٿين نراس ٿيا تمام، ڪارساز سائيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز سائيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، سائيو!

هتي بهار ٿا جلن، گلن جي سر ڏي خير ناهه،
خزان جو آهه دائرو، سگهندڙ لاءِ گهير ناهه؛
ٻڌائي ڪو قسم ڪٿي ته اڄ آداس ڪير ناهه؟
ڪجي ته ڪنهن ڪجي ڀلا چمن تي ناز، ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو ٻلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

کهلي ٿي هير جي، ته مکڙين جا ڇهه ڇڄن ٿا اڄ،
اچي ٿي ٻوءِ جي، ته بربلين جا ڳچ ڳڙن ٿا اڄ،
ٻوي ٿي ساڪ جي، ته تاڱلن جان گل سڙن ٿا اڄ:
اچي نه راس ٿو ڪوئي به سوز و ساز، ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو ٻلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

هميشه هڪڙي سُرڪ لاءِ ٿا لوڪ ڪيئي لاڙجن،
هميشه هڪڙي ٻُور لاءِ ٿا سور ڪيئي تاڙجن،
هميشه هڪڙي عيش لاءِ ٿا هانوَ ڪيئي ساڙجن:
جهُٻا اچن ٿا جيءَ کي، ڏتن ٿا ساز، ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو ٻلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

مسرتن جا هانوَ ٿا ڇڄن بهار آسري،
مصيبتن جا بار ٿا ٻون پيار آسري،
اکين جا نور ختم ٿا ٿين قرار آسري:
رَمي ٿو روح ۾ سدا رُڄن جو راز، ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو ٻلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

جي نوجوان حسرتون کنهن جيان ڪيرڻ پيون،
جي نوبهار الفتون گلن جيان ٽيڙن پيون،
جي يادگار ساعتون پکين جيان سيڙن پيون:
انهن ڪان روح ڪن پلا چو احتراز، ساٿيو؟

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

چو سرخ سرخ رنگتون ٿيون زرد زرد ٿي وڃن؟
چو تابناڪ صورتون ٿيون گرد گرد ٿي وڃن؟
چو خوشگوار حالتون ٿيون درد درد ٿي وڃن؟
چو جانفزا فضا ٿئي ٿي جانگداز، ساٿيو؟

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

مرون ٿا بيڙي حال سان، جئون ٿا ڏاڍي رنج ۾ -
الئن ڻي، جڻ بتير ڪوئي ڏارين جي هنج ۾!
ڪمي اچي ٿي ڪانه ڪا مصيبتن جي گنج ۾:
ڏئي ڪئي ويا دلين جا رنگ راز، ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

اچو انهيءَ نظام کي جلايون دل جي باهه سان،
جلي سگهيو نه جو اڃا ستم زدن جي آهه سان -
ٽڪي پياسين، هو آلا، سهيڙي سور ساهه سان!
هلو ته ڪا هلان ڪريون، ٿي بي نياز ساٿيو!

او دلنواز دوستو، او جانباز ساٿيو!
اچو ته ڪو بلو ڪريون،
بلند حوصلو ڪريون:
جيئون جئين جهان ۾ ٿي سرفراز، ساٿيو!

عبدالڪريم "گدائي"

# عزم

نظر جاڏي وڃي ٿي، هر طرف ظلمات طاري آ؛
افق تي ٻاڪ جا امڪان ڪونهن، رات ڪاري آ؛
دکي انسان جون دانهون ۽ چيخون، آه و زاري آ؛
جتي ڏس آهه بيچيني، جتي ڏس بيقراري آ:
فقط ڪي چند ماڻهو چاق ڏسجن ٿا هزارن ۾!

ڪٿي ڀي زندگيءَ جي ڪا حرارت ڪانه ٿي ڏسجي؛
ڪٿي ڀي حسن و رنگيني، نفاست ڪانه ٿي ڏسجي؛
ٻکن سان چٻور چهرن تي ملاحت ڪانه ٿي ڏسجي؛
زمينن آسمانن ۾ لطافت ڪانه ٿي ڏسجي:
ڪشش ڪا ڪانه رهي ڪا ماه ۾ يا ماه پارن ۾!

هتي سڀڪجهه گران، پر خونِ انساني جي ارزاني؛
مشقت جي عوض مزدور کي پوري نه آساني؛
عجب طرزِ حڪومت آ، عجب رسمِ جهانباني:
کهري جيڪي، ڪري گذري پلي بيداد جو باني-
مجال آهي جو شڪوو ڪو ڪري سرڪو اشارن ۾!

اسان سمجهيو ته پنهنجي ديس ۾ خوشحال ٿينداسون؛
دنيا ۽ دين جي دولت سان مالامال ٿينداسون؛
ڪان ڀي ڪونه گذريو هو ته هيئن ڪنگال ٿينداسون؛
وطن ۾ بيوطن، بيوس، بڪيا، بدحال ٿينداسون:
گداگر ٿي وڃي پنداسون شهرن ۾، قطارن ۾!

*　*　*

ڪڏهن هيءُ دل به ڪنهن جي هجر ۾ رنجور هوندي هئي،
محبت مه لقا جي ۾ سدا مخمور هوندي هئي،
جمالِ يار ڪان هيءُ ڀي چراغِ طور هوندي هئي،
غمِ دنيا کان بالڪل بيخبر ۽ دور هوندي هئي:
ڪڏهن پنهنجو به نالو هو نڪمن ۽ نڪارن ۾.

غمِ جانان ۾ هيءَ دل ٻي ڪنهن بيڪار هئي، ساٿي!
نظر جا تير، ابرن جي تکي تلوار هئي، ساٿي!
گريبان چاڪ چيهاڙيون، ته دامن تار هئي، ساٿي!
ڪڏهن خلوت حسينن سان گل و گلزار هئي، ساٿي!
غمِ دوران مگر آڇليو وچي اڄ خارزارن ۾!

*　　*　　*

گهٽي تائين مگر رهندي نه نغفوري ۽ سلطاني-
ڀلا ڪيسين هي انسانن تي هلندو زور هاماني؟
پڇي آرس، اٿي ٿو، هر نشينو، عزمِ انساني:
نڪي بيدادني رهندو، نڪي بيداد جا باني:
ٿيو آ ٿرٿلو پيدا اڄي اڄ تاجدارن ۾!

رفيقو! ديوِ استبداد چڪنا چور ڪرڻو آ؛
نظامِ ناروا جو هر نشان اڄ دور ڪرڻو آ؛
شبِ تاريڪ پنهنجيءَ کي سراپا نور ڪرڻو آ؛
مساوات و اخوت، ملڪ جو دستور ڪرڻو آ-
چٽو ڪولي چوان ٿو، جي نه سمجهو استعارن ۾:

شعورِ آدمي هاڻي نرالا رنگ لائيندو،
درياهن کي ڪندو قابو، ۽ برساتيون وسائيندو،
وڃي اوجِ ثريا تي هوائن کي هلائيندو،
جا جنت عرش تي آهي، اها هتڙي ٺائيندو:
هلن ٿيون اوجِ انساني جون سرگوشيون ستارن ۾!

"تنوير" عباسي

## او سرليءَ وارا جوڳي!

او مُرليءَ وارا جوڳي!

پنهنجي مِٺن کي ڦوڪيندي، تون مُرلي ائين وڄائين ٿو،
جڻ ڦوڪي تون روح فضا ۾ نغمن جان لهرائين ٿو؛
درياهه شاهه جي لهرن وانگر، سينو لاهين چاڙهين ٿو،
جڻ ته فضائن ۾ گيتن جو هڪڙو واهه وهائين ٿو؛

جڏهن تہ فضائن ۾ گيتن جو هڪڙو جار وڇائين ٿو،
زهريلن نانگن جي روحن کي تنهن ۾ ڦاسائين ٿو:
يا تہ اندر جي اونهائيءَ سان سُر آئي تون ڳائين ٿو،
پنهنجي برهہ جي باهہ تون ساري، جڳ جي دل ۾ لڳائين ٿو-
جڏهن ساري جڳ تنهنجي سُورن واري پوڳ آ پوڳي!
او مُرليءَ وارا جوڳي!

پنهنجي راڳن سان رڳ رڳ ۾ ڪو ميناج ملائين ٿو،
دک ۽ درد جا نانگ هزارين پيار منجهان پرچائين ٿو،
جن کي پنهنجي تن جي تارن تي هي ناچ نچائين ٿو،
مرليءَ جي ميناج سان تن جي زهر جو زور وڃائين ٿو-
اهڙن زهريلن جي دل ۾ جادو ڪيئن جاڳائين ٿو؟
پنهنجي دشمن تي بہ حاڪم ٿي ۽ حڪم هلائين ٿو!
هن دنيا جي رڻ ۾ تنهنجي مرلي جڏهن مينهوڳي-
او مُرليءَ وارا جوڳي!

مان بہ مَن جي مُرليءَ تي ڪي گيت وڄائڻ چاهيان ٿو،
مان بہ پنهنجو پاڻ وڃائي، سُر ۾ سمائڻ چاهيان ٿو،
مان بہ هن ساڳي دريا ۾ لهرون آڻڻ چاهيان ٿو،
مان بہ دلين جي دنيائن ۾ باهہ لڳائڻ چاهيان ٿو،
مان بہ ڳائڻ چاهيان ٿو، ها، مان بہ ڳائڻ چاهيان ٿو:
سهندي سُور صديون کان، منهنجي دل ٿي وئي موڳي!
او مُرليءَ وارا جوڳي!

مان بہ زماني جي دردن کي دل تان هٽائڻ چاهيان ٿو،
زهريلن جي زور کي ماري، زور گهٽائڻ چاهيان ٿو،
وقت جي وِهہ ۾ محبت جو ميناج ملائڻ چاهيان ٿو،
پيار سان هرڪنهن کي مان پنهنجي وس ۾ آڻڻ چاهيان ٿو،
جن کان حياتي هانوَ ٿي هاري، تن کي سڄائڻ چاهيان ٿو،
تو جان مان، او جوڳي، من جي مُرلي وڄائڻ چاهيان ٿو:
تنهنجو من بہ روڳي آهي، منهنجو من بہ روڳي!
او مُرليءَ وارا جوڳي!

( ٢ )

## پهريون وار

ڪري وار هي وقت تـوتـي، او مئوا،
انهيءَ ڪان اڳي وقت تي وار ڪرا
حياتي ٿـي سخت تـوتـي، او مئوا،
انهيءَ ڪان اڳـي پـيار ڪرا

ڪيلي وٽ گهڙي پل، جو لمحا ڪلڻ جا،
هئن سان نـہ ڪـڪي وڃن؛
هـي ڳـل تنهنجا، يعني هي چاڻا مکڻ جا،
سـتان وقت ويندي رڄن!

حياتيءَ جا پيالا، پربل غم جي و هنَ سان،
پئڻ ڪان سوا ڪيئن ڪريون-
ڪڏي مرڪ جو تن ۾ ميناج، تن مان،
گهڙين جون ٿا سُرڪون پريون!

عجب آهي مڪوڙيءَ تي، جو چاٽندي پي،
تـہ پـل لاءِ آهـي شـباب،
ڏسي تيز ڪرڻن ڏي، هڪ مُرڪ سُرڪي،
ڏئي موت کي ٿـي جواب!

سوين سال هڪڙيءَ گهڙيءَ جي خوشيءَ لاءِ،
ڪئي غـم ٿـا سَهڻا پـون؛
مگر مُرڪ ايندي چپن تي، گهڙيءَ لاءِ،
سڀئي ڏک ٿـا وسـري وڃن!

عبدالقيوم "صائب"

## ترغيب

راڳ- رانيءَ راڳ ڇيڙيو ۽ ٻـڌڻ وارن ٻـڌو،
ڪجھ مرڻ ماٺهن ٻڪين، ڪجھ چنڊ ۽ تارن ٻـڌو؛
لـَي هـئـي جهوني، مگر آواز سـنـڙو ٿي لڳو،
ڏيان سڀني جـو ڇڪيو، جـو ساز سهڻو ٿـي وڳو.

ڪا گهڙي گذري تہ جادوءَ جو ٿيو لـَي ۾ اثر،
نـنـڊ ۾ اهـڙا سـتـا جـو بـاخـبـر ٿـيـا بيخبر؛
پنهنجا پنهنجن جي ڳلي تي ٻوءِ ڇُري ڦيرڻ لڳا،
پيٽ جي پـورت ڪرڻ ۽ مال کـي سيرڻ لڳا.

غير کي جو وجهہ مليو، سو ھڻ اچي سائن رليو،
جن نہ ڏاريو هوش کي، غفلت انهن تي ٻٽي ڪليو؛
”پاڻ کي تاريخ ٿي دهرائي“ ڏاهن ٿي چيو —
ڪيئن نہ ڪونڌر ٿي ڪٺا، ڇا قهر قدرت ٿي ڪيو!

”شامتِ اعمالِ ما“ هيئن صورتِ نادر ولي،
ٿي نهوڙيو، وقت سر سيني مصيبت ٿي سٺي؛
شور ۽ غل جو ٿيو، ڪي سر ٿريا جا ڳپي پيا،
منهن مقابل سي ٿيا، ھر ڪين سوڀارا ٿيا.

ڪي ڪُسي قربان ٿيا ۽ ڪن پڄي پاسو ڪيو،
۽ وڃي سائيهہ جي ڪن ٻن ٻئر کي هيئن چيو:
”هوشيار و هوشيار و هوشيار و هوشيار،
ورنہ ويندو پيسجي هن جنگ ۾ سارو ديار!“

ٻاھہ وانگر ويو ڀکڙجي هي نسياهو جا بجا،
وار ويا ڪانڌارجي ۽ ٻار ڀڄوا ٿيا ڪڙا:
ان طرح ماحول بدليو، نظريا آيا نوان،
۽ زماني جنڻ ٿي ورتو امتحان در امتحان.

ھير بختا، نرم گفتا، دل وڏي، عزمِ بلند،
شانِ محبوبي سان وڏندا ٿي رهيا ڪي ارجمند؛
راھ ۾ روڙا وجهڻ وارا پڳهائون چار چنگ،
وقت ويلي سان آيا آڳ تي آهن پتنگ.

يار سنهڙا، محب سڄوا، اڪ نشيلي، ٻ بل چال،
مرڪهہ نيڻ، ڪونج ڳڇڙين. وات ڪائن جو خيال:
سمجهہ وارن سمجهي ورتو نوهہ جي هن سونهن کي،
سون جي ڀاڻيءَ تي هرڪيا ڪين، نڪري ويا پري.

ملڪ جا مانجهي رجز اهڙو ته ڳائيندا ويا،
سر جو سانگو لاهي، اڳتي وک وڌائيندا ويا؛
راھ ۾ هر هر رڪاوٽ ٿي وڌي ويرين مگر،
مشڪلون آسان ٿيون ۽ ٿي ويو سولو سفر.

وات ڀي ڪا هاڻ آئي ڪين ويرين کي نظر،
ڪن کي ڦاهيءَ تي، آڏي ڪن جي ڪپائون لال تر،
خونِ ناحق، خفتہ ذهنن ۾ هي آندو انقلاب،
غير جي پنهنجن ۾ هُا، سي ٿيا ھڻ بي نقاب.

دشمنِ چالاڪ ۽ محبِ وطن ها ڏوبڏو،
هڪ طرف سائيھ جا موره تہ ٻئي پاسي عدو؛
وقت نازڪ هو، مگر افسوس پيمانِ وفا!
پنهنجي ڏن ۾ ها چريا، وڏندا ويا چوندا ويا:

"منهن مٽي تنهنجو ڪيو، ڏارين کي ايندي نيٺ مات،
قبضۂ قدرت مان غيرن جي ملي ويندي نجات:
تنهنجي عظمت جي اڳيان پنهنجي جهڪائيندس جبين،
ساهہ صدقي، جسم قربان، اي وطن جي سر زمين!"

همت ۾ جانبازن جي هو چا، ليڪ اي عزمِ بلند،
پوءِ بہ ٿي جهڪندي ويا تن جي اڳيان اهلِ ڪمند؛
جوش، جذبي ۽ صداقت جي ڪري ٿيا ڪامياب:
زنده باد اي انقلاب و زنده باد اي انقلاب!

اي اديبو، شاعرو، اي وقت جا پيغمبرو!
زيست جو پيغام ڏيندي، ماڳ پنهنجي ڏي ورو:
ظلم و استبداد جي آڏو ڪڙا ٿيندا رهو،
وقت جي مظلوم کي ترغيب ڪا ڏيندا رهو!

شيخ "اياز"

ٻيري جي ڳڙڪيءَ سان ويهي،
آءٌ نهاريان - هنجون هاريان!
نيري نيري ڪڪريءَ تي سان دور وڃان!
چنڊ پري آ، چنڊ پري آ، چنڊ اوڀان:
ڪيئن ميان، او ڪيئن ميان، او ڪيئن ميان؟
ويو پرواز پرن ۾ پيهي-
پاڻ سنباريان، هنجون هاريان!
اڄ تہ اڏامان، اڄ تہ اڏامان، ڪونہ جهلينم؛
ڪيسين پڃران، ڪيسين ڪامان، ڪونہ جهلينم؛
هاءِ لڏن ٿيون ساهون لامان، ڪونہ جهلينم:
سان پرڏيهي، سان پرڏيهي-
هٿ چوڳهاريان، هنجون هاريان!
ٻيري جي ڳڙڪيءَ سان ويهي،
آءٌ نهاريان، هنجون هاريان!

## آءُ پِي ڪٽي سائين!

ڪيتري نه گذري وئي راتڙي گهٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!
چانڊ هاڻ اوير مان، روشني ڇٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

سيج کي سجائي مون، عطر آ مٿس هاريو،
پاڻ خوب سينگاريو:
وئي آهيان ڏيئي مان سيند کي ڦٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

رُت بهار جي آئي، رُت بهار جي ويئي،
مند پيار جي ويئي:
ٽول ٽول تارين تان هاءِ ويا ڇٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

هاءِ هاءِ چانڊوڪي آڳ ڪٿن لڳائي ٿي،
تن بدن جلائي ٿي:
مان جلي وئيس، تو چا ڳالهه آ ڪٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

تنهنجي منهنجي ناتي تي لوڪ پوڪ ٽوڪي ٿو،
خوب وات ٽوڪي ٿو:
هيءَ برهه جي بدنامي توکي ڪٿن وٺي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

صبح جو ڪري وعدو، شام جو وڃين پلجي،
مان سُکي وڃان سُسجي:
صبح شام جو جهنجهٽ زندگي ٽٽي، سائين!
آءُ پسي ڪٽي سائين!

خوف سون کي ويڙهي ويو، هاءِ ٻپ وڪوڙي ويو،
چاڻ دم نهوڙي ويو:
تو ٻنان ٻچان ٻني، آءٌ هڪ جٽي، سائين!
آءٌ ٻــي ڪــٺي سائين!

منهنجي آس جا مالڪ، تو مان آس ڪڻ لاهيان—
ڇو ته مان سنڌ آهيان!
تو ٻنا نہ منهنجو ڪو، تون ئي هڪ ڏٺي، سائين!
آءٌ ٻــي ڪــٺي سائين!

موت ڪان اڳي هڪڙي آس آهہ دل اندر:
ٿي گهران چٽِمڻ تنهنجي پير جي ٻٺي، سائين!
آءٌ ٻــي ڪــٺي سائين!

"بشير" موريائي

## نئون مهمان

وات تنهنجي ٿي تڪيو، لال! ڏهن مهنن ڪان،
سَور مهندي ٿــي رهيس صبر سان تــو خاطر مان:
ڪنهن بہ ٻيـڙا جي نہ پرواهہ ڪيم تنهنجي لاءِ،
او اکين ٺـار! ذرا مــرڪ ۽ هٿ پــير هلاءِ،
هل ٻلا روءُ ڪئي، پنهنجون تون ٻانهون ڦهلاءِ:
ڇــو اکيون بند ڪيءِ؟ ٻــول او طوطا تہ ٻُڌان،
تون تہ روئين بہ نٿو، اوڪ مان پوءِ ڪيئن اگهان؟

تنهنجو ٻــابــل بہ هتي ناهہ، ٻئي تــي هوندو،
هُو تہ تــو لاءِ نــوان نــوٽ ڪمائي ايــنــدو:
ٿيندو ڪـد ڪـد هو اچــي ڏسندو جڏهن نيڻ ٺار،
ٻاڪي پائيندو اچــي توکي، ڪنــدءِ ڏاڍو پيار!
نور نيڻ جــو، اسان جــو تــون مــٺــو مهڻو پار:
پر مـٺا لال! تون ڪجهہ روءُ، ٻڌهين ڇا چوندو—
توکي حــيــران ٿــي حــيــران ٿي ڏسندو رهندو!

تو مُثل لال! وڏي پنهنجي آ جيجل جمهوري،
تون ڀڏائي تہ وڃين ها تہ جئان ڪٿن تو ري!
هاء افسوس! هميشہ پي نہ سگهي ڀاڳ جا جاتي،
پنهنجي گهرڙي جو انهن کون ڏئي ڪو پاتي،
تنهن تو ٽي نہ ڪرائي سون، نہ لولي گاتي:
ڪا سگهي ماني بہ توکي نہ ڏني سون پوري،
جي پٽين اک، تہ ڇڏيان ساهہ بہ تو تان گهوري!

تو ڪان اڳ بہ تہ اسان کي ٿيا پيدا ڪجهہ ٻار،
جن تي فاقن ۽ غريبيءَ جي سدا آهي مار:
جن جي حالت آ اها، تن تي ڪو ڪپڙو نہ لٽو،
ڪو مرض پئي کي وڪوڙي ٿو، جي ڪ تان ٿو لهي،
هڪڙو ڪٿ تان ٿو اٿي سي، تہ پيو پسار ڏمي!
ڪير آهي جو حياتيءَ کان نہ آهي بيزار،
ڪير آهي جو مرڻ لاءِ نہ آهي تيار؟

ڪهڙي حالت تي توکي رحم اچي ويو هو ڇا؟
ڇا تي ناراض اسان کان ٿي ڏنئي هڙي سزا؟
يا لڳي ٿئين، جو پنهنجي بس رڳو مزدور هئو،
سان ڪان دور، غريبيءَ ڪان هو مجبور هئو،
هو سدا سک کان پري، رنج سان ڀرپور هئو؟
گود ۾ منهنجي سگهر اک تہ پٽين ها مئڙا!
منهنجي غمخاني ۾ ڪجهہ سک تہ ڀرين ها مئڙا!

( ٢ )

## الجزائر

ڌرتيءَ جي دل زخمي زخمي، انسانيت لرزان لرزان،
امن پسند ي آهي پريشان، جنگ پرستي جشن ملهائن!

مون ۾ منهن پاڻي، حياتي رڻ پٽ ۾ روئي ٿي ويٺي،
چوڌاري انساني لاشا، وک وک تي آ موت جو سامان!

جوت جماهي جي ڪٿ آهي؟ چانڊوڪيءَ جو چارو ڪوئي؟
ڪوئي پڌائي ڪيسين هاندو پيانڪ اونداهيءَ جو فرمان؟

سندون منيون، گل ڦل نڪتا، ناچ بهارن جو ٿيو جاري،
پر هي گلشن ويران ويران، پر هي گلشن ويران ويران!

يورپ جا سوداگر آيا، ساهر پيارا اندر ڪارا،
ٿي جي آزاديءَ جا دشمن، انسان جي ويس ۾ حيوان.

هر هڪ دل تي ڀرو آهي، هرڪنهن جو غم گهرو آهي،
ڪير آ جنهن ڪي خوف نه آهي، ڪير آ جيڪو ناهي پريشان؟

مائر، پيئر، ڀينر، ڀائر- هرڪوئي آ موت جسي منهن ۾،
هرڪنهن ڪي آ عزت پياري، هرڪو آزاديءَ تان قربان.

گلشن جي خوشبو جا خالق، سڪڙيءَ مکڙيءَ جا شيدائي،
دل جي آس دٻائي دل ۾، سينگارن ٿا موت جا ايوان!

آزاديءَ جي سج ڪي گرهڻ آهي رڳو ڪن گهڙين تائين،
زور ولي ويو آهي، ليڪن ختم نه ٿيندو ظلم جو طوفان!

لکميچند "پريم"

# پتنگ ۽ پونر

اڄ وري آهي تري دل تي اکوٽو داستان،
هُو حقيقي ۽ مجازي محبتيي سڏو و بيان:
سَير لئي آڏريا ٿي پروانو ۽ پَونرو بيزبان،
مست ها، مخمور ها، ۽ مست هو سارو جهان:
وات تي گپ چپ اشارن سان ڪيائون راند ٿي،
ٿي وڌيا تيزيءَ سان پنهنجي منزل مقصود ڏي.
هيرمٺڙيءَ،پوندسنهڙيءَ،دل جاپِتَ ڪوليا ڪٿي،
بادلن جي رنگ برنگي چال ٿي دل کي وٺيي؛
برق جي چمڪاٽ چيريو فلڪ کي خنجر هڻيي،
چٽڪ گهونگهٽ ٿي هنيو، آئيي نظر ٿي ڪاٽيي:
فرش جي ساوڪ ڪيو هو عرش کي مستان پڻ،
ٿي ڪيو قدرت ميسٽر سوز جو سامان پڻ.

ٿي آڏاٽيا عرش جي ۽ فرش جي وچ ۾ ٻئي،
اوچتو ڪاري ڀنور جي چال ڪجهه ڪجهه ٿي ڍري –
”هي چمن سنهنجي ٿي منزل آ“، چيو تنهن روڪجي،
”ترس دم هڪڙو، اچان گلزن ڦلن سان ملي!“

ڦونڊ ۾ ڀر جي ڀنور ڀڙن ڀڙن ڪندو ويو باغ ۾،
روشنيءَ واسو ڪيو هو جڻڪ ڪاري داغ ۾.

ڀنور، گل سان خوب لڳي پيار جو آنند ورتو،
خُوب چُوسي، خُوب چومي پيو، مگر ڍؤ ڪين ٿيو؛
پوءِ ٻئي سڀي ستاپي ڦول ڏي ڊوڪي ويو،
ان طرح هڪ ڪان ٻئي، ٻئي ڪان ٽئين ڏي ٿي وڌيو:

باغ جي سڀني گلن جي خُوب عصمت هُن لٽي،
ڍَو ڪري واپس وريو، پر ترشنا ترپت نہ ٿي.

پوءِ ٻئي اڳتي وڌيا، وڌندا رهيا، وڌندا رهيا –
سڄ تي سُورج وڃي آرام جا ڪروٽ پيا؛
رات جي چادر ڍڪيا سڀ روشنيءَ جا ترورا،
بادلن پيي وبس پاتا جلد ڪاريءَ رات جا:

دُور بلڪل دُور هڪ مشعل اُڀاريو ٿي امنگ،
جا ڏسي، بيچين، بيڪل، بيخبر ٿي ويو پتنگ.

موڪلا پائين پونر ڪان چاهه سان ۽ چوڄ سان:
”هَو پرپان ڏس، پيو سڏي مون کي تو منزل جو نشان!“
”جلد مونج!“ پونر ساٿيءَ کي چيو ڪولي زبان،
پر وراڻيو هن تہ ”مونکي آهي مشڪل مهربان!

مان تہ هڪ شمع اڳيان هي سِر وڃي پيش ڪندس،
ڪين تو وانگر سڀڻ سان دل سندا سَودا ڪندس!

”مان سِکيو آهيان وڃڻ، واپس ورڻ جاڻان نہ مان،
مان سِکيو آهيان مرڻ، زنده رهڻ جاڻان نہ مان،
مان سدا لُٽبو رهان، ٻئي کي لٽڻ جاڻان نہ مان،
۽ حقيقيءَ کي مجازيءَ ۾ مٽڻ جاڻان نہ مان!“

پوءِ پر ڦڙ ڦڙ ڪري سو شمع ڏي اُڏري ويو،
مست ۽ مخمور پروانو وڃي پروان ٿيو.

"انيس" مهيري

## هـرڻـي

موج ۽ مستيءَ ۾ آهين، ٿو ڏسان تـوکـي بهار،
تون ڀلا ڪٿ ٿي رهين، تنهنجو ڪٿي آ مرغزار؟
تنهنجي هستيءَ ساڻ هردم ٿو سونهي سارو ولهار،
جهنگ جهر، هر شهر گهر ۾ تنهنجي ٿي ٻلبل ٻچار:
هـر ڪنهين انسان جيءِ تنهنجي ڏسـڻ سـان دل ٺـري،
تنهنجي نيڻن ۾ رکيون قـدرت ڪجل-ڪانيون ڀـري!

زيب ور! ڪو آئجي تنهنجو ڀلا ثـانـي ڪٿان؟
ڇو تـہ تـو چورائي آهـي چـال مستاني ڪٿان؟
ڇو تہ تو آندي هي چالُن جـي فـراواني ڪٿان؟
تـوکي خـوشين جـا مليا انبار ديواني ڪٿان؟
سچ تـہ آهين تـون عجب قـدرت سندو هڪ شاهڪار،
زنـدگـي تـو سان رهـي تـائين ابـد شـل سازگـار!

هـر نـظـر ۽ هـر قـدم تنهنجو سراسر نـاز آ،
تنهنجي هـر هڪ نـاز ۾ ٻـڻ نت نئون انـداز آ،
هـر ادا ۾ تنهنجـي پـوشـيـده ازل جـو راز آ،
۽ سندئـي رفـتـار جـڻ فطـرت جـو مـٺو ساز آ:
پُـر مسرّت زنـدگـي تنهنجـي - اٿـم تنهنجـو قسم!
زنـدگـي ساري زهـر منهنجـي - اٿـم تنهنجـو قسم!

توکي همت آهـ، پنهنجي ٿـي رهين دشمن کان دور،
ٿـي سڄڻ دشمن سڃاڻين، تـو ۾ آهـي اي شعور:
جي شڪاريءَ تي نظر تنهنجي پوي، ڀڄندينءَ ضرور،
پنهنجي واهـر پـاڻ ٻنجڻ ۾ نـٿـي آلـيـن قصور:
مان مگر ماريءَ جي ڏوڪن تـي ٺـي ٿو ڏبجي رهان،
حوصلن تـي حُڪم تـو حاوي رهي-ڇو ڇـا ڪريان؟

مون کي دل ۾ خوف آهي قيد ۽ زنجير جو،
مون تي ويٺل آهه صدين کان اثر تقدير جو،
تنهنڪري ڪو حوصلو مون ۾ نه آ تدبير جو،
ڇو ته پو مان ڪئن مقابل ٿي سگهان نخچير جو؟
سور سختيون ٿو سهان، پر ڪينڪي واتان ڪڇان،
۽ اندر پنهنجي ۾ پيو پڄران پچان، لوچان لڇان!

تنهنجي آزاديءَ کان مُنهنجي آهه آزادي عجب،
ٿو رهان مجبور مان آزاد هوندي پي، غضب!
بي فڪر هلندي وتين، چرندي وتين تون روز شب،
منهنجو سک آرام سارو ٿي ويو آهي سلب:
مون کي پنهنجي گهر ۾ ئي صياد ڏس مارين ٿا،
ظلم ڏاڍاين سان منهنجي ڏيل کي ڏارين ٿا!

تنهنجي آزاديءَ مان مون کي اڄ سبق آهي مليو،
پنهنجي هيڻي حال تي اڄ سوچڻو آخر پيو،
پاڻ پنهنجي سر جتن جو ڏانو حاصل ٿي ويو،
هاڻ مون آزاد ٿي گهارڻ جو آهي پهه ڪيو:
ڏس تشدد جي محل کي ڪئن نه ٿو ڊاهي رکان،
ڏاڍ جي هر ڏار کي پاڙان پٽي ساڙي رکان!

سراج

## ڪونج

آڪاش جي بي انت سياهين ۾ رڳي رُڄ،
تنهنجي ته اکين ۾ ٿيي ازل کان ئي ٻَکي اَڄ؛
—او ڪونج، سنڌءَ روح سندي پياس ٻجهي ڪيئن؟

ٿيي روح کي ٻنيلاڻي سنڌءَ درد پري لات،
جڻ ياد جو پوڙلاءِ امنگن کي ڏتاري—
'گولا' جي صنمخاني ۾ ڏسڪي ٿي پئي رات،
ماحول به خاموش رهي لوڪ ٿو هاري،
—او ڪونج، سنڌءَ روح سندي پياس ٻجهي ڪيئن؟

مکڙين جو جهڙهن آهه چنڊ يو ساٿ ٻهارن،
گلڙن تي ٽي ڀرڙا ٻني ڀيلاڻ ٻکيوڙي —
نيراڻ ۾ مرڪڻ ٻه چنڊ يو چنڊ ستارن،
چپ چاپ ٻني رات سندن آهي ڪي چيوڙي؛
— او ڪونج، سنڌ روح سندي پياس ٻجهي ڪيئن؟

اکڙين جا ڪنول درد جي پاڻيءَ تي ٽا چلڪن،
هر ساهه - پري جيوَ ڪي ڪئين نانگ ٽا ڪٽڪن —
مرڪن جي وچان آهه، ڪڏهن لڙڪ ٽا جهلڪن،
جيوت جي ٻنن تي رڳا رسُ - چور ٽا لٽڪن؛
— او ڪونج، سنڌ روح سندي پياس ٻجهي ڪيئن؟

مدت ڪان آ خاموش چو سنگيت جي سائڻ؟
چو نهڪ مٽان نهڪ ٽي ڏي وقت جي ڏائڻ؟
— او ڪونج، سنڌ روح سندي پياس ٻجهي ڪيئن؟



# مثنوي

"سچل" سرمست

سنڌيڪار: "حامي" خيرپوري

## تار ناسو

(سچل سرمست جي مشهور فارسي مثنوي "تارنامه" جو منظوم ترجمو)

سان ٻڌايان ٿو ٻيو هڪ داستان، محو ٿين جنهن جي ٻڌڻ سان جسم و جان.
يار فرمائي ٿو، 'چئو هڪ مثنوي، راز وارا بيت ٿورا معنوي'.
ڀاڻ اشارو ٿو ڪري هو ڀاڻ کي، ان جي ڳُجهه جي ڳالهه ڪرسُتي چڙهي.
ڀاڻ ٿو ڳولي، تتا ڀوليون اسين، ڀاڻ ٿو ڳولي، نتا ڳوليون اسين.
جنهن وٽ هڪ رات جو ميخاني ڏي، اوچتو پهتي ديد هڪ ديواني تي.
هٿّي هٿن ۾ ڪيس هڪ سُهڻي ستار، جنهن جي نغمن ۾ هئو هُو مست يار.
مست هو، مدهوش هو، رقصان هو، بيخوديءَ جي ماڳ تي بيجان هو.
پنجي ويو گردش ۾ ميخانو سچو، مون کي هن هٿّي هٿّي ڪري پاڪر وڌو.
وبجهڙو جنهن جو ڪيائين ڀاڻ سان، محو ٿيا ان وقت منهنجا جسم و جان.
جان و دل کي اهڙي مستي ٿي عطا، دين ۽ دنيا جا سڀ ڀولا ڀڳا.
پنهنجي آڳر سان وڄايائين ستار، راڳ سان مون کي ڪيائين بيقرار.
ڏوڙ منهن کي مون سَليي، دستار وئي، ٿيو گريبان چاڪ ۽ سُڌ سار وئي.
مون کيِ ان حالت ۾ آندو هين صدا، جو گهڙي کن حوصلا ٿي ويا خطا!

بعد مدّت جڏهن جو آيس هوش ۾، اوچتو ٻيهر ٻه آيس جوش ۾.
تار کان هي حال ورتم سربسر: "ڪٿن سيائن کي ڪرين ٿي بيخبر؟
"هيترو هي درد تو ڪنهن کان وَٺيو، يا تہ ڪنهن آڳر هٿي توکي ڦَٺيو؟
"مون کي بيخود ٿي ڪري تنهنجي صدا، دل کي سؤ موجُون ٿي بخشي برملا.
"تنهنجو هي آواز مستي ٿو ڏئي، ڪنهن کي تنهنجو ڳجهه تئو حاصل ٿئي.
"رقص ۾ آواز آئي ٿو ڪڍهن، لامڪان تائين آسائي ٿو ڪڍهن.
"تنهنجي رَڙ ماتم مچائي ٿي ڪڍهن، ڏانهن ديوانو بڻائي ٿي ڪڍهن.

«ساري محفل کي چريو چٽ ٿي ڪرين،
«دل ۾ درد ۽ غم وڌائي ٿي ڇڏين،
ڪاش! تـوسان ڪم پيـو آخـر اچـي،
«اڳ ۾ ٿي جڻن تنهنجو واڄو ٿو وڄي،
«ننگ ۽ ناموس، واري ٿـي ڇڏين،
«جنس همجنس! تون ٿي وڌائين حال کي،
«هيءَ صدا تنهنجي پريشان ٿي ڪري،
«ڏئي ٿي دل جي دٻڳـ کي جولان جوش،
«منهنجي دل ورد ۽ وظائف کان پڄي،
«ڪنهن وٽان مون لاءِ آندئي درد کي؟
«دوستي هائي ٿي توسان ڏينهن رات،
«هن جڳهه تي تنهنجي آمد ٿي ڪٿان؟
«ماجرا ماضيءَ جي سڀ مون کي ٻڌاءِ،
«ڪهڙي حالت توتي نازل ٿـي وئي،
«تـون هلي آهين غمن جي ملڪ کان،
«ڪنهن پريشان حال ماڻهوءَ کي ڏٺئي،
«ڪنهن جي حالت کي ڏسي پُردرد ٿينءَ،

دوُر دانائيءَ کي جهٽ پٽ ٿي ڪرين؛
هٿ قلم جـو سـر ڪناني ٿـي ڇڏين!
جابجا سـون سـان رکين شل دوستي!
غير جـو هـر وهم دل تان ٿو ڪڍي.
جام مئي مان جسڻ پياري ٿـي ڇڏين.
مـرحبا! تـون ٿـي مٿائين قـال کي.
ڇـا پريشان، بلڪ بيجان ٿـي ڪري؛
ٿـي کڻي صبر و قـرار، آرام هـوش.
جڻن ونس تنهنجو تـرانـو ويـو رَسي.
تنهنجي رڙ ٿيي جان و تن ٻاري ڇڏي!
منهنجي دل مان دوُر ٿي غيرن جي تات.
آئـي آهين ڪنهن مٿاهين ملڪ تـان؟
صاف ڏَس، اڳ ۾ ڪٿي هئي تنهنجي جاءِ.
تنهنجي رڙ مون لاءِ قاتل ٿـي وئي؟
يـا وري عشاق جـي مجلس منجهان؟
يـا ڪو گفتو عـارفـن وارو ٻڌئي؟
درد ڪنهن جـي ۾ برابر فرد ٿينءَ؟»

تار تنهن دم رڙ ڪري ڪئي قيل و قال:
«ڪاڻ ۾ اڳـ مان هُيَس ٻترن ۾ پال،
«پـيرسـن اسـتـاد آخـر اوچـتـو،
«پاڻ پالـڻ لـءِ، جبل جـي پاڙ مان،
«پـوءِ ڪوري ۾ وڌائين، اي جوان!
«ات رجيي ۽ خشڪ ٿيس آواهـ ۾،
«لوهرن جـي هٿ ۾ آيس هڪ ڏينهن،
«پئي جتليس ڪيني ڏهـاڙا باهـ ۾،
«ڏک ڏکن تي صبر سان مون پئي سٺا،
«اڳ جبل ۾ ٿولهه هئي مون کي گهڻي،
«گـوشمالـيـن ۽ ڏکـن ۾ دائـمـا،
«پوءِ پرندڙ باهـ مان باهـر ڪڍي،
«ڪيترن ماڳن تي ٿيو منهنجو مڪان،
«پوءِ هي پاڪيزه تـن ڏوڻي ڏکي،

«ٻڌ ته مان توکي ٻڌايان پنهنجو حال:
ڪٽ چوهيل بيرنگ ڏاتوءَ جي مثال؛
مون کي ٻترن مان ڪڍي ٻاهر ڪيو؛
مون کي هت آندائين منهنجي ملڪ کان؛
غير جيڪو هو، ڪڍيائين مون منجهان؛
شڪل ڪرـي جهڙي ورتـم باهـ ۾؛
آڳ ۾ اڇليو ٿي جن هـر هـر ڪٿي.
سختيـون ڏاڍيـون ڏٺـم آواهـ ۾؛
ڏک نـ اهڙا پئي ڪنهن هوندا ڏٺا.
هٿ اچـي هيٺيي ٿيس، ڇـائـي ڏئي!
حال ڪـان نڪتيس، هزاريـن ڦٽ ٿيا!
اڻ ڳڻيا ڏک مون کي مارياتون وري.
پر نه ڪا پولي ٻڌي ڪنهن مون وٽان.
نيٺ هـن صورت ۾ آندائـون چڪي.

"هاءِ! هن کان اڄ ۾ سَو صدما سٺم، زخم کاڙهم، ڏک جهليم ۽ غم ڏٺم!
"ٿي سِٺا ور ور ڏني مون غم جا بار، جيستائين پنهنجي هٿ ۾ آندو يار.
"مون هزارين ڏک ڏٺا آهن جڏهن، يار جي هٿ ۾ پُڳي آهيان تڏهن.
"يار جي هٿ ۾ اچڻ جو ٿيو سبب، جيڪو مون کي ٿو وڄائي روز و شب.
"هٿ ۾ آندائين، حياتي ٿي عطا، منهنجي جان آهي سندس هٿ ۾ سدا.
"درحقيقت مون ۾ هئي سختي گهڻي، هن جي هٿ، اي مهربان! نرمي ڏني:
"هَو تو ڳائي ۽ وڄائي، مان ڪٿي! هو تو چوري ۽ چوائي، مان ڪٿي!
"حال کان بيحال ٿي آهيان جڏهن، ٻين کي بيخود بڻايان ٿي تڏهن.
"هڪ ڏهاڙي ٻُڌور پيو استاد کي، 'داد پهچايان کو هن بيداد کي؛
"جڳ ۾ هر هڪ جنس جو نرماد آهه، هيءَ اڪيلي جو سدا ناشاد آهه!
"'ڪيس ساٿي ڏيان ته هو صحبت ڪن، پاڻ ۾ گڏجي سي غم راحت ونڊن؛
"'حال محرم پاڻ ۾ همدرد هجن، يڪ تن و يڪ جان هجن، همدم هجن.'
"مون به ويچاريو ته راحت ناهي ڪا، ويو پڪڙجي درد مون کان جابجا.
"هاءِ! جن کان رنج و غم مون کي رسيو، عيش ۽ آرام جن مون کان کسيو:
"هڪ سُکل وڻ مان انهن ڪاٽي ڪپي، جنهن کي چيلهڻ ۾ گهڻي زحمت رسي؛
"اڄ ۾ سا چيري ڪيائون چاڪ چاڪ، پوءِ وري وِيهي گنڍيائون ڦاڪ ڦاڪ؛
"پيٽ ڦاڙيائونس، ٿيي سالم صفا، غير کان ٿي وئي سندس رڳ رڳ رها؛
"سَل ڪڍي، ميخون هنيائون ان ۾ ڪوڙ، قرب سان ڦاٻو ڪيائون جوڙ جوڙ؛
"ان جي رڳ رڳ جي مٿان ميخون ٺڪي، رنج و غم وارو قدم وِڌا ڪٽي.
"هڪ ٻه چا، ان کي مليون سَو زندگيون، حال چائن ٿيون دليون عشاق جُون.
"ان جي خالي پيٽ اندر پيو شراب، ويجهڙي ٿي يار وٽ، ڪاٽي عذاب.
"ان ۾ اوتي عشق واري مَي گهڻي، منهنجي خاطر جاءِ جوڙيائون ڪٺي.
"منهنجي غم سان هن جو غم همراز ٿيو، ٻِن دلين جي درد جو آغاز ٿيو.
"هاءِ! هن کان اڄ ۾ کاڙهم غم هزار، مون تي هرڪنهن ڪئي ٿي هَي هَي باربار:
"پوءِ هڪ غمناڪ سان گڏجي رهيس، درد جي درياهه ۾ داخل ٿيس.
"هموطن ٻنهي ٿياسون همڪنار، پاڻ ۾ گڏجي رهياسون رازدار.
"منهنجي هن جي دوستي ٿي وئي گهڻي، مان ٿيس مجنون ته هوءَ ليلىٰ بڻي.
"مان ۽ هوءَ گڏجي رهيونسين آسپاس، ٻئي نه ميلي ۽ وڇوڙي جي شناس.
"منهنجو توڻي هن جو نالو گم ٿيو، 'مان' ڪٿي ۽ 'هوءَ' ڪٿي، هرڪو ويو.
"ٻنهي گڏبونسين پاڻ ۾ آرام ويو، 'ڪاٺ' ۽ 'فولاد' وارو نام ويو؛
"هرڪو 'طنبوري' جو نالو ٿو وٺي، ٻن منجهان هڪ، هڪ منجهان ٿو هَل ٿئي؛
اڄ هو ٻاتو، پوءِ ٻوليندڙ ٿيو، هرڪو عاشق ٿيو سندس آواز جو!

"ڪڏ رهيو نسين غمزده يون ٻئي غمگسار،    پاڻ ۾ هڪ ٻـي ويـونسين آشڪار.
" هُوءَ ڪٿي هئي ۽ ڪٿي منهنجو سڪان –    مان جبل جي پاڙ مان ، هُوءَ جهنگ مان.
" مان ۽ هوءَ آيُونسين ڪهڙيءَ جاءِ تان –    هت پتـو ناهي، پڇيون آهيون ڪٿان!
" پاڻ ۾ الـفـت رکيسون دمبـدم ،    نينهن جي ناتي ڪيو هي پنهنجو ڪم.
" پر منجهان هڪ تـن ٿيو ويراڳ ۾،    'وحـده' واحـد' ٿـو ٻولي راڳ ۾.
" ڇـا خـبـر آواز هـي آهـي ڪـٿـان:    سون وتان آهي يـا ان ڪاٺيءَ وٽان؟
" پـيـو پـتـو آخـر تـه ان ۾ راز آهه ،    منهنجو يـا ڪاٺيءَ جـو هي آواز ناهه:
" منهنجو نـاهـي، يـار جـو آواز آهه ،    هُو وڄائي ٿـو، هي سَـڪـڻ ساز آهه!
" يـار جـي هٿ ۾ اچـان ٿـي باربار،    سَوَ صدائون ٿي ڪيان ، اي 'آشڪار' !"

تـار طنبوري جـي بخشيو هـي فـراق ،    دل ۾ يـارن لاءِ وڌي ويـو اشتياق.
سچ ته مون سان يار اهڙي ڪار ڪئي ،    ڪُفر ۽ اسلام جـي سُڌ سار وئـي.
تـار جـو اهڙو اثـر ٿيو مـون مٿان ،    جيڪو ٻُڌلدو، ان جي دل ويندي هٿان.
جان و تن ڳـاري ڪيائين دل ڪباب ،    تـار آنـدو عـشـق وارو اک ۾ آب.
تار ڪان دل ۾ سوين موجون چڙهيون ،    سر تي سُورن جون سوين فوجون چڙهيون.
تار سان دل مـيـڻ وانگر نـرم ٿـي ،    جـان و تـن ويـا سوز ۾ سرگرم ٿـي.
تار دل ڪـي ميڻ جئن ساري ڇڏيو ،    جسم تـوڙـي جـان کي ڳـاري ڇڏيو.
تار، چانديءَ مثل ، دل ڪئي پاڪ صاف ،    روز شب پئي ٿي ڪري پنهنجو طواف.
تار سان غم جون سوين موجون چڙهيون ،    دل تي غمزن سان سوين فوجون چڙهيون.
ديگ دل واري تـپـائي تـار وئـي ،    عقل و دانش کـي گهٽائي تـار وئـي.
تار منهنجي تـن جـي قـاتـل ٿي پئي ،    ان جي دانهُن تي چـَري دل ٿي پئي.
تار آنـدو مون تـي بيحاليءَ جـو حال ،    ڪڏهن ليلي، ڪڏهن مجنونءَ جي مثال.
ڪل ٿئي پئي، ڪنهن جو هي آواز آهه ،    ڪجهه ته سوچ ۽ سمجهه، ڪهڙو راز آهه!
ست و بيخود ٿـي ٻڌائي هيءَ صـدا ،    هـوڏ هستي تـي مٽائي، هيءَ صـدا.
هيءَ صـدا ڪئن ٿـي ڪري بي اختيار ،    پر اڪين مان ٿـا وهن ڳوڙهن جا نار!
هـن صـدا ۾ سـوز سـاڙ و سُـور آهه ،    سربسر "منصور" جـو مـذڪـور آهه.
عـارفـن لاءِ هـيءَ صـدا بهتر ٿـئـي ،    جيڪي سوريءَ تـي وڃن ٿـا سر کڻي.
هيءَ صـدا سوريءَ چڙهائي ٿي ڇڏي ،    دم "انا الحق" جو هڻائي ٿـي ڇـڏي!
هيءَ صدا ڳالهيون ڪري ٿي عشق جون ،    عاشقن تـي جي اچـن ٿيون آفـتـون.
تار جـي رڙ جـوش ۽ جـولان ڏنـو ،    پر اڪين ۾ مـوجـزن طُوفـان ڏنـو.
تار جـي رڙ درد لائـي ٿـي ڇـڏي ،    دربدر نـاچُـو نـچـائي ٿـي ڇـڏي.
تار جـي هـيءَ رڙ رسـائـي ٿـي آتـي ،    جسم سان گڏ جـان ٿئي ٿي گـم جتي.
تار جـي رڙ کـان مـليـا غـم بيشمار ،    رنـج کـاڻيي، گنج ورتـم بـاربـار.

تار جي رڳ ڪان ملن ٿا غم هزار، رمز ڄاڻيندڙ ٿئي ٿيندو رازدار.
تار جي رڳ سان هليو آرام ويو، ڪفر ويو ۽ دين ويو، اسلام ويو.
تار جي رڳ آهي دردن جي دوا، ڪنهن يگاني کي ٿئي پوندي ڪل اِها.
تار جي رڳ سان ٿو اوريان پنهنجو حال، زهر غم جو ٿو پيان شربت مثال.
تار جي رڳ ڪان عطا ٿي بيخودي، هيءَ خودي گم ٿي، ته آئي هوءَ خودي.
جو خوديءَ ڪان مرد زنده ٿو رهي، توڻي بندو آهي، شاهي ٿو ڪري!
تار چئي ٿي، ”مون ته ڪجهه ناهي ڏٺو، ڪو پتو ناهي انهيءَ آواز جو:
”هيءَ وڄائيندڙ جي هٿ جي آهي ڪار، يار کي پيغام ڏئي ٿو پاڻ يار!
”جئن وڄائيندڙ چوي ٿو مون کي ’چئو‘، تئن چوان ٿي مان، ڇگو توڻي مٺو!
”ڪير آهي جيڪو دانهون ٿو ڪري، هجر ۽ غم ڪان جو آهون ٿو ڪري؟
”ڪو پتو ناهي، اچي ٿي رڳ ڪٿان؟ مون کي حيرت ٿي ولي، مان ڇا چوان:
”هن سبب مون کي تعجب ۾ وڌو، منهنجو پڻ آهي وڄائيندڙ پيو!
”مان هڱان جيڪر ته پئي کي پڻ ڏسان، جيڪو ڳالهائي ٿو، سو آهي نه ’مان‘!
”جئن مٺي تي هٿ رکي ٿو منهنجو يار، سؤ صدائون ٿي وڃن ٿيون آشڪار.
”جيستائين يار جو هٿ هو ٻري، رڳ تئي نڪتي رهيس ٿي چُپ ڪري.
”ڪي ڏهاڙا توڻي ڪوري ۾ رهيس، ٻڙڪ ٻولڻ ڪان سوا ان ۾ جلّيس؛
”حرف مون ڪان ڪين نڪتو، هاءِ هاءِ! دم ڪڍڻ جي ڪين هئي مون لاءِ جاءِ!
”وصل ۾ افسوس، ايڏو اشتياق، حيرت آهي ڪئن نه آئي ٿو فراق!
”وصل سان ٿئي ٿو وڇوڙو ڪئن ڪٿو، حيرت آهي، درد هي ڪهڙو ٿيو؟
”هجر ۾ آواز هرگز ڪين هو، ڪو ادب يا ناز هرگز ڪين هو؛
”پوءِ ڇا لاءِ وصل ۾ ڇيخ و پڪار، درد جون دانهون ٿين ٿيون بيشمار؟
”مَي جي منشا ۾ لڪل آهي نشو، ان جو آواز آهي، ناهي ساز جو؟“

پير پنهنجي ڪان پڇيم آخر خبر، جيڪو کولي ٿو پڙاڏي دل جو در:
”وصل ۾ ڇا لاءِ وڇوڙي جي پڪار، ڇا پڌائي ٿي ڇڏي بي اختيار؟
”وصل ٻنجي ويو وڇوڙو، ڇا سبب؟ ڇو وڇوڙو ٿيو وصال، آهي عجب!“
پاڻ فرمايائين، ”ظاهر ڇا ڳجهو، تون نه آهين، آهي هو ڄاڻين نٿو!
”غور ڪر، خاموش ٿي، مون ڏي نهار! دل جي ڪن سان ڳالهه ٻڌ، اي ’آشڪار‘!
”تار مان آواز ڪافي ٿو اچي، پر نٿو سڀڪو سڃاڻي راز ڪي:
”جسم طنبورو، ته تار آهي زبان، ٿي ڪري اسرار مولي جا عيان؛
”قلب طنبورو ٿيو، ۽ تار جان، آهي ڪاريگر جي آگر جو بيان!“

’تار‘ جي ساري حقيقت ٿي تمام،
ماٺ ۾ آئي زبان — بس، والسلام!

# آزاد نظم

شيخ "اياز"

ازل جي پُراسرار آڳ،
وسائي ٿي ۽ جلائي ٿي زندگيءَ جا ڏيا.
ڏيا ۽ ڏيائيون پيون بدلبيون،
مگر لاٽ ساڻ واٽ ٿي جرڪندي—
سدا جوت ڪي آهي جاڳ!
ازل جي پُراسرار آڳ،
جلائي ٿي ۽ وسائي ٿي زندگيءَ جا ڏيا!

( ٢ )

اجنبي! آءُ، گهڙي آءُ؛ ٻ ٿي پل آ رات:
ٻه وِلهه ۾ ته نه،
تارا ٻ جهي ويا وِلهه ۾!
سيءَ جي سير ته ڏس، رات رڳون ڇوڙايون!
هاءِ هيءَ ٻاٽ، چنڊيءَ جڻ ته چڳون ڇوڙايون؛
تو ٻري سچ هتي—
اڄ هتي،
ڪا گهڙي سيڪ هٿن پيرن ڪي.
هي ڦٽل پير، ٽٽل جان، ڪٽل عمر، آلا!
ويهه—اڄ، ويهه ڀلا!
آ اهو سچ سهارو پنهنجو—
(سونهن ۽ سچ سهارو پنهنجو)

ڀڄ ٿي تو ته ڪٿي هي ٻ وسامي نه وڃي،
آڳ اُجهامي نه وڃي!

چوطرف سيءُ، سناٽو، اوندهه—
ڪن پيا جڻ ته جبابي تي هزارين جنّلهون!
صبح ٿيندو ته سوين نورجون نهرون ڦٽنديون،
آس ۾ جان ڪندي آس پيدا:
پر خبر ناهه ڪڏهين رات جا شبخون ڪٽندا؟

ڀڄ ٿي تو ته ڪٿي سچ وسامي نه وڃي،
آڳ اُجهامي نه وڃي!

( ٣ )

رات بدمست ٿي، ڪڪر ڪارا
جهومندا آسمان تي آيا—
چانڊنيءَ جو سهاڳ لٽجي ويو!

هيءَ ٻُٽيي رات،
چنڊ ۽ تارا—
ڪير ڄاڻي ڇپي ويا ڪيڏانهن؟
اوچتو آسمان جو ميدان،
ٿي ويو سارو ڪوڙ ۽ گهمسان؛
وقت جي ديو جون رڳون ڊوڙيون،
چنڊ تارا لتاڙجي ويا سڀ:
روشني رات پر رهي الله لب!

# نيون طرزون

نارايڻ "شيام"

ترائيل

## آرزو

سونهن تنهنجيءَ جو سهي ٿاءُ سگهن نيڻ نٿا،
هوند، وارن جي ٿڌي ڇانو انهن تي نه ڪرين؟
ڪٿي ڏسان توکي، ڏسڻ جي نه اٿم طاقت ڪا،
سونهن تنهنجيءَ جو سهي ٿاءُ سگهن نيڻ نٿا!
ڳائي ڳائي ٿي پيا خشڪ، تبل چپ منهنجا،
هڪ مٺي هوند ڏئي، تازو انهن کي نه ڪرين؟
سونهن تنهنجيءَ جو سهي ٿاءُ سگهن نيڻ نٿا،
هوند، وارن جي ٿڌي ڇانو انهن تي نه ڪرين؟

( ۲ )

ٽپہ *

## احساس

مون کان ٻه لڪائين ٿي؟
ڪجهه دل ۾ آوَس اٿئي-جو ڪين ٻڌائين ٿي؟
ڪٿ سُرڪ سٺي تنهنجي؟
هٿن شڪل سون ويڳاڻي، اڳ ۾ نه ڏٺي تنهنجي!
لڄ ۾ جو لڪين پئي؟
هٿن پيشي هنجون هارين-ڪنهن لاءِ نه سڪين پئي؟
پُنّ پُنّ هيءَ سنهي تنهنجي-
ڪَنَ ڪين ڪٿي ٻڌندا، دل منهنجي آوَس ٻڌندي!

* هڪ پنجابي لوڪ گيت جو قسم

# ڳولا

تنهنجي ڳولا، تنهنجي ڳڻتي صبح و شام،
تو سوا سون کي مليو ناهي قرار؛
دل جي هر ڌڙڪن کي تنهنجو انتظار،
توکي سارن ٿيون تمنائون مدام.

گل جي رنگت کي بهارن ۾ ڏٺم،
چنڊ کي هر هر ڏٺم، چوڏهينءَ جي رات؛
۽ ٻڌم برسات جي بوندن جي لات،
تنهنجو ڏَس دريا جي لهرن کان پڇيم.

سونهن تنهنجيءَ کي صدائين ڳوليم،
فن جي ديوين کي ڏنو آواز مون،
پڻ ڪويتا سان ڪيو پرواز مون-
توکي هرجا، سر جا سائين، ڳوليم؛

منهنجي ڳولا آخري منزل ۾ آهه،
تنهنجو ديرو، دوست، منهنجي دل ۾ آهه!



# غزل

شيخ "اياز"

ستارن پري رات هئي، توکي ساريم،
سڄي عمر ان جي تصور ۾ گذري،
الائي ڪڏهن چين هن چونه پاتو،
پيو جام مي تي جو پرتو خوديءَ جو،
رهيو ناهيان منت ڪش جام و مينا،
ڏني هئي مون روز ازل ڪائي صورت،
گهڙيءَ لاءِ جو زلف ڪنهن جا سنواريم،

پرهه تائين پئي آسمان ڏي نهاريم.
جنين شال! جيڪا گهڙي توسان گهاريم.
دل زار ڪي ڪيترو ئي ڌتاريسو!
ڪيلي سڱوي گور غريبان نهاريسو.
او هان جي اکين مان ئي پيتم پياريم.
انهيءَ لاءِ ئي عمر ساري نهاريسو.
گهٽائن ۾ ساري جواني گذاريسو!

هري درياني "دلگير"

●

ساقي نه آهي، مستي نه آها، مينا نه آها، سو جام نه آهه،
سو صبح نه آ ميخاني جو، افسوس اڳوڻي شام نه آهه!
ڪيڏانهن ڪيئي سا سيڪ ساٿي؟ چؤ سچ ته ويو توکي چا ٿي؟
هيءَ سازش آهه نياڪر جيي، توتي ڪو مگر الزام نه آهه.
جو منهنجو مڪان سو تنهنجو هو، جو تنهنجو مڪان سو منهنجو هو،
اڄ توکي مبارڪ گهر تنهنجو، پر مون ڪي ڪٿي پيي گام نه آهه.
چو آڳ ستم جي پاريءَ ٿو، تلوار مڏيءَ سان مارين ٿو؟
ڪٺهو جي آئي ڪٺهڻ هڪ پيرو، سؤ پيرا روا قتلام نه آهه!
پرواز ڪرڻ جي طاقت ناهه، ڪنهن آهه پرڻ جي طاقت ناهه،
ته به جاءِ پکيڙي لاءِ ڪٿي، صياد جو جت ڪو دام نه آهه!
ڪجهه پي ته نه منهنجي گهر ۾ آهه، ته به برق! سو تنهنجي نظر ۾ آهه،
تنهن ڪي تون سيڻائي چا ڪنندين؟ جنهن ڪي ڪو نشان ۽ نام نه آهه؟
انڌن ۽ پوڙن وٽ آهون، "دلگير" نه ڪر ناحق دانهون،
هن چيخ جي معنيٰ سمجهڻ لئه، ڪو خاص نه آ، ڪو عام نه آهه!

## گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

•

سدائين آس جيي سرڳم سٺائي، زندگي منهنجي،
نراشا جو نه ڪڏهين راڳ ڳائي، زندگي منهنجي.

ڀلي آهي گلابي ڦول جان ڪنڊن جي نوڪن تي،
غمن جي گود ۾ ڀڻ مُسڪرائي، زندگي منهنجي.

بڻائي ماڪ لڙڪن سان، ڪري آباد ويرانا،
سرءَ ۾ ڀڻ نوان غنچا کِلائي، زندگي منهنجي.

رُڃن ۾ ٿيي سِئائي آج، بڻائي پياس کي پاڻي،
عجب آ، ڪينَ مان سيکجهه بڻائي، زندگي منهنجي!

تڳن تقدير تي جيڪي، مرن سي موت کان اڳ ۾،
سدا تدبير کي ٿيي آزمائي، زندگي منهنجي.

نه رُڪجي جڏن ڪٿي منهنجي خوشيءَ جو قافلو، اِن لئه،
ڏکن جي ڏولڳرن مان لنگھ بڻائي زندگي منهنجي.

ملڻ کي موت ٿيي سمجهي، جدائيءَ کي مگر جيون،
سدا چڪناڻ ۾ آرام پائي، زلدگي منهنجي.

ڇڪي روڪيون آئر اِن لاءِ پچندڙ وقت جون واڳون،
ته آخر موت کي ماري مچائي، زندگي منهنجي!

## "تنوير" عباسي

ڪجهه ڏئي ويندا سين، ڀر ڪجهه نه ڪٺي ويندا سين،
ڀئور آهيون، ڏيئي سيوو ۽ چٽي ويندا سين.

دل جي بازيءَ تان اگر دل به ڪٺي ويندا سين،
ويندي ويندي به ڪوئي داءُ هٿي ويندا سين!

جي رهيو عشق سلامت ته مُحابي ان جي،
جي ڏکارن ئا، انهن کي به وٺي ويندا سين!

جيئن ابد تائين رهي رنگ سلامت گل جو،
هير جان پاند ۾ خوشبو ئي ڪٺي ويندا سين!

تنهنجي اکڙين جون هي مکڙيون ۽ ڪُلي گل ٽينديون،
صبح جي ويل ٿڌي هير ٻئي وينداسين!
تو تان هڪ وار ته گهوري ٿا وڃون سر، ليڪن،
آس ٻئي ٻيري مرڻ لاءِ ڪٺي وينداسين!

سڳڻ آهوجا

●

دنيا عجب ۽ ڪائي ٿي ڪنهن جي نصيب تي،
منهنجي ٿي نالي سان ته ڪُليو در رقيب تي!
هٿ تنگ، دل سخي ۽ طلبگار بيشمار،
هاڻي چِڙو کلان يا روئان سان نصيب تي؟
هستيءَ جي جاءِ تنگ ٿي آڻي ڪيو شروع،
آندي ڇا رات وصل جي مالڪ غريب تي!
تارن جا لڙڪ لڪندا، نه ڇپندا جگر جا داغ،
شاعر نظر رکي جي بعيد و قريب تي.
ٿي دَور ختم ڪاتب تقدير جو ويو،
قسمت لکڻ جو ڏنو اڄ ويو اديب تي.

"رشيد" لاشاري

●

جيڪڏهن ڪم ظرف اهل فن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟
ڪو چوي "ٿوهر ٿري چندن ٿيو"، ڇا ٿي پيو؟
پنهنجو پنهنجو ذائقو ۽ پنهنجي پنهنجي بُوءِ آهه،
آڪ جي پرسان جيڪڏهن سُوسن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟
آهه سو انسان، جو انسانيت ڪي ڪم اچي،
ڪو بشر اخلاق ۾ احسن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟
شل نه ڪو انسان، ڪنهن انسان جو دشمن ٿئي،
آسمان پنهنجو اگر دشمن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟
زندگي ۾ ٿي اهين آهيون سراسر لامڪان،
لامڪان پنهنجو اگر مسڪن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟
آهه پنهنجي لاءِ اونده، غير تي اُڀري ٿو سج!
جيڪڏهن ارض و سما روشن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

مفلسي انعام پنهنجو، ڏن-ڏني ڌاريا ٻٽيا،
پاڻ تان صدقو رڳو تن من ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

باغ ۾ رهندي بہ پنهنجي لاءِ ڪا خوشبو نہ آهہ!
جيڪڏهن بَرپٽ ڦيري گلشن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

رُڃ ڏسي، برپٽ مٿان، پاڻيءَ جو ڏوڪو ٿو ٿئي،
عارضي وعدن جو ائين درشن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

عرش تي دل جي رسائي آهہ ۽ رهندي ضرور،
خاڪ ۾ پنهنجو اگر مدفن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

زندگي هڪ ڇا، هزارين رنگ ٿي ڌاري، "رشيد"،
زندگيءَ کان پنهنجي ڪو بدظن ٿيو، ڇا ٿي پيو؟

نارائڻ "شيام"

●

چنڊ رسڻ جيي ريت راڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!
تو ٻنان سڀ پينگ پاڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

اي سڄڻ! تو واسطي هيءَ ساهہ، سوڀيا ۽ سرير:
ڪئن ڪريان ٻئي ساڻ ماڻا؟ آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

ڪاڪ جي ڪَپَ تي ڪمل ڪومل، ڪمل-بدلي ڪنوار،
گل ڪُماڻا، ليڪ وساڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

هُو سِتارو، سيج هُوءَ، هُو سيج تي مکڙيون سُڪَل،
کهہ ڀيل ڪٽ تي وهاڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

ڇا اکين آڏو نہ آهٽي، سرڳ جي سپني جي رات؟
وار سي سرڪنڊ هاڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

سونهن جي پاڪر ۾ لپٽي، هيت ڪَپَٽي تي لاڏ ڪوڏ،
ڪئن سَرَ ڦيري ٿي تنهن ٻجاڻان، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

هاءِ! سُومل ساڻ سمهڻ کان، جي رلو مون ڪاڻ لڌ،
هُوندہ ٿيا مهڻا نہ ماڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

ٻاجهہ ڪر، هن واجهہ وڇوڙ ڏاڍهن پيرو ڪر پتار،
ساههَ سيباڻا سياڻا، آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾!

## قطعا

### شيخ "اياز"

ڪجھہ ڏُکي بيھي ذات، الھيءَ کان ٻوءِ سمھي ٻونداسين؛
ڪجھہ تَن مان لڪري تات، انھيءَ کان ٻوءِ سمھي ٻونداسين؛
جاڳون ٿا تہ پرھہ ڪي ٻنھنجو ٻچندو ڪونہ پساھہ ـ
ڪجھہ جمڪي ڪاري رات، انھيءَ کان ٻوءِ سمھي ٻونداسين!

### "بردہ" سنڌي

## اي ساقي تنھنجو ميخانو!

جڳھہ جمھور جيي، الفت جو مسڪن آھہ ميخانو،
جتي ھمنوش، ۽ بيھوش، ٻئي، دانا ۽ ديوانو؛
رڳي وحدت محبت آ، نہ ڪوئي غير بيگانو،
نہ آھي فرق ۽ فرقت، گبر مومن ۽ ڪافر ۾!

ڏئي سرڪي، تو آندا سُرت ۾ بيجان صنم، ساقي!
مسيحا چونہ توکي مان چوان، تنھنجو قسم، ساقي!
ٿيو ھر رند تي بڪسان سندءِ لطف و ڪرم، ساقي!
تون پُتلو مھر محبت جو سدا، باطن ۽ ظاھر ۾!

حسن حورن جو، جنت جي فضا، دوزخ جي ھيبت پي،
فرشتن جو تقدس، طوق لعنت، ۽ رسالت پي،
صفا سُچ، مال، زر، شاھي، گدائي، حڪم، حڪمت پي،
حقيقت ھردو عالم جي، سمايل تنھنجي ساغر ۾!

# رباعيون

نارايڻ "شيام"

( ١ )

ليڙُن ۾ جوانيءَ جي اچڻ تي ڍڪي،
پوتيءَ جو پَلُءُ سيني ڍڪڻ لاءِ ڇڪي؛
جنهن آه ڀري، ڏاڍي تهائين جوڀن،
ڍڪجي ٿي غريبي، نه جواني ٿي لڪي!

( ٢ )

محنت ڪري جن "شيام" بڻائي مالي،
محتاج رهيا سي ٿي، ڀيا ٿيا والي!
دنيا به ته ميخاني مثل آهه، جتي،
ساغر ٿيا سرشار، ته شيشا خالي!

( ٣ )

ماڻهو نه ڪو، جنهن کان نه خطا ٿي آهي،
ماڻهوءَ کان خطا ڪهڙي نه جا ٿي آهي؟
هر بار جميي ۾ ڏٺي ان ڳالهه جي ساک،
ماڻهوءَ مان ڏٺيءَ آس نه لاٿي آهي!

( ٤ )

جنن پونه بٺي، ڇا هو مٺ ڪو رستو؟
ڪولي نه هلي جيسين، بٺي ڪٺن ڪس ڪو؟
جي راهه اڳهن ناهه ته ڪيهو هاڻ ٿين،
وک اڳتي ڪڻڻ لاءِ ٿين بيوس ڇو؟

( ٥ )

اي دوست، صد افسوس، ڏنئي عقلَ عتاب،
جو سک جو سچو سارُ، تو ڄاتو سو عذاب!
انگور مٺو، تلخ شراب آهه مگر،
انگور جو من هيج، اُلهه جام شراب!

( ٦ )

مون ڀي ٿي ڪڏهن درد پريا گيت ٻڌا،
ڇا آهه مگر درد، هئو سمجهه نه سا؛
اڄ دل ۾ جڏهن درد ڪيو گهر آهي،
سي درد پريا گيت ٻڌا ڪين ويا!

( ٧ )

طوفان ۾ لوهندي به ڪنارن کي ڇُهان،
ڌرتيءَ تي هلي، آءٌ ستارن کي ڇهان؛
جنت جي منارن تي چڙهي سان، اي "شيام"،
چاهيان ته جهنم جي شرارن کي ڇهان!

## هري درياڻي ”دلگير“

### شاعر

تنهنجي ڪري ٿي چنڊ جي چانڊاڻ وڌي،
تنهنجي ڪري ٿي ڦول جي سُرهاڻ وڌي؛
هر شيءِ کي اجهل سونهن تو بخشين، شاعر!
دنيا جي فنا توکي سا چاڪاڻ وڌي؟

### جواني

ٻارائي وَهي ويئي، جواني آئي،
ڪيئن هيرَ سُتل ڪلي اچي جاڳائي:
پونري کي ڏسي لال ٿي لڄ ۾ ويئي،
مکڙي ته اڳي ڪانه هئي شرمائي!

### ڪنول ۽ سج

ڇا رات سموري تو رنو آهه، ڪنول؟
اکڙيون ڇو آئي ماڪ جي ڳوڙهن سان ڀنل؟
آ پرهه ڦٽي، آيو اجهو ساجن سج،
اُڏندين تون هينئر، ويندا سُڪي لڙڪ اجهل!

### چنڊ ۽ ”سنڌو“

توکان سوا ’سنڌو‘ ڪري ويٺي ورلاپ،
پَلَ پَلَ ۾ سدا ويٺي جپي تنهنجا جاپ؛
اي چنڊ! ذرا هيٺ لهي غور سان ڏس،
سيني تي سنڌس آهه ڇپيل تنهنجي ڇاپ!

## گووردن محبوباڻي ”ڀارتي“

( ١ )

هر وقت غمن ۾ تون گذارين ڇو ٿو؟
خود روئي پين کي تون رُئارين ڇو ٿو؟
هر رات پٺيان آهه سويرو ايندو –
اي دوست، اها ڳالهه وسارين ڇو ٿو؟

( ٢ )

ڏينهن ڪيرت ڏئي، شام ٿي آرام ڏئي،
ٿي رات به خوابن جو ڀري جام ڏئي؛
’دلڪش آ حياتي، اِئين بيزار نه ٿي!‘
آپري جي لهي، سج اهو پيغام ڏئي.



مهرالنسا انصاري (ايم. اي)

## شڪست

بهار جوڀن تي هو. چمن خوشبوءِ سان واسيل هو. شاخ شاخ سڳنڌ جي ٻار ڳالهائي رهي هئي. هر شاخ تي ڪو گل ٻن ٽن مکڙين وچان ٽهڪي رهيو هو— جڻ ستارن ۾ چنڊ! بادصبا بلبل کي گل جو پيام ڏنو. بلبل چمن جي مٿان اڏامندي انهيءَ منظر کي اکين ۾ سمائيندي رهي. گل جي پنکڙين سان ڪيئي سنيها، هن جي اکين ۾ جذب ٿي ويا. عجيب گدگدي ٿي هيٺ لهڻ لڳي. شاخ شاخ کي نظر سان ڪڍندي، پنهنجي محبوب گل جي ڀر تي ويهڻ لاءِ نمڻ لڳي. سندس پيرن جا نازڪ چنبا، شاخ جي ڏانڊيءَ ۾ پيوست ٿي ويا. گل جي ايترو ازديڪ اچي، بلبل بهار بهار ٿي ويئي. خوشيءَ وچان هوءَ گل ڏانهن سرڪڻ لڳي: هڪ پير، ٻه پير— باقي هڪ پير جو پنڌ... ۽ اوچتو گل جي دامن جو تيز تيز ڪنڊو سندس سيني ۾ پيوست ٿي ويو. هن جي دل مان آه به نه نڪتي! ڏرڪي پئي... شاخ تان چنبا ڇڏائي ويس، ۽ هيٺ اچي زمين تي ڪري ڦٿڪڻ لڳي!

*　　*　　*　　*

چانڊاڻ پنهنجي جوڀن تي هئي. چنڊ به ڪي ڳالهائي رهيو هو. چڪور، چنڊ جو سنيهو ٻڌو. دور آڪاس ۾، سندس پرڙا خوشيءَ مان ڦهلجي ويا. چنڊ به ٽهڪڻ لڳو؛ شعاعن جي آڱرين سان اشارا ڏيئي چڪور کي سڏڻ لڳو. چڪور جو پرواز تيز ٿي ويو. پرٻان افق ڪان هڪ ڪاريءَ ڪڪريءَ ليئو پاتو. چڪور کي چنڊ ڏانهن تيز تيز اڏامندو ڏٺائين— ڪانئس ڪل نڪري ويئي. هوءَ به چنڊ ڏانهن وڌڻ لڳي— خرامان خرامان! چڪور جو پرواز اڃا به تيز ٿي ويو. سندس سنهڙين ڪنڀڙائين مان عجيب سُر نڪرڻ لڳا... باقي ٿورو فاصلو!— چڪور جي اکين ۾ چانڊاڻ جو روح ترڻ لڳو. باقي ڪو پنڌ... چاڻ کي پهتو! ۾ اوچتو ڪاريءَ ڪڪريءَ چنڊ کي پنهنجيءَ جهول ۾ آڻي ڇڏيو. چانڊاڻ گم ٿي ويئي. چڪور جي اکين جي بينائي ختم ٿي ويئي. پرڙن مان پرواز جو سَت آڏامي ويو...... ۽ سندس ٻت نستو ٿي، هيٺ گهراين ۾ ڪرڻ لڳو...... هيٺ عميق اونهائين جي ساگر کيس پنهنجيءَ جهول ۾ جاءِ ڏني!

*　　*　　*　　*

شفق جي ڪنوار، سرخ جوڙي ۾ مُرڪي رهي هئي. آسمان جي نيراڻ، شفق جي اکين مان جهاتيون پائي رهي هئي. ڪونجن جي هڪ قطار، تيز تيز، شفق جي سرگشت ۾ شريڪ ٿيڻ ڪاڻ اڏامندي وئي. هڪڙي ڪونج ڪجهه وقت لاءِ پرڙا سنواري، گهراين ۾ تَڪڻ لڳي. نشيبي ڪائنات جو حسن هن جي دل ۾ ويهي ويو. هن جي دل اٽڪي بيهي رهي. گهڙيءَ ڪن لاءِ هن جو پرواز بہ بند ٿي ويو. اوچتو، هن کي پنهنجا رفيق ياد آيا- پنهنجو وڳر ياد آيو. دور افق مٿان، ڪونجن جي قطار، شفق جي سرخيءَ ۾، هڪ سفيد ليڪ وانگر نظر اچي رهي هئي.

وڇڙيل ڪونج پنهنجا پرڙا تيزي سان هلائڻ لڳي. هوءَ شفق کي ويجهي ٿيندي وئي. باقي ٿورو پنڌ، باقي ٿوري وٿ- ۽ پوءِ...... پر اوچتو شفق جي ڪنوار جي جوڙي جي ڳاڙهاڻ عنابي ٿي وئي- عنابيءَ مان ناسي، ۽ ناسيءَ مان ڪاري! افق ماتمي چادر ڍڪي ڇڏي. وڇڙيل ڪونج هڪ آه پري... ڪونجن جي قطار هن جي نظرن کان غائب ٿي چڪي هئي. هن جون آهون سڏڪن ۾ بدلجي ويون. هن کان پرواز ڇڏائي ويو...... ۽ پهاڙ جي هُن پار، اونداهين جي اروڙ هن کي ڳوڪائي ڇڏيو!

*　　　*　　　*　　　*

سنگيت جي ديويءَ آس جا ديپڪ جلايا. هلڪي هلڪي جوت چوڌس ڦهلجي وئي. نراشا جي آنڌي آئي- ۽ چوطرف اماس جي رات ڦهلجي وئي! زندگيءَ جي اکڙين مان هڪ لڙڪ لڙي ڪيڙيل تاري جيان، اميد جي رخسارن تان ٿيو ڪائيندو، نااميديءَ ۽ شڪست جي زمين ۾ جذب ٿي ويو!



# ٢

افسانا


۱. وطن — ثميره زرين
۲. پريم ۽ سند رتا — موهن "ڪلپنا"
۳. ڪارو پاڻي — جمال ابڙو
۴. "جي تند برابر توريان..." — شيخ "اياز"
۵. "بابلي" — عبدالحق "عظيم"
۶. قانون ۽ انصاف — خليل جبران
سنڌيڪار: "حافظ" حسيني


## هڪ ڏينهن جي ڳالهه...


۱. روزي جي سائي — محمد ابراهيم جويو
۲. لولي — علي بخش ميمڻ

ـ "ادب معاشري کي 'ذهن' ڏئي ٿو ـ يا ڏيندو هو. هن جو تعلق معاشري جي تهذيبي زندگيءَ سان آهي. اها تهذيبي زندگي ئي معاشري جو ذهني معيار مقرر ڪري ٿي. معاشري جي تهذيبي زندگي مذهبي، اخلاقي ۽ سياسي قدرن سان گڏجي ٺهي ٿي. انهن قدرن جو گڏيل شعور ۽ انهن جو ڦهلاءُ، مجموعي طور تي هڪ تهذيب جي صورت ۾ اسان جي اڳيان اچي ٿو. ادب جو ڪم انهيءَ شعور کي ڳولڻ، حاصل ڪرڻ، ٻين تائين پهچائڻ ۽ ان کي زندگيءَ جي نون مطالبن سان لاڳاپي ۾ رکندو اچڻ، آهي."

ـ مجتبيٰ حسين

ثميره زرين

# وطن

ٽرين تيز رفتار سان پنهنجي منزل مقصود ڏانهن ڊوڙي رهي هئي. هن جا خيال ٽرين جي رفتار کان به تيزيءَ سان، ماضيءَ جي زندگيءَ پٺيان ڊوڙي رهيا هئا. آهستي آهستي، ٽرين جي رفتار ڍري ٿيڻ لڳي. هن دريءَ کان منهن ڪڍي ٻاهر ڏٺو. وڻ ٽڻ ائين بي تحاشا ڊوڙي رهيا هئا، ڄڻ ڪنهن جي تلاش ۾ سرگردان هجن. هو خود به ته ڪنهن وڇايل شيءِ جي تلاش ۾ ايترو پري کان اچي رهيو هو. هو ان بابت ئي سوچي رهيو هو. گاڏي پليٽفارم جي حد اندر داخل ٿي. هن تختيءَ تي لکيل شهر جو نالو پڙهيو. هن جون اکيون خوشيءَ جي احساس کان چمڪڻ لڳيون. مدت کان پوءِ هن جي ديرينه آرزو پوري ٿي رهي هئي. هو ڪيترو نه خوش ٿي نظر آيو- ڄڻ ڪنهن پار ڪي پنهنجو دل گهريو راند ڪو ملي ويو هجي! هن پنهنجو سامان اڳ ۾ ئي بند ڪري رکيو هو- جيئن هو منزل تي پهچي، ته زياده هڪ منٽ به ڪانئس جدا نه رهي. ٽرين بيٺي ئي مس، ته هو ڪمپارٽمنٽ جو دروازو کولي، هڪ ڪوليءَ کي پنهنجو سامان لاهڻ لاءِ چئي، هيٺ لٿو. هن جي قدم قدم سان سرهائيءَ جي ساک ٿي ملي. هن هڪ ڀرپور سڪ ڀري نگاهه پليٽفارم تي وڌي. پرءَ گهڙيءَ، خلاف اميد، هن کي ڪجهه مايوسي ٿي. ڪيس اٺ سال اڳ جهڙي اها رونق نظر نه آئي، جهڙي هو هتان وڃڻ وقت اتي ڇڏي ويو هو. اهو ڏسي، هن کي سخت افسوس ٿيو. ٽانگي واري کي هڪ هوٽل جو پتو ڏيئي، هو اتي پهتو. شهر جي گليءَ گليءَ ۾ هن جي قدمن جا نشان ثبت هئا. اهي ئي رستا، اهي ئي راهون! هن ائين محسوس ڪيو، ڄڻ اهي سڀ گونگيءَ زبان سان کيس خوش آمديد چئي رهيا هئا.

هو آمريڪا کان اڄ هتي آيو هو. سندس پيءُ کيس اتي خط لکيو هو ته هُو امتحان ختم ڪرڻ کان پوءِ، پاڪستان - پنهنجي وطن - سان ٿيندو اچي. کيس هتان پنهنجيءَ ڏاڏيءَ جي تصوير کڻي وڃڻي هئي، جيڪا هو پارت وڃڻ وقت کڻي نه سگهيا هئا، ۽ اتي ئي جڳهه ۾ رهجي ويئي هئي. پڻس انهيءَ لاءِ تاڪيد ڪئي هيس ته "هينئر منهنجي زندگي ختم ٿيڻ تي آهي، ۽ مان مرڻ کان اڳ، هڪ دفعو پنهنجيءَ مهربان ماءُ جي تصوير ضرور ڏسڻ ٿو چاهيان.

منهنجي تمنا آهي ته منهنجو پويون پساهه به آئي پورو ٿئي، جتي مون پهريون ساهه کنيو هو؛ ليڪن منهنجي اها تمنا شايد پوري نه ٿي سگهندي - تون ئي منهنجا سلام منهنجي وطن کي ڏج!"

هو بت پرست ته ازلي هئا. ڪنهن تصوير جي ايتري پرستش ڪرڻ هنن لاءِ ڪا وڏي ڳالهه ڪانه هئي - پر سندس پيءُ جو اهو جذبو بيشڪ قابل احترام هو. هُن کي پنهنجيءَ ماءُ لاءِ دل ۾ بيحد عزت هئي. چوندا هئا ته روز صبح جو، آفيس وڃڻ وقت، هو پنهنجيءَ ماءُ کي پيرين پئي ويندو هو. هوءَ به کيس دعائون ڪندي هئي، ۽ انهيءَ مهربان ماءُ جي دعائن جي بدولت ئي، هو غريب مان ڦري امير ٿي پيو هو. هن پنهنجو عاليشان مڪان به ٺهرايو هو، ۽ هڪ موٽرڪار به ورتي هئائين. جڏهن هن جي ماءُ سري ويئي، تڏهن ان جي هڪ وڏي تصوير پنهنجي ڪمري ۾ ٽنگي ڇڏيائين؛ ۽ روز صبح جو آفيس وڃڻ وقت تصوير ۾ ماءُ جي پيرن تي هٿ رکي سندس روح کي دعا ڪندو هو. ليڪن جڏهن کان هندستان جو ورهاڱو ٿيو هو، هو پنهنجيءَ ماءُ جي تصوير کان به جدا ٿي ويو هو.

راج کي آمريڪا ۾ جڏهن پيءُ جو اهو خط مليو، تڏهن سندس دل پيءُ جي انهيءَ آخري آرزو کي پوري ڪرڻ لاءِ بيچين ٿي وئي، ۽ هوءَ آمريڪا جي رنگينين کي به ان وقت وساري ويٺو. کيس پيءُ خط ۾ وطن وڃڻ لاءِ ائين ته اصرار ڪيو هو، جيئن ڪو بزرگ پنهنجي اولاد کي حج تي وڃڻ لاءِ هٿائي، ياجئن ڪو پنڊت پنهنجي پياري چيلي کي تيرٿ ياترا جي تلقين ڪري: ڇيناڪ هنن لاءِ پنهنجي وطن جي سرزمين ايترو ئي مقدس هئي!

پيءُ جو خط پڙهي، راج جي دل ۾ به اهي ئي امنگ آسري آيا. هن جي اکين آڏو پنهنجي مٺڙي وطن جا سادا سودا، محبت ۽ خلوص پربا پيچرا گهمي ويا، ۽ هو وقت جو بيچينيءَ سان انتظار ڪرڻ لڳو ته جلد امتحان ختم ٿئي، جيئن هو پاڪستان وڃي سگهي.

هڪ ڏينهن، هڪ امريڪن دوست کيس واپس وڃڻ لاءِ ايترو آتاولو ڏسي، چيو:

"تون انڊيا وڃڻ لاءِ ته ڏاڍو بيچين ٿو نظر اچين!"

"نه، مان پاڪستان وڃڻ لاءِ بيچين آهيان."

"پر تون ته انڊين آهين!"

"ها، مگر منهنجو وطن پاڪستان ۾ آهي - ۽ مان ائين سالن بعد پنهنجي وطن وڃي رهيو آهيان!"

"ڇا، تنهنجو وطن بيحد خوبصورت آهي؟" امريڪن دوست، کيس هتان جي رنگينين سان مانوس نه ٿيندو ڏسي پڇيو.

"ها بيحد خوبصورت! جيڪڏهن تون اهو منهنجين اکين سان ڏسين، ته توکي منهنجو وطن بيحد خوبصورت نظر ايندو." راج جذباتي ٿي ويو هو. هن جي ذهن جي اُفق تي هڪڙو گنڀير فلسفي چهرو اڀري آيو هو. هو پوءِ ڪيتري دير تائين ان جي سوچ ۾ گم ٿي ويو هو.

اهو "احمد" هو، جنهن سان گڏ هن ڪاليج تائين تعليم حاصل ڪئي هئي. هُو سندس پاڙيسري خانصاحب قريشيءَ جو پٽ هو؛ ۽ بيءَ وانگر ئي بلند اخلاق هو. هتن جي ايتري دوستيءَ ڪي ڏسي، ڪاليج جي اڪثر ڊرامن ۾ ڪين هيرو ۽ هيروئن جو پارٽ ڏنو ويندو هو. گلابي رنگت ۽ خوبصورتيءَ جي ڪري، راج کي هيروئن جو پارٽ ملندو هو؛ ڊگهي قد ۽ ويڪريءَ ڇاتيءَ وارو فلسفي مزاج احمد، سندس هيرو بڻبو هو.

هن کي ياد آيو... هڪ دفعي، چانڊوڪي رات ۾، ٻنهي باغ ۾ وڃڻ جو پروگرام بنايو هو. جڏهين چنڊ آسمان جي نيرين گهرائين تي جلوه افروز ٿيو، ته هو گهر ۾ سئنيما جو بهانو ڏيئي باغ ڏي هليا ويا. اتي هو پاڻيءَ جي حوض ۾ پير لاڙي، فلسفي، سياست ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي گفتگو ڪرڻ ويهي رهيا. جڏهين احمد گنڀير نوع ۾ فلسفي جي ڪاڳالهه ڇيڙيندو هو، تڏهين راج ائين محسوس ڪندو هو، ڄڻ هن جي اندر ڪنهن يوناني فيلسوف جو روح سمائجي ويو هجي. حوض جي شفاف پاڻيءَ ۾ چنڊ جي سهڻي عڪس کي ڏسي، دفعتاً احمد جو رسيلو ۽ سوز ڀريو آواز باغ جي خاموش فضا ۾ گونجي ويندو هو-

"او... رهي وڃ رات پنهور ۾!...... پيرين پوندي سانءِ......"

فضا جي مڪمل خاموشي ڄڻ احمد جي راڳ جو ساز بڻجي ويندي هئي. راج راڳ ٻڌڻ ۾ بلڪل بيخود ٿي ويندو هو. خود احمد به چنڊ جي دلڪش عڪس کي تڪيندو، راڳ جي تان سان گڏ، فضا جي لامحدود وسعتن ۾ پرواز ڪرڻ لڳندو هو. جڏهن احمد جو راڳ ختم ٿيو، ته راج ائين محسوس ڪيو، ڄڻ ڪنهن آسمان جي بلندين تان کيس پستيءَ ۾ ڪيرائي ڇڏيو هجي! احمد کيس ائين محو ڏسي ٽوڪيو هو:

"اڙي، ننڊ اچي ويئي ڇا؟"

"آن ... اوه! سچ پچ ته ننڊ سان سجاڳ ڪري ڇڏيئي!" راج کيس چيو هو. احمد جي نگاهه واچ تي پئجي وئي-

"اوهه، سادا چار ٿيا آهن!" ۽ پوءِ هو ٻئي اٿي گهر آيا هئا.

راج جيئن چورن جيان گهر وڃڻ لڳو هو، تيئن پهريدار کيس ڏسي ورتو؛ ۽ صبح جو پٿس وٽ چغلي هنيائين. الهيءَ تي پٿس کيس سخت ڇينڀيو هو. صبح جو احمد کيس ٻڌايو:

"راج! امان ايترو ته ناراض ٿي آهي-ايترو ته ناراض ٿي آهي، جو بس! چوي پيئي، 'شرم نٿو اچيئي، ساري ساري رات ٿو غائب رهين!' -جڏهن مون کيس ٻڌايو ته راج مون سان گڏ هو، تڏهن بس ڪيائين."

راج کان ٽهڪ نڪري ويو: "اڙي مون سان به ائين ٿيو! صبح پتاجيءَ مون کي چيو، 'ايتري دير اڪيلو ڇا پئي ڪيئي؟ نالائق ... !'

"مون کيس چيو 'پتاجي، سان اڪيلو ٿوروئي هوس...'، ته پڇيائين: 'تڏهين ٻيو ڪير هو تو سان گڏ؟'

"داحمد!"

"هون!" پتاجيءَ جو غصو ٿڌو ٿي ويو. مون کي تنهنجي ٿالي جي اثر تي سچ پچ ڏاڍي حيراني ٿي، ۽ مان ٻاهر اچي کيس ويٺس".

راڄ جي ذهن ۾ ماضيءَ جي يادگيرين جا ڪيترا ئي ديپڪ جرڪڻ ڪرڻ لڳندا هئا. اڄ هو پنهنجي وطن آيو هو، ۽ من جي سالن جي سڪ پوري ٿي.

هوٽل ۾ ڪاڏي ۽ رهڻ جو ضروري بندوبست ڪري، هو ٻاهر نڪتو. ڪيترا ئي جاتل سڃاتل رستا ۽ چونڪ لتاڙي، هن جا قدم هڪ عاليشان جاءِ جي اڳيان اچي خودبخود بيهجي ويا. اڳتي وڌي هن دروازو کڙڪايو. اندران هڪ سانورو ڇوڪرو ٻاهر نڪري آيو. ڇوڪرو سنڌي بلڪل نٿي لڳو. هُو مايوس ٿي ويو.

"ڪهڙو ڪم آهي؟" ڇوڪري اڻنگائيءَ سان سوال ڪيو.

"تو کان ڪو وڏو اندر هجي ته ان کي موڪل."

ڇوڪرو اندر هليو ويو. ٿوري دير بعد هڪڙو ماڻهو ٻاهر آيو. اهو شايد ڇوڪري جو پيءُ هو.

"فرمايو؟" هن کڙڪ لهجي ۾ چيو.

"مان هيءَ مڪان ڏسي سگهان ٿو؟ - صرف ڪجهه دير واسطي."

"اوهين ڪير آهيو اسين جي مڪان کي ڏسڻ وارا؟"

هن نرميءَ سان ڳالهائڻ ته شايد گناهه ٿي سمجهيو. راڄ کي پنهنجي عجيب مبهم سوال جو احساس ٿيو. هن وضاحت ڪئي:

"جناب! هيءَ مڪان منهنجو آهي، يعني ڏهه سال اڳ هيءَ منهنجي ملڪيت هو: ۽ هينئر مان ان کي فقط ٿوريءَ دير لاءِ ڏسڻ ٿو چاهيان. منهنجو ٻيو ڪو مقصد ڪونهي دراصل انهيءَ جڳهه جي اندر ......"

هن جملو اڌ ۾ ڪٽي بگڙيل سنڌيءَ ۾ چيو:

"هي مڪان اسين الاٽ ڪرايو آهي، صاحب! اسين جو پارٽ ۾ هن کان به وڏو عاليشان ڪوٺي هوا!" ۽ هو پنهنجي اڳين پوئين هسٽري وڏي واڪ پڌائڻ ۾ لڳي ويو.

راڄ جي چهري تي بيزاريءَ جا اهڃاڻ تري آيا.

"پر صاحب! هينئر ڪهڙو ڪمبخت اوهان کان هيءَ جاءِ کسڻ ٿو چاهي؟ مان ته صرف ڏسڻ لاءِ ٿو چوان، ۽ ......"

"جناب! هن متعلق اوهان ڪسٽوڊين سان بات ڪري سگهو ٿا!" ائين چئي، هن جواب جي انتظار جي ضرورت نه جاڻي، دروازو بند ڪري ڇڏيو. راڄ انهيءَ بدتهذيبيءَ تي حيران رهجي ويو.

'خود پنهنجي وطن کان دور ٿي ڪري، هيءَ مون پيوطن جي هن سڪ جو احساس ڪيئن طرح ڪري سگهيو ٿي ......' - پر هن ته سندس بي انتها سڪ کي ٺوڪر هڻي ڇڏي!



"گهٽي"

(ورتل)
- چترڪار: ا.ح. رمل

'آه، اسان انسان جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ ڪيتري نه نفرت پيدا ٿي چڪي آهي!' راج سوچيو. هن هڪ نگاهه جاءِ تي وڌي - اُها جاءِ، جنهن ۾ هن زندگيءَ جا ٽيويهه سال گذاريا هئا. جنهن گهر ۾ هن ڇهه سال اڪيون کوليون هيون، اڄ انهيءَ آڪيري اڳيان هو ٻجري ۾ پيل پيوس ٻڪيءَ جيان تڪي رهيو هو - حيران ۽ ششدر!

هن ڏٺو ته سندن وڃڻ کان پوءِ انهيءَ جڳهه جي مرمت بلڪل نه ڪئي ويئي هئي. دروازي تي چڙهيل 'ٻگن بوليا' جي ول به سڙي وئي هئي؛ پر اها سڙيل ول، اڃا به ڪنهن جي بهار جو يادگار بڻي، اتي جو اتي چڙهي بيٺي هئي! رنگ برنگي گلن ۽ مکڙين جو ته اتي پتوئي ڪونه هو. ڪيترو نه ڏک ٿيو هوندو راج کي، اهو سڀڪجهه ڏسي!

هن جو ڪمرو ٻيءَ منزل تي هو. هن جي نگاهه بي اختيار پنهنجي پراڻي نشيمن ڏانهن کڄي وئي. ڪيس روشندان ۽ رستي کان کُلندڙ دريءَ مان دونهون نڪرندو نظر آيو. هن جي دل کي ڇرڪ اچي ويئي. لونءِ لونءَ لوساڻجي ويئي. هن جي ڪمري کي بورچيخانو بڻايو ويو هو! جنهن ڪمري کي هن سدا صاف ۽ سينگاريل رکيو ٿي؛ جنهن ۾ ساهه کڻي سيبائيندڙ ٿڌاڻ ۽ فرحت پئي محسوس ٿيندي هئي - اڄ سندس انهيءَ ڪمري ۾ مسلسل باهه ٻري رهي هئي! 'شايد تڏهن ئي منهنجي دل ۾ اٻتري سوزش محسوس ٿيندي هئي!' راج سوچيو. ۽ يڪايڪ هن جي ڪنن ۾ جڳهه جي نئين مالڪ جا گفتا گونجڻ لڳا: "يارت ۾ اسين جو هن کان به وڏو عاليشان ڪولي هوا" ... 'تڏهن ئي ته جڳهه جو صحيح استعمال ٿي رهيو آهي!' راج ٻڙڪيو.

هن هڪ سرسري نگاهه پاڙي جي جڳهين تي وڌي. خانصاحب قريشيءَ جي بلند ديوارن واري بلند عمارت اڃا بيٺي هئي، جهڙي هُو ڇڏي ويو هو. انهيءَ گهڙيءَ خانصاحب قريشيءَ جي جاءِ مان اٽڪل سترهن ورهين جو هڪڙو ڇوڪرو ٻاهر نڪتو. راج جون نگاهون هن جي چهري تي کُپي ويون. ڇوڪرو هن جي ويجهو اچي، مٿس سرسري نگاهه وجهي، اڳتي وڃڻ لڳو. راج کي ڇوڪري جا مهانڊا مانوس معلوم ٿيا. هن اڳتي وڌي ڇوڪري جي ڪلهي تي هٿ رکيو. ڇوڪرو البت وائڙو ٿي ويو.

"تون خانصاحب قريشيءَ جو پٽ شفيق آهين نه؟" راج هڪدم پڇيو.

"جي ها. فرمايو، اوهان جو مون ۾ ڪهڙو ڪم آهي؟"

"اوه! تون مون کي نٿو سڃاڻين؟"

شفيق، راج جي چهري کي چتائي ڏٺو؛ پر هو کيس سڃاڻي نه سگهيو -

"جي نه......"

"مان وشنداس جو پٽ راج آهيان!"

"ادا، توهان آهيو!" شفيق بي اختيار راج کي ڀاڪر پاتو. راج جي دل خوشيءَ وچان ٽڙي پيئي. شفيق پوءِ راج کي پنهنجي گهر وٺي ويو.

"احمد ڪٿي آهي؟" راڄ پڇيو.

"ادا احمد حيدرآباد آهي. هينئر هو اتي انجنير آهي."

"هون! گهر سڀ خيريت آهي نه؟ اسان جن ته خوش آهن؟"

"ها، سڀ خيريت آهي. چاچا خوش آهي؟"

"جي...... خانصاحب جن ڪٿي آهن؟ مان ساڻن ملڻ ٿو چاهيان."

"خانصاحب......" شفيق هڪدم اداس ٿي ويو. هن جي چهري تان اها سموري خوشي جڻ ڀر ڪري آڏامي ويئي، جيڪا گهڙي اڳ هن راڄ کي ملڻ سان محسوس ڪئي هئي.

"خانصاحب گذاري ويو، راڄ!" شفيق گهٽيل آواز ۾ چيو. هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا.

"اوه!" راڄ جي هٿن مان جڻ ڪجهه ڪري پيو. هن جي اکين آڏو خانصاحب جي پرعظمت تصوير ڦري وئي. خانصاحب، جيڪو نه هندو هو، نه مسلمان: جيڪو محض انسان هو- هڪ عظيم انسان! هو وڏي عهدي تي فائز هو، ليڪن ان جو ڪيس ذرو به تڪبر ڪونه هو. آفيس ڪان ٽڪجي اچڻ ڪان پوءِ به، جيڪڏهن ڪو غريب وٽس ڪا معمولي درخواست ئي ڪٺي ايندو هو، ۽ هو ان وقت خواهه مانيءَ چونه پيو ڪائيندو هجي، ته اڌ مان اٿي به، هو ان جي خاطر خواهه مدد ڪندو هو. هن جي در تان ڪوبه ضرورتمند هٿين خالي واپس نه موٽيو هو. هو غريبن جي مفاد لاءِ ڏينهن رات ڪوشش ڪندو هو. ليڪن جتي هزارين غريب هجن ۽ هزارين انهن جو خون چوسيندڙ، اتي هن هڪ جي ذاتي مدد ڀلا شهر جي ڪيتري غربت ئي دور ڪري سگهي؟

خانصاحب سان سندن واقفيت محض پاڙيسري هجڻ ڪري هئي، ليڪن خانصاحب جي بلند ڪردار ۽ حليم طبيعت ڪين ڇڪي، پاڻ جي ايترو ته ويجهو ڪري ڇڏيو، جو هو هڪ گهر جا ڀاتي معلوم ٿيندا هئا. هڪ دفعي راڄ جي پيءُ تي ڪنهن شڪ ۾ ڪوڙو مقدمو ئي هلايو ويو. هو خانصاحب وٽ مدد لاءِ ويو. اول ته خانصاحب لڪل طور اها جاچ ڪئي ته برابر هو بيگناهه آهي: ۽ جڏهن ڪيس پتو پيو تہ هو واقعي بيقصور آهي، تڏهن خود پاڻ کي جوکي ۾ وجهي، هن سندس مدد ڪئي هئي- ايتريقدر جو لڳاتار ڊڪ ڊوڙ ڪري، ڪيس سخت بخار به اچي ويو هو. ان کان پوءِ هي ٻئي پاڙيسري هڪ ٻئي جا گهاٽا دوست بنجي ويا.

راڄ جي ذهن جي افق تي هڪ پرعظمت، شفقت ڀريو چهرو ابري آيو ۽ هن جون اکيون ڳوڙهن سان تر ٿي ويئون. هو اڃا خيالن جي دنيا ۾ الائي ڪيترو وقت گم رهي ها، نه شفيق جي آواز ڪيس پاڻ ڏانهن متوجهه ڪيو:

"ادا، توهان هاڻي اسان وٽ رهندؤ نه؟"

"ها، چونه رهندس!" راڄ جواب ڏنو.

ڪن رکي، راڄ چيو: "اسان سانول سنگهه کي چٺي ويا هئاسين ته هُو جڳهه توهان کي ڏئي: پوءِ توهان نه ورتي ڇا؟"

”ها ، سانول سنگهه برابر خانصاحب کي چيو هو، ليڪن خانصاحب کيس انڪار ڪيو هو. خانصاحب چيو هو ته ’اول ته اسان کان وڌيڪ جڳهه جي انهن کي ضرورت آهي، جيڪي اتي پنهنجو سڀڪجهه ڇڏي آيا آهن‘؛ تنهنڪري......“

جملو اڌ ۾ ڪٽي، راڄ چوڻ لڳو:

”ها ، اٿين ته برابر آهي. منهنجو اهو مطلب هرگز نه هو ته هُو ڇو ويا؟ اهي ۽ اسين ته هڪجهڙا آهيون - ٻئي بيوطن! اسان کي ته هڪ ٻئي سان وڌيڪ ويجهڙائي هئڻ گهرجي. باقي اگ...اسان کي اها خبر ٿوروئي هئي ته پنهنجي وطن ۾ هيئن اجنبي مهمانن جيان اچڻو پوندو!“
راڄ جو آواز ڏک سان ڀرجي ويو. شفيق کيس ٻڌايو :

”خانصاحب چوندو هو ته هندوستان ۽ پاڪستان جي فضول جهڳڙن ڪري، ٻنهي ملڪن کي جيڪو به لٽ جو مال هٿ آيو آهي، انهيءَ کي شوق سان وٺي پنهنجن گهرن کي سينگارڻ به انسانيت جي وڏي توهين آهي! ادا ، توهان اعتبار نه ڪندا ته اسان انهن مان ڪا هڪ به چيز نه ورتي آهي - جيڪي ان وقت سستي ٻڳڙن تي وڪامجي رهيون هيون!“

راڄ ، خانصاحب جي ايڏي بلند خياليءَ تي حيران هو.

”اهڙيءَ طرح شوق سان شيون خريد ڪري ، پنهنجن گهرن کي سينگارڻ مان ته انهن ماڻهن جي اها ذهنيت ٿي ظاهر ٿئي، ته هو اهڙن خوني جهڳڙن جا شوقين آهن ، ۽ اهڙا افسوسناڪ ۽ دل ڏاريندڙ منظر ڏسندن دلين ۾ ڪو به کهڪاءُ يا انساني همدرديءَ جو جذبو نٿا پيدا ڪن! - خانصاحب اسان کي ائين ئي سمجهايو هو.“ شفيق وڌيڪ ٻڌايو.

راڄ پوءِ شفيق کان موڪلائي، ٻئي ڏينهن هوٽل تي ملڻ جو وعدو ڪري، موٽي هوٽل تي آيو. ماني کائي، آرام جي ارادي سان ليٽي پيو. ليٽي ئي ليٽي هن جي ذهن آڏو ماضيءَ جا لاتعداد اڪيچار پيچرا گهمي ويا. کيس اهو وقت ياد اچي رهيو هو، جڏهن هن جي ڀرپور پيار جنم ورتو هو... يڪايڪ هن جي اکين اڳيان پنهن جي شاديءَ وارو منظر گهمي ويو-

هو شاديءَ جي انتظام ۾ مشغول هو. پنڊت منتر پڙهي چڪو هو. ٻاهر شرنائيءَ رخصتي گيت ڇيڙي ڇڏيو. پينڊ هڪ دردبلو سُر آلاپي رهي هئي. سندس ماءُ ۽ پيءُ جون اکيون باربار ڇلڪي رهيون هيون، ۽ هو خود به بيحد اُداس هو. اهو ڪهڙو نه عجيب منظر هوندو آهي، خوشيءَ ۽ غميءَ جي گڏيل احساس وارو! گهوٽيتن جي خوشيءَ جو ته ڪو ٺڪاڻو ئي نه هوندو آهي؛ ۽ ڪنواريتن جي دلين تي خوشيءَ سان گڏ غم جي لهر به ڇانيل هوندي آهي!

هو سڏڪن ڀريندي پيڻ کي هميشه لاءِ هن گهر مان وٺي ڪار ۾ ويهارڻ لڳو ... ته گهوٽ وارن جي ڄڃ مان هن کي هڪ صبيح چهرو نظر آيو - جارجٽ جي ستارن لڳل آسماني رنگ جي ساڙهيءَ ۾ ملبوس جواني! ان وقت هن کي ائين محسوس ٿيو هو، ڄڻ تارن ڀريل آسمان تي چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي رهيو هجي. هن جون نگاهون ڀري کان انهيءَ چهري کي چهڻ لڳيون ... ۽ ...... ۽ هن جي دل ڪر ٿي ويئي.

ساهيڙين ’بابل‘ جو گيت ڇيڙي ڇڏيو. شرنائيءَ جي سوز ڀري آلاپ سان ڪيترن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. راج اکيون کڻي مٿي ڏٺو ته آنهيءَ آسماني ساڙهيءَ واريءَ جي اکين ۾ به ستارا چمڪي رهيا هئا. راج جي اداس دل ڪنهن خيال کان مشڪي ڏٺو- ’ڪنهن ڏينهن پاڻ به ته ائين وينديءَ!‘ هن سوچيو.

هوءَ راج جي ڀيڻ جي ساهرن جي رشتيدار هئي. شاديءَ کان پوءِ، جڏهن ’نمو‘ روز صبح جو وٽن ايندي هئي، ته گهڻو ڪري ”آشا“ کي به ساڻ وٺي ايندي هئي. راج جي دل به خوشيءَ سان ڀرجي ويندي هئي! هُو سڀني جي موجودگيءَ ۾ ڳالهائيندا هئا. سندن اکين مان جلڪندڙ چاهه جي جذبي، هڪ ٻئي کي اهو چڱيءَ طرح ڄاڻائي ڇڏيو ته ’منهنجي دل ۾ تون آهين!‘

راج خيال ئي خيال ۾ الائي ڪيترا محل تعمير ڪندو هو. سندن ملڻ ۾ ڪابه رڪاوٽ ڪانه هئي. ذات ساڳي هين. آشا امير هئي، ته راج به امير هو. ۽ ان کان وڌيڪ جيڪڏهن ڪي رڪاوٽون پيدا به ٿين ها، ته راج پنهنجي پيءُ جو لاڏلو پٽ هو- ۽ کيس اهو چڱيءَ طرح معلوم هو ته سندس پيءُ هن جا جذبا هرگز ڪين ڏڪوئيندو. کيس پنهنجي محبت تي ناز هو. ليڪن، قدرت ته ڪنهن جا لاڏ سهڻ واري نه هئي؛ ان راج جو لاڏ به نه سٺو. هُو دل ۾ ارمانن جا محل تعمير ڪري رهيو هو، ته پاڪستان ٺهي ويو. هندوستان جو ورهاڱو ٿيو. چوطرف گهور انڌيرو ڇانئجي ويو. انهيءَ افراتفريءَ جي عالم ۾ ڪي ڪٿي ڀڄڻا، ته ڪي ڪٿي. راج بمبئي هليو آيو... ۽ ’هُوءَ‘ الائي ڪٿي وئي؟ کيس ته اها به خبر نه هئي ته هوءَ اڃا زنده به آهي، يا موت جو شڪار ٿي وئي. آشا هن جي دل کي تراشا سان ڀري هلي وئي- الائي ڪٿي؟ ليڪن اڄ به سندس ياد جو ديپڪ، راج جي دل ۾ پنهنجي جوت جلائي رهيو هو.

راج جون اکيون ڳوڙهن سان ٽمٽار ٿي ويون...... رات جو ڪيتري دير تائين، هو يادگيرين جي ٽم ٽم ڪندڙ ڏيئن کي پنهنجين آلين اکين سان تڪيندو رهيو.

صبح جو هو شفيق جي انتظار ۾ هوٽل تي ئي ترسيو رهيو. هاڻي تصوير ملڻ جي اميد بيڪار هئي پلا، انهيءَ چيز لاءِ ٻئي ڪنهن جي دل ۾ ڪهڙي اهميت هئي: ڪنهن ماءُ جي تصوير جي حفاظت جي ضرورت ئي ڪنهن کي هئي؟ هتي ته هرڪنهن کي پنهنجي سر جي اچي لڳي هئي. هزارين مائرون سري چڪيون هونديون، ۽ هزارين املهه تصويرون مٽيءَ ۾ ملي ويون هونديون: ’پر جيڪڏهن اسان جي جڳهه خانصاحب جي حوالي هجي ها، ته اها تصوير ته ڇا، ان جي مٽي به امانت باسلامت ملي وڃي ها!‘

هن کي جڳهه جي ته پرواهه ڪانه هئي. اهو ته اجايو تعصب هو، جو هڪجهڙا انسان پاڻ لاءِ دل ۾ ايتري نفرت ڀري ويٺا هئا؛ ورنه ٻنهي قومن جي هنن بيوطن پاڻن کي ته پنهنجيءَ هڪ ئي مصيبت جو احساس ڪرڻ گهرجي ها- ليڪن بجاءِ ان جي، هو هڪ ٻئي جي خون جا پياسا هئا!

شفيق آيو، ته هو ان سان گڏ شهر گهمڻ ويو. هن ڏٺو ته ٻليءَ ٻليءَ جي موڙ وٽ پان ۽ سگريٽ جا دوڪان کلي ويا هئا. ڪنهن جي به ڏندن ۾ ڪيس اها شفاف چمڪ نظر نه آئي، جيڪا ڪيرمڪڙ ڪائيندڙ سنڌين جي ڏندن ۾ نظر ايندي هئي. هن بزاريون ڏٺيون، جتي ڪمخواب ۽ بنارسي ساڙهيون بي انداز ملنديون هيون، ۽ جتان ڀري ڀري جا سيليون اچي ڏاجو وٺندا هئا. اڄ انهن دڪانن تي معمولي ڪپڙا رکيا هئا. شفيق ڪيس ٻڌايو ته هتي ڪابه چيز سٺي نٿي ملي. بزار ۾، جتي اڳي مٺائيءَ جا وڏا دوڪان هوندا هئا، راڄ ڏٺو ته هينئر اتي ڪلف ٺاهڻ وارن جا دوڪان ۽ چاپيون ٺاهيندڙن جي پڙ ين جون قطارون لڳل هيون. شفيق ڪيس ٻڌايو ته شهر ۾ چوريون ڏاڍيون وڌي ويون آهن؛ ڪابه سلامتي ڪين رهي آهي. راڄ جي دل اندرئي اندر ڪهنجي رهي هئي. هو اڳتي هلندا ويا. ڪيتريون جايون ڊٺيون پيون هيون. صفائيءَ جو اڳي جهڙو انتظام ڪونه هو. چمڪندڙ سڙڪون گند سان ڀريون پيون هيون، ۽ منجهن وک وک تي کڏون کوٽيا ئي پيا هئا. راڄ هرهڪ ماڻهوءَ جي چهري کي غور سان جاچيندو رهيو. ڪيترا سنڌي به هن جي نظرن اڳيان گذري ويا هئا. ڪيس ڪٿي به اها ملاحت نظر نه آئي، جيڪا ڪير ڀيندڙ سنڌين جي چهرن تي هوندي هئي. ذري ذري تي چانهه جا دوڪان، جن وڌي واڪ چٽي رهيا هئا ته "انهن جي ملاحت اسان چورائي آهي!"

شفيق چوڻ لڳو: "وطن آهي، تنهنڪري جڏي نٿو سگهجي، باقي پارٽيشن ڪان پوءِ ته اسان جي سنڌ بنهه تباهه ٿي وئي آهي!"

"افسوس! منهنجي ملڙي سنڌ، تنهنجو رنگ ڪيڏو نه جهڪو ٿي ويو آهي! اڳين ته ڪابه چيز لٽي نظر اچي؛ سڀڪجهه بدلجي چڪو آهي! ۽ هينئر جيڪو رنگ تنهنجي مٿان زبردستيءَ چاڙهيو پيو وڃي—زبردستيءَ جو رنگ—، آهو... آهو ڪيترو نه بدنما آهي! تنهنجو آهو اڳيون اکين کي آسائش بخشيندڙ رنگ ڪيڏانهن ويو؟ هي توسان ڪنهن ظلم ڪيو آهي؟... پر تون سجاڳ ڇو نٿي ٿين؟ اٿ، وري اهوئي رنگ حاصل ڪر—تنهنجو پنهنجو رنگ!... تون ته سنڌ بلڪل نٿي لڳين!...... پر اهو اسان جوئي قصور آهي... اهو اسان جوئي قصور آهي...!"

راڄ جي دل ڏک ۽ جوش جي جذبن سان پرجي وئي. هن آهو باغ به ڏٺو، جتي احمد جا دلنشين نغما، چانڊوڪي راتين ۾ چنڊ کي وڃي چمندا هئا— "اڄ آهي گل ڪٿي... اهي بلبليون ڪيڏانهن اڏامي ويئون؟"

شفيق، راڄ جي خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو: "ادا، توهان ڪيترن ڏينهن جي پرمٽ ڪڍائي آيا آهيو؟"

راڄ جي چپن تي هڪ اداس مرڪ چانئجي وئي.

"مان ڪيترن ڏينهن جي پرمٽ ڪڍائي آيو آهيان؟" راڄ آهستي دهرايو: "شفيق! جيڪڏهن منهنجي وس ۾ هجي، ته مان هوند ساري زندگيءَ جي پرمٽ ڪڍائي اچان، پر... اها منهنجي وس جي ٻاهر ڪانهي!"

”ادا، بمبئي شهر سٺو آهي؟“ شفيق اشتياق مان پڇيو.

”ها، بيحد!“ راڄ عجيب انداز سان شفيق ڏانهن نهاري چيو. راڄ جون اکيون ڄڻ چئي رهيون هيون: ’تون منهنجي جاءِ تي هجين، ته خبر پوئي ته بمبئي سٺي آهي يا... يا پنهنجو وطن!‘

”شفيق! سان خانصاحب جي تربت جي زيارت ڪري سگهان ٿو؟“ راڄ بلڪل اوچتو سوال ڪيو. شفيق سوچ ۾ پئجي ويو- ’الائي شريعت ۾ ائين هجي، الائي نه؟‘ هن اکيون مٿي ڪري راڄ ڏانهن ڏٺو. ڪيس ان جي اکين ۾ سڪ جو ساگر ڇوليون هڻندو نظر آيو. شفيق سوچيو: ’قوم جي وڏن ليڊرن جي تربت تي جو هر مذهب جا ماڻهو عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ ايندا آهن - پوءِ؟ شريعت ته انهن سان به لاڳو آهي!‘

”ها ادا، ڇو نه!“ شفيق جواب ڏنو.

شفيق ۽ راڄ پوءِ گڏجي قبرستان آيا. قبرستان جي ٻاهرئين راڄ پنهنجو بوٽ لاهي، مٿي تي رومال رکي، هو سراپا عقيدت بڻجي اندر گهڙيو. شفيق ڪيس ڳاڙهي پٿر جي هڪ تربت ڏيکاريندي، چيو: ”هيءَ مرحوم خانصاحب جي تربت آهي.“

راڄ ڏٺو ته خانصاحب جي تربت به، خود انهيءَ وانگر، سڀني کان نرالي لڳي رهي هئي. هن جي تربت ٻين ڪيترين تربتن وانگر اوچي ڏهيل ڪانه هئي، جنهن مان تڪبر ۽ وڏائي ظاهر ٿئي؛ بلڪ انهيءَ تربت ۾ ڪيس عجيب سادگي نظر آئي. هن جا هٿ مٿي کڄي ويا، ۽ هو انهيءَ خالق کي هن مقدس روح کي آرام ڏيڻ لاءِ التجا ڪرڻ لڳو، جيڪو هر مذهب جي هر انسان جو اڪيلو خالق آهي.

راڄ جون اکيون ڳوڙهن سان تر ٿي ويون. هن کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ خانصاحب جو مشڪندڙ چهرو قبر سان آيري، سندس مٿي تي شفقت جا هٿ ڦيري رهيو آهي.

پوءِ... ڪيتري دير کان پوءِ، هو ٻئي ڄڻا اداس دل سان گهر هليا آيا.



موهن "ڪلپنا"

# پريم ۽ سندرتا

ان ڏينهن ڪيل تان موٽندي، "ريڪا" جي ٻانهن ۾ ٻانهن ڏيئي، مون چيو هو: "ها، مون وٽ سندرتا جي ڪلپنا آهي!"

"هان؟ ذرا مان به ته ٻڌان!"

"جوانيءَ جي مستيءَ سبب، هر نوجوان آدميءَ جي اکين ۾ هڪ انوکي چمڪ، چپن تي هڪ انوکي مرڪ هوندي آهي. انهن شوخين ۽ مرڪن سبب جسم ۾ هڪ انوکي چنچلتا رهندي آهي- ۽ جو چنچل آهي، اُن جي انگ انگ ۾ رقص ته رهندو ئي. اکيون ته آهن دل جون ڪوڪيون. اکيون اهو رقص ڏسن، ۽ دل ۾ موسيقيءَ جون لهرون پيدا ٿيو پون. جڏهن رقص ۽ موسيقيءَ جو ميلاپ ٿئي ٿو، تڏهن جيون ۾ هزارين بهارون اچيو واسو ڪن. انهن بهارن ۾، انهيءَ رقص ۽ موسيقيءَ ۾، انهن شوخين ۽ مرڪن ۾ جيڪو روح آهي، ان جو نالو آهي سندرتا- ۽ اها آهي منهنجي ڪلپنا!"

هن جون اکيون چمڪي اٿيون. سندس چپن جي مرڪ وڌيڪ گهري ٿي ويئي. هلندي هلندي مون هن سان چرچو ڪرڻ چاهيو:

"توکي صرف سندر چوڻ، سندرتا جي بيعزتي آهي، ريڪا!"

هن هلندي جهٽ جهوٻو ڪاڍو. سندس اکين جي شوخي، بيتابيءَ ۾ بدلجي ويئي. ٿڪي مرڪ مرڪندي پڇيائين، "چا سچ پچ؟"

"ها سچ پچ- چوته تون 'صرف' سندر نه، ليڪن 'بيحد' سندر آهين!"

۽ هڪ دفعو وري هن جو چهرو ٻهڪي اٿيو.

ليڪن ٻئي ڏينهن، "جي. جي. هاسپيٽل" جي اناٽامي ڊپارٽمينٽ ۾ داخل ٿيڻ سان، منهنجي سندرتا جي ڪلپنا چوُر چوُر ٿي ويئي. شيشن جي ننڍن وڏن ڪٻٽن اندر، اسپرٽ ۾ رکيل، انساني جسم جون ٽنگون ٻاهون، سر ڌڙ، اناٽامي (بدني علم) جي اڀياس لاءِ رکيل هئا. ٻه چار پنج شيشا اکين جا هئا: هڪ ۾ ماڻهوءَ جو سر ۽ ٻه اکيون؛ هڪ ۾ پرن ۽ پنبڻين سان ٻه اکيون؛ هڪ ۾ اکين جا ٻه بلور؛ ۽ هڪ شيشي ۾ هڪ انسان جو مغز رکيل هو. ڪي شيشا اهڙا هئا، جن ۾ جاڙا ٻار، هڪ اک وارا ٻار، ٽن اکين وارا ٻار، رکيل هئا.

اهو سڀ ڏسي، دل کنهن نامعلوم ڏڪ جي احساس وچان ڄمي ڄڻ ٺَرُ ٿي ويئي. ليڪن، جسماني سُندرتا جي پوڄاري هُنَ جي ناتي ۽ سونجهه سونجهه جي بري عادت هُنَ سبب، مان هڪ هڪ چيز کي اکيون ڦاڙي ڏسڻ لڳس.

بمبئيءَ جي ”سي. اي. ايم. ڊينٽل ڪاليج اينڊ هاسپيٽل“ طرفان مون کي، ۽ هڪ ٻئي ڪلارڪ ۽ هڪ ڊاڪٽر کي، ان اناٽامي ڊپارٽمينٽ ۾ صرف ان لاءِ موڪليو ويو هو ته اسين انهيءَ ڊپارٽمينٽ ۾ رکيل تيرهن چوڏهن انساني کوپرين جي مٿين ۽ هيٺين ڏندن ڏاڙن وغيره جي پوري ماپ وٺون، ۽ پوءِ نمبروار هڪ هڪ ڏند ۽ ڏاڙ جي سراسري ماپ ڪڍون.

مان ڀرئين ڏينهن ٿي سوچڻ لڳس: ”مان ريکا جي سندرتا جي ڪيتري نه تعريف ڪندو آهيان! منهنجي ان تعريف سبب، هُنَ ۾ سندرتا جو غرور به پيدا ٿي ويو آهي. هن منهنجي منهن ۾ نهارڻ جي بدران، پنهنجي ڪمر تائين لٽڪندڙ ٻن چوٽين جي ٻيڙين کي آڱرين ۾ الجهائڻ ۾، ۽ رکي رکي، ساڙهيءَ جو پاڙ ٺاهيندي، گهڙيءَ کاٻي ڪُلهي ۽ گهڙيءَ ساڄي ڪلهي نهارڻ ۾ ئي ٻئي چاهه ورتو آهي!... ۽ منهنجو وري پنهنجيءَ دل تي ڪهڙو اختيار آهي؟ هوءَ جڏهن ٻر ۾ ويهي، سامهون ڪنهن وڻ جي چوٽيءَ يا آسمان ۾ اڏامندڙ ڪنهن پکيءَ ڏانهن نهاري، نه معلوم ڇا سوچي مرڪي ڏيندي آهي، تڏهن دل تي قابو پائڻ مشڪل ئي نه، ناممڪن ٿيو وڃي! ڪلهه هوءَ منهنجي ٿورڙي چرچي تي ڪيترو نه پريشان ٿي ويئي هئي. مان هن جي سندرتا جي تعريف ڪريان؛ هوءَ کلي، ٽهڪ ڏئي، ڪڏهن شرمائجي به وڃي: نه ڪريان ته رهي نه سگهان! هن جي هر ادا، هر نهار، ۽ هر مُرڪ ۾ انوکو جادو هوندو آهي؛ هڪ نشو هوندو آهي. مان سندرتا جو جام پي مدهوش ٿي وڃان، ۽ زبان دل جي جذبن کي اکرن جا روپ ڏيڻ شروع ڪريو ڇڏي!...... ليڪن اها سندرتا، ڇا نظر جو دوکو نه آهي؟“

مان وڃي سامهون ڪرسيءَ تي ويٺس، ۽ هڪ نظر سامهون رکيل شيشن تي وڌم. نظر ڦري، ۽ هڪ شيشي تي ڄمي بيهي رهي؛ ۽ مان پنهنجو پاڻ هڪ طنز ڀري مرڪ مرڪي سوچڻ لڳس: ”هي آهن هڪ اِنسان جون ٻه اکيون! ڇا آهي اِنهن ۾؟- ٻه گول شيشا آهن؛ جن ۾ ڪائي گهرائي ڪانهي. ريکا جي اکين ۾ نهارڻ سان مان اِئين محسوس ڪندو آهيان، ڄڻ ته مان ڪنهن اوچي پهاڙ تان ڪنهن اونهيءَ ماتريءَ ۾ نهارڻ جو آنند وٺي رهيو آهيان. مان هن جي اکين جي چمڪ کي سمنڊ مٿان چلڪندڙ چاندوڪيءَ جيان، ۽ هن جي ڳچين جي لاليءَ کي اُفق ۾ قدرت جي لڳايل سرخيءَ جيان ٿي سمجهندو رهيو آهيان: ليڪن اهو سڀ آخر ۾ سواءِ نظر جي دوکي جي آهي ئي ڇا؟ سامهون هڪ کوپري پيئي آهي: اِهائي آهي نه اِنساني چهري جي اَصليت؟ هڏيون-ڏوس هڏيون! اَسين- هڏين مٿان ماس جي بناوٽ- سينگار تي هرڪ هاريون ٿا، ۽ اِن هرڪ جي ذرڙي ذرڙي ۾ سواءِ ’سيڪس‘ (جنسي ڪشش) جي پيو ٿي به ڇا ٿو سگهي؟...... ها، سندرتا حظ حاصل ڪرڻ ۽ جنسياتي تسڪين لاءِ نظر جو دوکو ئي آهي!“

۽ آن ڏينهن سون فيصلو ڪيو تہ هاڻ مان ڪڏهن بہ ريڪا جي سندرتا جي تعريف نہ ڪندس: پاڻ کو موقعو گولي آن تي ٺٺولي ٿي ڪندس!

آن ٿي رات، نيم پٽاندر، ريڪا وت نہ وڃي، ٭آ نچل چونڪ٭ ۾ پان کائڻ لاءِ گهر مان نڪتس، جو ريڪا جو سڏ پٽم. جونيئر بي. اي. پڙهندڙ ريڪا منهنجي پاسي واري بلاڪ ۾ ئي رهندي هئي. نزديڪ ايندي، لال ڪناريءَ واري سفيد ساڙهيءَ جي هڪ ڪنڊ کي ڪاڻي چيچ ۾ گول ويڙهيندي چيائين، "ڪيڏانهن؟"

"آ نچل چونڪ."

"مان بہ ٿي هلان."

اسين پئي هلندا رهياسين.

"چندر، اڄڪلهہ ڊپارٽمينٽ ۾ ڪم سخت تہ ڪونہ هو؟"

"عجيب شڪليون ڏٺم." مان مذاق ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويس.

"يعني؟"

"يعني، اکين جي ڪوين ۾ بہ ڪوڙيون وجهي، ان تي بہ ڪارا داغ لڳائي، آئيس ۾ سون کي ان جي تعريف ڪرڻ لاءِ چيو ويو!"

"مطلب؟"

"پن مرگهہ-نيڻن ۽ پن داغي ڪوڙين ۾ وڏو تفاوت ڪونهي، جو تون ان جو مطلب نہ سمجهي سگهين، ريڪا!"

"مون اڃا بہ تنهنجو مطلب نہ سمجهيو."

"راڻ ڪندو، سڀ آهستي آهستي سمجهي ويندينءَ!"

"اڄ تون پيي تہ ڪين آيو آهين؟"

"بلڪل ريڪا-اڄ مان سندرتا جي اصليت جو شربت پي آيو آهيان!"

منهنجي نظر سامهون هئي. محسوس ڪيم، هوءَ منهنجو منهن تڪيندي هلي رهي هئي.

اسين روز ساڻي ڪاٽي، رستي جي ٿلهي تي وڃي ويهندا هئاسين. ان رات بہ ٭آ نچل چونڪ٭ نہ وڃي، اتي ئي روڪجي وياسين. ان رستي تي رات جو ماڻهن جي اچ وڃ ٿورو گهٽ ٿيندي هئي. مان ٿلهي تي ويٺس ۽ هوءَ منهنجي پاسي ۾ ٿي ويٺي.

"پڌاءِ تہ ريڪا"، مون چيو، "هن دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ سندر چيز ڪهڙي آهي؟"

"مان!" هن مرڪندي چيو.

مون کان هڪ وڏو ٽهڪ نڪري ويو.

"تون ٿي تہ چوندو آهين!"

"اوه!" ائين چئي مان چپ ٿي ويس.

مون چاهيو ٿي تہ جنهن چيز کي هوءَ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ سندر سمجهي ٿي، اُن رات سان ان تي ٿي راڻزني ڪري، هن جي سندرتا جي هر ڪلپنا ٽوڙي چور چور ڪري ڇڏيندس. هن جي اڳيان مون چنڊ ۽ رات جيي بہ بيحد تعريف ڪئي هئي. مون لاءِ چنڊ دل ۾ راحت پيدا ڪندڙ هو، ۽ رات سيسرات. ليڪن هاڻ اهو چنڊ ۽ آها رات ساڳيا نہ رهيا هئا. مون لاءِ هاڻ چنڊ هو ڇا؟ هڪ اونداهون گره،- جنهن کي ڪائي هستي، ڪا ٿي معني ڪانهي! ان جي منهن تي ٿقيل سونهري پيلاڻ، مٿس سورج جي مهربانيءَ جو آمٽ ٺپو آهي. ۽ رات؟ رات کي بہ پنهنجي ڪائي هستي، ڪائي معني ڪانهي. اهو ڪير ٿو چائي تہ ڏرتي گول آهي، جا هردم پنهنجي ۽ سج جي چوڌاري ڦرندي رهي ٿي. سج جو هر وقت هڪ ٿي هنڌ هئڻ سبب، ڌرتيءَ جو سج وارو پاسو هميشه روشن هوندو آهي. جتي سج جي روشني نہ آهي، آتي ڌرتيءَ جو پاڇو آهي-۽ اِن پاڇي جو نالو آهي رات. رات جو واسطو نہ چنڊ سان آهي ۽ نہ تارن سان. اصل ۾ ٻئي سورج جا محتاج ۽ شڪرگذار آهن ... ۽ ريکا؟ ريکا بہ مون لاءِ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ سندر ان ڪري آهي، جو هوءَ منهنجي آهي. ريکا جي سندرتا جي بہ پنهنجي ليکي ڪائي معني ڪانهي، ڇو تہ هن جي جسم مٿان منهنجي نظر جو پرڪاش آهي!

پر مان هن کي ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيس. جنهن کي 'چندر مکي' ۽ 'مرگهہ نيناٖ' جي نالي سان انيڪ دفعا مڌر آواز ۾ پڪاريو هوم، اج ان جي منهن تي ڇڻ گرهڻ لڳي ويو هو. مان چاهيندي بہ ڪجهہ چئي نہ سگهيس، ۽ هوءَ ڪن گهڙين جي لنبي خاموشيءَ کي ٽوڙيندي، اهو چئي ويندي رهي تہ هن کي پڙهڻو هو. مان من ئي من ۾ پيانڪ وسوسا ڪٽي، چنڊ ۽ تارن کي ٽوڙڻ لاءِ، پنهنجي منهن مان نڪرندڙ پاڪن ۾ ڌرتيءَ جي پاڇي-رات-کي جلائيندو، صفحہ هستيءَ تان مٽائيندو، وڃي رهيو هئس; ليڪن جڏهن ريکا کي ويندو ڏٺم، تڏهن مون ائين محسوس ڪيو، ڄڻ ڪنهن نامعلوم پهاڙ جي چوٽيءَ سان وڃي ٽڪريو هوس، ۽ پئي گهڙيءَ آسمان جي آٿاهينءَ تان هيٺ ڪري رهيو هوس!

هوءَ هر رات جو پڙهڻ لاءِ چوندي هئي، ليڪن اڪثر پڙهندي نہ هئي. مان ڪنهن موضوع تي بحث ڇيڙي،- يا ڪيس پنهنجي گهر لئبرري روم ۾ وڃي وهاريندو هوس، يا خود سندس گهر اسٽڊي روم ۾ وڃي ويهندو هوس.

۽ هاڻ هوءَ وڃي رهي هئي! مان اندر ۾ ڪڙهڻ لڳس. آيل تبديليءَ جا ڪڙا احساس اکرن جو روپ وٺڻ لڳا: 'وڃي ٿيي، مان ڇو روڪيانس؟ مان هاڻ هن کي سندر ٿورو ئي ٿو سمجهان!"

ان ريت، امي احساس ڪٽي، مون ڪيترئون راتيون اڪيلائيءَ ۾ گذاريون. هوءَ ڪانہ آئي. اسين هر آرتوار تي ڪيل تي ويندا هئاسين. آرتوار آيو، تڏهين بہ هوءَ نہ آئي. ٻيءَ رات دل جي طوفاني احساسن کان مجبور ٿي، هن جي گهر جي جافريءَ جي پاهران وڃي بيٺس. پيش "مينو"، آرام ڪرسيءَ تي ليٽي، ڇپن ۾ ڪوئي گيت ڳائي رهي هئي.

"مينو"، مون چيو: "ريکا آهي؟"
هن آهستي ڪنڌ لوڏيو.
شايد منهنجو آواز ٻڌي ٿي، ريکا اندرئين ڪمري مان هڪ اڌورو گيت ڳائڻ شروع ڪيو:
دل جلي تو جلي، من ٻلي تو ٻلي،
ڪسي ڪي نہ سن، ڳائيجا......
هوءَ ٻاهر نہ آئي. ان پر پنهنجي بيعزتي سمجهي، مان چپ چاپ واپس وريس.
"چندر، اندر اچ نہ!" مينوءَ سڏ ڪيو. مون ڪوبہ جواب نہ ڏنو.
دل ٽوڙي آئي. آها رات لڇندي گذري.
هاڻ آفيس پر شيشن وغيره ڏانهن ڌيان نہ ڏيئي، صرف پنهنجو ڪم ڪرڻ لڳس.
مون پر آيل تبديليءَ، هن ۽ مون پر رساميءَ جي ديوار کڙي ڪري ڇڏي. مان بہ دل ئي دل پر پڇتائڻ لڳس تہ "مان چو ويوسانس؟ هاڻ ڪڏهن بہ ڪونہ ويندوسانس! هن منهنجي دل کي سچ پچ...... سچ پچ ٺيس رسائي آهي. گذريل رات ريکا گيت ڳايو هو: "دل جلي تو جلي......"- ليک آهي، جلندس، پر ڪچندس ڪون- ۽ ها، ڳائيندو رهندس!"
ان رات گهر پر خوب ڳايم:
ايسي محبت سي هم باز آئي،
جو دل کو ستائي، رلائي جلائي!
هوءَ چوندي هئي تہ منهنجي آواز پر نہ درد آهي ۽ نہ مڌرتا. آواز پر پل ڪجهہ بہ نہ هجي، ليڪن دل پر تہ درد هو ٿي! زبان تي رکي رکي انگريزيءَ جو هڪ شعر ٿي اچي ويو:
Love is a Sicknes full of woes,
All remedy refusing:
A Plant that with most cutting, grows
most barren with best using.
(پريم- دُکن پريو هڪ روڳ آهي، هرعلاج کان باغي:
هڪ اهڙو ٻوٽو، جو گهٽي ڇانگڻ سان، بيحد ويران ٿيندي، ڪارائتو ٿي ٿو.)
منهنجي جسم جي نس نس پريشان ٿي ويئي هئي- جڻ هڪ عمر کان هن کان جدا ٿي ويو هوس. جدائيءَ جي هڪ هڪ گهڙي جڻ هڪ موسم ٿي پيئي هئي. دل ريکا ڏانهن وڃڻ لاءِ مجبور ڪري رهي هئي، ۽ دماغ خود داريءَ جا نعرا بلند ڪندو دل تي قابو پائي رهيو هو. دل ۽ دماغ وچ پر هڪ انوکي الجهن پيدا ٿي ويئي هئي، ۽ مان ڳائيندو پئي ويس:
"آئي اس طرح تيري محفل سي،
جيسي هم بهول کي آ بيٺهي تهي."
ٻاهر اچي دروازي وٽ بيٺس، ۽ چنڊ کي ڏسي سوچڻ لڳس: "چنڊ کي ڇا سچ پچ ڪالي هستي، ڪائي معنيٰ ڪانهي؟...نہ نہ، آهي: هو گرهہ آهي، اِها آهي هن جي هستي.

هن تي ڇاپ پلي سورج جي هجي، ليڪن هن مان نڪرندڙ چانڊاڻ آهي هن جي معني! سورج هن کي روشني ڏني- گرم گرم، تکي تکي؛ ۽ هن اسان کي چانڊاڻ ڏني- ٺڏي ٺڏي، مٺي مٺي. پارس لوهه کي سونو بڻائي ٿو: پارس عظيم آهي. لوهه پارس جي ڇهاءُ سان سونو بڻجي ٿو: لوهه به عظيم آهي. پارس، لوهه کان سواءِ پيو ڪنهن کي به سونو نٿو بڻائي، ۽ لوهه پارس کان سواءِ پيو ڪنهن جي به ڇهاو مان سونو نٿو بڻجي. سج ۽ چنڊ جو ناتو به پارس ۽ لوهه جيان آهي.

"۽ رات؟" مان سوچيندو رهيس: "رات صرف ڌرتيءَ جو پاڇو نه آهي. آسمان ۾ سج آهي، ان ڪري اها سج جو پاڇو معلوم ٿئي ٿي. ليڪن... اڄ اگر اهو سج ۽ آسماني نظام جا سپ تارا، چنڊ يا ڌرتيءَ جيان گرهه ٿي وڃن ته...؟ ته هڪ هڪ گرهه مٿان رات جي ڇاپ هوندي. ڪائنات جي ذري ذري ۾ سواءِ رات جي سياهيءَ جي پيو ڪجهه نه هوندو!"

مان وڃي پلنگ تي ليٽيس ۽ وڌيڪ سوچڻ لڳس: "ڪٿي مان ريکا سان بي‌انصافي ته ڪونه ڪري ويٺو آهيان؟ ريکا ڇا صرف ماس ۽ هڏين جو ميل آهي؟ اڄ اگر ريکا مري وڃي، ته ڇا مان هن جي ماس ۽ هڏين پري مُردي ڏانهن اشارو ڪري چئي سگهندس ته "ريکا مٺي نه آهي- زنده آهي؟" مُردو ته ڪاغذ جي گل جيان آهي. ڪاغذ جي گل ۾ رنگ ۽ روپ ته آهي، ليڪن تازگي، سڳنڌ ۽ ڪوملتا ڪٿي؟ اسان جي دل پلي ڪنهن جي جسماني سندرتا سان لڳي، ليڪن اصلي ناتو ته پن سيرتن جو ٿيندو آهي. صورت کي به پنهنجي هڪ خاص معني تڏهن آهي، جڏهن ان منجهه ڪا سيرت آهي. اهو جيڪڏهن سچ نه هجي، ته ماڻهو ڪاغذ جا گل ڇڏي سچن گلن لاءِ ڇو تڙپن؟"

وڌيڪ ڪجهه نه سوچي، مٿو پنهي هٿن تي رکي، نظر ڇت ۾ کپائي، زور سان چوڻ لڳس:

Come, let us resolve at last.
To live and love in quiet;
We'll tie the knot so very fast,
That time shall never untie it.

(هاي آءٌ ساٿي تہ پرچاءُ ڪريون،
ڪريون عزم پختو جيئڻ لئه ۽ خاموش الفت، محبت ڪرڻ لئه؛
ٻڌنداسين اهڙي محبت جي مضبوط ڳنڍ،
جو خود وقت پڻ جنهن کي کولي نه سگهندو!)

"چندر!"

هلڪو چرڪ پري، گردن موڙي، دروازي ڏانهن نهاريم. ڏٺم، ريکا بيٺي هئي. مان اٿي ويٺس ۽ تعجب ۾ چيم، "ريکا، تون!"

"ها، مان.- تو پڪاريو جو......!"

"مون؟"
"ها، تو."
مان چپ رهيس.
"هل ٻاهر هلون."

مون جواب نہ ڏنو، ٻيرن ۾ چپل ۽ ڳلي ۾ مفلر پاتو. هڪ دفعو هن ڏانهن نهاريم، ۽ پوءِ هلڻ لڳس. گهر جا ٻيا ڀاتي ٻئي ڪمري ۾ هئا. هوءَ بہ چپ چاپ ٻاهر آئي. خاموش ٿلندي، وچي سنسان رستي واري ٿلهي تي ويٺاسين. هن مون ڏانهن نهاريو ۽ مون پنهنجي نظر چنڊ ڏانهن ڪئي.

"مون سان نہ ڳالهائيندين، چندر؟"
مون چنڊ مان نظر ڪڍي، هن جي چهري تي ڄمائي.
"آن ڏينهن گهر آئين، سينوءَ ڪان منهنجو پڇيئي، خبر بہ پيئي تہ مان هئيس، پوءِ سڌ چونہ ڪيئي؟"
"سڌ تہ مون ڪيو، پر تون ٻاهر چو نہ آئينءَ؟ تو منهنجو آواز ٻڌو، گيت ڳايو- مون کي ڏکوئڻ لاءِ، ڪيئن؟" مون درد ڀري لهجي ۾ چيو.
"تو آن رات منهنجو اپمان چو ڪيو؟"
"اپمان!"
"ها اپمان..." هن جي دل ڀرجي آئي. آواز گهٽجي ويس. تڏهن بہ چوندي رهي: "مان تنهنجي هوندي بہ تنهنجي نظر ۾ سندر نہ هوندس، ۽ اها ڳالهہ تنهنجي ئي مُنهن مان ٻڌنديس، اهڙو ڏينهن اچي سگهي ٿو- مون سپني ۾ بہ ان جي ڪلپنا نہ ڪئي هئي، چندر! ائين چوڻ ڪان اڳ، تنهنجا ٻئي هٿ ڇا منهنجي ڳلي تائين نئي ٻهچي سگهيا؟......"

هن جي اکين جا لڙڪ چڻ اجهل ٿي پيا. آنسن جهرجهر ڪئي، ۽ چنڊ جي چانڊاڻ ۾ مون ڏٺو، چڻ چانڊوڪيءَ جون بہ سيتل ڌارائون هن جي اکين مان ڦٽي نڪتيون. مون مفلر سان هن جي اکين جا لڙڪ اگهڻ چاهيا- پر ائين نہ ڪري، چانڊوڪي رات ۾، سندر استريءَ جي لڙڪن جي نزاڪت ڏسندو رهيس.

ڇيڇ سان آنسن جي ڌارا کي روڪڻ جي ڪوشش ڪندي، ريکا چيو: "مون سوين دفعا چور نگاهن سان تنهنجي چهري ڏانهن نهاريو هوندو، ليڪن مون ڪڏهن بہ پاڻ طرف تنهنجي ايتري بيپرواهي نہ ڏٺي. ان رات تنهنجو اهو روپ ڏسي مان گهبرائجي ويئي هيس، چندر! ان رات مون کي ننڊ بہ ڪانہ آئي، چندر......!"

"ريکا نهايت سندر آهي!" مون سوچڻ شروع ڪري ڇڏيو. "ان ڏينهن انساني سُردي جون ٿنگون ٻانهون ۽ سر ڏسي، مان سندرتا جي اصليت جي هڪ نتيجي تي پهتو هوس: ليڪن

اهو ته صرف "نتيجو" آهي نه؟ ڪنهن به چيز جي اتهاس جو صرف نتيجوئي حقيقت نه هوندي آهي: ان جي رچنا، ان جو ڦهلاءُ، ان جو اثر به حقيقت ئي هوندي آهي.'

- ۽ ريڪا چئي رهي هئي: "انهن سڀني راتين ۾، مون ڪتابن کي هٿ به ڪونه لاتو!"

- مان به سوچيندو رهيس: 'ليڪن هڪ ٻي به سندرتا آهي هن دنيا ۾ - ۽ اها آهي انسان جي اندر جي سونهن، جنهن کي اکيون ته ڏسي نه سگهنديون آهن، ليڪن دل محسوس ڪندي آهي.'

ريڪا منهنجو هٿ جهلي آهستي چيو: "تون مون سان پريم ڪرين، ۽ مان سُندر نه هجان - اهو خيال مون کي مدت کان پريشان ڪري رهيو آهي، چندر!... ٻڌاءِ چندر، مان سچ پچ سُندر نه آهيان؟"

مون هن جي پيشانيءَ تي لڙڪندڙ چڳ کي هن جي زلفن ۾ گرفتار ڪندي، چيو: "پريم جو ڪارڻ پل ٻاهرين سندرتا هجي، ليڪن ان جو اصلي واس ته ٻن سيرتن جي سنگم ۾ آهي، ريڪا! پريم کي پيدا پل ته ڪي شوخيون ۽ مُرڪون ڪن، ليڪن جيستائين ٻن سيرتن جو ميل نه ٿيو آهي، ان جي ڪائي معني ڪانهي: ۽ جڏهن سيرتون ملن ٿيون، تڏهن اهو پريم هڪ اها سندرتا رچيو ڇڏي، جنهن کي صرف دل ئي محسوس ڪندي آهي. هڪ ڪان هڪ - دنيا ۾ هڪ سؤ ويهه ڪروڙ عورتون آهن، ليڪن ڪير ٿو چوي، ڪائي توکان وڌيڪ سندر ۽ وڌيڪ مٺڙ؟ جو ته......"

هن ٻنهنجو هٿ اڳيان وڌائي، منهنجي چپن تي رکي، سرڪي چيو: "جو ته منهنجي روپ جي وڏي خوبي اها آهي، جو مان تنهنجي آهيان!"

۽ ٻوءِ فضا ۾ ٽهڪڙن جو آواز گونجي ويو.



جمال ابڙو

# ڪارو پاٽي

مان ننڍو هوندو هوس. امان ڳالهه ڪندي هئي تہ اڳي ڪارو پاٽي ايندو هو. ڪشمور ڪان ڪڙڪات ڪندو ايندو هو. ماڻهو، جانور، ڍانگ، اڳيان ڀڄندا ايندا هئا. ڳوٺن جا ڳوٺ ناس ڪندو، اوڏڪا گهر ڍاهيندو، زمينون ٻوڙيندو، ڪاهيندو ايندو هو. سرون، ٻڪريون، ڍانگ، ڪتا، ماڻهن سان گڏ ڏڦن تي اچي ڳاهٽ ٿيندا هئا. بک ڪان ماڻهو ڪپڙن جا ٻن ڪائيندا هئا. پيٽ ايامي ايندو هئن. وات سان اچي گجي وهندي هين، ۽ مري ويندا هئا. شهرن جا ڊاڪٽر وري ڪين چيريندا هئا. مان ڊپ ڪان اکيون ڪٽي ٻند ڪندو هوس.

ڪشمور کي هڪ ڀوائتو غار سمجهندو هوس، جنهن مان هڪ وڏي ڪاري بلا، ڏند ڪڙڪائيندي، چينگهاٽ ڪندي، ڦوڪون ڏيندي نڪرندي هئي، ۽ ماڻهو جيتامڙن وانگر ڦوندا ٿاٻڙندا لڪندا وتندا هئا. مان اڻي گهر جو ڪڙو اندران بند ڪري ايندو هوس.

پوڙهو سومر بہ اها ئي ڳالهه ڪندو هو. سڄو ڏينهن حقو ٽيڪيو ويٺو هوندو هو. نہ هٿس ٻار نہ ٻچو، نہ زال نہ زنب. نہ گهڻو ڳالهائيندو هو، نہ شڪايت ڪندو هو. رڳو ٿو سان ڪڏهن ڪڪڙ کي ڏک هڻندو هو، ۽ ڪڏهن ڪانون کي هڪليندو هو. ٻنڪو لامي، ڪانپ ڪيڍي، چنل ڪٽ تي ويٺو ڪنگهندو هو. سندس اچي مڇي، اچي ڏاڙهيءَ ۽ اڇين ڀڃن جي وچ ۾ ننڍڙيون گهُنجيل اکيون پيون ٽم ٽم ڪنديون هيون. پاڻس جي گهران مانيءَ گيو ايندو هوس. اڻيي چانورن جي مانيءَ کي ڏڪندڙ هٿن ۾ پوري، وات ۾ وجهي، مٺان ڪٽي لسيءَ جو ڍڪ پريندو هو—جڻ تہ ڦڪيءَ کي ڳيت ڏنائين.

ڏاڍيون ڳالهيون ٻڌائيندو هو—اڳين لڙائيءَ جون، جرمن جون، انور پاشا جون، ۽ پوڏ جون. مان پڇندو هوسانس تہ "نانا، پوڏ ڪڏهن ايندي؟" چوندو هو تہ "ابا خير گهر!"

ٻار سڀ مري ويا هئس. عرس ننڍو ياءَ هوس. ڪڏهن نہ ننڍي پاءَ ڪان ڪجهہ گهريائين! ويلو ٽري وڃيس تہ گهُر نہ ڪندو. عرس پيو زال کي ڪن مهٽ ڪندو هو تہ "ادي جو خيال رکجانءِ!" پوڙهو سومر، دنيا ڪان بي نياز، ويٺو رنگ ڏسندو هو. هٿ ٽنگن ڪان عار هوس. ڪانچ ليڙون ليڙون ٿي وڃيس، چادر ڦاٽي وڃيس، تہ سيڪائي رکيس—اصل پڙڪ نہ ٻاهر ڪڍندو. ڪڏهن نہ ڪجهہ طلبيائين؛ ڪڏهن نہ ڀاءَ سان حال

اوريائين. بيمار ٿيندو هو، ته رلي وڇڙهيو ٻيو ڪاڪندو ۽ ڪنجهندو هو. جي ڇنبو هوس ته "نانا، تون ته خوش آهين!" ته ڏک ٿيندو هوس. ڪٿي ماٺ ڪندو هو. جي ڇنبس ته "نانا، مارا! توکي ته ڏاڍو تپ آهي!" ته دعائون ڪندو هو. حياتيءَ جي هيڏي ساري لمبي سفر ڪان پوءِ، بس انهيءَ کي ئي همدردي سمجهيو هنائين. آڙاهه تپ ۾ پائيندو هو ته مٿن ڪان ڪو الڪي ۾ ويلو آهي. اعتبار نه هوندي به رليءَ ڪان منهن ٻاهر ڪڍي، آسروند اکين سان نهاريندو هو. ڪنهن کي به نه ڏسي، گهوماتجي، منهن ڪٿي اندر ڪندو هو. سندس وڏي مضبوط دل ان وقت جنسي ڦاٽندي هئي. ڪيڏي نه ڪنٽرائي هئي هن جي وڏيءَ دل ۾: ڪڏهن ڏک نه ڪڍيائين، ڪڏهن حال نه ونڊيائين!

هڪ ڏينهن ننڍڙي پائنيس، لچائي ڪري، مٿل چلم جي ٽوپيءَ ۾ ڪٿي ٻاٻيءَ جو ٽپو ليٺايو. سومر پيوس ٿي ڪيس نڙ وهائي ڪڍيو. پوءِ ته ڇوڪر وٺي چٻ ڪڍيو. سومر جي دل کي جهڙي اچي وئي. لٺ کي وٺي اڙي جي ڪيائين - جيئن رنڌڙ ٻار کي ڇاتيءَ سان لائي هيانو ٺاري. ٻر ائين ڪري ئي ڪري، تنهن ڪان اڳ ڇوڪر جي ماءُ وٺي ڪوڪو ڪيو: جي، "ڏائڻ - ماريو، هوڙو تهڙو، نه مري ٿو نه مٽنجو ٿو ڇڏي! ابهم کي اولو سولو هنڌي قياس ئي نٿو پويس ... هجيس پنهنجو ته آندن کي چر به اچيس!" مائي وٺي سومر کي جهير ڏيندي ۽ لوڻ ٻرڪيندي. وٺي سندس دل کي وٺن جي ڪانياڻيءَ سان ڇنيندي. ويچاري سومر ڪان لٺ ئي ڇڏائجي وئي. ڏڪندو ڏڪندو ويهي رهيو. ان ڏينهن سندس دنيا اوندهه ٿي وئي. ڪنڌ ڦيرائي، ليڪي ليڪي، نڪ تان وهندڙ ڳوڙها آگر سان آگهي ڇنڊي ڇڏيائين. نيٺ لٺ ڪٿي اڇلايو. ڪنڌيءَ کي ٽيڪ ڏيندو، گهر ڇڏي نڪري ويو. مقام ۾ وڃي پنهنجيءَ زال ۽ ٻچڙن جي وچ ۾ ويٺو، ۽ دل کولي رنائين.

شام جو عرس گهر آيو. جوڻس ماني آڻي اڳيان رکيس. گرهه پڇي وات ۾ وڌائين. ٻاءُ کي نه ڏسي، پڇيائين. ڳالهه ٻڌي، ڳيت ڏئي نه سگهيو. ماني ڇڏي اٿي ڪڙو ٿيو. زال کي ڇڳي چنڊ ڪڍيائين. ٻاءُ کي ڳولي وڃي لڌائين. پٽڪو لاهي پيرن تي رکيائينس. ٻاچائيس به رئو لاهي بخشايس. ٻئي ٻاٽر هڪ ٻئي کي ڇهني پيا. پيار سندن ڇاتين مان روڻ ڪري ڦٽي نڪتو. هڪ ٻئي کي آٿت ۽ آڌار ڏيندا اچي گهر ٿائينڪا ٿيا.

پوڙ پيهر آئي. بيڪاري پڳو. سون پاڻ ڏٺو: گهر گهر ڪان جدا ٿي ويو. ماڻٽ وڇڙي ويا. چون ٿا ته ٻائي سوٽر جي رفتار ڪان به تکو ٿي آيو. ڪوهه ٻنڌ تي سندس ڪڙڪات ٿي ٻڌو. ماڻهن ۾ ٻاڪر - ڪٿو هو. سرڪار ۽ وڏيرن، ماڻهن ڪان بند ٻڌارايا. اسان جي ڳوٺ جا ماڻهو به ويا. تڙ جو وڏيرو ولڪار وٺي ويو. ويچارا رات ڏينهن وهيا. اوجاڳو ۽ بک؛ ٻچن جو آلڪو ۽ اٿل: ڪوڏرون هٿي هٿي شل ٿي پيا، پر قدرت جي هن تخريبي طاقت اڳيان، ويهين صديءَ جي مشيني دور ۾، انسان جون ڪمزور ٻانهون براج ٻي هن بي انداز ٻائيءَ کي روڪي نه سگهيون. ڪچا بند پُري پيا. روڪيل ٻائي، مست هاٿيءَ جيان، زنجير

ٿوري، اندازو ڪري ڪاهي پيو. مزورن ويچارن جا ڇپر ڇڄي پيا. حوصلا خطا ٿي وين. اڳيان پاڻ، پٺيان پاڻي- وٺي ڀڳا. ٻچڙن کي ٻاهر ڪڍيو هئن. وڏيرن ته اڳي ئي وڃي شهر وسايا هئا. مزوريءَ جا پيسا به انهن کي ڦٻيا. ٽوٽڪو ٻر، ٻارڙن ۽ زالن کي ڏون ۽ ڪنڌن تي کڻيائون. پاڻي ويو وڌندو. جهٽ گوڏي جيڏو ٿي ويو. چار چٺا موٽي ڳوٺ آيا. سنها سنها ٿيڻ مٿن تي رکي موٽيا. پاڻي مڙس- تار ٿي ويو. ترڳي جند ڇڏايائون. مڏيون وڃائي، سِرَ سلامت ڪٺي موٽيا. واهه جي ڪنڌَ سان ڪنهون لڳي ويون. اها ڪائي ته مڇي جو ڪٺي دونهيي دکانجي. ڪَٽي ڪاڻ چڙهي. ٻڪايل ٻارن ڏمڇر مچائي ڏنو. مالڙون ويچاريون ماٺ، ملول ۽ هيسيل. سڀ ساهه وارا اڇي هڪ هنڌ ڳاهٽ ٿيا. مال جي ڍڪَ ٽي ٻيٺي. چوڌاري پاڻي ئي پاڻي هو.

ماڻهو ويچارا دربدر ۽ بي گهر ٿي ويا. سرڪار تقاويون ڏنيون. وڏيرن شهرن ۾ وٺي ٿي ڳوٺاڻن جو حصو ورتو. ڪامورن ڪمدارن جاوا ڪيا. سندن ٻکڻي مڇي وٺي. ويا ڏکوٻلن کي ڏڪائيندا ۽ مٺلن کي ماريندا.

ٻوڏ راڳا ڪري ڇڏيا. گهر گهر ڪان جدا ٿي ويو، مٽ مائٽ وڇڙي ويا؛ ڪٿو ڪٿو ٿي ويا. ڪو ڪنهن جو نه رهيو. ٻوڙهي سومر کي به اچا ڪي ڏينهن جيئڻو هو. پيريءَ ۾ اباڻا اجها ڇڏي، وڃي ڏولاون ۾ پيو. ٻانس ٻچڙا وٺيو، لڏيو ٿي ويو. سومر جي وک ئي نه کڄي. سندس دل ڳوٺ جي ڪنڊن ۽ ڪکن ۾ اٽڪي بيٺي. وري وري مڙي ٻنهنجن ککن ڏانهن ٻئي نهاريائين. مٿن مائٽن کان موڪلائيندي هيانو ڦيسي پيس- جڻ ته وڃڻ ڪاڻ ٿي ويو. گهر ۽ گهٽيون، جت چولڙو ٻاڻي، اگهاڙو ئي اگهاڙو، رانديون ڪيون هئائين؛ جهنگ ۽ لبون، جت لوڙائو ڳائيندي، مينهون چاريون هئائين؛ ٻنيون ۽ ٻارا، جت جوانيءَ جا امنگ ۽ ٻکهر هاري، ساوا ساوا ٻوٽا پيدا ڪيا هئائين؛ ۽ اهي کهڙ ۽ چاريون، جن هيئان سندس عائشه ۽ ٽي معصوم ٻوريل هئا- سڀ کيس سڏَ ڪرڻ لڳا. ڪيڏي نه آس هيس ته سندس ٻوڙهي ڏکل سيٽي وڃي عائشه جي ٻاسي ۾ پوندي؛ ٻچڙن جي وچ ۾، ٽڪَ ئي لهي ويندا؛ سالن جي ڏکي ۽ ڏکهي جدائي پوري ٿيندي! سومر وري بيهي رهيو. سندس جسم جو ذرو ذرو ڳوٺ جي مٽيءَ ۾ ڳوهجي وڃڻ لاءِ آتو هو؛ وڏيک جدا رهڻ کان انڪاري هو. سنديس اپو مٿو، اچا ٻرون ۽ اڇي ڏاڙهي، ڪنڌڙ ونڌڙ ٿي، وانڍن وانگر اڏامي، التجائون ڪري رهيا هئا. سندس دل ۾ چرياڻپ واري ڪُوڪ اٿي- جڻ ته ڪَل ٽڙي وئي هيس. پاڻيائين ته ٽپيون هٽي، اندران ئي اندران، وڃي عائشه جي قبر کي جهليان؛ وڃي ڪو ٿائينڪو ٿيان؛ وڃي آرام وٺان!...... ٻانس ڪٺي ٻانهن کان جهليس. سومر ڳيهلبو ويو. سندس قدم قدم ڳوٺ جي مٽيءَ سان چنبڙندو ٿي ويو- جڻ ته ڪاغذ جا ٻه ٽا ڪنوتر سان چنبڙيل هئا؛ زوريءَ ڏار ڪرڻ ۾ چچرجي، ڦاٽي ليڙون ليڙون ٿي ويا.

مهيني کن کان پوءِ ڏاترڏنو مليو. ڳالهه ڪيائين ته سومر مري ويو!

”ڇا ٿيس؟“ چي، ”ڪارو منهن آ عرس جو... ويچاري کي سيڪائي ماريائين! ايمان کان ئي نڪري ويو. مائيءَ نڪر جيڪي ٻار ڄڻائن، سو به اڪائي رکي؛ حياءُ نه پوءِ جو ڳيو ڪٿي پاءُ کي ڏني! ويچاري چار پنج ڏينهن اَن نه ڏٺو؛ بکون ڪڍي مئو!“ ڏاترڏني شدمد سان ڳالهه ڪئي: چي، ”پوئين ڏينهن پوڙهي سومر ٻاڻ اٿي وڃي ڪاري هيٺان ٻاروٽو نڪر ڪنيو؛ عرس جي زال سٽ ڏيئي کسي ورتس! عرس بيٺي ڏٺو. ويچارو وڏو پاءُ محتاج ٿي مئو... هڏا ئي رلي ويس!“

اسان عرس کان پڇيو. سندس پيٽ خود پٽيءَ سان لڳو پيو هو. اکيون ڏرا ڏيئي ويون هيس؛ منهن تي وحشت ـ جڻ ته ڪٺو نه چڪيو هئائين. ڪنڌ ڪٿي هيٺ ڪيائين. سندس اکين مان پاڻي ٽي ويو... ڏسندڙن جي اکين مان پاڻي ٽي ويو... ٻڌندڙن جي اکين مان پاڻي ٽي ويو. پاڻي ڪٿو، ته رت وهڻ لڳو. تارا هئا، ٿيسارا هئا ـ نديون ٿي ويا. آڏون ۽ ڍڪيون ٿي ويا. بند ۽ ڪوٽ ڊاهي، پوڙي وڌائون. گنبذن ۽ منارن جا بنياد نڪري ويا. هيٺاهيون مٿاهيون هڪ ٿي ويون. زمين ٿري ڳِگ ٿي پئي. هيءَ ٿين پوڙ هئي،...... ڳاڙهو پاڻي!



شيخ "اياز"

# "جي تند برابر توريان...."

آبدار مغربي موسيقيءَ جو رڪارڊ وڄايو. راڳ جون ڇوليون ڇوهه سان اڀيون، ۽ ڇر ۾ بدلجي ويون. جوڙيون فرش تي ترڪنديون، رقص ڪنديون، ائين ويون، ڄڻ ڪويا هنج پاڻيءَ تي لهوارا وڄي رهيا هئا. بجليءَ جي روشنيءَ ۾ زرق برق ساڙهيون چمڪي رهيون هيون، ۽ هن جي گلاس ۾ وسڪي، سوڊا، روشني، رقص ۽ موسيقي رلي ملي چمڪي رهيا هئا. هن چوٿون گلاس خالي ڪيو، ۽ سندس ذيان جون لهرون ڪيس لوڙهينديون ويون- دور، دور ڪنهن اجنبي ساحل ڏانهن. هو شاعر هو، هميشه چاهيندو هو ته مان پيو ڪجهه هجان ۽ ٻئي ڪنهن هنڌ هجان. جڏهن جڏهن شراب پيئندو هو، تڏهن هن کي دور دور جون صدائون اينديون هيون؛ ڪائنات جي ڪنڊڪڙڇ ۾ ناد وڄندا هئا؛ هن جا خيال ديوداسين وانگر رقص ڪندا هئا؛ ۽ هن جو من-مندر جهونين مورتين سان سڄايو ويندو هو. هن جا دوست جهومندا نچندا هئا، پنهنجي پنهنجي جوڙيدار جا جسم جاچيندا هئا، انهن جي گلن کي نفاست سان ڏسندا هئا؛ ۽ ڪائي ازلي ڪشش سندن تن من ۾ چڻنگ دکائيندي هئي، جا پري پري آڳ ٽيندي هئي، ۽ پوءِ هر رقص ڪندڙ جوڙي ٻه ڇيون ٿي ويندي هئي، ۽ هڪ ٻئي جي ڇر ۾ ڇرڪندي هئي. ليڪن هو خاموش، تنها، اداس ويٺو هوندو هو. زندگيءَ آمرت تي جلترنگ وڄائيندي هئي، ۽ ٻهڪندڙ نظرون ۽ مهڪندڙ منهن ڏسي، هو پنهنجو نئون فلسفو دل ۾ دهرائيندو هو ته 'خوشي حسن آهي ۽ حسن خوشي آهي'- پر پوءِ به سندس روح تي غم جو گهيرو رهندو هو: خوشي حملي تي حملو ڪري، شڪست کائي موٽندي هئي، ۽ هو غم جي قلعي ۾ محصور، حسرت سان ڏسندو هو ته ڪيئن فوج در فوج، زندگي جون مسرتون ٻئي هنديون ٽرون وڃن. اڳيان ڪل ۽ خوشيءَ جو سمنڊ موجون ماريندو هو، ۽ هي ساحل وانگر خاموش ۽ ساڪت ان کي ڏسندو هو.

هو غم کان نجات پائڻ لاءِ شراب پيئندو هو، پر شراب کيس وڌيڪ غمگين ڪندو هو. هن هڪ ڀيري لکيو هو ته "جڏهن خدا ڪائنات خلقي خوشي ۽ غم پيدا ڪيو، تڏهن ٻنهي کي چيائين ته پنهنجا دوست چونڊيو. هن جو ابتڙو چوڻ، ۽ ساري مخلوق جو خوشيءَ سان ساٿ ڏيڻ. هرڪوئي وڃي خوشيءَ جي پاسي ۾ بيٺو، ۽ ٻئي طرف غم ويچارو اڪيلو

ويٺو رهيو. خدا فيصلو ڪيو ته غم جي قسمت ۾ تنهائي آهي. ۽ پوءِ جڏهن سڀئي مخلوق ننڊ ۾ ڪوڙ لڳي، تڏهن چوريءَ چوريءَ شراب غم جي ويجهو آيو، ۽ سُس ٻُس ڪري چيائينس ته 'تون غم نه ڪر، مان ظاهري طرح ته خوشيءَ سان آهيان، پر دلي طرح توسان آهيان'."

اڄ هن جي زندگيءَ ۾ شراب غم سان اهو قول نڀائي رهيو هو. هن پنجون گلاس پريو، ۽ گيت سان پي ويو. هاڻي هو سمنڊ ڪان هئي، سڀ جي سيني ۾ اڇي رهيو هو. آسپاس ۽ اردگرد کان بي نياز، هو پنهنجي محويت جي عالم ۾ هو. هن جا گيت ۽ غزل ٽوليون ڪري ٽي آيا، ۽ رنگا رنگ لباس ۾ نچي رهيا هئا. مطلعا، مقطعن سان جهمريون وجهي رهيا هئا؛ بيت، واين سان هم آغوش ٿي جهومندا ٿي ويا ۽ اهي آخر هن جي جيءَ جي جهوريءَ ۾ تحليل ٿيندا ويا، ۽ انهن جي بدران هن کي ڪائي صورت نظر آئي–صورت جا شراب جي چولين تي چٽلندي ٿي آئي. هوءَ ويجهو ايندي وئي... ويجهو ايندي وئي... ۽ آخر ان جا نيڻ شراب جي جام سان ڪيس گهورڻ لڳا. هن ڪيس سڃاتو. هوءَ "شمع" هئي–شمع جا هاڻي وساهي چُڪي هئي،–شمع جا ڪيتري وقت لاءِ هن جي شاعريءَ کي روشن ڪندي رهي هئي.

نشي جي چوليءَ هن کي ڪراچيءَ جي ساحل تي آڇليو. ڇهه سال اڳ هو شمع سان گڏ 'هاڪس بي' تي ٽهلي رهيو هو. شام جو وقت هو، ڪوئي ازلي صراف سج جي سون کي ڳاري رهيو هو، ۽ پگهريل سون سمنڊ ۾ چوليون هڻي رهيو هو. هن شمع جون ٻئي ڏکيون چوٽيون پنهنجيءَ گردن ۾ وجهي، هن کي ڇڪي پنهنجي قريب آندو. سج کي پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ايترو ته وڻيو، جو ان کي آغوش ۾ آڻڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ غوطو هنيائين، ۽ پنهنجي پاڇي سميت ٻڏي ويو. هن محسوس ڪيو ته شمع هن جو حسين پاڇو هئي؛ ۽ هن پنهنجيءَ فطرت جو عڪس شمع ۾ ڏٺو. جڏهن به هو پنهنجو شعر پڙهندو هو ته شمع ايترو ته محويت ۾ اچي ويندي هئي، جو هو محسوس ڪندو هو ته هنن ٻنهي جو ڪوئي وجود نه هو: هو ٻئي غير حقيقي هئا، فقط شعر ئي حقيقي هو،–شعر، جو شمع جي حسن ۽ هن جي عشق سان جڙيو هو،–شعر جنهن ۾ ڪائي ازل جي ڄڃ آهي، جا زندگيءَ جي هر ڏک سُک کي جلائي رک ڪري ڇڏي ٿي، ۽ پوءِ جرڪندي، جرڪندي، ڪنهن جوالا ۾ بدلجي وڃي ٿي. هن شمع کي زياده قريب آڻي، هن جي اکين کي چميو. ٻه سهڻا سرد ڪنول ڪنهن سُرور ۾ پوڄجي ويا.

"آبدار!" هن خالي گلاس سنگمرمر جي ڪائونٽر تي سرڪائيندي چيو، "هڪ پورو."

۽ جيستائين آبدار وِسڪيءَ سان سوڊا ملائي، تيستائين هو وري ڏيان جي لهرين ۾ لڙهندو ويو: هو ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هو ۽ 'ادب براي زندگي' ۽ 'زندگي براي ادب' تي ڪجهه لکي رهيو هو. در مان گهميل ٻني هوا هن جي وارن کي ڪنڊيري رهي هئي ۽ هو انهن کي هٿ سان سنواري رهيو هو، ته ڪنهن پٺيان اچي هن جي هٿ تي هٿ رکيو، ۽ پوءِ هٿ سرڪائي هن جي اکين تي رکيائين. هن چرڪ پري پڇيو، "ڪير آهي؟" پٺيان مٺو آواز آيو، "شاعري!". هن جواب ڏنو ته "شاعريءَ کي ڏسڻ لاءِ واقعي هي اکيون

ضروري نہ آهن. مون شاعريءَ کي بنا ڏسڻ جي ڏسي ورتو." پوءِ هن هٿ کي جهٽڪو ڏنو تہ شمع اچي آغوش ۾ پئي.

'ڪنبري' رقص جي ڌن ڪجھ تيز ٿي وئي، ۽ هن جي خيالات جو سلسلو ٽٽي ويو. هن اکيون ڇنڀي ڏٺو تہ ريڊيوگرام وٽ هڪ انگريز ڇوڪري رڪارڊ ڏسي رهي هئي، ۽ هن کي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي، ڪجھ چڙڪي وئي. هن مرڪي گلاس هٿ ۾ کنيو، ۽ باقي بچيل وسڪيءَ کي ڏسڻ لڳو. گويا چئي رهيو هو تہ "ڇري، تون ڇرڪين ڇو ٿي؟ جو انگريز، "ايليٽ" (T. S. Eliot) جي شاعري نٿو سمجهي سگهي، سو مون لاءِ ڪاني معنيٰ نٿو رکي" پرسان هڪ ديسي پوليس آفيسر انگريزي ڳالهائي رهيو هو، ۽ پنهنجي صحيح تلفظ جي احساس سبب فخر سان ڏسي رهيو هو. هن مرڪيو-گويا چئي رهيو هو تہ "ڪمبخت، تو شاھ لطيف نہ پڙهيو آهي، تون بہ مون لاءِ ڪالي معنيٰ نٿو رکين!" هن پوءِ گلاس سان ڍڪ ڀري ان ۾ آب حيات کي ڏٺو ۽ ان کي اکين سان چيائين، "هر ڪنهن کي توکي پيئڻ جو حق نہ آهي. معلوم نہ آهي تہ توکي ڪڏهن هنن جانورن مان نجات ملندي!" ۽ پوءِ گيت ڏيئي گلاس خالي ڪري ڇڏيائين. وري ڇوليون آيون ۽ پنهنجي ڇوھ ۾ هن کي کڻي ويون: هن ڏٺو تہ "شمع" پنهنجي گهر جي بالڪنيءَ ۾ ويٺي هئي، ۽ هن جي نظر جي ڪتاب جي پني کائي ڪري رهي هئي. هن کي ڏسي "شمع" ڪتاب بند ڪيو. "شمع" جي چهري تي ڪجھ آداسائي ڇانيل هئي-گويا هوءَ پورڻين پهر ۾ پندرهينءَ جي چنڊ وانگر ٿي لڳي. هن سندس وار ڪنڌ ڀري، پنهنجو منهن هن جي منهن جي قريب آڻي چيو، "منڙي، اڄ اداس ڇو آهين؟"

"سائين"، شمع ورائيو، "زندگي امتحان وٺي رهي آهي. منهنجي پيءُ اڄ زور رکيو آهي تہ مان 'ارشد' سان شادي ڪريان. ڇوي ٿو تہ ارشد کي ڪپڙي جي مل آهي، ڪلفٽن تي بنگلو آهي، ڪئڊلڪ ڪار آهي ۽ ڪاني بئنڪ بئلنس آهي. هن کي خبر نہ آهي تہ مان تنهنجي آهيان-تنهنجي آهيان، جو تہ تون شاعر آهين، تنهنجي قاٽل جهوليءَ ۾ ڪائنات جي دولت آهي". ائين چئي شمع پنهنجو منهن هن جي ڇاتيءَ سان لاتو ۽ سرگوشيءَ جي انداز ۾ چيائين، "سائين، مان تنهنجي آهيان!"

هو خاموش هو، ليڪن هن جي دل چئي رهي هئي تہ "هائو، تون منهنجي آهين، ۽ هي ساري ڪائنات جو حسن منهنجو آهي؛ ۽ جيستائين مون کي تنهنجي محبت حاصل آهي، تيستائين مان ان حسن کي زياده حسين ڪندو رهندس-۽ اهو سڀ تنهنجي طفيل ٿيندو."

هاڻي ڇوليون ڇپن ۾ بدلجنديون ٿي ويون، ۽ هو ڪنهن آگ جي سمنڊ ۾ هو. اوچتو سندس اکين اڳيان "شمع" جي مرئينگ صورت آئي. "شمع"، پويان پڙڪا ڏئي رهي هئي. کيس نمونيا ٿي پئي هئي، ۽ هوءَ شديد بخار ۾ پاسا ورائي رهي هئي. هو زندگيءَ ۽ موت جي لڪ ڇپ ڏسي رهيو هو. آخر شمع وسامي وئي. ڪوئي پکيڙو پنهنجي آکيري مان اڏائو،

۽ هن جي آکيري جي قريب آيو ۽ ٻر ڦڙڪائڻ لڳو- گويا هو ٻرن جو آواز ٻڌي رهيو هو. هن چپن ۾ چيو، ”ڀڪيڙا، تون ٻرڏ ٻهي آهين. منهنجو آکيرو تو لاءِ نه آهي: مان ته ڪڏهن هي آکيرو ڇڏيندس، تنهنجي پٺيان ايندس- ازل جا آشيانا ڳولي ڳولي توکي هٿ ڪندس. هن وقت تون مون کان دور وڃي رهيو آهين...... نهايت دورا منهنجو پرواز ته تو تائين ٻجي نه سگهندو: شايد منهنجو راڳ تو تائين ٻجي سگهي! مان ڳائيندس... مان ڳائيندس!... منهنجو راڳ تو تائين ضرور پهچندوا“ هن جي دل ۾ شديد خواهش پيدا ٿي ته هو شمع جي چپن کي چمي: پر آسپاس هن جا رشتيدار ڏسي، مشڪل سان ان خواهش تي قابو پاتائين.

آڳ جَي ڄڀي هن جي نس نس کي چرڪائڻ لڳي، ۽ هن ڪوٽ جي کيسي مان ڪجهه نوٽ ڪڍي شراب جو بِل ادا ڪيو، ۽ ٿيڙ ڪائيندو بارّ مان ٻاهر نڪتو. هن جي هانو تي نشو ڪجهه سونجهه ڪري رهيو هو. هو بار جي ٻاهرئين در سان ٽيڪ ڏئي، ڪجهه وقت بيهي رهيو. ڪڏهن ڪڏهن هن جون اکيون کليون ٿي، ۽ سامهون رستي تي بتين مان ايندڙ ڪرڻا هن جي نظرن سان نيزن وانگر ٿي اٽڪيا. هن در جي ٿڌي لوهه تي هٿ ڦيريو، ۽ گهڙيءَ پل لاءِ ان جي وڻندڙ خنڪيءَ ۾ محو ٿي ويو. جهٽ کان پوءِ هن جون اکيون ٻوٽجي ويون، ۽ وري هن جو سارو تن بدن چڪيا ٻڌجي ويو، جنهن ۾ شراب آلا ٽوٽا جلائي رهيو هو. اوچتو هن کي اندران ڪائي آجهل آچل آئي، ۽ هو مدهوشيءَ ۾ در سان گسندو زمين تي ويهي رهيو. هن کيسي مان سگريٽ ڪڍي دکايو، ۽ سوچيو ته 'ڇا ماضي سگريٽ جي رک وانگر آهي، جو ختم ٿيڻ کان پوءِ زندگيءَ مان ڇنڊجي ٿو وڃي؟' 'ائين نه آهي'، هن سوچيو، 'ماضي، حال ۽ مستقبل- ٽيئي زندگيءَ جي تاڃي پيٽي ۾ ڳتيل آهن: باقي ائين ضرور آهي ته زندگي ڪهري مَٽ جو تاڃي پيٽو آهي، جنهن ۾ ڪيئي ڪيئي ماضيءَ جي پَٽ جون تارون آهن'. ڏيان جون لهرون وري هن کي پنهنجي آغوش ۾ چڪي ويون. هو وري پاتار ۾ پيهي موتي ميڙڻ لڳو.

هو ٻرگ روڊ جي هوائي آڏي تي پنهنجي دوست ”شيام“ کي ڇڏڻ ويو هو. ڪراچي ۾ فرقيوارانه فسادن کان پوءِ سنڌي هندو ڀارت لڏي وڃي رهيا ها: ۽ شيام، هن جي ننڍپڻ جو دوست ۽ شاعر، جنهن سنڌ جي عظمت جاڳيت ڳايا هئا، جنهن جي لونءَ لونءَ ۾ سنڌڙيءَ لاءِ سڪ هئي، سو هميشه لاءِ وطن کي وداع ڪري رهيو هو. ڏينهن جو ٻارهين بجي هو ريل ۾ ٻرگ روڊ پهتو: ۽ جڏهن هوائي اڏي تي آيو، تڏهن شيام اڳيئي آئي هو، ۽ هن سان گڏ هن جي ڀيڻ ”شيلا“ ۽ هڪ گهرين ڪارين اکين واري ڇوڪري هئي. شيام ان ڇوڪريءَ جو تعارف ڪرائيندي چيو، ”هي آهي 'غزاله'، شيلا جي ساهيڙي: هن کي ڇڏڻ آئي آهي.“ هن هرڻيءَ جهڙي نيڻن ۾ گهوريو، جن ۾ رڃ پٺيان رُڃ هئي. اکين جي اُڃ، اکين جي رُڃ جو پيڇو ڪيو، ۽ ٻئي روح جي بي انتها وسعتن ۾ گم ٿي ويون. شيام هن ڏانهن اکير مان ڏسي چيو، ”ادا، اسان وري ڪڏهن ملنداسين؟ اسان ته سمجهيو

هو ته اسين تاريخ ناهي رهيا هئاسون: اسان کي اها خبر ته نه هئي ته تاريخ مورڳو اسان کي ڊاهي وجهندي!" شيام جون اکيون ڪجهه ڪجهه پرجي آيون ۽ پربل آواز سان چيو، "ادا، مون کي ياد ڪندين نه؟"

"شيام،" هن چيو، "توکي خبر آهي ته شاعر ۽ اديب ڪان سواءِ مان ٻئي ڪنهن جي دوستيءَ جو قائل نه آهيان - ۽ تون ٻي ٻڌاءِ ته سنڌ ۾ واقعي شاعر ۽ اديب آهيون گهٽا؟ توکي به ياد نه ڪندس ته باقي ڪنهن کي ڪندس!"

"جي شيام اهڙو ڇگو شاعر ۽ اديب نه هجي ها، ته اوهان شايد ڪيس وساري ڇڏيو ها!" غزالہ مرڪندي چيو.

"شايد!" هن جي چپن غزالہ جي چپن تان مُرڪ جهٽيندي چيو.

ٿوري وقت ڪان پوءِ شيام ۽ شيلا وڃي هوائي جهاز ۾ ويٺا، ۽ هو ۽ غزالہ ڪين حسرت ۽ محبت سان ڏسندا رهيا.

"شيلا ڪان سواءِ مون لاءِ سنڌ ڪائي معنيٰ نٿي رکي." غزالہ چيو.

"واقعي، شيام جي متعلق منهنجو به اهوئي خيال آهي،" هن غزالہ کي غور سان ڏسندي جواب ڏنو. غزالہ اٺويهن ويهن ورهين جي هئي. هن جي گندمي چهري تي صباحت ۽ معصوميت ٽي بکي، ۽ ان ۾ هن جون وڏيون وڏيون اکيون ائين ٿي لڳيون، گويا ڪنهن مندر ۾ ڏياٽيون ٻري رهيون هيون، ۽ انهن جي پرسان هن جون ڇپون اگربتين جي دونهين وانگر وکڙ کائي رهيون هيون.

"اوهان ڇا تي ويندؤ؟" غزالہ پڇيو.

"بَس تي."

"مون وٽ ڪار آهي، جي گڏجي هلو ته بهتر - ڳالهائيندا هلنداسين."

"ڇگو."

غزالہ پاڻ ڪار هلائڻ لڳي ۽ هي اڳين سيٽ تي هن جي پرسان ويهي رهيو. ملير وٽ پهتا ته آسمان تي ڪهاڻو جهڙ ڇانئجي رهيو هو ۽ ائين پاسڻ لڳو ته جاڻ آئو. ٻه - ٻهري ڪنهن ڳيرو مهائيءَ وانگر جهڙ کي جهاڳي رهي هئي، ۽ ننڍڙيون ڪڪريون چوڏاري چارين ۽ ڪارين وانگر پکڙيل هيون. اوچتو ڪجهه ڳيڙو - رنگ ڪڪر آسمان ۾ ائين ڏوڪيندا آيا، ڄڻ ڪنهن جوڳيءَ جي من جا امنگ هئا. ڪار رستي تان ڪڪرن جو تعاقب ڪندي ٽي ويئي. هن غزالہ ڏانهن ڏٺو، جنهن جو منهن گهڻو سبب زياده ملائم ٿي ويو هو، ۽ پوءِ پنهنجي جهوني ڪافي ڳائڻ لڳو:

> نينهن آيو مينهن وانگر هاءِ هاءِ،
> پيو ٽوڙي دل جو گلستان، اي اديون!
> ڇا چوان آ ڪير مهمان، اي اديون!

هن جون اکيون کلي ويون ۽ ڏٺائين ته هو بار جي در سان ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هو ساڳيو راڳ ڳائڻ لڳو:

"آ اڱڻ ۾ چنڊ سون سان، اي اديون!"

هن ٿڌو ساهه ڀري سوچيو ته "اڄ اهو اڱڻ ۽ اهو چنڊ سون کان ڪيترو نه دور آهي! هن وقت ڪهڙو ثبوت آهي ته ڪنهن وقت اهو چنڊ منهنجيءَ جهوليءَ ۾ هو. واقعي هر حقيقت بي حقيقت آهي!"

نشو هن جي هانءَ جي هندوري کي لوڏڻ لڳو ۽ هو ڏاڍيان ڳائڻ لڳو:

"آ اڱڻ ۾ چنڊ سون سان،
آ اڱڻ ۾ چنڊ سون سان، اي اديون!"

هن جون اکيون وري ڪيپ ۾ پوتجي ويون. هير جو جهوٽو آيو، ۽ هن کي هنج ۾ کڻي آڏائو: هو غزاله جي گهر جي ايوان ۾ ٽهلي رهيو هو. غزاله جو پيءُ انجنير هو. ڪين ينهنجو ڪشادو بنگلو هو، جنهن جي آڳر ۾ باغيچو هو، جتي هو ۽ غزاله گهڻو ڪري شام جو ٽهلندا هئا، ۽ ادب، سياست ۽ ٻين موضوعن تي بحث ڪندا هئا. هن جي ڪنن ۾ ناريل ۽ ٻيٽي جي ٻن جي سرسر آئي، جا غزاله جي ايوان ۾ ٻڌبي هئي.

"شاهه کان پوءِ سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ ڪوئي شاعر نه ٿيو آهي،" غزاله بحث ڪندي چيو، "ٻين سڀني رواياتي پيرائي ۾ شاعري ڪئي آهي، ۽ شاهه جا لفظ، ترڪيبون، محاورا، تشبيهون، تلميحون، وغيره دهرايون آهن. انهن ۾ ڪالي تخيل جي ندرت ۽ انفراديت کانه آهي."

"آئين ته نه آهي،" هن چيو، "'بيڪس' جي ڪالي به ست ڪڍ، ڏس ته ان ۾ بيان جي انفراديت آهي يا نه."

"مثال طور؟"

"مثال طور؟ مثال طور: 'ساجن سائين، سير ڪرڻ لاءِ آيو ٿي انسان'" هن غزاله ڏانهن شرارت سان ڏسندي، "بيڪس" جي ست پڙهي.

غزاله حاضر جوابيءَ جي شوق ۾ اچي وئي ۽ چيائين ته "سير ڪرڻ لاءِ چئو، شعر چوڻ لاءِ چونه؟" - پر پوءِ پنهنجي جواب تي پاڻ ئي شرمندي ٿي وئي.

مٺيون منظر اوندهه جي پردي ۾ لپيٽجي ويو، ۽ ڏيري ڏيري هن جي روح تي روشني پوڻ لڳي. هن پاڻ کي غزاله سان منهوڙي تي ڏٺو. هو ٻئي چولين کي ڇاتي ڏئي، سمنڊ ۾ اگهتي وڏندا ٿي ويا. ڪڏهن ڪڏهن چولي زياده چوهه سان ٿي آئي ته ٻنهي جا هٿ جدا ٿي ٿي ويا، ۽ پاڻيءَ سان اچانگ ڏئي غزاله ٽهڪ ٿي ڏنا. اهي ٽهڪ چولين جي گجيءَ ۽ گاج سان ملي هڪ پرشور ڪائنات بڻجي ٿي ويا. هن کي ڪيتريءَ مدت کان پوءِ سچيءَ خوشيءَ جو احساس ٿيو هو- خوشي جا هن جي پنل منهن تي تري رهي هئي، ۽ جنهن کي هن جو نظرون نهايت نفاست سان غزاله جي ڳلن تي چٽهي رهيون هيون.

"اڄ ته 'بريڪ-واٽر' تي هلون". غزالہ چيو.
"هل."
ٻئي هٿ هٿ ۾ ڏئي ٻاهر مان نڪتا ۽ ساحل تي ڊوڙڻ لڳا. بريڪ-واٽر ڏانهن ٻه رستا ٿي ويا-هڪ پڪي رستي تان ۽ ٻيو سمنڊ جي ڪناري تان ٻهاڙيءَ وٽان. پڪي رستي تان ڪيترائي ماڻهو ٿي ويا، سو هنن تنهائيءَ لاءِ ٻهاڙيءَ وارو رستو ورتو. ٿورو اڳتي ويا ته رستو ڪجهه خطرناڪ نظر آيو. ٻهاڙيءَ تي ٻيجرو ڇولين سبب آلو هو، ۽ ان جي هيٺان سمنڊ جون دهشتخيز ڇوليون هيون؛ ليڪن هي ٻئي پنهنجيءَ ڌن ۾ وڌندا رهيا.
جڏهن هڪ اوچيءَ جڳهه تي آيا، ته اوچتو غزالہ جو پير ترڪيو. ٻر هن سان هٿ هٿ ۾ هوس، سو هن ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو، ۽ هوءَ هن جي ٻانهن ۾ هلي آئي. موت کان اوچتو بچي وڃڻ بعد، هراس جي احساس ۽ هڪ دوست جي پنل جسم جي ڇُهاءَ-رس، غزالہ کي گهڙي پل لاءِ ساڪت ۽ خاموش ڪري ڇڏيو. سامهون اٿاهه ۽ بي انت نيرو پاڻي هو، ۽ هي ٻه تنها انسان-هڪ ٻئي کي ڇنبڙي ان کي ڏسي رهيا هئا، هنن جا ليڙ نيراڻ تي کپي ويا هئا.
"غزالہ-" هن سرگوشيءَ سان چيو.
"پرين-" غزالہ مُنهن هن جي ڇاتيءَ ۾ ڇپائيندي چيو.
ٻه سال خواب و خيال وانگر گذري ويا. هڪ ڏينهن هو غزالہ جي ڊرائنگ روم ۾ ويٺو هو. هن تازو ايل.ايل.بي. پاس ڪئي هئي؛ غزالہ ايم.اي. پاس ڪئي هئي ۽ ڪاليج ۾ سياسيات جي ليڪچرر مقرر ٿي هئي. ڳالهه تي ڳالهه نڪتي ۽ هو پنهنجي مستقبل تي سوچڻ لڳا.
"اوهان وڪالت ڪڏهن ٿا شروع ڪريو؟" غزالہ پڇيو.
"وڪالت ڪرڻ جو ته ڪوئي خيال نه آهي: ايل.ايل.بي. ته سون فقط قانون جي مطالعي لاءِ ڪئي هئي".
غزالہ جي منهن تي غيرمعمولي سنجيدگي اچي وئي-جنهن مان ائين ٿي لڳو ته هن ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي، پر چئي نٿي سگهي. هو سندس خيال ڀانپي ويو، ۽ چيائين: "غزالہ توکي خبر آهي ته شعر ۽ ادب منهنجي زندگي آهي. مان ان کي معاش جو ذريعو بڻائڻ چاهيان ٿو. ائين برابر آهي ته ان ڪري شايد فاقڪشيءَ تائين نوبت پهچي. پر مون توکي ڪيئي دفعا چيو آهي ته جي شاعريءَ ۾ دولت نه آهي ته دولت ۾ به شاعري نه آهي." غزالہ بلڪل سُن ٿي وئي، ليڪن هن جون اکيون هن جي اندروني آنڌمانڌ جون گواهه هيون. هوءَ ڪنڌ جهڪائي پير سان زمين کوٽڻ لڳي.
"شايد اوهان فقط پنهنجي لاءِ ٿا سوچيو"، هن چيو ۽ ڪمري مان ڊوڙندي نڪري وئي.
هائي هن جو نشو-ڪجهه گهنجي رهيو هو. هن اکيون ڇنڀي ٿڌي آڪاس ڏانهن ڏٺو.

سامهون هڪ ستاري اک ڇنڀي-گويا هن کي ڇيڙائي رهيو هو. هن سگريٽ دکايو... ۽ کيس غزالہ سان آخري ملاقات ياد آئي.

هو پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هو، ۽ ڪوئي نظم لکي رهيو هو. اوچتو در کولي غزالہ ڪمري ۾ مرڪندي اندر آئي، ۽ اچي هن جي مٿان بيٺي. هو نظم جي آخري سٽ لکي رهيو هو تہ غزالہ هن جي هٿ مان ڪاغذ ڪسيو ۽ چوڻ لڳي، "'زندگي براي ادب'-'هر خوشي براي ادب!' آخر اسان بہ ڪنهن ڪاڻ ۾ آهيون يا نہ؟" هن ڪاغذ پنهي هٿن ۾ جهليو ۽ چوڻ لڳي: "مان هن کي ڦاڙيان ٿي. جي مان توکي شاعريءَ کان زياده پياري آهيان تہ توکي شاعري ڇڏڻي پوندي! تو ۾ بيحد صلاحيتون آهن، ۽ تون هڪ ڪامياب وڪيل ٿيندين." ائين چئي غزالہ نظم وارو ڪاغذ ڦاڙي ڇڏيو، ۽ مُرڪي هن ڏانهن نهارڻ لڳي. هن جي چپن غزالہ جي مُرڪ نہ ورائي.

"غزالہ تون ڀُلي آهين،" هن غزالہ جي اکين ۾ گهوريندي چيو، "تو غلط سوچيو تہ مان توکي ڇولڏيندس!"

ان کي ٻہ سال ٿي ويا. اڄ هو ساڳيو بيت ڳائي رهيو هو، جو غزالہ جي وڃڻ بعد هن جهونگاريو هو:

سڱ سيرن پاڻي، جي تند برابر توريان،
تہ آئل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن ٻيجل پرائي!

"جي تند برابر توريان...،" هن چپن ۾ جهونگاريو، "جي تند برابر توريان...". هو اُٿيو ۽ ٽيڙ ڪائيندو ٽانگي جي تلاش ڪرڻ لڳو.



عبدالحق "عظيم"

# "بابلي"

کهڙي نه ملوڪ هُئي بابلي! ٻولاٽو بدن، گول گول چهرو، مٺڙو مٺڙو آواز؛ ڳالهائيندي هئي ته ڄڻ گل پيئي ڇڻيندي هئي. سدائين پيئي کِلندي ۽ ٽڙندي هئي. ڪڏهن به ڪنهن ڪيس ملول نه ڏٺو. هروقت کهنيءَ کليءَ، رستي پنڌ ۾ هلندن سان مارڪا ڪندي وتندي هئي. ننڍي سان ننڍي، وڏي سان وڏي - هُوءَ پاڙي جي هر ٻار توڙي وڏي لاءِ ونڊر هئي. جڏهن ڪو کيس چيڙائيندو هو، ته نراڙ ۾ گهُنج وجهي، وات چپو ڪري، چُوندي هُئي: "هيڪ ٿئي!" ۽ پوءِ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳندي هئي. ائين ڀانئبو هو ته هن ائين چئي، وڏي ڪا سوڀ ڪئي آهي، تڏهن ته ايڏا وڏا ٽهڪ ڏني؛ ۽ سچ پچ هوءَ انهيءَ ۾ پنهنجي وڏي سوڀ سمجهندي هئي. سندس انهيءَ ٻالڪپڻي ۽ چلولائيءَ مان هرڪو ايترو ته لطف اندوز ٿيندو هو، جو ڀانئي ته سندس دل ۾ وڃي کهڙي وهي رهي! هوءَ ڪجهه اهڙي انداز سان "هيڪ ٿئي" چوندي هئي، جو ٻار ته ٻار، پر وڏا به کيس ڳل تي پيار مان هلڪڙي ٺڪي هڻندي پيا خوش ٿيندا هئا. اوپرو ماڻهو به جڏهن بابليءَ کي اهي ٻه لفظ چوندي ڏسندو هو، ته بت بڻيو بيٺو کيس چتائيندو هو. هوءَ هرڪنهن سان ڳالهائيندي هئي. هن کي پاڙي جي هرهڪ ماڻهوءَ سان پيار هو. ۽ سڄي پاڙي جا ماڻهو هن کي پيار ڪندا هئا. انهيءَ ڪري ئي، سڀئي هن کي پيار وچان "بابليءَ" جي نالي سان سڏيندا هئا.

هوءَ رئيسن جي ڏيڏيءَ تي ڪڏهن آئي، اها خبر پاڙي جي ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪانه هئي. ايتري سا خبر هرڪنهن کي هئي، ته هوءَ رئيساڻي ڏيڏيءَ جي هڪ نوڪرياڻي "آمنه" جي ڌيءَ آهي، جنهن کي رئيسن وٽان پندرهن روپيا ۽ پيٽ ملندو آهي.

ڪجهه ڏينهن ٿيا، رئيسن جي هڪ خاص نوڪر صادق سڪئي ڳالهه ٿي ڪئي: "سوسائين کي چوان، بابلي جڏهن ستن سالن جي هئي، تڏهن سندس پيءُ هڪڙي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندي پئي، هيٺ اچي فوت ٿي ويو. جيئين شال! ان کان پوءِ ستت ئي ماڻس هن کي ساڻ ڪري، اچي رئيس وڏي وٽ - رب وڏي ڄمار ڏئيس - ڏهين روپئين پيٽ تي نوڪرياڻي بيٺي. بابا، ڏکئي وقت ۾ سيڪو پنهنجا پلئه آجا ڪريو وڃي؛ پر مڱرائي آهي اسان جي رئيس وڏي کي:

چيائين، ”جتي ڏهه پيون نوڪرائيون پيون ڪمائين، اتي تون به انهن ڪڏ ويهي رهندينءَ؟“ بابا سائين کهڙيون ٿو خبرون پڇين - رئيس وڏو، ڏولان اٿئي ڏولن!“

اڄ پنجن سالن کان پوءِ، بابليءَ جي عمر ٻارهن سال آهي. ٻارهن سال عمر اڄڪلهه جي ڪلجڳ ۾ ڪا ٿوري ڪانهي. وري بابلي به ٻالڪپڻ ۽ جوانيءَ جي وچ واريون بهارون گذاري رهي هئي. منهن موڪرو ٿي رهيو هوس. ڳلن ۾ گلابي ڳان جو رنگ پرجي رهيو هوس. غزالي اکين جون چنچل ۽ مستانيون نظرون، گهائل ڪرڻ جي لائق بڻجي رهيون هيون. هلڻ به هاڻ ڍيل جيان ٿيندي ٿي ويس. ڇاتيءَ ۾ ڪجهه ابڀار پيدا ٿي ويو هوس. وار به هاڻ چيلهه تائين وڃي پهتا هئس. پر انهيءَ هوندي به هوءَ فقط ”بابلي“ هئي - اهڙي، جهڙي پنج سال اڳ هئي: اها، جيڪا سڀني لاءِ وندر هئي: اها جيڪا سڀني جي خوشين جو سامان هئي: جنهن کي سڄو پاڙو پيارو هو، ۽ جيڪا سڄي پاڙي کي پياري هئي.

هوءَ گهڻو ڪري رئيسن جي ڏيڍيءَ جي سامهين مسجد واري ٿلهي تي ايندي هئي، جتي نمازي نماز پڙهڻ کان اڳ يا پوءِ اڪثر پنهنجو ديرو ڄمائيندا هئا. هونئن ته سڄو ڏينهن نندڙن وڏن جو جڻ اهو آستانو ٿي ويو هو، پر نماز کان اڳ يا پوءِ ميڙو مڙيوئي وڌيڪ مچندو هو. ۽ جڏهن ميڙو متل هوندو هو، ته بابلي به پنهنجيءَ مهل تي اچي اتي موجود ٿي ويندي هئي. ڪنهن جا چيرا، ڪنهن جي اهل - بڻي ڦيرا پائيندي. نراڙ ۾ ڪهنج وجهيو، وات چپو ڪريو، سڀني سان واري وٽيءَ تي ٻئي مخاطب ٿيندي هئي - اهالي ”هيڪ ٿئي!“ ڪو ڇهنڊڙي پائيندو هوس، ته ڪو چوٽيءَ سان ڇڪيندو هوس: ڪو ڪن مروڙيندو هو، ڪو وري سندس پوتيءَ جي پلئه سان پنهنجو مُنهن پيو اگهندو هو. پر بابليءَ جو هر ڪنهن کي جواب اهوئي هوندو هو - ”هيڪ ٿئي!“ ۽ وري جڏهن ڏيڍيءَ تي سڏ ٿيندو هوس، يا اتي مائهن جي وٽ پڪڙ ۾ دير ٿي ويندي هيس، ته ٻاڻ ڇڏائي وڃي ڏيڍيءَ جي دروازي تي بيهي چيرا ڏيندي، ڏاڍيان ”هيڪ اٿوا“ چوندي، اندر گهڙي ويندي هئي. ۽ پوءِ ٻارڙن ۽ وڏڙن جا ٺهڪڙا ڪيتري دير تائين هوا ۾ گونجندا رهندا هئا.

هڪڙي ڏينهن، اوچتو ئي اوچتو ”بابلي“ گم ٿي ويئي!

ڇو گم ٿي وئي، ڪيئن گم ٿي وئي، ڪيڏانهن ويئي - اها ڪنهن کي به خبر ڪانه پئجي سگهي. سڄو پاڙو اداس ٿي ويو. جيڏانهن ڪيڏانهن بس چپ چپات لڳي ويئي. اهي ٻارن جا ٽولا ٽڙي پکڙي ويا. اهي وڏن جا ولر ڇڙوڇڙ ٿي ويا. مسجد جو ٿلهو ته ڄڻ کائڻ پيو ايندو هو. ۽ اها رئيسن واري ڏيڍيءَ جي عمارت ته جهڙو راڪاس پيو ڀانئبو هو، جنهن ۾ اڳي بابلي رهندي هئي - سڀني جي خوشي ۽ وندر.

پاڙي ۾ بابليءَ بابت ڪئين ڳالهيون هلي ويون. ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن - جيترا وات اوتريون ڳالهيون. ڪنهن چيو، ”بيمار هوندي ويچاري، تڏهن نه نڪرندي هوندي“. ڪنهن سمجهيو ته ”ڏيڍيءَ تي ٻاهر نڪرڻ کان منع ڪري ڇڏي هونداؤنس، جو نٿي نڪري.“

ڪنهن جو خيال هو ته ”هاڻ وڏي ٿي ويئي هئي، ان ڪري ٻاهر نٿي اچي“. ڪنهن انومان ڪيو ته ”ٿي سگهي ٿو، ماڻس ڪنهن ٻاهرين ڳوٺ ڏي کڻي ويو هجيس“. ۽ صادق سڪي چيو: ”سو سائين ڪي جوان، رئيس ننڍو – رب وڏي ڄمار ڏئيس – ڳوٺان آيو هو. سو وٺي ويو اٿس. ڇا ٿيو، جو اتي ڪي هڪ ٻانهي ويڄ ڪندي گذاري وئي. هئي به بيوهه، پر ڏيڍيءَ ۾ پيٽ ٿي پيس. بابا سائين، انهيءَ هوندي به رئيس ننڍي خرچڻ سان ڪٺايو ٿي ڪونه – وڏيءَ اسپتال واري منٿ ۾ به ڪهرائي ڏنائينس؛ پر وچاريءَ جا ڪو ڏينهن اچي ڪٿا هئا، سو وڃي رب کي پهتي. جيئن شال! هاڻ بابلي ان جي جاءِ تي ڏيڍيءَ تي ڪم ڪندي آهي. چڱو ٿيو – هتي ڪان پاڻ اتي سکي رهندي! اڳيان رئيس ننڍو جو آهي!... آءٌ چوان ٿو، وڏو ته وڏو، پر رئيس ننڍو به ڏولڻ اٿئي ڏولڻ!“

مطلب ته ڪنهن ڪجهه ٿي چيو ته ڪنهن ڪجهه. ڪيترا ڏينهن بابليءَ جون ڳالهيون ٿينديون رهيون. آخر هرڪنهن پنهنجي ليکي ڪونه ڪو سبب سمجهي ڪئي مات ڪئي. ڪڏهن ڪو بابليءَ جو ذڪر آيو ٿي، ته اڪثر پنهنجي جيءَ کي ائين چئي آٿت ڏيندا هئا ته ”ادا الله آئيندس!“

”بابليءَ“ کي گم ٿئي ٿي مهنا لنگهي ويا. انهيءَ وچ ۾ ٿي سگهي ٿو ڪنهن کي بابلي وسري به وئي هجي، پر ڪيترن کي سندس ياد اڃا ستائي رهي هئي. ”هيڪ ٿئي!“ – هڪ ٻئي کي ائين چئي بابليءَ کي پيا ساريندا هئا. ڪي وري نرڙ ۾ گهنج وجهي، وات چبوڪري، جنهن ان جو انداز ورجائي پيا دل ئي دل ۾ روئندا هئا. ڪي مسجد جي ٿلهي تي اچي ٻه چار گهڙيون ويهي پيا پور پچائيندا هئا، ته ڪي وري پنهنجن گهرن ۾ پنهنجين ننڍڙين نياڻين کي ”بابلي“ سڏي، پنهنجي دلين جو بوجهه هلڪو ڪندا هئا.

امي ته ٿيا وڏا، پر ٻار ڇا ڪن؟ انهن ته وڏو ٻاڻتال ٻاري ڏنو هو. ڪو مسجد وٽان ٿيندو هو، يا ڏيڍيءَ وٽان لانگهائو ٿيندو هو، ته زور زور سان واڪا ڪندو هو: ”بابلي!...... او بابلي!“ پر بابلي هجي ته ورندي ڏئي! ڪجهه ڏيراوسيڙي ڪرڻ کان پوءِ ٻار ويچارو سنهن ٻلڪڙو ڪري مايوس ٿي هليو ويندو هو.

سڄي ڏينهن جي انهيءَ شور ۽ واڪن سبب، ڏيڍيءَ جي نازڪ مزاج رئيسائين کي ٻارن لاءِ شڪايت به پيدا ٿي پئي هئي. هڪ دفعي ته ڏيڍيءَ کان ٻاهر نڪري ڪنهن نوڪرياڻيءَ هڪ ٻار کي ڏاڍي زوردار لپاٽ هڻي ڪڍي هئي – ”ڪهڙي ماڻهين جي بابلي هتي رلي مئي آهي!“ ۽ ويچارو ٻار ڳوڙها ڳاڙيندو، سڏڪا ڀريندو، بابليءَ کي ساريندو، وڃي مسجد جي ٿلهي تي ويٺو هو.

پر هڪڙي ڏينهن جيئن ئي هڪ شرارتي ٻار، رئيسن واريءَ ڏيڍيءَ جي بند دروازي تي بيهي واڪو ڪيو: ”او بابلي!“ ته اندران ورائي آئي: ”هيڪ اٿئي!“ – اهو بابليءَ جو آواز هو.

پوءِ ته ڪيترائي ٻار مڙي ويا – ”بابلي آئي! بابلي آئي!“ ۽ بابليءَ جي انهيءَ خبر ٿي ڇوڪري چوٻول مچي ويو. مبارڪون اچي ويون، ۽ وات وات بابليءَ جي وائي لڳي وئي.

جيڪو ٽيڪو بس ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. سڀني جا سَنھون سَرها ٿي ويا. ٻارن جا ٽولا هڪڙي پاسي اچي مسجد جو ٿلهو وسائي ويٺا، ته وڏن ٻئي پاسي اچي ميڙا ڪيا. اکيون ڏيڍيءَ ۾ ڪَتل- هرڪو بابليءَ کي ڏسڻ لاءِ آتو هو.

آخر بابلي رئيسن جي ڏيڍيءَ جي دروازي مان ٻاهر نڪتي. ڏسڻ وارن جا تاڪ لڳي ويا! ڪنڌ هيٺ، چنجهيون اکيون، ٽوٽ ڳل، ڊرڪيل چپله، لوڪيل ڇاتي، چڳڙ وار- بابلي مرضيلن وانگر هلندي، لاش وانگر رڙهندي اچي رهي هئي.

ٻاڙ ٽوڙي وڏا بابليءَ کي ڏسڻ جي بجاءِ هڪ ٻئي جا منهن تڪي رهيا هئا. سڀني جون وايون ولڙيون ٿي ويون. ٻار هڪ طرف روئڻهارڪا ٿي ويا، ته وڏن جا منهن ٻئي طرف ڪارانجي ويا. سڀني جون اکيون ڦاٽي ويون. حيرانيءَ وچان ڪا سمجهه ئي نه پئي آئين. ڏندين آڱريون ڏئي، اهين چپ چاپ بيٺي چتايائون، ڄڻ سڀئي هڪ ئي وقت ٿي پٿر جا بت بڻجي ويا هجن.

بابلي جڏهن هجوم جي بلڪل وچ ۾ اچي بيهي رهي، تڏهن به ڪنهن سانس ڪونه ڳالهايو. ڪو پڇڪيوئي ڪونه! سڀ بابليءَ کي ڏسي رهيا هئا- ان بابليءَ کي، جيڪا سڀني لاءِ ونڊر هئي؛ جيڪا سڀني جي خوشين جو سامان هئي؛ جنهن کي سڄو ٻاڙو پيارو هو، ۽ جيڪا سڄي ٻاڙي کي پياري هئي: ۽ اهائي "بابلي" هيئنر به سندن بلڪل وچ ۾ بيهي مرڪي رهي هئي- مڪروه مرڪ- جنهن کي رئيس ننڍو، خدمت چاڪريءَ لاءِ ڳوٺ وٺي ويو هو، ۽ جيڪا هاڻ هيتري ساري هجوم ۾ ڪيلڻ جي باوجود ڄڻ رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي!



خليل جبران
سنڌيڪار: ”حافظ“ حسيني

# قانون ۽ انصاف

حاڪم انصاف جي ڪرسيءَ تي ويٺل هو. سندس ساڄي ڪاٻي حڪومت جا بيدار مغز اراڪين ويٺل هئا، جن جي آزمودگار منهن مان علم ۽ فضل جو نور بکي رهيو هو. چوطرف سپاهي تلوارين تاڻيو، نيزا اڀا ڪريو بيٺا هئا. سامهون تماشاين جا انبوهه لڳا پيا هئا، جن مان ڪي ته اهڙا هئا، جن کي رڳو دربار ڏسڻ جو شوق ڇڪي آيو هو، ۽ ڪي منجهائن اهڙا هئا، جن کي تازن ڏوهن جي متعلق فيصلي جو انتظار هو. سڀ ماڻهو سر نوايو، نظرون جهڪايو، ساهه روڪيو بيٺا هئا -ڇو ته حاڪم جي اکين ۾ ڪا اهڙي قوت هئي، جا هنن تي خوف ۽ رعب طاري ڪري رهي هئي، ۽ سندن دلين ۾ رغبت ۽ انس جو ٻج پوکي رهي هئي.

مجلس ختم ٿي، ۽ فيصلن جو وقت اچي پهتو. حاڪم پنهنجو هٿ مٿي کنيو ۽ وڏي سڏ چيو، ”ڏوهارين کي هڪ هڪ ڪري اسان جي سامهون پيش ڪريو، ۽ ٻڌايو ته انهن ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي.“

قيدخاني جو دروازو کوليو ويو. ان جون خوفناڪ ديوارون ائين ٿي معلوم ٿيون، ڄڻ ڪو خونخوار جانور اوٻاسي ڏيڻ لاءِ پنهنجو خوفناڪ وات پٽيو بيٺو هجي! چئني پاسن کان هٿڪڙين ۽ پيڙين جي ڇڻ ڇڻ سان گڏ، قيدين جي آهه و زاريءَ جو آواز اڀري رهيو هو. ماڻهن نظرون مٿي کنيون ۽ ڪنڌ ورائي ڏٺو-ڄڻ قبر جي اونهاين سان موت جي شڪار کي نڪرندو ڏسي، هنن پنهنجي نظرن جي ذريعي قانون سان مسابقت ڪرڻ ٿي گهري.

ٿوري دير کان پوءِ، سپاهي هڪ نوجوان کي چيلهه ۾ رسو وجهي، عدالت ۾ وٺي آيا. ان نوجوان جي نراڙ جي گهنجن ۽ ڪومائل چهري مان حوصلو ۽ خود داري چمڪي رهيا هئا. نوجوان کي ڏڪي، ڏوهارين جي پڃري ۾ ويهاري، سپاهي هڪ ٻه قدم پري هٽي بيهي رهيا. حاڪم ٿوري دير تائين هن کي نظرون جمائي ڇتائي ڏٺو، ۽ پڇيائين، ”هن نوجوان جو ڪهڙو ڏوهه آهي، جو اسان جي حضور ۾ ائين ڪنڌ مٿي ڪئيو بيٺو آهي، ڄڻ ته عدالت جي ڪٽهڙي ۾ نه بلڪ ڪنهن فخر جي جاءِ تي بيٺو آهي؟“

اراڪين سلطنت سان هڪڙي جواب ڏنو: ”حضور، هي قاتل آهي. ڪالهه هيءَ سلطنت جي هڪ ذميدار آفيسر سان - جو سرڪاري طرح ٻهراڙيءَ جو دورو ڪري رهيو هو - وڙهي پيو؛ ۽ ان کي چونڪيءَ ۾ ڪيرائي، قتل ڪري ڇڏيائين. جنهن وقت هن کي گرفتار ڪيو ويو، ان وقت مقتول جي خون ۾ رنگيل تلوار هن جي هٿ ۾ هئي.“

حاڪم ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو، ۽ هن جون اکيون جنسي غضب جا تير وسائڻ لڳيون. گجڪار ڪندي چيائين:

”هن کي وري وڃي اونداهيءَ ڪال-ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪريو، ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيو: سڀاڻي صبح جو انهيءَ ساڳيءَ تلوار سان سندس سِر ڪپي، لاش کي جهنگ ۾ اڇلي ڇڏيو - پل ته سرڻيون ۽ ڳجهون سندس ماس پٽين، ۽ هوا هن جي لاش جي سڙيل بدبوءِ کي هن جي اهل عيال تائين پهچائي!“

نوجوان کي قيدخاني واپس نيو ويو. ماڻهن جون افسوس ڀريون نظرون هن جو تعاقب ڪري رهيون هيون، ۽ فضا ۾ هن جي ماتم ۾ ٿڌا شوڪارا ڀري رهي هئي - ”آه، هڪ مضبوط جسم ۽ حسين صورت وارو نوجوان!“

ان بعد، سپاهي هڪ نازڪ اندام، حسين و جميل جوان عورت کي گرفتار ڪري وٺي آيا. سندس منهن تي ياس ۽ نااميديءَ جي زردي ڇانيل هئي. هن جون اکيون لڙڪن سان لبريز هيون؛ گردن حسرت ۽ ندامت جي بارڪان جهڪيل هئي! حاڪم ان کي ڏسي پڇيو: ”هن نازڪ بدن عورت ڪهڙو قصور ڪيو آهي، جو اسان جي سامهون اڻين بيٺل آهي، جڻ حقيقت جي ڦاسي ۾ ڦاٿولو؟“

هڪ سپاهيءَ جواب ڏنو: ”حضور هيءَ هڪ بدڪار عورت آهي. ڪالهه رات جڏهين هن جو مڙس گهر پهتو، تڏهن هيءَ پنهنجي ڪنهن آشنا جي آغوش ۾ ستل هئي. هن کي پوليس جي حوالي ڪيو ويو، ۽ سندس آشنا فرار ٿي ويو.“

حاڪم هن کي نهايت غور سان ڏٺو، ۽ هوءَ شرم وچان زمين ۾ پيهي ٿي وئي. ظلم ۽ سنگدليءَ جي شدت ڪان ڏند ڪرٽيندي، هن حڪم ڏنو: ”هن کي ڪال-ڪوٺڙيءَ ۾ وٺي وڃو. ڪيس ڪندن تي ليٽايو، ته جئن هيءَ پنهنجي ان سيج کي ياد ڪري، جنهن کي هن جي سياهه ڪارين ناپاڪ ڪري ڇڏيو آهي! هن کي ماکيءَ ۾ ڪوڙاڻ ملائي پياريو ته ته جئن هيءَ ان پيار جي حلاوت کي ياد ڪري، جو مذهب ۽ قانون ٻنهي جي نگاهن ۾ حرام آهي! پوءِ، سڀاڻي هن کي شهر ڪان ٻاهر اگهاڙو ڪري سنگسار ڪريو. جڏهين مري وڃي، تڏهن سندس جسم کي اتي ئي ڇڏي ڏيو، ته سندس گوشت کي ڪانگ ۽ ڪتا پٽين، ۽ هڏيون جيت جڻيا کائين!“

نوجوان عورت قيدخاني جي اونده ۾ گم ٿي وئي. ان وقت حاضرين حاڪم جي عدل ۽ انصاف تي حيرت‌آميز خوشيءَ جو اظهار به ڪري رهيا هئا، ۽ ان نوجوان عورت جي غمزده چهري جي دلڪشيءَ ۽ الم انگيز نظرن جي رقت تي افسوس پڻ.

ان کان پوءِ سپاهي هڪ ڪمزور ۽ پوڙهي شخص کي وٺي آيا، جنهن جا ڏڪندڙ جهندڙ گوڏا هاڻ وقت هڪ ٻئي سان گسي رهيا هئا. هن نهايت نماڻائيءَ ۽ رحم طلب نظرن سان چئني پاسي ڏٺو. ويچاري جي دردانگيز نگاهن مان مايوسي، محتاجي ۽ بدبختي ٽپڪي رهي هئي.

حاڪم هن ڏانهن حقارت ڀرين نظرن سان نهاريندي پڇيو: "۽ هن ناپاڪ شخص جو ڪهڙو جرم آهي، جو اهڙيءَ طرح بيٺو آهي، جهڙو جيئرن ۾ مئل؟"

هڪ سپاهيءَ جواب ڏنو، "حضور هي چور آهي. ڪالهه رات هن ديول ۾ چوري ٿي ڪئي، ته معصوم راهبن هن کي پڪڙي ورتو. تلاش وٺڻ تي هن جي ڪڇ مان مقدس قربانگاهه جا برتن هٿ آيا."

حاڪم هن کي ائين ڏٺو، جئن بکايل ڳجهه ڪنهن ڪُتل جهرڪيءَ کي ڏسندي آهي، ۽ بلند آواز ۾ چيائين: "هن کي بنديخاني جي تنگ ۽ اونداهي تهخاني ۾ وجهي، هن جي جسم کي فولادي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيو. سڀاڻي صبح جو، هن کي ريشم جو ڦندو ڳچيءَ ۾ وجهي، هڪ اوچي وڻ ۾ لٽڪائي ڇڏيو. ساهه نڪرڻ کان پوءِ به، هن جي جسم کي اتي ئي ٽنگيل ڇڏي ڏيو ته جئن هن جي بدن جو هر سَنڌ ۽ بند آڪلي ڇڙوڇڙ ٿي وڃي، ۽ هوا هن جي جسم جي عضون کي آڏائي کڻي وڃي!"

چور کي قيدخاني ۾ وٺي ويا ۽ ماڻهو پاڻ ۾ سرگوشيون ڪرڻ لڳا: "هن بي ايمان پوڙهي کي پاڪ ديول مان برتن چورائڻ جي جرات ڪئن ٿي؟"

حاڪم انصاف جي ڪرسيءَ تان لٿو، ۽ سپاهين جي جهرمٽ ۾ روانو ٿيو. سلطنت جا اراڪين به هن جي پٺيان پٺيان هليا. ان بعد، تماشائين جو هجوم به آهستي آهستي ڇڙوڇڙ ٿي ويو. هاڻي ان جاءِ تي قيدين جي فريادن ۽ بي‌سهارن جي آهُن کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪونه هو، جي فضا ۾ اهڙيءَ طرح لرزي رهيون هيون، جئن ديوارن تي پاڇولا!

جو ڪجهه ٿيڻو هو سو ٿيو، پر مان اتي بيٺو رهيس- ان آئيني وانگر، جو غيرمتحرڪ پاڇولن جي سامهون رکيو هجي. ان وقت مان ان قانون تي غور ڪري رهيو هوس، جو انسان انسان لاءِ ٺاهيو آهي، ۽ ان حماقت تي دل ئي دل ۾ کڙهي رهيو هوس، جنهن کي دنيا عدل ۽ انصاف چوي ٿي. مان ان وقت زندگيءَ جي رازن کي کولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس، ۽ هستيءَ جي انتها سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس- ايتريقدر جو منهنجو دماغ پريشان ٿي ويو. خيال منهنجي ذهن مان ائين محو ٿي ويا، جئن بادلن ۾ شفق لڪي ويندي آهي. آخر مان به اتان نڪتس. ڪيترو ئي وقت سوچيندو رهيس ته: ڪڏهن زمين جي عنصرن کي چوسي ٿو؛ جانور گاهه کي کائي چٽ ٿا ڪن؛ بگهڙ ٻڪريءَ کي کائي ٿو؛ گينڊو بگهڙ کي ماري ٿو؛ شينهن گينڊي کي ڦاڙيو چيريو ڇڏي؛ ۽ موت شينهن کي فنا ڪريو ڇڏي: ڇا ڪا قوت اهڙي به آهي، جا موت تي غالب اچي، هن سلسلي کي ابدي

انصاف بنائي ڇڏي؟ ڇا ڪا قوت اهڙي به آهي، جا هنن سڀني منجهيل ڳالهين کي بهتر نتيجن ۾ تبديل ڪري سگهي؟ ڇا ڪا قوت اهڙي به آهي، جا زندگيءَ ۽ ان جي انهن سڀني جزن کي پنهنجي مٺ ۾ آڻي، ڪلندي ڪڏندي پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح جذب ڪري ڇڏي، جهڙيءَ طرح سمنڊ سڀني ندين نالن کي، نچندي ڳائيندي، پاڻ ۾ جذب ڪريو ڇڏي؟ ڇا ڪا طاقت اهڙي به آهي، جا قاتل ۽ مقتول کي، زانيه ۽ ان جي آشنا کي، چور ۽ ديول جي پادرين کي ڪنهن اهڙيءَ عدالت ۾ ويهاري، جا حاڪم جي هن عدالت کان ارفع ۽ اعليٰ هجي؟

(٣)

پٺي ڏينهن مان شهر کان ٻاهر هليو ويس، جتي خاموشي، من لبائيندڙ مسرت پکيڙي ٿي؛ ۽ فضا جي پاڪيزگي، ياس ۽ نااميديءَ جي انهن جيوڙن کي ناس ڪريو ڇڏي، جي تنگ گهٽين ۽ اونداهن مڪانن ۾ پيدا ٿين ٿا. واديءَ جي وچهو وچي مون ڏٺو ته عقاب، ڪانون ۽ ڳجهن جو ميڙو لڳو پيو هو. هو ڪڏهين زمين تي لهيو ٿي آيا ته ڪڏهين آسمان ۾ ٿي اڏاڻا. سڄي فضا انهن جي پرواز جسي آواز کان ڀرُي رهي هئي. حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ، ٻه چار قدم اڳتي وڌي ڏٺم ته هڪ مرد جو جسم هڪ ڊگهي وڻ ۾ لٽڪيو پيو هو؛ هڪ عورت جو اگهاڙو لاش انهن پٿرن ۾ پيو هو، جن سان هن کي سنگسار ڪيو ويو هو؛ ۽ هڪ نوجوان جسو خاڪ ۽ خون ۾ ٻڏل ڌڙ ۽ سر جدا ٿيا پيا هئا. مان بيهي رهيس. منظر جي هيبتناڪيءَ منهنجي بصيرت تي هڪ تاريڪ پردو چاڙهي ڇڏيو. مون اکيون مٽي ڪنيون؛ خون ۾ رنگيل لاش جي وچ ۾ پيل موت جي ساهي کان سواءِ مون کي ڪجهه به نظر نه آيو. منهنجي ڪنن ۾ عجيب آواز اچڻ لڳا: انساني قانون جي شڪار جي چوطرف لامارا هڻندڙ ڪانون جي ”ڪان ڪان“ سان گڏ، نيستيءَ جي فرياد کان سواءِ مون کي ڪجهه به پڌرو نه ٿي آيو!

”آدم جا ٿي لخت جگر، جي ڪالهه تائين زندگيءَ جي آغوش ۾ هئا، اڄ صبح جو موت جي چنبي ۾ هليا ويا! ٿي انسان، جن عرف عام ۾ قانون جي خلاف ورزي ڪئي هئي- انڌي قانون انهن کي گهٽيءَ، انتهائي سنگدليءَ سان پامال ڪري ڇڏيو! ٿي هستيون، جن کي سماج مجرم ٺهرايو، چو ته هو ڪمزور هيون؛ ۽ قانون انهن کي ڪهائي ڇڏيو، چو ته هو طاقتور هو!

”هڪ شخص ٻئي شخص کي قتل ڪيو ته دنيا چيو، ”هي ظالم، قاتل آهي!“ مگر جڏهين حاڪم هن کي قتل ڪرايو، تڏهن دنيا چيو، ”هي امير انصاف پرور آهي!“

”هڪ ماڻهوءَ ديول مان چوري ڪئي ته ماڻهن چيو، ”هي بدمعاش، چور آهي!“ مگر جڏهين حاڪم ان جي زندگي کسي ورتي، تڏهين ماڻهن چيو ته ”حاڪم قابل احترام آهي!“

”هڪ عورت پنهنجي مڙس جي امانت ۾ خيانت ڪئي ته سڀڪو نندڻو وڏو چوڻ لڳو ته ”هيءَ ڪميني فاحشه آهي!“ حاڪم هن جو لباس لهرائي، بازارن ۽ گهٽين ۾ هن کي اگهاڙو گهمارايو، ۽ سڀني جي سامهون سنگسار ڪرايو، تڏهن چيائون ته ”حاڪم شرافت جو پتلو آهي!“



"جہالت" — چترکار: شمشیر الحیدری

”خون وهائڻ حرام آهي - مگر حاڪم لاءِ اهو ڪنهن حلال ڪيو؟ مال چورائڻ جرم آهي - مگر ڪنهن کي حياتيءَ جي نور کان محروم ڪرڻ، عظمت ۽ بزرگيءَ جو سبب ڪنهن ٺهرايو؟ عورت جو پنهنجي مڙس جي امانت ۾ خيانت ڪرڻ خراب آهي - مگر ان کي سنگسار ڪرائڻ ڪنهن چڱو ڪيو؟

”اسين برائيءَ جو مقابلو ان کان به وڏيءَ برائيءَ سان ٿا ڪريون، ۽ چئون ٿا ته ”اهو قانون آهي“! اسين فساد جو خاتمو ان کان به وڏي فساد سان ٿا ڪريون، ۽ وڏي واڪي ٿا چئون ته ”هي ناموس آهي“! اسين ڏوهن تي غالب اچڻ لاءِ ان کان به وڏو ڏوهه ڪريون ٿا، ۽ چوايون ٿا ته ”هي انصاف آهي“!

”ڇا حاڪم ڪڏهين پنهنجي دشمن کي تلوار سان قتل نه ڪيو هوندو؟ ڇا هن ڪڏهين پاڻ کان ڪمزور جي مال ۽ جائداد تي غاصبانه قبضو نه ڪيو هوندو؟ ڇا ڪا به حسين عورت ڪڏهين هن جي شهواني جذبات ۾ طوفان برپا ڪرڻ جو سبب نه بڻي هوندي؟ ڇا هو پنهنجي سموري زندگيءَ ۾ انهن گناهن کان پاڪ رهيو هوندو، - جو هن لاءِ قاتل کي قتل ڪرائي ڇڏڻ، چور کي ڦاسيءَ تي چاڙهائي ڇڏڻ ۽ زانيه کي سنگسار ڪرائڻ جائز ٿي پيو؟

”اهي ڪير هئا، جن ڦاسي ڏيڻ لاءِ چور کي وڻ ۾ لٽڪايو؟ - ڇا قدسي عالم کان ڪي ملائڪ لهي آيا هئا: يا هو اهي ماڻهو هئا، جي هر مال کي، جو انهن جي هٿ چڙهي، پنهنجي بابي جو مال سمجهي هضم ڪري ٿا وڃن! اهي ڪير هئا، جن قاتل جو سر ڪپيو؟ - آسمان مان پيغمبر نازل ٿيو هو: يا اهي سپاهي هئا، جي ماڻهن کي قتل ڪن ٿا ۽ غريبن جو رت وهائين ٿا؟ اهي ڪير هئا، جن زانيه کي سنگسار ڪيو؟ - ڇا اهي ڪي شب زنده دار زاهد پنهنجن حجرن مان نڪري آيا هئا: يا اهي ئي ماڻهو هئا، جي هروقت گناهن سان پربا پيا آهن، ۽ اونداهين راتين ۾ لڪي لڪي گناهن جو شبخون هڻن ٿا؟

”قانون، ...... قانون ڇا آهي؟ ڪير آهي، جنهن ان کي سج جي ڪرڻن سان آسمان مان لهندو ڏٺو آهي؟ ڪهڙو انسان آهي، جنهن الله جي دل کي ڏٺي، انساني عالم جي متعلق هن جي مرضي پروڙي ورتي آهي؟ ۽ ڪهڙي زماني ۾ فرشتا انسانن کي چوڻ آيا هئا ته ”ڪمزورن کي حياتيءَ جي نور کان محروم ڪري ڇڏيو؛ پست ۽ زبون حال ماڻهن کي اجل جي تير جو نشانو بڻايو؛ ۽ خطاڪارن کي فولادي پيرن هيٺان چيڀاڙي ڇڏيو“!“

منهنجو دماغ ۽ جذبا انهن ئي ڏکن جي ڪشمڪش ۽ انهن ئي خيالن جي ڪشاڪش ۾ مبتلا هئا، ته مون ڪنهن جي پيرن جي آهٽ ٻڌي، جا گهڙيءَ گهڙيءَ قريب ٿيندي وئي. مون ڏٺو ته هڪ نوجوان عورت ڪوئبي سوئبي، ڏڪندي لڪندي، خوف کان چئني طرفين نهاريندي، وڻن جي جهڳٽي مان نڪتي، ۽ انهن ٽن لاشن جي ويجهو ولي. جڏهين هن نوجوان جو وڍيل سر ڏٺو ته درد کان دانهن نڪري ويس، ۽ ان تي جهڪي، ان کي پنهنجي

ڏڪندڙ ڪراين جي حلقي ۾ آندائين. هن جي اکين مان بي اختيار لڙڪ وهڻ لڳا، ۽ مقتول جي گهڻ پيار وارن کي پنهنجي هٿ ۾ جهلي، هڪ اهڙي دردناڪ ۽ دل ڏاريندڙ آواز ۾ رڙڻ شروع ڪيائين، جو جڻ آواز هن جي دل جي گهراين مان نڪري رهيو هو! جڏهن هوءَ روڄ ۽ ماتم جي شدت ڪان ساڻي ٿي پيئي، ۽ حسرت ۽ نااميديءَ جي هجوم ڪان مغلوب ٿي وئي، تڏهن پنهنجي هٿن سان جلدي جلدي قبر کوٽڻ لڳي. هڪ خاصي وڏي قبر کوٽڻ کان پوءِ، نوجوان جي لاش کي کسڪائي ان ۾ لاٿائين، ۽ نهايت ڏيرج سان ان جي رت ۾ رنگيل سر کي پنهنجي ڪلهن جي مٿان وچ ۾ رکي، قبر کي مٽيءَ سان پوري ڇڏيائين؛ پوءِ ان تلوار کي سندس قبر تي کوڙي ڇڏيائين، جنهن سان هن جو سر ڪپيو ويو هو. جڏهن هوءَ وڃڻ لڳي، تڏهن آءٌ هن ڏانهن وڌيس. مون کي ڏسي هوءَ ڇرڪي وئي، ۽ ڪجهه خوف سببان هن تي اهڙي ڏڪڻي طاري ٿي وئي، جو اتي ئي ڪري پئي. گرم گرم لڙڪ برسات جي بوندن وانگر هن جي اکين مان وهي هليا، ۽ ٿڌو شوڪارو ڀري هن چيو: "جيڪڏهن توهان جي مرضي هجي ته ڀلي حاڪم وٽ منهنجي شڪايت ڪريو: آءٌ هن جي لاش کي ڳجهن ۽ جانورن جي غذا بڻجڻ لاءِ ڇڏي ڏيان، ان کان منهنجي لاءِ اهو ئي بهتر آهي ته مان مري وڃان ۽ ان شخص سان وڃي ملان، جنهن مون کي بدناميءَ جي چنبي کان بچايو!"

مون چيو: "منهنجي مصيبت زده ڀيڻ! آءٌ ته پاڻ تنهنجي اچڻ کان به اڳ هن جي جوان موت تي ماتم ڪري چڪو آهيان؛ ان ڪري مون کان نه ڊڄ. مون کي ٻڌاءِ ته سهي ته هن توکي ڪهڙيءَ طرح بدناميءَ جي چنبي کان نجات ڏياري؟"

ڏکوئيل دل سان سڏڪا ڀريندي، هن چيو: "حاڪم جو موڪليل هڪ ڪامورو ڍل وصول ڪرڻ ڪاڻ اسان جي ڳوٺ ۾ آيو. جڏهن هُن مون کي ڏٺو، ته پسنديدگيءَ جي خوفناڪ چمڪ ان جي اکين ۾ پيدا ٿي، ۽ هن منهنجي غريب پيءُ تي ايتري ته ڳري ڍل مڙهي، جو ان کي ڪو دولتمند به جيڪر ادا نه ڪري سگهي. ڍل جي رقم جي عيوض هن مون کي ڪٺي جهليو، ته جيئن مون کي حاڪم جي محل ۾ پهچائي. مون روئي روئي هن کي رحم جي درخواست ڪئي، مگر هن هڪ به نه ٻڌي. مون هن کي پنهنجي پيءُ جي پيري، جو واسطو وڌو، مگر هن جي دل نه پگهري. مجبوراً، مون رڙيون ڪري ڳوٺ وارن کان مدد گهري، ته هي نوجوان—جو منهنجو مڱيندو به هو—آيو، ۽ مون کي ان جي ظالم هٿن سان ڇڏائي ورتائين. ڪامورو غصي سبب آپي کان ٻاهر نڪري ويو، ۽ هن کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. مگر نوجوان هن کان سگهو هو؛ سامهون پٽ ۾ ننگيل تلوار لاهي، آنيسر کي زمين تي ڪيرائي، هڪ ئي وار سان ان جو ڪم تمام ڪري ڇڏيائين. مردانگيءَ جي ناموس هن کي پٺڻ نه ڏنو، جو عام ڌوهارين جو شيوو آهي. هي شجاعت ۽ خود داريءَ جو پتلو اتي ئي بيٺو رهيو—ايستائين جو پوليس آئي ۽ هن کي گرفتار ڪري وٺي وئي."

ائين چئي هن مون کي اهڙيءَ نظر سان ڏٺو، جنهن منهنجي سيني کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو، ۽ منهنجي اندر ۾ اضطراب جي آڳ ڀڙڪائي وڌائين. پوءِ هوءَ تيز تيز قدم کڻي اتان هلي وئي، ۽ فضا هن جي دردناڪ آواز ۽ دلسوز فرياد ڪان ڀري رهي هئي.

ٿوريءَ دير کان پوءِ مون ڏٺو ته هڪ نوجوان، ٻانهن سان پنهنجي منهن کي لڪائيندو اچي رهيو هو. زانيه عورت جي لاش جي ويجهو پهچي، هن پنهنجو ڪوٽ لاٿو، ۽ ان جي اگهاڙي جسم تي وڌو؛ ۽ پوءِ خنجر سان قبر کوٽي، آهستگيءَ سان لاش کڻي ان ۾ دفن ڪيائين. هن جي اکين مان لڙڪ زارو قطار جاري هئا، ۽ دل قابو کان ٻاهر هيس. ان ڪم کان فارغ ٿي، هن آسپاس جي ٻوٽن مان گل ڦل پٽي گلدستو ٺاهيو، ۽ قبر تي رکيو. جڏهين هن وڃڻ جو ارادو ڪيو ته مون هن کي ترسايو ۽ پڇيو:

”جوان! تنهنجو هن بي يار و مددگار عورت سان ڪهڙو تعلق آهي، جو تو جان جوکي ۾ وجهي، حاڪم جي حڪم جي انحرافي ڪئي، ۽ ان جي چيٿڙيل لاش کي پکين جي غذا بڻجڻ کان بچايو؟“

هن منهنجي طرف ڏٺو- اهڙين اکين سان، جي رنج ۽ اوجاڳي جي شدت کان ڳريون هيون، ۽ زبان حال سان درد ۽ غم جو داستان پڌائي رهيون هيون. گهٽيل آواز ۾ ٿڌو ساهه کڻي، هن چيو: ”مان ئي اهو بدنصيب آهيان، جنهن جي سبب هن کي سنگسار ڪيو ويو آهي. مان ۽ هيءَ ان وقت کان هڪ ٻئي کي پيار ڪندا هئاسين، جڏهين اسين تمام ننڍا هئاسين ۽ گهرن ۾ رانديون ڪندا وتندا هئاسين. عمر سان گڏوگڏ اسان جي محبت به وڌي ويجهي رهي هئي- ايتريقدر جو هيءَ منهنجي دل جي راڻي بڻجي وئي، جنهن جي خدمت کي آءٌ پنهنجو ايمان سمجهندو هوس. محبت اسان کي پنهنجي طرف مائل ڪيو: جڏهين ان ڏٺو ته اسان ٻنهي، روح جي هر لطافت ان لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي، ته تڏهن ان اسان کي سيني سان لڳايو.

”هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي: مان شهر کان ٻاهر ويل هوس. هُن جي پيءُ هن جي شادي زبردستيءَ هڪ ماڻهوءَ سان ڪري ڇڏي، جنهن سان هن کي بي انتها نفرت هئي. جڏهن مان واپس آيس، ۽ مون کي ان حادثي جي خبر پئي، تڏهن منهنجا ڏينهن اونداهين راتين ۾ تبديل ٿي ويا، ۽ منهنجي زندگي هڪ مستقل عذاب ۽ مسلسل ڪشمڪش بڻجي پئي. مان پنهنجي جذبات کي روڪڻ ۽ پنهنجي نفس جي تقاضائن تي غالب اچڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس، مگر محبت مون تي فتح پاتي: مون کي چوريءَ چوريءَ هن جي طرف ائين وٺي وئي، جئن اکين وارو انڌي کي وٺي ويندو آهي. خوش قسمتيءَ سان مون کي هن جي پرنور اکين کي ڏسڻ ۽ نغمه آگين آواز کي ٻڌڻ جو موقعو مليو. مون ڏٺو، هوءَ اڪيلي پنهنجي قسمت تي روئي رهي هئي، ۽ ان محبت جو ماتم ڪري رهي هئي، جا آسوده ٿيڻ کان اڳ سماج جي ديوتا تي ٻل چڙهي وئي. مان ٿورو پرڀرو هن جي سامهون ويهي رهيس. خاموشي اسان جي گفتگو هئي، ۽ پاڪبازي اسان جي محافظ. افسوس! هڪ ڪلاڪ به نه گذريو هو،

۽ اوچتو هن جو مڙس اچي ويو: ۽ مون کي ڏسندي ئي، هن جا ڪمينا جذبات اڀري آيا، ۽ هن پنهنجي بيدرد هٿن سان هن جي ڳردن جهلي، واڪا ڪرڻ شروع ڪيا- 'اڇو، هن بيغيرت ۽ سندس يار کي اچي ڏسو!'

"پاڙي وارا ڊوڙندا آيا، ۽ ٿوريءَ دير بعد خبر ملڻ تي سپاهي به- ظالم مڙس هن غريب کي سپاهين جي بيرحم هٿن ۾ ڏنو، ۽ هو هن کي زبردستيءَ ان حالت ۾ وٺي ويا، جو هوءَ پنهنجا وار پٽي ۽ ڪپڙا ڦاڙي رهي هئي. باقي رهيس آءٌ-سو مون کي گرفتار ڪرڻ ته درڪنار، ڪنهن مون کان ائين به ڪين پڇيو ته 'تون ڪير آهين؟' انڌو قانون ۽ ذليل سماج عورت جي خطا معاف نٿو ڪري، ليڪن مرد ان جي برعڪس معافيءَ ۽ درگذر جو مستحق آهي!"

نوجوان پنهنجي ڪهاڻي سان منهن لڪائي، شهر ڏانهن راهي ٿيو: ۽ مان پنهنجي جاءِ تي ويٺو، هن کي غور سان ڏسندو، ۽ ڪڏا شوڪارا ڀريندو رهيس.

جڏهن هوا جي جهوٽن وڻن جي ٽارين ۾ حرڪت ٿي پيدا ڪئي، تڏهن هن چور جو ڦاهيءَ تي لٽڪيل لاش به لڏڻ ٿي لڳو- گويا فضا ۾ رهندڙ ۽ وسندڙ روحن کي التجا ڪري رهيو هو ته هو ان کي لاهي، غيرت ۽ محبت جي شهيدن سان گڏ، زمين جي سيني تي سمهارين! هڪ ڪلاڪ کان پوءِ، قاتل ٽنل رليءَ ۾ هڪ ضعيف عورت نظر آئي. ڦاسيءَ تي لٽڪيل چور جي لاش وٽ اچي بيهي رهي، ۽ رڙيون ۽ ڪيڪون ڪري، پنهنجو سينو پٽڻ لڳي. ٿوريءَ دير کان پوءِ وڻ تي چڙهي، رسيءَ کي پنهنجي ڏندن سان ڪپيائين. لاش زمين تي ڪري پيو. عورت هيٺ آئي، ۽ انهن ٻن قبرن جي برابر ٽين لئين قبر کوٽي لاش کي دفن ڪيائين. ان تي مٽي وجهڻ بعد، آسپاس سان به ڪاٺيون کڻي آئي ۽ صليب ٺاهي قبر جي سيرانديءَ کوڙيائين.

جڏهين هن وڃڻ جي ارادي سان منهن ورايو، ته مون ان کي روڪيو ۽ پڇيومانس: "مائي، تو تي ڪهڙي اهڙي مصيبت نازل ٿي، جو چور کي دفنائڻ آئي آهين؟"

اشڪ آلود اکين مان، جن جي ڇوڏاري رنج ۽ بدبختيءَ جا ڪارا حلقا پئجي ويا هئا، هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو: "هي منهنجو پاڪدامن ۽ نيڪ ڪردار مڙس آهي، جو ڪالهه تائين منهنجي مصيبتن جو ساٿي، ۽ منهنجي ٻارن جو غمگسار پيءُ هو-منهنجي انهن ٻنجن ٻارن جو پيءُ، جي بک کان تڙپي رهيا آهن، ۽ جن ۾ سڀ کان وڏو اٺن سالن جو آهي، ۽ سڀ کان ننڍو اڃا ٿڃ پياڪ! هي چور نه هو، مگر هڪ هاري هو، جو ديول جي زمين پوکڻ جو ڪم ڪندو هو. ان جي عيوض پادري صرف ايتري ماني ڏيندو هوس، جو شام جو کائڻ کان پوءِ صبح لاءِ گرهه نه بچندو هوس! هن پنهنجي سڄي زندگي ديول جي پٽيءَ کي رت ولوڙي آباد ڪرڻ ۽ باغن کي قوت بازو سان سرسبز رکڻ ۾ قربان ڪري ڇڏي. ليڪن، ان جاکوڙ ۽ جانفشانيءَ جو عيوضو هن کي اهو مليو، جو جڏهين هي پوڙهو ٿيو، غير معمولي مشقت هن کي ٿڪائي وڌو، ۽ نت نئين بيمارين هن جي جسم کي اچي وڪوڙيو، تڏهن هن

ڪي ائين چئي ڪڍي ڇڏيائون ته ’وڃ، ديول ڪي هاڻي تنهنجي ضرورت نه آهي: جڏهين تنهنجا پٽ وڏا ٿيندا، تڏهين اسان وٽ موڪلجائين، ته اسين انهن کي تنهنجي جاءِ ڏينداسين!‘

”هن پادرين جي سامهون آزيون نيزاريون ڪيون، ۽ جڏهين هن جي دانهن ڪو به اثر نه ڏيکاريو، تڏهين فرياد لاءِ مون ڪي انهن ڏانهن موڪليائين. مان ويس: مسيح ناصريءَ جو واسطو ڏيئي انهن کي رحم جي درخواست ڪيم، مگر انهن کي اسان زال مڙس تي ترس نه آيو. معصوم ۽ ٻڪين ٻارن جي ڪري مجبور ٿي منهنجو مڙس شهر ۾ مزدوريءَ لاءِ ويو، مگر اتان به خالي هٿين موٽيو: چوته محلن ۾ رهندڙن کي خدمت لاءِ به تندرست ۽ توانا ماڻهوءَ جي ضرورت هئي. سڀني طرفن کان مايوس ٿي، هي پنڻ نڪتو: مگر ماڻهن هن کي خيرات جي به قابل نه سمجهيو، بلڪ ائين چوڻ لڳا ته ’تو جهڙي سست، ڪاهل ۽ حرام-خور کي خيرات ڏيڻ جائز نه آهي!‘

”هڪ رات جو ذڪر آهي... غربت ۽ بيوسيءَ اسان کي بيدم ڪري ڇڏيو هو. ٻار بک کان پٽ تي ليٽيا رهيا هئا. هنج واري ٻار منهنجي ڇاتي ٿي چوسي، پر کير نه ڏسي بيتابيءَ مان رڙڻ ٿي لڳو. هيءَ حالت ڏسي، منهنجي مڙس جي چهري جو رنگ بدلجي ويو، ۽ هي رات جي اوندهه ۾ لڪي ديول جي ان ڪوٺڙيءَ ۾ ويو، جتي پادري اناج ۽ شراب جو ذخيرو رکندا آهن. پنهنجي پٺيءَ تي اٽي جي ٻوري لڏي، هي موٽڻ تي هو ته پادري جاڳي پيا، ۽ هن کي جهلي بريءَ طرح مار ڪڍيائون ۽ گاريون ڏنائون. صبح جو ائين چئي پوليس جي حوالي ڪيائون ته ’هي چور آهي! هي ڪليسا جا برتن چوراڻي وڃي رهيو هوا!‘ سپاهي هن کي گرفتار ڪري وٺي ويا، ۽ حاڪم هن کي پنهنجي حڪم سان ڦاسيءَ تي چاڙهيو، ته سرڻيون ۽ ڪانو هن جو گوشت کائن، ۽ پنهنجو پيٽ ڀرين: محض ان ڏوهه جي سزا ۾، جو هن انهيءَ اناج جي ٻچيل ذخيري مان پنهنجي ٻچن جو پيٽ ڀرڻ گهريو ٿي، جو هن ئي ديول جي نوڪريءَ جي زماني ۾ پنهنجيءَ محنت سان جمع ڪيو هوا!“

غريب عورت رئندي هلي وئي. هن جي شڪسته ۽ غمگين لفظن جا پاڇولا اپري چئني طرفن ائين پکڙي رهيا هئا، جئن دونهين جي لاٽن سان هوا کيڏندي آهي.

مان انهن ٽن قبرن جي وچ ۾ بيٺو هوس- انهيءَ ڏکندڙ ملزم وانگر، جنهن جي زبان دل جي سوزش بند ڪري ڇڏي هجي، ۽ جنهن جي اکين مان لڙڪن جو هڪ قطرو ڳل تي رسڪي اچي، جو هن جي ڪُل جذبات جو آئينه دار هجي. مون ڪجهه سوچڻ گهريو، مگر منهنجو ذهن ان لاءِ آماده نه ٿيو: ڇاڪاڻ ته ذهن به ان گل جيان آهي، جنهن جا پن اوندهه ۾ ڪومائجي ٿا وڃن ۽ رات جي پاڇولن کي پنهنجي خوشبو سان نٿا نوازين.

مان بيٺو هوس: انهن قبرن جي مٽي فرياد ڪري رهي هئي، ۽ منهنجي ڪنن جي چوڌاري لهرائي رهي هئي- مان چپ چاپ بيٺو هوس. اگر انسانيت خاموشيءَ جي زندگي سمجهي سگهي ها، ته درندگيءَ جي مقابلي ۾ الوهيت سان زياده قريب هجي ها!

مان بيٺو ٿڌا شوڪارا ڀري رهيو هوس- جيڪڏهن منهنجي آهن جا شعلا وٺن کي ڇهن ها، ته هو ڏڪي وڃن ها: پشيمانيءَ طور پنهنجي پاڙن کي ڇڏي وڃن ها، ۽ پنهنجي

شاخن سان حاڪم جي فوج جو مقابلو ڪن ها، ۽ پنهنجي اڙن سان ديول جي ديوارن کي پادرين جي مٿان ڪيرائي وجهن ها!

سان بيٺو ڏسي رهيو هوس. منهنجي نگاهن سان گڏ لطف ۽ شفقت جي شيريني ۽ حزن ۽ ملال جي تلخي انهن ٽن قبرن تي وسي رهي هئي: هڪ نوجوان جي قبر تي، جنهن هڪ ڪمزور ۽ بي سهاري ڪنواري ڇوڪريءَ جي عزت بچائي، ۽ ان کي هڪ خونخوار بگهڙ جي چنبي مان ڇڏايو، پر ماڻهن ان شرافت ۽ شجاعت جي عيوض هن کي قتل ڪري ڇڏيو؛ ان نوجوان ڇوڪريءَ هن جي قبر تي تلوار ان لاءِ کوڙي هئي ته ظلم ۽ جهالت جي حڪومت ۾، مردانگيءَ جي انعام جو داستان پڌائڻ لاءِ، دنيا جي سامهون هڪ يادگار باقي رهي! هڪ نوخيز حسين عورت جي قبر تي-جنهن کي جسماني خواهشن جي بيدار ٿيڻ کان اڳ روحاني محبت پيغام ڏنو هو، سا سنگسار ڪئي وئي-صرف ان لاءِ ته هن جي دل مرڻ گهڙيءَ تائين، پنهنجي محبوب جي امانت جي حفاظت کان سواءِ، هر شي کي ٺڏي ڇڏيو هو! هن جي حبيب ان جي خاڪ تي گلن جو گلدستو ان ڪري رکيو، ته اهو پنهنجي ڪومائجڻ ۽ سڪڻ کان اڳ انهن هستين جي پيچاڙيءَ تي روشني وجهي، جن کي محبت ان قوم ۾ تقدس ۽ امتياز بخشيو، جا جهالت جي ڪري انڌي ۽ ٻوڙي ٿي چڪي هئي! ۽ انهيءَ غمزده مفلس جي قبر تي-جو ديول جي ٻنين ۽ باغن جي خدمت ڪندي ٿڪجي پيو، ۽ پادرين ٻئي ڪنهن سگهي ماڻهوءَ کان ڪم وٺڻ لاءِ هن کي ڪڍي ڇڏيو: جنهن مجبور ٿي ڪوشش ڪئي ته محنت مزدوري ڪري پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالي، مگر ڪنهن به هن جي ڪم کي گوارا نه ڪيو؛ هن پنهنجي خودداريءَ جو گلو گهٽي پنڻ چاهيو، پر ڪنهن به الله جي بندي هن کي خيرات نه ڏني؛ ۽ هر طرف کان مايوس ٿيڻ بعد جڏهن هن ڪوشش ڪئي ته اُن اناج مان، جنهن کي هن پنهنجو رت ولوڙي جمع ڪيو هو، ٿورو اٽو ڪٽي اچي، تڏهن ماڻهن کيس جهلي ورتو، ۽ حاڪم کيس ڦاسيءَ تي چاڙهائي ڇڏيو! ان جي پيو هـ. هن جي قبر تي صليب ان لاءِ لڳايو ته رات جي خاموشيءَ ۾ آسمان جي تارن کي انهن پادرين جي ظلم جو شاهد بنائي، جي مسيحي تعليم کي انهن تلوارن ۾ تبديل ڪن ٿا، جن سان گلا ڪپيا وڃن ٿا، ۽ جن جون تيز ڌارون مسڪينن ۽ ڪمزورن جي جسم کي، پنهنجي غذا بنائين ٿيون!

آفتاب شفق جي پردي ۾ روپوش ٿي ويو هو-ڄڻ انسان جون مصيبتون ڏسندي ڏسندي ٿڪجي پيو هو، ۽ انهن جي ظلم و ستم جي زيادتين هن کي بيزار ڪري وڌو هو. شام ظلمت ۽ سڪون جي تارن مان هڪ اونداهي چادر اڻندي آئي، جئن ان کي فطرت جي مٿان وجهي ڇڏي. مون آسمان جي طرف ڏسي، قبرن ۽ ان جي اسرارن ۽ رمزن طرف هٿ کڻي، بلند آواز ۾ چوڻ شروع ڪيو:

"اي شجاعت ۽ مردانگي! هي تنهنجي لئي تلوار آهي، جا مٽيءَ ۾ کتي پئي آهي!"

"اي محبت! هي تنهنجائي گل آهن، جن کي باهه جي شعلن گهيري ورتو آهي!"

"۽ اي مسيح ناصري! هي تنهنجو لئي صليب آهي، جنهن کي رات جي اونداهيءَ لڪائي ڇڏيو آهي!"

# هڪ ڏينهن جي ڳالهه......

## روزي جي ماني

زندگيءَ جي بيترس جانبُ هم ۾ پيسجي پيسجي، شام جي پاڄهاريءَ فضا ۾، ڪراچيءَ جي برنس گارڊن جو سير—سو به بهار جي موسم ۾! بس، زندگيءَ ۾ انسان جو ايمان تازو ٿيو وڃي! سارو ڏينهن چئن دائن لاءِ پرڙا سٽي سٽي، ڏرتيءَ کان دور پڄندڙ، پانت پانت جا، پيارا پيارا پکي، ولرن جا ولر ڪيو، وڻ وڻ مٿان اچيو ڪاهٽ ٿين: رات جا چار پهر ڪنهن ڪي، ڪٿي نه ڪٿي—ڪنهن ڏار تي، ڪنهن لام تي، ڪنهن ٽٽن جي اوٽ ۾—آرام لاءِ اچيو ملي ٿي ويندو! آداس ڌرتيءَ لاءِ ڏکن پرني ڏينهن جي پڄاڻيءَ جي هيءَ پوئين گهڙي به ڪيتري نه اثر آفرين ٿي ٿئي! ڪنهن الميه افساني جو، پڙهندي پڙهندي، جڻ ڪنهن پنو اٿلائي ڇڏيو هجي!

برنس گارڊن جي اترئين دروازي وٽان، الهندي طرف ڏانهن ويندڙ، انڪل چاليهارو قدم ڏکهي هڪ فٽ پاٿري وڇايل آهي، جنهن تي خانه بدوش گيدڙين جا ڪي نه ڪي ۾ چار ڪٽنب هميشه پيا ٿي رهندا آهن. هيءَ فٽ-پاٿري الهندي واريءَ ڪنڌ کان سڙي، پيا چاليهارو کن قدم سڌو ڏکڻ ڏانهن ويندي، سنڌ مسلم لا ڪاليج جي دروازي وٽان ٿورو اوپر ڏانهن ڦري، پاسي ۾ هڪ نئين ٺهيل مسجد شريف جي چائنٺ وٽ وڃي ٿي ختم ٿئي. سامهون، پنج-ماڙ بلڊنگن جون ٿي قطارون آهيون، چپ چاپ هڪ ٻئي کي گهُوريندڙيون، وچيو ٻئي پاسي منڪلوڊ روڊ سان مليو پيهن. هنن بلڊنگن ۾ اصل ته پيا رهندا هئا، پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آهي هندستان هليا ويا—۽ هندستان مان اهوائي پيا خدا جا ٻانها، ڪجهه لوڏجي، ڪجهه چاهه پٽي، اچي هنن بلڊنگن ۾ آباد ٿيا آهن. لا ڪاليج جي پر واري مسجد شريف به هنن ئي ايمان وارن جي جذبهءَ بندگيءَ جو نتيجو آهي؛ نه ته هونئن اِن جاءِ تي اصل برنس گارڊن جي کان ۽ پوٽن جي هڪ نرسري رکيل هئي.

گذريل روزن وارو مهينو بهار جي مبارڪ موسم ۾ ئي وارد ٿيو هو: هن برڪتن پرني مهيني جي پنهه پوين تاريخن ۾، هڪڙي ڏينهن شام جو برنس گارڊن منجهان ڦري گهري، جيئن باهر نڪتس، تيئن فٽ پاٿريءَ تي سامهون خانه بدوش گيدڙ ٻن جو هڪڙو اٺن ڏهن سالن جو معصوم پالڪ—پٺن اگهاڙو، وارن منجهيل، منهءَ ۽ سرَ ۾ ليٽل، آبدائي کان رانن تائين ليڙون ٿيل ڪپ ڪاڏڙ ڪانڇ ٻاتل—ڏنم، جيڪو ڪاٺ جي هڪڙي آڙيل ڪاڏڙي ۾ پنهنجي ڪنهن پنڪلي سائت کي وجهيو، ٺيلهيندو اڳتي هلندو پئي ويو. تماشام جي ان تنداڪريءَ فضا ۾،

گاڏيءَ ۾ پيل ٻنگلي جي دل نپوڙيندڙ دانهن اڄ بہ منهنجي ڪنن ۾ پئي گونجي: ”آءٌ بکيو لاچار ... بابل! ڏئي وڃ نالي الله جي ...! آءٌ بکيو لاچار ... بابل! ......!“

آلهندي واريءَ ڪنڊ کان سڙڪ، جيئن ئي پنج ڏهہ قدم اڳتي ٿياسين، تيئن سامهون وارين بلڊنگن جي ڪنهن ديندار گهر جو هڪڙو هرطرح صاف سٿرو، پارهن چوڏهن ورهين جو سپاجهو نينگر، پنهنجي هٿن ۾ ڊيگهل ٿهيل، شاناٿتي ماني کنيو آڏو ايندو ڏٺوسين. هيءَ ماني شايد خوش بخت روزيدارن جي ئي نذر ٿيڻي هئي؛ ۽ روزي کلڻ وقت ٿي چڪو هو، ۽ نمازي سڳورا مسجد مان نڪرڻ وارا ئي هئا. ٻہ وکون پري، ڇوڪرو مانيءَ سوڌو اچي ٻنگلي وٽ بيٺو. غريب ٻالڪ پنهنجا ٻئي هٿ کڻي ڊگهيريا. ڇوڪري چيس، ”ائين لڳ: ٿانءُ کڻ، تہ ڏيانءِ!“

”ٿانءُ“ جو نالو ٻڌڻ، ۽ گاڏيءَ کي آٽي ٿي ڦٽي ڪري، ولي ٻالڪ پوئتي ڊوڙ پاتي- خوشيءَ ۾ اهڙو ولي ڀڳو، جو ڪُڙيون ڪيانڙيءَ سان لڳنديون ويس- بس، واءُ ٿي ويو! ٻنگلي جي دانهن بند ٿي وئي.

اوچتو سامهون ڪنڊ کان رڙ ٿي: ”طفيل، او طفيل! ماني ڪنهن مسلمان فقير کي تہ ڏي، بدبخت!“

طفيل جو مسلمان پيءُ مسجد مان روزو کولي، نماز پڙهي، ٻاهر نڪتو هو، ۽ گهر ڏانهن ويندي، طفيل کي هن اجوڳ ڪم ڪندي پڪڙي ورتو هئائين!

پرڀرو هڪڙي مسلمان پوڙهي فقيرياڻي بيٺي هئي- تنهن پاڻ کي وڏيڪ حقدار سمجهي، آسرو پختو ڪري، رڙهي اچي پاسو ڏنو. هوڏانهن گيدڙي ٻالڪ بہ جسّن هٿ ۾ کنيو، يڪساهيءَ ڊوڙ موٽي پئي آيو. ايتري ۾ طفيل جو پيءُ تڪو تڪو وڌي اچي جاءِ واردات تي پهتو، ۽ پٽ جي هٿن مان ماني ڊوهي، آٽي جو آٽي سڀ کڻي مائيءَ جي ڪشتي ۾ وڌائين. گيدڙي ٻالڪ خالي جسّن کڻي سامهون ڪيو: ”سائين، ٿوري مون کي بہ!“ پيرن ۾ جو ٻنگلو پيو هوس، تنهن ڪن رکي دانهن ڪئي: ”هي بکيو لاچار ...... بابا! ڏي ڪجهه نالي الله جي ......!“

طفيل ۽ طفيل جو پيءُ تہ هليا ويا؛ ...... پر هٿن جي پٽ ڏيڻ سان ئي، پوڙهيءَ فقيرياڻيءَ ڪشتي ۾ هٿ وجهي، جيڪي ڪجهه مليو هوس- ٻہ ڏڳ، مٺ خشڪا، ڏوئي پوڙ جي، ڦيمي جي هڪ ٽڪي ۽ مٺائيءَ جو هڪڙو لڏون- تنهن سڀ مان اڌ اڌ ڪڍي، گيدڙي ٻالڪ جي جسّن ۾ کڻي وڌو، ...... ۽ پار جي مٿي تي مهر جو هٿ ڦيري، پنهنجي راهہ وٺي، ويندي رهي!

ٿئين سر، انسان ۾ منهنجون اميدون جاڳي اٿيون؛ ۽ وسائل زندگي بهار جا نوان ويس ڍڪي، هڪ ڀيرو ٻهر منهنجي اڳيان اچي بيٺي.

—محمد ابراهيم جويو

# لولي

ساريءَ زمين تي ساوڪ ۽ سبزيءَ جو غلاف چڙهيل هو. بهار جي وڻندڙ شام هئي. ننڍڙو اياز منهنجي اڳيان هو. مان سندس معصوم حرڪتن جو جائزو وٺندو، سندس محدود ٻاراڻي سمجهه جي سوالن جا جواب ڏيندو، ۽ پنهنجن قدمن کي ننڍڙو ڪندو، سندس پوئتان وڃي رهيو هوس. هن جو لال بخملي هيٽ شام جي آخرين شعاعن سان چلڪي ۽ چمڪي رهيو هو. هو ڪڏهن پنهنجي موتين سان پريل صدريءَ ڏانهن ڏسي رهيو هو، ڪڏهن سيم جي چمپل ڏانهن. هن جا ننڍڙا سفيد چمچن جهڙا هٿ خوشيءَ ۾ وڄي رهيا هئا. هن جي اڳيان جا به چيز ٿي آئي - پوڙو، پتر، پکي - تنهن بابت سوال پڇندو ٿي رهيو، ۽ مون سندس هر سوال تي چرڪ ٿي پريو. ڪيس غائب دماغ سان اڌورا ۽ اڻپورا جواب ڏيندو، وري ٿي پنهنجي نيم فلسفياڻي سوچ ۾ غرق ٿيو ويس.

مان سوچي رهيو هوس: 'ڪير چئي سگهندو ته هن ننڍڙيءَ مخلوق ۾ ڇا سمايل آهي؟ ممڪن آهي ته هي ڪو اهڙو فنڪار ٿي پوي، -شاعر، اديب، مصور- جيڪو پنهنجي ذات جي ڏيئي سان، دنيا لاءِ، ايندڙ تاريخ جون راهون روشن ڪري ڇڏي! يا، هن هيڏيءَ هستيءَ ۾ اهو ڪو سائنسدان سمايل هجي، جنهن جون انوکيون ايجادون انسان ذات جي موجوده مصيبتن جو دائمي علاج بنجي وڃن! اهو به ممڪن آهي جو هن ۾ ڪو اهڙو عظيم فلسفي پنهان هجي، جو انساني ذهن کي اهڙا انڪشاف عطا ڪري، جيڪي زندگيءَ جي گوناگون پيچيدگين جو حل بنجي وڃن! ائين به ٿي سگهي ٿو ته هن مان ڪو اهڙو وطن-پرست سياستدان سجاڳ ٿئي، جو پنهنجيءَ پست قوم کي تحت الثريٰ جي تري مان ڪڍي، ترقي يافته قومن جي قطار ۾ آڻي بيهاري!'

منهنجي چپن تي خفيف مرڪ ڇانئجي ويئي. امڙ جا اهي سپني خيال ياد آيا، جيڪي هوءَ وقت بوقت اياز جي باري ۾ پئي ظاهر ڪندي هئي. اياز کي هن انگلنڊ موڪلڻ ٿي چاهيو، ۽ اهڙي قسم جا ڪيترائي منصوبا اياز جي مستقبل بابت گهڙيا هئائين. اهي سپني دعائون ۽ لوليون جي هوءَ ڪيس هندوري ۾ ڏيندي هئي، سي سڀ ذهن ۾ تري آيون.

اڳيان ننڍڙي ڪسي هئي. مون اياز کي سهارو ڏيئي پار ٽپايو. پريان ڪجهه ڪيلا ڪٽل نظر آيا. اياز جو رخ سڌو اوڏانهن هو، ۽ مان به ان ننڍڙي رهنما جي تقليد ۾ وڃي رهيو هوس. ويجهو پهچڻ تي ڏٺم ته انهن ڪيلن جي نزديڪ هڪ عورت ويٺي هئي. پرسان ڪپڙي جي جهوليءَ ۾ سندس ٻار هو، جنهن کي جهونٽي رهي هئي. ٻرائيءَ ۽ ڪٽل رليءَ کان سواءِ، ٻيو ڪجهه به نظر نٿي آيو- شايد سندن ساري ڪائنات اها هڪ رلي ئي هئي، جنهن مٿان ڏينهن جو هو ويهندا هئا، ۽ رات جو ڪيلن مٿان رکي ان جي اوٽ ۾ آرامي ٿيندا هئا. مرد ڪو به ڪو نه هو- شايد پنڻ ويا هئا. رکي رکي، ڪپڙي جي ڪنڊ کي ڇڪي، ان عورت ٻار کي جهوليو پئي، ۽ سندس چپن به ڪجهه جهونگاريو پئي.

اوچتو ئي ٻريان هڪ ڪنو ٻونڪندو ڊڪندو ٻني آيو. ڪتي جي ٻونڪڻ تي، عورت ٻوٽي ڪنڌ ڦيرائي ڏٺو. مون محسوس ڪيو ته جڻ ان عورت جي ذهن مان سڀڪجھ ڪري پيو. هن تڪ ٻيون تڪ ٻيون نظرون ڦيرايون. ڪڏهن ڪيلن مان ٻدل ڪبڙي ڏانهن ڏٺائين ٿي، جنهن ۾ سندس لختِ جگر سمهيو پيو هو، ۽ ڪڏهن اياز ڏانهن، جنهن جو هيٺ اڻا ٻه سج جي آخرين ڪرڻن ۾ چاڪي رهيو هو.

مون ڏٺو ته هن غريب ماءُ جون اکيون، شڪست جي خاموش اعتراف ۾ زمين اندر پيهي ويون هيون. سندس جهونگار، خشڪ چپ چوسي ويا هئا. ڪتي جي ٻونڪ هن جي دل ۽ دماغ کي لوڏي ويئي. هوءَ ان ڪاري تير کي ذهن مان ٻاهر ڇڪي ڪڍڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهي هئي.

مون پاڻ کي ڪيترائي دم دلاسا ڏنا، پر اها همت پيدا ڪري نه سگهيس جو ان ٻار جي ماءُ سان ڪجھ گفتگو ڪري سگهان. مون محسوس ڪيو، جڻ ات اچي مون هڪ عظيم جرم ڪيو هو: هڪ نه وسرندڙ خطا! اياز کي گود ۾ کڻي، مون وٺي ڊڪ پاتي. ڪيڙيءَ جي وڏن وڏن پترن مٿان ٿاٻڙندو ڊڪندو واپس وريس.

ان ڏينهن کان وٺي مان اڪثر سوچيندو آهيان تہ ان ماءُ پنهنجي هونهار ٻچي کي ڪهڙي دعا ني ڪئي؟ سندس دل ۾ ٻار جي مستقبل بابت ڪهڙو منصوبو هو؟ سندس جهونگار ۾ ڪهڙي آرزو ان معصوم متعلق سمايل هئي؟

ڪاش! ڪو سوچي ته ماتا جي انهن چپن تي ڪهڙي دعا هوندي!

— ميمڻ علي بخش



# ٣


١. هير رالجهو — لطف الله بدوي

٢. جنگنامو "مياڻي" — مرزا گل حسن "احسن"

٣. "عربيت" جو فڪري بنياد — محمد سرور
سنڌي ڪار: سراج

٤. مختصر افساني جو فن — ڊاڪٽر عبادت بريلوي
سنڌي ڪار: مرزا مراد علي "اختر"

٥. سنڌ ۾ ١٨٥٧ع وارو "بلوو" — سنڌي ڪار: نورالدين سرڪي

٦. "ڪٿ ڪراچي: ڪٿ سنڌ!" — پروفيسر چيتن ماڙيوالا

٧. حضرت شاه صدر رحه — ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

٨. "ڀلا، اهو لڪيئي؟" — تيرٿ وسنت

٩. "ڌرتي - ڪوجها سال" — ... (ورتل)

١٠. ادبي نثر — پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي

١١. بهترين شعر — فيض احمد "فيض"
سنڌي ڪار: شمشيرالحيدري

١٢. ٻاهرين دنيا بابت اسان کي ڪهڙي خبر آهي؟ — سي. اي. ايم. جوڊ
سنڌي ڪار: محمد ابراهيم جويو

١٣. "مهراڻ" جا موتي — ادارو

١٤. ادبي خط — نورمحمد پليجو

١٥. سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

١٦. سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا:
(١) سنڌي زبان — اختر رضوي
(٢) ايشيائي ادبين جي ڪانفرنس،
۾ سنڌي ڊيليگيشن — موهن ڪلپنا
(٣) رسم الخط جو مسئلو — تيرٿ وسنت
(٤) سنڌي تراني ۾ طويل نظم جي چٽاڀيٽي

١٧. تبصرا

١٨. "آديسي آئي ويا ..." — ش. ح.

١٩. پڙهندڙن جا پيغام

٢٠. پڙهندڙ لاءِ هدايتون

ـ ”هن وقت تائين اهو مسئلو بحث طلب بڻي رهيو آهي تہ دنيا ۾ مختلف نقطہء نظر رکڻ وارا ماڻهو رهن ٿا، ۽ پنهنجي پنهنجي خيال پٽاندر، ’حقيقت‘ جي ڳولا ۾، هرڪو پنهنجيءَ راهہ کي ’مستقيم‘ سمجهي ٿو، هرڪو پنهنجي زاويہء نظر کي صحيح ڄاڻائي ٿو: پوءِ اهو ڪيئن طي ٿئي تہ ڪير پنهنجيءَ ڄاڻ ۾ صحيح آهي، ۽ ڪير غلط؟
”ظاهر آهي تہ هي فيصلو ائين ٿي نہ سگهندو. هرڪنهن رجحان جي پونئتان هڪڙو فلسفو هوندو آهي، ۽ هرڪو فلسفو پنهنجي بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ منطق جو هڪڙو قلعو بہ تعمير ڪري وٺندو آهي. انهيءَ قلعي ۾ گهيرجي، انسان جو دماغ ڪيترين سارين اٽل حقيقتن کان بہ انڪار ڪري ويهندو آهي، ۽ ان جي ڏيکہ ويکر ۽ آسپاس جي ڪٽ ڪٽان ۾ الجهي، خواہ مخواہ هڪڙو نہ حل ٿي سگهندڙ مسئلو پيدا ڪري وجهندو آهي. ان ڪري، ضروري آهي تہ، حقيقت جي ڳولا لاءِ سوچ ويچار جو رخ ’تاريخ‘ جي روشنيءَ ۾ متعين ڪيو وڃي.
”تاريخ ڪا ڏورن ۽ زمانن جي واقعاتي سلسلي جو نالو ڪونہ آهي، بلڪ اها معاشرتي ارتقا جي تبديلين جو مسلسل عمل آهي. جيستائين اسين تاريخ جي مادي حقيقتن جي ڪسوٽيءَ تي بحث طلب مسئلن کي نہ پرکينداسين، تيستائين سچ ۽ ڪوڙ جي پرک پئجي ڪانہ سگهندي، ۽ نکي انهن جو فرق ئي ظاهر ٿيندو.
”ظاهر آهي تہ اهو ڪم رت کي ولوڙي ڇاڻي ڪرڻ کان بہ وڌيڪ ڏکيو آهي: ۽ اهو ئي فنڪار هن ڪم کي پوريءَ ريت سرانجام ڪري سگهي ٿو، جيڪو ادب کي ’دل جي وندر‘ نہ، بلڪ ’دماغ جي زندگي‘ ڪري ڄاڻندو هوندو. اهڙي فنڪار وٽ نہ صرف پنهنجي زماني جا قدر مقدم هوندا آهن، بلڪ هو انهن جي تعميم يا نتيجي کي بہ چڱيءَ پر ڄاڻي ٿو.“
ـ ڪتاب ”آگ مين قول“ جي مقدمي تان ورتل اقتباس

لطف الله بدوي

# هير رانجهو *

"هير-رانجهو" جي مشهور ڪهاڻيءَ جو تعلق اگرچ پنجاب سان آهي، مگر سنڌ جي شاعرن پڻ ان قصي کي پنهنجي شعر ۾ جاءِ ڏني آهي، جنهنڪري هي قصو سنڌ وارن لاءِ اجنبي نه پر ڄڻ پنهنجو ئي لڳي. شاهه ڀٽائيءَ جي رسالي جي جدا جدا ڇاپن- جهڙوڪ بمبئي واري ڇاپي، تعليم ڪاتي واري ڇاپي، ۽ مرزا قليچ بيگ واري ڇاپي- ۾ هير رانجهي جو سُر علحده جاءِ ورتيو پيو آهي. اگرچ اهو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام نه آهي، پر آنجهاني ڇيتمل پنهنجي تصنيف "شاهه جون آکاڻيون" ۾ آن جو ذڪر ڪيو آهي. سنڌ جي شاعرن مان شايد روحل فقير اهو پهريون شاعر آهي، جنهن نه فقط سرائڪي زبان ۾ پنهنجو ڪلام قلمبند ڪيو، پر پنهنجي شعر ۾ هير ۽ رانجهي جو به ذڪر ڪيو- فرمائي ٿو:

اهو رانجهو، اهو ماهي، اهو هير آکائي،
جيوين پاڻي بچ ٿيوي پالا، تهين پالا اهو پاڻي؛
پهه رنگي گهر نامي ڪيلي، ديک دوئي شڪ نه آئي،
"روحل" راهه الک دا جهيڙا، گيان عينڪ گهت چائي.

روحل فقير جي عزيز ۽ پير-ڀائي، مراد فقير، پڻ پنهنجي ڪلام ۾ هير رانجهي جي ڪهاڻيءَ جا آثار يادگار ڇڏيا آهن؛ مگر هيءَ حقيقت آهي ته سچل سرمست، هن قصي جي متعلق پنهنجو ڪلام، سنڌي خواهه سرائڪيءَ ۾، ڪثرت سان قلمبند ڪيو آهي. سندس بيتن جي رسالي ۾ "هير رانجهو" جي عنوان سان جدا سُر موجود آهي. فرمائي ٿو:

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال،
مسڪينيءَ جو مرد ڪي، خطرو نڪو خيال،
محبت مستانو ڪري، هيئو ڪيس حال،
پڄي جهنگ سيال، حب نه تخت هزار جي.

---

* "هير-رانجهو" جي سلسلي ۾، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ ۾ لکيل سڀ فارسي مثنويون هڪ مجموعي جي صورت ۾ ڇپائي چڪو آهي. هن وقت تائين انهيءَ قصي تي جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، ۽ جنهن به زبان ۾ لکيو ويو آهي، مقدمي ۾ ان تي نهايت عالمانه بحث ڪيو ويو آهي. – اداره

سرمست سچل جي سرائڪي ڪلام ۾، ڪافين جو وڏو حصو هن قصي سان واسطو ٿو رکي. هن صوفي شاعر، هير-رانجهي جي ڪهاڻيءَ کي تصوف جي نڪتن سان معمور ڪري ڇڏيو آهي. فرمائي ٿو:

تخت هزارا تيڏا، جهنگ ڪيون پچاوندائين؟
مالڪ هين ملڪ دا، چاڪ ڪيون سڏاوندائين؟

"همه اوست" جي نڪتي کي ڪهڙيءَ ريت نه سادو ۽ مؤثر بيان ڪيو اٿس! خدائي رنگ جو ذڪر پڻ هنڌ هنڌ ٿو ڪري:

ادب نال اليسانءِ، هوسان رانجهو دي نال.

هڪ دل ميڏي رانجهن نيتي، ڪيڙي لون ڪيا ڏسان؟
پار درياهون رانجهو وسندا، پانهڙي تر تر ويسان!
ڪُنهه ڪيڙي دي طول وهاني، پلنگين پير نه ڏيسان!
سهڻي صورت يار "سچل" دي، ڪنهن نون آک سنيسان؟

"صبغةالله" جو هن کان زياده دلڪش تفسير پيو ٿي نٿو سگهي. سرمست سچل جي هن راز ۽ نياز جي تعارف کان پوءِ، سنڌ جي شاعرن عموميت سان "هير رانجهو" جي قصي کي پنهنجي سخن جو موضوع بڻايو. اُڻويهين صديءَ جي اوائلي دور ۾، سنڌ جي شاعرن ڪثرت سان هن قصي کي پنهنجي ڪلام ۾ قلمبند ڪيو-جن ۾ "بيدل" ۽ "بيڪس" جو مقام نهايت بلند آهي (اهو ذڪر تفصيل سان بعد ۾ ڏنو ويندو).

جيئن ته هيءُ قصو پنجاب جي زمين سان تعلق رکي ٿو، ان ڪري لازمي هو ته پنجاب جا شاعر ان طرف رجوع ٿين. ان قصي جو پهريون لکندڙ، "دامودر" نالي، جهنگ سيال جو هڪ شاعر هو، جو اڪبر اعظم جي حڪومت جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. سندس تصنيف مان خبر پوي ٿي ته محبت جي هيءَ سڄي روداد، سندس اکين سامهون ٿي گذري هئي. سيال قوم سان سندس گهاٽا تعلقات هئا. هو ذات جو اروڙو هندو هو. جهنگ ۾، جتي هي محبت جو مشهور واقعو ٿي گذريو، دامودر جو لنڊڙو دڪان هو. دڪان جي سبب سندس ڏيتي ليتي سيالن جي سردار "چوچڪ" سان ٿيندي هئي، جو "هير" جو پيءُ هو. دامودر پنهنجي تصنيف ۾ پنهنجي اکين ڏٺي احوال جي شهادت هنن ٿو ڏئي:

آک "دامودر" مَين اکين ڏٺا لگي هوون لڙائي.

هو ان جنگ جو ذڪر ٿو ڪري، جا ناهرن ۽ کيڙن جي وچ ۾ رانجهي جي بچاءَ لاءِ لڳي هئي. جڏهن ته پنهنجي تصنيف ۾ بار بار اڪبر اعظم جو ذڪر ٿو ڪري، ان مان معلوم ٿو ٿئي ته هو مغل شهنشاهه اڪبراعظم جو همعصر هو. ڪوٽ قبولي جي ڳوٺ جو قاضي جڏهن هير کي رانجهي کان جدا ڪري، کيڙن جي حوالي ٿو ڪري، تڏهن هير جي زباني دامودر هنن ٿو لکي:

۾ سچي خدا کولون، مت ڪائي هووي پئون چائي،
شاه اڪبر دا راج وڏيرا، جنهن تينون قضا ڏتي آئي.

داموډر جي مٿين تحرير مان صاف معلوم ٿو ٿئي تہ سوز ۽ گداز جو هيءُ واقعو، اڪبراعظم جي دور ۾ ٿي گذريو هو. داموډر جا ڪهاڻي هير-رانجهي جي متعلق بيان ڪئي آهي، سا ٻين قصہ گو شاعرن جي ڪهاڻيءَ کان مختلف آهي؛ مگر داموډر کي هن لاءِ امتياز آهي تہ هُن پنهنجي تصنيف ۾ صحيح حقيقتن کي پيش ڪيو آهي، جنهنڪري سندس ڪتاب جي حيثيت ڪهاڻيءَ کان مٿي، تذڪري جي درجي تي وڃي ٿي پهچي.

داموډر کان پوءِ، اڪثر پنجابي شاعرن هير-رانجهي جي متعلق ڪجھ نہ ڪجھ پئي لکيو آهي، جن جي تفصيل ۾ وڃڻ جي چندان ضرورت نہ آهي؛ پر هن کان انڪار ڪري نٿو سگهجي، تہ جنهن مصنف هن قصي يا واقعي کي معراج ڪمال تي پهچايو، آهو سيد "وارث شاھ" هو. سندس تصنيف "هير-رانجهو" جو پنجابي ادب ۾ اعليٰ مقام آهي. هڪ پنجابي نقاد وٽس هنن ٿو عقيدت جو خراج ادا ڪري:

"وارث شاھ کي پنهنجو خاص اسلوب بيان آهي. هو ڪنهن جو بہ مقلد نہ آهي. هو فقط عشق جي جذبات جو مصور نہ آهي، پر انساني فطرت جو بہ نباض آهي. سندس وڏي خوبي هيءَ آهي، جو جنهن ڪردار کي هو پيش ٿو ڪري، ان کي صحيح روپ ۾ سينگار ڏئي ٿو ڇڏي."

بهرحال، هن کان انڪار ٿي نٿو سگهي تہ وارث شاھ جو "هير رانجهو"، پنجابي زبان جو غيرفاني شاهڪار آهي. جيستائين پنجابي زبان زنده آهي، تيستائين هيءَ تصنيف بہ زنده رهندي.

سيد وارث شاھ جي ولادت جو صحيح سال معلوم ٿي نہ سگهيو آهي؛ مگر جئن سندس سوانح نگارن لکيو آهي تہ هو پنجاب جي مشهور شاعر صوفي "بلا شاھ" جو همعصر ۽ پير ڀائي هو، ان مان قياس ڪري سگهجي ٿو تہ هو ٻارهين صدي هجريءَ جي پيداوار هو. سندس اصلي وطن 'جنڊيالہ' هو، جو ان وقت خالصہ باغين جو آماجگاھ هو. وارث ان پرآشوب دور ۾ ٿي رهيو، جڏهن پنجاب ڪيترن ئي انقلابن کان گذري رهيو هو. احمد شاھ ابدالي، جنڊيالہ جي نزديڪ سکن جي هڪ منظم طاقت کي ڀڃائي، ڪجھ وقت سندن وڌندڙ اثر کي روڪي ورتو. هن مشهور لڙائيءَ جو ذڪر "دولت درانيہ" جو مصنف تفصيل سان ڏئي ٿو.

وارث شاھ ننڍيءَ عمر ۾، جنڊيالي کي ترڪ ڪري، قصور ۾ وڃي رهيو، جو ان وقت پٺاڻن جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ اسلامي تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز هو. پنهنجي تعليم هن اتي ورتي، ۽ ان کان پوءِ هن پاڪپٽن جي هڪ بزرگ جي هٿ تي بيعت ڪئي. سيد وارث شاھ سان بہ هڪ رومان جي نسبت لاڳو ڪئي وڃي ٿي. چيو وڃي ٿو تہ هو هڪ حسين عورت "ڀاڳڀريءَ" جي زلفن ۾ اسير ٿيجي پيو. اگرچ هو پنهنجي محبت ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو،

مگر 'وينس' جي مشهور شاعر 'ڊانتي' وانگر، هن پنهنجي ناڪام محبت جي ياد ۾، دنيا کي "هير-رانجهو" جهڙو ڪتاب ڏنو. روميءَ سچ فرمايو آهي:

خوشتر آن باشد کہ سر دلبران، گفته آيد در حديث ديگران!

سن ۱۱۸۰ هجريءَ ۾، هن پنهنجي تصنيف جي تڪميل ڪئي. هڪ تبصري نگار جو قول آهي ته

"وارث شاهه جي 'هير' ۾ شروع کان وٺي آخر تائين جو سوز، درد ۽ جذبات جو خلوص آهي، سو اصل خدائي ڏات آهي. سندس ناڪام عشق، سندس 'هير' کي هڪ خاص امتياز بخشيو آهي".

سندس هن عظيم الشان تصنيف مان بعد جي شاعرن استفادو ڪيو آهي. داسودر جي نيم تاريخي قصي مان معلوم ٿو ٿئي ته هير ۽ رانجهي جو آخر ۾ وصال ٿو ٿئي-جئن چوي ٿو:

"آک 'داسودر' مين اکين ڏٺا، لمي طرف سدائي."

سيالن ۽ کيڙن جي ظلم کان آخر تنگ ٿي، هو سنڌ جي طرف هليا آيا. مگر وارث شاهه سندن انجام اليه ٿو ڏيکاري. خدا بهتر ٿو ڄاڻي ته محبت وارن جو آخري انجام ڪهڙيءَ ريت ٿيو. وارث شاهه پنجاب جي صاف زبان ۾ هن ڪتاب کي لکيو، ۽ سندس شعر جي هرلفظ مان تازگي ۽ دلڪشي پئي نظر اچي. وارث شاهه جي تصنيف هيئر ۽ منهنجي سامهون آهي. آءٌ ان جي مضمون ۽ شعر جي بلنديءَ جي اعتراف ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. معلوم ٿئي ٿو ته سيد سڳوري، هير رانجهو جي حسين ۽ دلڪش پس منظر کي استعمال ڪري، پنهنجي عيني مشاهدن ۽ قلبي تاثرات کي قلمبند ڪيو آهي. ان سان گڏ، ان وقت جي معاشرت ۽ تهذيب جو ذڪر هن واضح طور بيان ڪيو آهي. وارث شاهه کان پوءِ، سيد "فضل شاهه" به پنجابي زبان ۾ هير رانجهي جو قصو لکيو آهي. پر جا مقبوليت وارث شاهه کي آهي، اها فضل شاهه کي ڪٿي؟ هير جي ڪمي فضل شاهه "سهڻي-ميهار" ۾ پوري ڪئي آهي. الهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته وارث شاهه جي سامهون، پنجابي زبان ۾، ڪنهن پئي جو رنگ چمڪي نه سگهيو آهي. حافظ سچ فرمايو آهي:

حسد چه مي بري، اي سست نظم بر "حافظ"
قبول خاطر و لطف سخن خدا داد ست.

قصي جي ڪهاڻي هئن بيان ڪئي وڃي ٿي:

**ڪهاڻي.** روايت آهي ته اڄ کان ٽي سو ورهيه اڳ، پنجاب جي الهندي چيڙي تي، هزاري شهر ۾ هڪ سردار رهندو هو، جنهن جو نالو "شيردل" هو. قصي نويسن سندس نالو جدا جدا طرح ڏنو آهي. شيوڪرام 'عطارد'، سندس نالو "معظم خان" ٿو لکي. وارث شاهه سندس نالو "موجو" ٿو ڏئي. بهرحال، هن سردار کي بهرينءَ زال مان ٽي پٽ هئا. پوئينءَ

زال مان کيس هڪ پٽ پيدا ٿيو، جو صورت ۾ سرس ۽ چمنڊي چار هو. پيءُ سندس نالو ”رانجهو“ رکيو. رانجهو، پيءُ جي تربيت هيٺ، وڏي ناز ۽ نعمت سان نپنو. جڏهن جوانيءَ جي سن کي پهتو، تڏهن سندس والد جهان کان موڪلائي ويو. ڀائرن ٿوري وقت لاءِ سائس همدردي ڪئي، پر پوءِ دنيا جي فاني هوس ۾ اچي، کيس تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. جنهن جو لازمي نتيجو هو ته ملڪيت ڀائرن ۾ تقسيم ٿي وڃي. سندس بزرگ ڀائرن کيس زمين جو اهو حصو ڏنو، جو واري ۽ پٿر هو. رانجهو هن نا روا تقسيم تي به راضي رهي، ڀائرن جي حسن سلوڪ جو تمنائي رهيو. کيس اميد هئي ته سندس افتاده حاليءَ ۾ سندس ڀائر ضرور کيس مدد ڪندا. مگر هن خودغرض دنيا ۾ اهڙا دولتمند ڀائر ڪٿي؟ مدد ته درڪنار، پر هو سندس آزار جي پوئتان لڳا رهيا. رانجهي ڀائرن جي نا روا هلت کان آخر تنگ ٿي، وطن کان وداع ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو. هڪ ڏينهن اهڙو به آيو، جو هن پنهنجي وطن جي وڻن کان گريئن لڳي موڪلايو. سندس ڀائرن کيس روڪيو، مگر ”لا تثريب عليڪم اليوم“ چئي، هن پنهنجو قدم، غربت ۽ دشت پيمائيءَ جي طرف وڌايو. دنيا به عجيب مقام آهي، جنهن ۾ لوش ۽ ليش گڏ آهن. ناز ۽ نعمت جي پليل، غريب الوطنيءَ کي اختيار ڪري، پنهنجي قسمت جي مهار ڪارساز حقيقيءَ جي هٿن ۾ ڏني. سفر جون مصيبتون ۽ عقوبتون سهندي، هو وڃي ”چناب“ جي ڪناري تي پهتو. پريان ”جهنگ“ جو ڳوٺ هو. آرزو هيس ته ان لئين شهر ۾ وڃي قسمت آزمائي ڪري- مگر

سنجريس تان سُور، ساماڻيس تان سُک ويا،
اِهي پڻئي پُور، لماڻيءَ لعيب ٿيا!

ساوڻ جو درياهه تيز ٿي وهيو. نه مڪڙي نه ملاح- پار وڃڻ جو آسرو لاهي ويٺو. پري کان مهاڻن جي هڪ بستي ڏٺائين. لنگهي وبو آئي، ته ڪو خدا ترس ملاح کيس پار پهچائي. پر پتڻ به ڀريو آهي لنگهڻ، جن جي هٿ هجي. مفلس رانجهو ئي ڪاٻه واهر نه ڏسي، نا اميد ٿي، ٿڪ جي حالت ۾ درياهه جي پر تي هڪ وڻ جي ڇانيءَ ۾ وڃي رهيو. ونجهلي ڪڍي، وروڻهن جو سامان ڪيائين. جنهن ته ونجهلي وڄائڻ جو استاد هو، چپن تي رکندي هڪ عجيب رنگ رچي ويو. جنهن يوناني ڏند ڪٿائن ۾ آيو آهي ته ”آرفيوس“ جي ربط جي آواز تي وحشي جانور به پنهنجو ڪنڌ جهڪائي بيهندا هئا، اهڙيءَ ريت رانجهي جي لو جي آواز دليا جي حالت بدلائي ڇڏي. ’بيجل‘ جي غيرفاني ساز جي آواز وانگر، رانجهي جي نڙ جي صدا درياهه جي ڪناري تي سوز ۽ گداز کي آڻي وڌو. مهاڻن جي بستي هن درد انگيز نغمي کان وجد ۾ اچي وئي. آخر ملاح هن نووارد لينگر جي ساز کان متاثر ٿي، کيس پنهنجي ڏنيءَ ۾ وٺي آيا. درياهه ۾ جا بهترين ٻيڙي هئي، ان ۾ کيس مهمان ڪيائون. رانجهي جي لاءِ جا چپر-کٽ تجويز ڪيائون، سا پنهنجي سونهن ۽ ترتيب جي لحاظ کان غيرمعمولي هئي. رانجهو پلنگ ۽ ٻيڙيءَ جي ٺاهه ٺوهه کي ڏسي شڪيو، ۽ مهاڻن وٽ

اهڙي ناياب شَي ڏسي حيران ٿيو. وقت ٿيڻ تي کيس معلوم ٿيو ته اها ٻيڙي، جهنگ سيال جي رئيس مهر چوچڪ جي نياڻي "هير" جي تفريح لاءِ ٺهرائي وئي آهي. هو غائبانه هير جي ناليءَ جو مشتاق بڻجي پيو. رانجهي جي درياهه پار اچڻ جي خبر، ۽ سندس فن جي ڪمال جي روداد چوڌاري ملڪ ۾ پکڙجي وئي. هلندي هلندي، هير جي ڪن تي به هيءَ حقيقت وڃي پهتي، مهاڻن جي دشمن کيس هيءُ به ٻڌايو ته اهو اجنبي رانجهو، ملاحن وٽ ايترو ته معزز بڻجي ويو آهي، جو هو رات ڏينهن سندس سيج تي پيو ٿو آرام ڪري! هير هيءَ خبر ٻڌي سخت غضبناڪ ٿي وئي ۽ هن مهاڻن کي ان گستاخيءَ جي سزا ڏيڻ گهري. هن جو فيصلو ڪيو هو، سو سخت هو؛ مگر قضا ۽ قدر جي فيصلي کان غافل هئي ته تقدير جو نوشتو ڪيس ڪيڏانهن وٺيو ٿو وڃي—سچ، "لکيي لينهن لصيب جي، آهي ڪانه ڪنهين کي ڪل."

هير ٻئي ڏينهن، پنهنجي انتقام جي آگ کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ، ٻيڙيءَ آڪري پار ٿي. ساهيڙين جي مجمعي ۾ هوءَ پنهنجي دلڪشيءَ ۽ حسن کان ممتاز ٿي نظر آئي. هن ملاحن جي رئيس کي، جنهن جو نالو "لڏڻ" هو، پاڻ وٽ گهرايو. لڏڻ، هير جي پيشانيءَ ۾ شڪن کي ڏٺو. چند جهڙي چهري تي پريشان وار پکڙيل هئا. لڏڻ، هير جي هن اطوار مان سمجهيو ته اڄ خير نه آهي. هن خدا کان پناهه گهري. لڏڻ سان گڏ ٻيڙيءَ تي چڙهي آئي. ٻيڙيءَ جي ڪمري جو ريشمي پردو پري ڪري ڏٺائين، ته سندس سيج تي چادر ڍڪيل ڪو اجنبي آرامي آهي. هير پنهنجي هن توهين تي غضبناڪ ٿي وئي. جنهن لڏڻ کي گردن کان ورتائين، تنهن شور تي رانجهي جي اک کلي پئي. هن جهڙوئي پنهنجي چهري تان چادر هٽائي، تهڙوئي هير جي نگاهن سان سندس نگاهون دوچار ٿيون. هير جا هٿ سست ٿي ويا ۽ بيگناهه لڏڻ سندس هٿن کان آزاد ٿي ويو. هير هڪ طرف، رانجهو ٻي طرف، هن دلين جي گجهي سودي تي راضي ٿيا. ڏينهن پڄاڻان، هير جي مشوري سان، رانجهو اچي مهرچوچڪ جي ملازمت ۾ داخل ٿيو. سچو ڏينهن کيس جهنگ ۾ مينهون چارڻيون پونديون هيون ۽ گهر جو سخت ڪم ڪرڻو پوندو هو، پر ان هوندي به مطمئن هو، چو ته سندس دل جي وروڻهن اٿئي پهر ساڻ هئي. آخر محبت جي ڳالهه لڪي نه سگهي. چوچڪ رانجهي کي ملازمت کان ڪڍي ڇڏيو ۽ هير کي رنگپور جي رئيس کيڙي جي پٽ "سعدو" سان نامزد ڪري ڇڏيو. هير جي مخالفت هوندي به شادي ٿي گذري. هير رنگپور وڃي پهتي، رانجهي جي آس ۽ اميدن جي دنيا ويران ٿي وئي. ٻي واهه نه ڏسي، جوڳي بڻجي وڃي رنگپور نڪتو. هير سان سندس سانگائتي ملاقات ٿي. نيٺ گهڻن ڏولائن کان پوءِ، هير ۽ رانجهو، هير جي نڻان "سهتيءَ" جي مدد سان، نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيا. هيءَ خبر جڏهن سعدوءَ جي پيءُ "مهر اجو" کي پئي، تڏهن ڪيترائي پنهنجا ماڻهو ساڻ ڪري سندن پويان پيو. ڪوٽ قبالي جي پرسان، هنن محبت جي پروانن جي مٿان وڃي پهتو.

ڪوٽ قبالي جي قاضيءَ جي فتوا موجب، هير ڪيڙن کي موٽائي ڏني وئي. هن فتوا جي ملندي ئي، ڳوٺ کي اچي باهه لڳي. ڳوٺ جا ماڻهو باهه وسائڻ لاءِ ششدر ٿيا. ڪيتري ڪوشش ڪيائون، پر هيءَ باهه وسامي نه سگهي. هينئر هنن سمجهيو ته حقيقت ڇا آهي. ڪي پڇي وقت جي حاڪم ڏي ويا ۽ ڪن مهر اچو کي هير جي وٺي وڃڻ کان روڪيو. ڪيڙن ۽ ڳوٺ جي ماڻهن جي وچ ۾ وڏو مقابلو ٿيو؛ پر ڳوٺائن کي ڪاميابي ٿي. مهر اچو هيءَ حالت ڏسي، چوچڪ ڏانهن ماڻهو ڊوڙايو. وقت جو حاڪم به موقعي تي پهچي ويو. فيصلو ٿيو ته سعدوءَ کان طلاق وٺائي، هير جو نڪاح رانجهي سان ڪرايو وڃي. ڏريون هن تي راضي ٿيون ۽ رانجهي کي ڄڃ وٺي اچڻ لاءِ چيو ويو. هير وڃي جهنگ سيال نڪتي. پر جڏن ته هيءَ سچو واقعو چوچڪ جي لاءِ عار جو باعث هو، هن بيخبريءَ ۾ هير کي زهر ڏيئي ڇڏيو. هير جڏن مئي ٿي، تڏن پنهنجي پڪسيءَ جو پيغام رانجهي ڏانهن ڏياري موڪليائين. چيو وڃي ٿو ته ناشاد رانجهي هيءَ پيغام پڌندي ئي جان، جان آفرين جي سپرد ڪئي.

هيءَ روايت سيد وارث شاهه جي آهي. جڏن مٿي ذڪر ڪيو اٿم، ڪن شاعرن دامودر جي روايت سان موافقت ڪري، ڏيکاريو آهي ته هير ۽ رانجهو سلامتيءَ سان وڃي هزاري پهتا، جتي پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن سڪون ۽ اطمينان سان گذاري ويا. سنڌ وارن هن قصي کي سرائڪي، سنڌي ۽ فارسي ۾ لکيو آهي.

**فارسي تصنيفون.** پهريائين اسين فارسي زبان جو جائزو وٺون ٿا. فارسي زبان ۾ هن قصي بابت، هيٺيون تصنيفون گهڻو مشهور آهن:

۱- "قصو هير رانجهو": مصنف شيوڪرام 'عطارد' (نثر)

۲- "مثنوي هير رانجهو": مصنف نواب ولي محمد خان لغاري، اول

۳- "مختصر قصو هير رانجهو": مصنف فقير قادر بخش 'بيدل' (شعر)*

"قصو هير رانجهو"، تصنيف شيوڪرام 'عطارد'، منهنجي سامهون آهي؛ "مثنوي هير رانجهو"، مصنف ولي محمد خان لغاري، منهنجي نظر کان نه گذري آهي؛ "مختصر قصو هير رانجهو"، 'بيدل' وارو، قصيدي جي صورت ۾ آهي ۽ مون وٽ موجود آهي: آءٌ انهن ٻنهي ڪتابن تان استفادو ڪري رهيو آهيان.

شيوڪرام. شيوڪرام "عطارد" ڪلهوڙن جي دور جي پيداوار هو، ۽ مير علي شير "قانع"، مصنف تاريخ "تحفة الڪرام"، جو همعصر هو. ان جو ذڪر تفصيل سان آءٌ پنهنجي

* ماٿين مثنوين کان سواءِ به سنڌ ۾ انهيءَ قصي تي مثنويون لکيون ويون آهن:

(۱) مير عظيم الدين "عظيم" ٺٽويءَ جي مثنوي؛

(۲) مير ضياءُالدين "ضيا" ٺٽويءَ جي مثنوي، ۽

(۳) "آزاد" سنڌيءَ جي مثنوي.

اهي سڀ مثنويون "سنڌي ادبي بورڊ" طرفان ڇپجي شايع ٿي چڪيون آهن. — اداره

تصنيف "تذڪره" جي حصي ٻئي ۾ ڪري چڪو آهيان. هو عمدو شاعر ۽ نثرنويس هو. فارسي انشاء ۾ سندس مقام نهايت بلند آهي، جنهن جو روشن مثال سندس تصنيف "قصو هير رانجهو" موجود آهي. شيوڪرام هيءَ تصنيف ميان سرفراز ڪلهوڙي جي فرمائش تي لکي هئي. ميان سرفراز جي تعريف هن ٺو ڪري:

"نشسته برسرِ مسند ڪليم بر طور است — ستاده در صفِ هيجا است حيدرِ ڪرّار
بدوست از ڪرم اندڪ پذير بيش نواز — بدشمن از رهِ ڪين زودگير، دير گذار
شگفت غنچهٔ دلها بعهد دولتِ او — چنانچه گل شگفد در چمن بفصل بهار"

پنهنجي ولي نعمت جي فرمائش ڏي هن ٺو اشارو ڪري:

"من اين افسانه رنگين تر نوشتم — چه رنگين بلڪ شيرين تر نوشتم
بشريني چو شڪر خندهٔ بار — برنگيني چو گل جايش بدستار
مرادِ من چو رنگين نقش بندد — بشيريني اگر خسرو پسندد"

قصي جي ابتدا ڪيڏي نه رنگين عبارت سان ٺو ڪري:

"نقشبندانِ نگارخانهٔ اخبار و مصوّرانِ صورتڪدهٔ آثار برين گونه رنگ آميز تحرير شده اند ڪه در وسعت‌آبادِ هندوستان جنت نشان شهريست قديم موسوم به 'جهنگ سيال':
از توابعِ صوبهٔ ملتان، برلب 'چناب' واقع گرديده، در لطافت آب و هوا بهشت را بسر آمده، در خوبي فسحت و نضارت انتخاب هفت ڪشور افتاده، هوايش اعتدال ماه فروردين در بر، و آبش در گهوارها بسلسله گاه سلسبيل و ڪوثر، در پيش سبزه زارش بهار ڪشمير خط بر روی زمين ڪشيده و سرسبزي گياهش خار در چشم شگوفه زار ڪابل شڪسته. بستانش بشان بساتين ارم، رياحينش چون رياحين فردوس لخلخه سائي، مشام خورد و بزرگ ساز عشرت در برڪرده، مرد و زنش در مقامِ دلنوازي نام برآورده، عماراتش در رفعت سر قصورِ بهشت قصورانگيز، و ساڪنانش سر حور و غلمان زير لب خنده ريز!

"سوادش نوربخشِ چشم مردم — غبارش ڪرده نامِ سرمه را گم
خرامان هر طرف بالا بلندان — برنگِ سرو در صحنِ گلستان
برنگِ طور از بس جلوهٔ نار، — ڪليم آنجا نيارد تابِ ديدار
زليخا وار با صد دل خريدار — هزاران يوسفِ مصري ببازار
بلا گردان توان ڪردن عزيزان — ازين رشڪِ جنان صد مصر و ڪنعان"

مٿين عبارت کي پڙهندي ائين معلوم ٿو ٿئي ته لفظن جو هڪ حسين سيلاب آهي، جو پنهنجي ترنم جي زيروبم سان پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ کي ڇڪيو ٿو وڃي. "عطارد" اهڙيءَ ريت مقفيٰ ۽ مسجع عبارت کي دل کولي لکيو آهي؛ ڪاغذ تي هيءَ سندس گلريزي غيرفاني رهندي. هير رانجهي جي قصي کي هن قلم جي شهسوار نهايت تفصيل سان لکيو آهي، جنهن ۾ ڪئي راز ۽ نياز جون ڳالهيون آهن ته ڪئي سوز ۽ گداز جون حقيقتون.

فقير قادربخش "بيدل". جنهن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، "بيدل" هير رانجهي جي طويل قصي کي مختصر قصيدي ۾ قلمبند ڪيو آهي - جنهن درياهه ڪوزي ۾ سمائجي ويو آهي. قصيدي ۾ ٻوي سنون آهن، جي شعر جي رنگينيءَ ۽ ملاحت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. قصيدي جو مطلعو هن طرح آهي:

"ز هرچه خامه نويسد بنامهٔ دوران سوادِ حرف غمِ عشق خوشترست بدان"

حسنِ مطلع هئن ٿو اچي:

"نوشته اند چنان قصه عشق رانجهن و هير بخامه صدق شمامه مؤرخانِ زمان
که بود شهر هزاره حواليءِ لاهور بزبر حکم يکي حاکمِ خجسته نشان"

اهڙيءَ ريت سڄو قصو بيان ڪيو ويو آهي. "بيدل" قصي جي ابتدا ۾ ٻين شاعرن کان مختلف رستو ورتو آهي. هو ٻڌائي ٿو ته رانجهي جو والد هڪ مهمان نواز امير هو. وٽس اڪثر مسافر اچي مهمان ٿيندا هئا. هڪ ڀيري چناب جي طرف جو هڪ مسافر اچي وٽس مقيم ٿيو. ڳالهين ڪندي، هن "هير" جي غيرمعمولي حُسن جي حڪايت رانجهي سان اوري. رانجهو غائبانه هير جو مشتاق بڻجي پيو. پيءُ جي وفات کان پوءِ هُو وطن کي ترڪ ڪري، چناب جي طرف روانو ٿيو:

چو گوش کرد ازو حسن هير را رانجهن ز هوش رفت غمِ عشق را گزيد بجان
پس از وفات پدر ترکِ ملکِ خويش گرفت رسيد بر سرِ رودِ چناب تشنه لبان

اهڙيءَ ريت، قصي جي آخر ۾ به "بيدل" هڪ نئين روايت پيش ڪئي آهي. فرمائي ٿو ته جڏهن هير ۽ رانجهو فرار ٿيا، تڏهن هڪ اهڙي بيابان ۾ ڀٽڪيا، جتي پاڻي ناپيد هو. پاڻيءَ جي پياس کان ٻئي بيهوش ٿي ڪِري پيا. ان وقت خدا جي حڪم سان حضرت خضر عليه‌السلام اچي ان جاءِ تي وارد ٿيو. کين آب حيات جو پيالو عطا فرمايائين، جنهن کان کين ابدي حيات حاصل ٿي. هو ماڻهن جي نظر کان لڪي ويا ۽ اڃا تائين سير ۽ سفر ۾ مشغول آهن:

ز تشنگي رمقي مانده بود رانجهن را فتاده هير به بيهوش، خسته و گريان
رسيد خضر بفرمانِ ايزد جان بخش بکف ز آبحياتش پياله نور فشان
چه هر دو لوش نمودند آن پيالهٔ نُور ز چشمِ مردمِ گشتند چو پري پنهان
چو خضر آن دو يگانه هنوز در سيرند ولي نباشد جُز بر اهل کشف عيان
بمير "بيدل" در عشق گر بقا خواهي که بعد مرگ بيابي حيات جاويدان

هير ۽ رانجهي فنا کان بعد بقا کي حاصل ڪيو ۽ حيات جاودان پاتي. "بيدل" صوفي هو: هُن هير ۽ رانجهي جي سڄيءَ ڪهاڻيءَ کي تصوف جي رنگ سان ڏنو آهي. سندس اصلي مقصد هو، تصوف جي بنيادي مسئلي فنا ۽ بقا، نفي ۽ اثبات کي پيش ڪرڻ. تصوف جي هن رنگ‌آميزيءَ، قصي جي آخر کي موڙي وڌو آهي. ائين به ٿي سگهي ٿو ته "بيدل" تائين روايت ئي اهڙيءَ ريت پهتي هجي - خدا بهتر ٿو ڄاڻي.

**سرائڪي تصنيفون.** ڪافيءَ جي صنف ۾ سرمست "سچل" کان پوءِ، عموماً سڀني سنڌي صوفي شاعرن، هير ۽ رانجهي جي موضوع تي گهڻو ڪجهه لکيو آهي؛ مگر "بيدل" جو مقام گهڻو بلند آهي. سندس فرزند محمد حسن "بيڪس"، سنڌ جي غير فاني شاعر، ته خصوصيت سان هير رانجهي جي ڪهاڻيءَ کي پنهنجي شعر ۾ ڳايو آهي - مثال طور فرمائي ٿو:

ماهي سحرگر سئيان سئيان برهه ڪيتا بدنام

١- رانجهن سالين ٿيا ميلا نبي موهه گيا دل مئيان مئيان
گيا ساڏا آرام

٢- آبرو هلالي تيز ڪماني تير مژگان دي ڦٽيان ڦٽيان
دل نون پيا ڪوئي دام

٣- سُهڻي ڪيتي سهسان سرّ پر سڀ ميالان دي جُٺيان جٺيان
مئين هان ماهي دي غلام

٤- "بيڪس" نون سمجهاءِ تون 'بيدل' تير چشمان دي چُٺيان چٺيان
'موتوا' والي مام

بهرحال، "بيڪس" جي ڪلام ۾ هن قصي جو ذڪر مڪمل طور نه، پر شاهه پناهيءَ جي ڪلام جي انداز ۾، جدا جدا مقامن جي تفصيل سان موجود آهي، جا بيان جي حسن جي بهترين ترتيب آهي. مگر هن قصي تي، ترتيب سان، مفصل، سرائڪيءَ ۾ جن شاعرن لکيو آهي، انهن مان خليفي نبي بخش ۽ حمل لغاريءَ کي فوقيت حاصل آهي. اگرچ پنهي شاعرن سڄي ڪهاڻي قلمبند نه ڪئي آهي، پر جدا جدا سي حرفيون لکيون آهن، جن ۾ هير ۽ سندس ماءُ جي گفتگو ڏني وئي آهي.

حمل لغاري. حمل لغاريءَ، سرائڪي ڏوهيڙن جي ترتيب سان، هير ۽ سندس قرابتدارن جي گفتگو به ڏني آهي. حمل واقعي ان ۾ پنهنجي تخيل، واقعي نگاري، زبان جي شگفتگي ۽ شيرينيءَ جو اَمٽ مثال قائم ڪيو آهي.

ماءُ چوي ٿي: "ماءُ مت ڏتي، سڻ هير ڏڌيا، اهي ڪيهي تون ڪم ڪماوند پئي،
سندي ڳالهه ڪنون جهلّ جهلّ رهيان، پهلپهل پيئي سمجهاوند پئي،
سُتي لوڪ تيڪون، ڪيها پوڪ چنيندا، جهنگ جهوڪ ڏهون لنگهه جاوند پئي،
ڏک بک ڪنون، سڌ سُڪ رهين، جڪ جڪ تيري غم کاوند پئي.
هير جواب ٿي ڏئي: آک ماءُ مينون متِ ڏس نهين، پيوس ميرا نيهن لڳ گيا،
ڪوئي ڪير پلا اڪسير جيها، وڏي پير دي سنهن دل لڳ گيا،
منجهيوال سئين نون باهه پال ڏتي، رڳ رڳ دي وچ دونهان ڌڳ گيا،
تيس لکئي وچون ڪوند ليڪ لاهي، جهڙا روز ازل دي وڳ گيا."

هي سچو سوال جواب بيحد دلڪش ۽ دلچسپ آهي ۽ واقعي سرائڪي زبان جو شاهڪار آهي. حمل جي ڪلام کي، سندس روانيءَ جي باعث، سنڌ جي اڪثر سرائڪي زبان ۾ چوندڙ شاعرن تي فوقيت حاصل آهي. هن سچي گفتگوءَ کي پڙهڻ کان پوءِ ئي، سندس ڪلام جو اصلي مقام ڪٿي سگهجي ٿو. حقيقت ۾ حمل، هير جو گويا سچو درد پنهنجي ذمي ورتو آهي.

خليفو نبي بخش. خليفي صاحب به پنهنجي سي حرفيءَ ۾، هير ۽ سندس ماءُ جي گفتگو کي بهترين نموني ۾ قلمبند ڪيو آهي؛ پر افسوس جو سندس سي حرفي مڪمل ٿي نه سگهي. اگرچ خليفي صاحب جو هي ڪلام نامڪمل آهي، پر شعر جي فن جي لحاظ کان مڪمل آهي. اِن هوندي به، خليفي صاحب جي بهترين تصنيف "سسئي پنهون" آهي.

**سنڌي تصنيفون.** "هير رانجهو" جي ڪهاڻيءَ متعلق سنڌي زبان ۾ منهنجي نظر کان هيٺيون تصنيفون گذريون آهن:

۱- هير رانجهو: سيّد حيدر شاهه (بيتن ۾)؛
۲- هير رانجهو: حاجي امام بخش "خادم" (تمثيل)؛ ۽
۳- هير رانجهو: فقير غلام علي "مسرور" (مثنوي).

سيد حيدر شاهه. سيد حيدرشاهه حيدرآباد جو ويٺل هو. هو جناب حضرت موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان هو. سندس وڏا اصل ٺٽي جا رهندڙ هئا. ميرن جي دور ۾ جڏهن ٺٽي کي انحطاط آيو ۽ حيدرآباد حڪومت جو مرڪز بڻي، تڏهن سيد حيدرشاهه جي ڏاڏي حيدرآباد ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. سيد سونهاري سن ۱۳۰۶ هجريءَ ۾ وفات پاتي.

سيد حيدرشاهه جي تصنيفات مان ڪي ڪانيون منهنجي نظر مان گذريون آهن. "هير رانجهو" سندس جامع تصنيف آهي. ان قصي کي هن سن ۱۲۹۰ هجريءَ ۾ لکي پورو ڪيو- جنن پاڻ لکي ٿو:

هير رانجهو واه جوڙيو آهه "حيدر" هن حقير،
چؤ ادا تاريخ: "آهي هيءَ ڪهاڻي بي نظير".

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سن ۱۸۹۶ ڌاري، تعليم کاتي جي طرفان ڇپيو. شايد ڪجهه وقت سيڪنڊري سڪولن جي نصاب ۾ به داخل رهيو. مصنف پنهنجي تصنيف جي ابتدا، خدا جي حمد سان، هئن ٿو ڪري:

اول چئو الله، پوءِ قصو ڪَنِ قرب جو، هو هزاري شهر ۾ هڪڙو بادشاهه،
عدالت عدل اڳرو، دولت جو درياهه، سڪو چئي وهواه، ڏسي شجاعت شاهه جي.

مصنف، رانجهي کي هزاري جو بادشاهه ڪري ٿو وٺي، پر منهنجي نظر ۾ صحيح نه آهي. جيڪڏهن هي واقعو اڪبر اعظم جي دور جو آهي، ته تاريخ پڌائي ٿي ته هن مغل شهنشاهه جي حڪومت جي وسعت، ڪشمير ۽ هرات تائين پکڙيل هئي. اهڙيءَ حالت ۾، رانجهي جي والد جي حڪومت هزاري ۾ جداگانه هجي، ان کي ڪڏهن به قبول ڪري نٿو سگهجي. بهرحال

هيءَ قصہ نويسي آهي؛ مورخانہ حقيقت نہ آهي. سرٿامس مور "لالہ رخ" ۾ بہ اهڙي عظيم غلطي ڪئي آهي. اهڙين غلطين جي سبب قصو، تصور جو فقط ڌڙ ھختو بڻجي، پنهنجي اصلي حقيقت وڃائي ڇڏيندو آهي. مصنف رانجهي جي تعريف هئن ٿو ڪري:

چارئي چوڪا چاڱلا، ھر رانجهن رمزدار،
سورهيہ سهڻو سينئان، سچلو ۽ سچار،
محب سوچارو مڙنيان، محبتي منثار،
هو تان پيءَ جو آر، مٿس سڙني ڪان گهڻو.

قصي جي بيان ڪرڻ ۾ شاعر جو اسلوب ۽ واقعي نگاري دلڪش آهي. هير جي چاچي "ڪيدو" کي جڏهن هير ۽ رانجهي جي محبت جي خبر ٿي پوي، تڏهن پنهنجي ڀاڄائيءَ، هير جي ماءُ، کي هئن ٿو طعنو هڻي:

سڻ سڻ هئي شهر ۾، پڻ پڻ منجهہ بازار،
جي چوڪ سندي ڏيئڙي، وڃي وٽ ميهار!
ڪيدو چاچو هير جو، تنهن پيو سماچار،
ڀڄي ڀاڃائيءَ کي، آئائين اظهار،
تہ وڃي هير گنوار، سيندو ڪيوئي پانهنجو!

ڪنهن بہ بدناميءَ جهڙيءَ ڳالهہ جي ڪليل مذمت نہ ٿيندي آهي، پر ان جي ڳجهي طرح مخالفت ٿيندي آهي. شاعر آن کي 'سڻ سڻ' ۽ 'پڻ پڻ' جي لفظن ۾ آڻي، ان مخفي مخالفت جو نقشو نهايت ساديءَ ريت مڪمل ڪيو آهي تہ "وڃي هير گنوار، سينڌو ڪيو ئي پانهنجو".
هن ست ۾، شاعر ڪيدوءَ جي آن سڄي نفرت کي آڻي وڌو آهي، جا نثر جي طويل جملي ۾ مس ادا ٿي سگهي. هير کي جڏهن هن واقعي جي خبر پوي ٿي، تڏهن ڪيس پنهنجي نجات فقط ماءُ جي محبت ۾ نظر ٿي اچي. هوءَ ڊوڙي وڃي ماءُ کي سموري حقيقت کهڙي حال ۾ ٻڌائي ٿي، ان جو نقش شاعر هئن ٿو ڪڍي:

تڏهن ويچاريءَ وسريا بلڪل بهانا،
نيو نيزاري ڪري، پيو جال پري جانا،
جي تُور هٿندم طعنا، نہ تہ مادر ڏڪ ڏڪيج تون!

"تور هٿندم طعنا، مادر ڏڪ ڏڪيج تون" - ڪيڏي نہ سادي پر مؤثر التجا آهي! هير پنهنجيءَ ماءُ کي گويا حقيقت جو نشيب ۽ فراز سمجهائي ٿي. عورت جي لاءِ اوڙي پاڙي جي طعني بازي، وڏي ۾ وڏي روحاني ڪوفت ٿئي ٿي. نفسياتي طرح هير، ماءُ کي پنهنجو ڪرڻ گهري ٿي. پر ماءُ، هير جي حرڪت کان واقعي ندامت هيٺ اچي چڪي آهي؛ ڌيءَ کي جنهن نموني پيش اچي ٿي، ان کي شاعر هئن ٿو بيان ڪري:

جي ٻُڌي مرين شال تون، هيڏي ئي وڃين هير،
تون سڄڻ ڪايو ڪير، ڪلين ڪڏين ٿسي ڪر سين!

آخر چوچڪ کي ڌيءَ جي راز جي خبر پوي ٿي. چوچڪ ڪاوڙ جي ڪيس قيد ٿو ڪري. هير، رانجهي وٽ وقت تي نٿي پهچي. رانجهي جي بيقراريءَ کي شاعر هئن ٿو بيان ڪري:

رانجهن روبو پٽ پوي، اڄ نہ آيو هير،
ساريو تنهن سڄڻ کي، نيڻ وهائي نير،
جيڪس جانب جهليا، ڪنهن زورآور زنجير،
ڦوڙائي جسا فقير کي، چوچڪ وڏا چير،
داور دستگير، واهر ڪر ولهن جي!

ڪيڏو نہ درد پريل آرزوءَ جو اظهار آهي. ٻئي طرف هير جي پريشانيءَ کي شاعر هئن ٿو لکي:

ڪَريو هير هڪل، ڪِريو پوي پٽ تي،
هَي هَي، هاجو هيءَ ٿيو، جو پيا پرينءَ ڪان پَل،
هڪ ڪيي پار پرين جا، پي اکين آب اُڇل،
جهنگ سيالن ڪئي جهَل، رانجهن جي رهاڻ ڪان!

طرفين جي بيقراريءَ ۽ پريشانيءَ کي بيان ڪندي، درد جي لذت کي برقرار رکڻ ۾، شاعر وسؤن ڪين گهٽايو آهي. حيدرشاھ جي واقعي نگاريءَ ۽ اسلوب بيان کي اسين "هير ۽ قاضيءَ جي گفتگو" ۾ نمايان طرح ڏسون ٿا. شاعر لکي ٿو:

هير- قاضي خوش ٿياس، سَرڪيس پنهنجي مَن ۾،
تون پلي پلارا آئين، تنهنجي نصيحت نياس،
منصف آئي ملڪ ۾، اڄ مُثل آءٌ جيآس،
"حيدر" هير هنياس، طعنا ڏاڍي طور سان.

چي "قاضي ڊپ ٿهار جسو، سڄڻ اڄ ويو،
پڪوي پيو ملڪ ۾، رکيو ريب ريو،
آءٌ عاقل بالغ آهيان، تو تان سڀ سمجهيو،
ادب منهنجي اندر سان، سارو نينهَن نيو،
مون کي پهہ پيو، تہ ٿيان رانجهن سندي راڄ ۾!"

قاضي- چي "عاقل بالغ آهين، سچ سچي هير،
پر آهي شرط ان ۾، ڪرڻ هيءَ تدبير،
جنهن هجي قبيلو هيڪڙو، تيرُ نہ هوئي تقصير،
ڪنهنپر گڏ پسا پاڻ ۾، ابتر ۽ امير،
او هين ماڻهو مير، سي لهندو ڪٿي ڪَمين سان؟"

هير – چي ”قاضي ڪلادار، تون عالم، عاقل آهين،
ميان منصف ٿي ٻڌ تون، عرضياڻيءَ جو اظهار،
ته آءٌ ڌيءَ چوچڪ خان جي، جو سيالن جو سردار،
رانجهن راجا ملڪ جو، جنهن جي گادي تخت هزار،
اهڙي اصل ڪان عار، ڪهڙو اسان جي ڪُرَ ڪي؟“

قاضي – چي ”سڀئي سچ چيوءِ، اسان گهٽي عقل سين،
رانجهن راجا ملڪ جو، سڄڻ سڃاتوءِ،
پر شاهيءَ سان ميهار سو، اسڙ هاڻ ٿيوءِ،
’اَلنّاضي لاَ يُذْڪُرُ‘ جيڪس ڪنين نه سوءِ،
جنهن جو ٻهه پيوءِ، سو وِيرِ وساري ڇڏ تون!“

هير – چي ”قاضي ائين نه ڪَهُه تون، پيٽ رِ نه مون ڪي پير،
دلبر وساري دل تان، وِهندي هاڻ نه هير،
راجا ڇڏيو تخت ڪي، مون لئي ڪارڻ مير،
ڦوڙائي فراق جي، ڦتيو تنهن فقير،
آءٌ نه ڇڏيندي ان ڪي، اهڙي حال حقير،
هاڻ ويرِ ڪَرَ ورِير، پڙهه تون نڪاح پرينءَ سين!“

حيدرشاهه جي نظم ۾، ’هير ۽ سندس ماءُ جي گفتگو‘ ۽ ’قاضيءَ ۽ هير جي گفتگو‘ شاعر جي حسن تخييل ۽ حسن بيان جو هڪ اعليٰ مثال آهي. اهي مڪالما سندس تصنيف جي گويا جان آهن. شاعر پنهنجيءَ پر ۾ ڪوشش ڪئي آهي ته پنهنجيءَ نظم ۾ اصليت ڪي آڻي. واقعي نگاريءَ جو هيءُ سندس مثال پڏو- هير جي شاديءَ لاءِ ڪيڙن جي ڄڃ آئي، ان وقت هير جي بيقراريءَ جو نقش شاعر هئن ٿو ڪڍي:

وٺي هليا وَنيءَ ڪي، سنبهي ڏهان سيج، ڏمرن آت ڏمڪار ڪيا، ڇيرن ڪيا ڇيچ،
هاري هير هنجن ڪي، ڪيا پونءَ مٿي پيچ، چي ”وَرُ پرين ڪڏ پيچ، ڪهه هي ڪباب ڪوتا!“

هير جي هن سوز گداز ڪان متاثر ٿي، شاعر عشق ۽ محبت جو هئن ٿو شيرين شڪوو ڪري:

پلا برهه بهار، تون سدا ڪرين ساڙ ٻهه ۾،
ڏئين ڏنجها ڏکين ڪي، عجب اِيءَ آچار،
سڪيا سوريا تون ڪرين، شاهن سان پينار،
سسئي رلايئي سُج ۾، جت ڏونگر جا ڏهڪار،
سهڻي لوڙهيئي سير ۾، جت جَرَ وهي جاڻار،
رانجهن روارئي رُج ۾، ڦري تخت هزار،

هيـر رـاريـٺي حـُـب ۾، ڏيـٺي نورنگ کي سا نار،
”هو“ ۾ ”حيدرشاهه“ کي، ڪيـئـي جيڏن جو جنسار،
ســـدا ســـمـــاچـــار، ڪري تنهنجي قـرب جو.

حضرت ”عطار“ هن ساڳئي نڪتي کي هڪ ئي سيٽ ۾ ختم ڪيو آهي:
”عشق زين بسيار کرد است و کند“.

ڪتاب جي آڪاٽيءَ ۾ سيد حيدرشاهه، ابتدا ۾ ”بيدل“ جي پيروي ڪئي آهي. هو به ساڳي حقيقت پيش ٿو ڪري ته ”رانجهو چناب جي هڪ مسافر کان هير جي حُسن جي حقيقت ٻڌي، غائبانه سندس مشتاق ٿيڃي پوي ٿو.“ آخر ۾ هو هير ۽ رانجهي جي وصل جو بيان ٿو ڪري:

هـُـو سڄڻ مليا سڄڻين، ٿيا سوڀارا،
نيهي نرمل گـڏيا، مٺا موچارا،
جيءَ جا جيارا، هليا هزاري شهر ڏي.

بهرحال، سيد حيدرشاهه جي تصنيف پنهنجي رنگ ۾ دلڪش ۽ وڻندڙ آهي. هن کي سنڌي ادب ۾ انفرادي مقام حاصل آهي. منهنجي نظر ۾ هي ڪتاب سن ۱۹۰۲ع ۾ آخري بار ڇپيو آهي، ۽ هينئر ان جو هٿ اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. آءٌ ”سنڌي ادبي بورڊ“ کي استدعا ڪندس ته، پراڻن ڪتابن جي اشاعت جي سلسلي ۾، هن ڪتاب کي وري شايع ڪيو وڃي- الين نه ٿئي ته ڪجهه عرصي کان پوءِ هي ڪتاب بنهه معدوم ٿي وڃي.

حاجي امام بخش ”خادم“. حيدرشاهه جي نظمي ڪهاڻيءَ کان پوءِ، مرحوم ”خادم“ شڪارپوريءَ هير-رانجهي جي ڪهاڻيءَ کي ڊرامي جي صورت ۾ لکيو- جنهن مصنف لکي ٿو ته هن پنهنجيءَ تصنيف کي سن ۱۸۸۰ ڌاري لکيو. شايد هيءُ پهريون سنڌي مصنف هو، جنهن سنڌي زبان ۾ تمثيل لکي آهي. ڊرامي جي ترتيب ۾ ”خادم“ مرحوم، اڙدو مصنفين جـي پيروي ڪري، مڪالمن ۾ نثر ۽ نظم کـي گڏ رکيو آهي. شايد اها تـرتيب ابتريقدر ته پسند ڪئي وئي، جو ان کي مرزا قليچ بيگ صاحب بـه پنهنجي تصنيفن ۾ برقرار رکيو- اگرچ تمثيل جي افراد جي لحاظ کان الين ڪڏهين به ٿي نٿو سگهي، تـه هو سخن گو هجن ۽ سامعين سخن شناس. هن طريقي کي قائم رکڻ لاءِ ٻه سبب ٿي سگهن ٿا: (۱) شعر، نثر کان زياده اثر وارو ٿئي ٿو؛ ۽ (۲) جنن تـه اڪثر تمثيل نگار سخن گو بـه ٿئي ٿو، ان ڪري سندس طبيعت جو لاڙو ڪيس ان طرف وٺي وڃي ٿو. هي منهنجو خيال آهي، شايد ڪي ٻيا به سبب هجن. اصولاً هي طريقو دنيا جـي مشهور نقاد ارسطو جي نظر ۾ زياده موزون آهي. هو پنهنجي ڪتاب ”شعر“ ۾ لکي ٿو:

”رزميه شعر، الميه، غنائيه، عروض جي پابندين هيٺ شعر، نڙ ۽ بربط جي موسيقي، پنهنجي پنهنجي نموني ۾، نقل ۽ تمثيل آهن. اگرچ اهي طريقي، موضوع ۽ ترتيب

۾ هڪ ٻئي کان جدا حيثيت رکن ٿا، پر جڏهن هڪ ٻئي سان ملن ٿا، تڏهن انهن ۾ يڪسانيت پيدا ٿي وڃي ٿي، ۽ اها نئين ترتيب زبان جي شهرينيءَ کي نئين ريت ۽ ڍنگ سان پيش ڪري ٿي."

دنيا جي عظيم ترين ڊراما نگارن، پنهنجي تمثيلن کي اڪثر نظم ۾ قلمبند ڪيو آهي. شيڪسپيئر، جو مايه ناز تمثيل نگار آهي، تنهن پنهنجي ڊرامن کي آزاد نظم ۾ لکيو آهي. موجوده دور جي تمثيل نگارن، نظم جي بجاءِ نثر کي اختيار ڪيو آهي، جن ۾ "گالزوردي" ۽ "برنارڊ شا" جا نالا وڏي اهميت ٿا رکن. مگر ڊراما جي متقدم نويسن جا راهه قائم ڪئي، ان جي جاذبيت ۾ ڪابه گهٽتائي پيدا ٿي نه سگهي آهي. "خادم" به قديم طريقي جو مقلد هو. هن پنهنجي ڊرامي "هير رانجهو" ۾، 'منظر' ۽ 'جاءِ وقوع' کان پاسو ڪري، 'داستان' جو لفظ ڪم آندو آهي، جو ڊرامي جي ترتيب ۾ اجنبي ٿو لڳي، پر ان هوندي به ڊرامي جي ترتيب نهايت دلڪش ريت سان ڪئي اٿس. هن هيٺ ان مان ٿورو انتخاب ڏجي ٿو:

چوچڪ: آخر ڪهڙي صلاح ٻيئي؟

هير جي ماءُ: ڪيس ڪيترو ئي سمجهايو اٿم، پر هوءَ هٺيلي پنهنجي هوڏ تان لهي ئي نٿي؛
ڪيڙن؛ جي نالي کان ئي بيزار آهي!

چوچڪ: برو ٿيو؛ اسان تہ ڪين شاديءَ جو انجام بہ ڀڙي ڏنو آهي. پنهنجي وعدي کان
ڦرڻ، اهو مردن جو شان نہ آهي.

هير جي ماءُ: آءٌ وري بہ ڪوشش ڪنديس، متان هوءَ پنهنجي ضد کي ڇڏي، سنئينءَ
راهہ تي اچي وڃي.

چوچڪ: تون ڏسينس؛ ائين نہ ٿئي جو مون کي سختي ڪرڻي پوي. سمجهين ٿي، الهيءَ
۾ وڏي بدنامي آهي!

(چوچڪ وڃي ٿو)

هير جي ماءُ: (خادمہ کي) زمانو ڪيڏو نہ بڇڙو لڳو آهي! حياءُ ۽ شرم دنيا کان موڪلائي
ويو آهي؛ نہ تہ هير نيائي، ان کي انهن ڳالهين جي ڪهڙي سڌ؟ افسوس،
رانجهي سان نينهن لائي، هُن ڪيڏو نہ بڇڙو ڪم ڪيو آهي! شهر ۾ تہ انهيءَ
ڳالهہ جي سڀڻ سٽان ٿي وئي آهي. شل اهڙي ڏيءُ ڏانگ جي پيٽان بہ نہ
ڄمي! وڃي سڏي اچينس.

(دائي وڃي ٿي......)

اهڙيءَ سادگيءَ سان "خادم" پنهنجي ڊرامي کي قلمبند ڪيو آهي.

غلام علي "مسرور". هن دور جي مشهور صوفي شاعر غلام علي "مسرور" (متوفي ١٩٥٣ع)، هير رانجهي جي قصي کي مثنويءَ جي صورت ۾ قلمبند ڪيو آهي– جنهن لاءِ شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي صاحب جي هيٺين راءِ آهي:

"گوناگون مشغولين جي باعث ايترو وقت ملي نہ سگهيو ائم، جو هن مثنويءَ کي اول کان آخر تائين پڙهان؛ تنهن هوندي بہ کي ضروري حصا وڏي ساءَ سان مطالعه ڪيا ائم. جرات سان چوان ٿو تہ شاعر ڪمال ڪيو آهي. سندس ڪلام سليس، سريلو ۽ وڻندڙ آهي. منجهس سنڌي ٻوليءَ جون نزاڪتون چڱيءَ ريت سمايل آهن. معنيٰ ۽ لفظ متناسب آهن."

حقيقت ۾ فقير صاحب جي هيءَ تصنيف، پنهنجي جدت جي لحاظ سان انفرادي حيثيت رکي ٿي. عروض جي پابنديءَ هيٺ، هن پنهنجي تخيل ۽ دلي جذبات کي پوريءَ ريت نڀايو آهي. هيءَ مثنوي بحر 'رمل مثمن' تي تيار ڪئي وئي آهي، ۽ گهٽ وڌ منجهس ادائي هزار سٽون آهن. سنڌي زبان جي هيءَ وڏي خدمت هئي، جنهن کي اسان جي صوفي منش شاعر ڪنڊ ۾ ويهي، منهن مونن ۾ وجهي پورو ڪيو. نہ ڪيس ڪنهن صلي جي اميد هئي، نہ آفرين جو هوس: هڪ فطري شوق هو، جنهن ڪانئس هي مشقت جون منزلون طي ڪرايون. ڪتاب جسي شروع ۾ حمد، نعت ۽ منقبت کان پوءِ، هو پنهنجي سنڌ وطن جسي هيئن ٿو تعريف ڪري:

باڳ بيشڪ آ وڏو ٿي سنڌ جو هسن هند ۾، چا وري ڪشمير کي، آن جي جٽوي ڪجھ جند ۾؛
جئن پيارو آھ ان ۾ خاص هڪ منهنجو وطن، جوڙ ۾ ان جي برابر ڪونہ ٿيندو در زمن؛
وحمدلِ رَلّنا سڙيني ملڪ جسا ماڻهو پڇهن، خوش لباس ۽ خلق وارا پاڻ ۾ ريڌا رهن؛
سنڌ ۾ پسي روهڙي آهي مديني جسي مثال، آ وري ڪُهنو سکر، بغداد جي صورت بحال؛
سبز گنبد هيٺان سائين جتي مسند نشين، مرد سودا تا سخي، شاهن جو شهه شاهه خير دين؛
در تنهين جي صدق دل، جو اچي اندوهگين، سو وڃي واپس وري، خوش، خرم و خنده جبين؛
جهوڪ، راڻيپور، درازين، فيض جو واهڙ وهي، جو اچي طالب آتي، سو سڀ دلي مطلب لهي؛
تن سوا شهباز نوري، پٽ ڌڻي آ پرجهلو، سيگهه ۾ سڏ تي رسي، مشڪل پيل جو ڪن پلو:
پوءِ ڪوئي سنڌ ۾ سچ، غم نہ ڪو باقي ٿيو،
هر طرف کان ٿي بهاري، ڏرت ڏولائو ويو.

قصي جي ڪهاڻي ٽن حصن ۾ اچي ٿي: پهرئين حصي ۾ رانجهي ۽ هير جي ابتدائي احوال کان وٺي، سندن محبت جي اظهار تائين ذڪر سمائجي ٿو وڃي؛ ٻئي حصي ۾ هير جي شاديءَ جو ذڪر ۽ سندس پيڪن کان وداع بابت بيان ڏنل آهي؛ ٽئين حصي ۾ سچي قصي جو اختتام اچيو ٿئي. "مسرور" جي هن غيرفاني تصنيف تي مڪمل تنقيدي نظر وجهڻ لاءِ، طويل تفصيل جي ضرورت آهي؛ مگر موقعي جي لحاظ کان، اسين سندس تصنيف جي ڪجھ پهلوئن تي نظر وجهون ٿا. سندس تصنيف جي خاص خصوصيت آهي زبان جي سلاست ۽ رواني. حقيقت ۾ انهن خاصيتن سندس تصنيف کي اعليٰ مقام ڏنو آهي. مثال طور، رانجهو جڏهن چناب جي ڪنڌيءَ تي پهچي ٿو، تڏهن ان جو ذڪر برسبيل هئن ٿو ڪري:

هي سهائن جو سخن رانجهو سٽي بيوس ٿيو،
نا اميديءَ جي سبب کان ڪين ڪجهه واري سگهيو؛
پوءِ ٿلڪي ۽ ولي پرجاءِ هڪ ڪنار تي،
دم گهڙي ويٺو وٺي، اولهي ڪنهن ويچار کي؛
قسمتي ڪم ڪار تي بعضي رُئي بعضي کلي؛
پڻ گهُري دل ۾ دعا، شل ساهه جو ساجن ملي!
ان طرح فڪرات ماريو، آه دل سان پيو پري،
دل جي وندر لاءِ ويٺو، ونجهلي هٿ ۾ ڪري:
قرب جو ڪلياڻ، نٽ، آسا، پهاڙي سر ڪيو،
روڳ دل جي لاءِ سهٽي، پيروين، ان تي چيو.

مٿين اقتباس ۾ ڪوبه ثقيل ۽ غير مانوس لفظ نظر نه ايندو. "مسرور" عوام جو شاعر هو، ان ڪري سندس شعر ۾ لفظن جو انتخاب، سادو ۽ عام فهم آهي. سادگيءَ کان سواءِ، زبان جي سنجيدگيءَ جا ڪيترا ئي مثال سندس تصنيف ۾ موجود آهن. مثال طور هيٺيان اصطلاح ڏسو:

–جهيڙي ۾ وابون انهن جون ولڙيون تي جڻ ويون.
–جو ٻني پانبر نه ٿيندس خاص پيرن جي ٻٽي.
–صاف ملڪي جا وجي پارهن ويا هن حال کان.

ڀاڪن ڪي هٿن تو افراط سان ڪم آئي:
– پيٽ-سهندو ڪانجي، پڻ جڳ-وٺندو پانجي.
–پيٽ ٻني مون تي سهين تو، ڪک پيو ٻر نا سهين.
–ڏس ڪني ڪم ڪوله آئي، ڪير جو ڪريو ڪنو.

مٿيان سڀ لچ سنڌي ڀاڪا آهن. اهڙيءَ ريت، زبان جي شستگيءَ جا ڪيئي مثال اسان کي سندس تصنيف ۾ نظر ايندا. زبان جي سلاست ۽ شستگيءَ کان پوءِ واقعات نگاريءَ ۾ به مصنف پنهنجي خيال جو ڪمال ڏيکاريو آهي. رانجهو جڏهن گهر مان ناراض ٿي نڪري ٿو، تڏهن ان جو نظارو هيئن ٿو ڪڍي:

جند پائڻ کان جدائي پوءِ رانجهو رخ مٽي، جهنگ ڏي راهي ٿيو، سو سانگ لاڳاپا سٽي.
جوش جهيڙي کان سڙي سينو ٿيو ان جو ڪباب، وات سان جاچي پيو، هن قسمتي ڪم جو حساب.
سچ سفر آهي ڏکيرو، بيوطن بي يار جو، ڪو نه ڪو وارو ملي ان کي دل بيمار جو.
وقت شاهن کي پوي ٿو، هيءَ جتني ڪجهه چالڪي، آهه بيپرواهه مولا هر گهڙيءَ تو به ڪجي.
هاءِ رانجهن کي به هائي وهم غم ويڙهي ويو، ڪون ڪو ساٿي جنهين سان حال جو محرم ٿيو!
هڪ وڇوڙو سائين جو، ٻو سيو هو پڻ وطن، دم حياتيءَ جي گهڙي، گهارڻ ٻني ان کي ڪٺن.
لڻ چاڻي، ڀوريون ٿي ان ڏنو ويران ڏي، پوءِ رڙهيو دل جهلي، تنهن جهنگ ريگستان ڏي.

سندس سڄي تصنيف، اهڙيءَ ريت، واقعات نگاريءَ جو هڪ مرقعو آهي، جنهن ۾ عشق ۽ محبت، ادب ۽ ثقافت جي هڪ اٿل آهي، جا پڙهندڙن کي پنهنجي جهوليءَ ۾ وٺيو ٿي وڃي. "مسرور" جي ڪلام جي سلاست، صفائي ۽ شگفتگيءَ جي لاءِ هيٺيون مثال ڪافي ٿيندو:

'تير ڪٿي چوٽون جهلي'، هي سچ سيائي جو چوڻ،
آهه پيو 'هٿ جي وڏيءَ جو ڪونه ڪو وارو سنوڻ'؛

'ڪينڪي هرگز وري سو تير جو هٿ مان ڇٽو'،
پڻ 'ڏٺين پاڻي لـ سگهجي، ڪير موٽائي ڏڌو'؛

ان طرح رانجهي مٺان جو هٽي پئي، سو ڇا ڪري،
هٿ ٻڌي هر هر پيو سر هيير جي قدمن ڌري؛

قرب مان نيوڙي ڪيائين هير سان هن پر ڪلام:
'غم نه ڪر ڪوئي، اسان جون ڪوششون ٿينديون تمام،

'آ ڏٺي پـاور اسان سان، ڪوبه انديشو نه ڪر،
'ڪجهه وٺيندو ڪينڪي، چغلي هٺي ڪيدو مڪر؛

'سوڀ ٿي تن جي سدائين، صبر جن جو سير آهه،
'ڪين ٿو وٺرت وڃي، آنڪس انهن جو تير آهه!'



# جنگنامو ”مياڻي“

سال ١٩٤٠ع آهي، يا سال ١٩٤١ع، پورو ياد نہ اٿم - مون کي مير علي بخش خان ابن هزهائينس مير حاجي نور محمد خان سڏائي، مياڻيءَ جي جنگ تي هڪ نظم ڏيئي، چيو تہ ”هيءَ نظم تمام سٺن اکرن ۾ لکي ڏيو؛ ۽ هر هڪ مصرع جي هيٺان هڪ سٽ ڇڏجو، جو آن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويندو“. مون پڇيو تہ ”هيءَ نظم ڪنهن جي ٺاهيل آهي، ۽ آن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪير ڪندو؟“ پاڻ فرمايائون تہ ”نظم سيد احسان علي شاهہ ولد سيد ثابت علي شاهہ ’ثابت‘ ڪربلائيءَ جي جوڙيل آهي، ۽ آن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو مسٽر ايچ. ٽي. ليمبرڪ ڪندو“. ان ڪان پوءِ آءٌ گهر موٽي آيس، ۽ نظم پڙهيم، جا پوري لکيل نہ هئي. مون کي خيال ٿيو تہ آها اصلي نظم ڏسجي، تنهنڪري انهيءَ هفتي ۾ سيد امداد علي شاهہ (١) صاحب وٽ ويس، جنهن مهرباني فرمائي آها نظم ڏيکاري، جا مون بروقت نقل ڪري ورتي؛ ۾ پڇاڙيءَ وارا بند نہ رڳو ڪنهن ڦاهي ڇڏيا هئا، بلڪ ان ڪان پوءِ هڪ پنو بہ ڦاٽل هو، جنهنڪري مضمون جو سلسلو ٽٽي پيو ٿي. آن ڪان پوءِ وري اتفاق سان صاحبزاده مير نور محمد ابن مرحوم مير علي بخش خان جي ڪتبخاني ۾ سيد ثابت علي شاهہ جي مرثين جو هڪ بياض ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ مياڻيءَ جي جنگ وارو مسدس بہ لکيل هو، جو مون نقل ڪيو. مسدس پوري ٿيڻ ڪان پوءِ وري هيٺيون مسدس لکيل هو:

شاهہ زمان، امير، دلاور، نصير خان، جهونجهار جنگ، رڻ جو بهادر نصير خان،
جور و جفا تي صابر و شاڪر نصير خان، پر ڏيهہ ۾ شهيد مسافر نصير خان،
مولائي، مرتضائي، محمد نصير خان،
زوّار ڪربلائي محمد نصير خان.

هَي هَي نصير خان حسيني جوان مير، هَي مرتضائي مير عجب پهلوان مير،
عادل امير شاهہ سخي ڪامران مير، سروار نامدار ۽ سورهيہ سجان مير،
قسمت قضا جي قيد ۾ شاڪر شهيد ٿيو،
شبير جو غلام ۽ صابر امير هو.

---

(١) سيد امداد علي شاهہ، سيد احسان علي شاهہ جو پوٽو آهي.

هو دينداري مومن ۽ مصطفائي مير،   شاھ نجف اسير سندو مرتضائي مير،
۽ ڪربلا امام جو نت ڪربلائي مير،   عباس نامدار جو تهدل فدائي مير،
قاسم شهيد اڪبر و اصغر حسين ڪاڻ،
غمگين هو، امام جو غم هُئي سندس رهاڻ.

متين لن بندن ڪان پوءِ، ڪنهن چگي سڏس ويهارو پنا آن بياض جا ڪينچيءَ سان ڪتري ڇڏيا هئا. انهن پنن ۾ چا لکيل هو، ۽ ڪهڙي سبب آهي پنا ڪتريا ويا هئا، سو ته سواءِ خدا جي ٻئي ڪنهن کي ڪل نه آهي. ان ڪان سواءِ به ڪن بياضن ۾ اهو ساڳيو مسدس لکيل هو - تن سان، ڀڃ پيٽ ڪري، سارو مسدّس، ڪيترن مهينن جي محنت بعد، تيار ڪيو ويو، جيڪو هن هيٺ پيش ڪيو وڃي ٿو.

## مياڻيءَ جي جنگ.

مياڻيءَ جي جنگ بابت جيڪي لکيو ويو آهي، تنهن ۾ ايتريقدر وڌاءُ ٿيل آهي، جو سچ پچ ته پڙهڻ سان عبرت وٺيو وڃي. ان ۾ رڳو بلوچ قوم جي بهادريءَ ۽ مردانگيءَ تي بدناميءَ جو سياھ پردو وجهي، ان کي بُزدل ثابت ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي وئي آهي: ۽ جڏهين ان وقت جي دورتي نظر ڪجي ٿي، ته نه رڳو ملڪ جا امير، بلڪ انهن جا خاص ماڻهو ۽ الهن سان لاڳاپو رکندڙ به انگريزن سان مليا هئا. ويتر سنڌ تي انگريزن جي حڪومت هئڻ ڪري، ڪنهن به تاريخ لکندڙ کي ايتري جرات ڪانه ٿي جو مياڻيءَ جي جنگ جي سچيءَ حقيقت کان قوم کي واقف ڪري. جيڪي ماڻهو مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل هئا، تن به انگريزن جو رايو رکي انهن جي فائدي ۾ لکيو. انهيءَ هوندي به، شڪر آهي جو ڪي اهڙا خدا جا بندا هئا، جن مياڻيءَ جي جنگ بابت ڪجهه نه ڪجهه لکي پنيان ڇڏيو، جنهن جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪي ڪجهه مياڻيءَ جي جنگ بابت درسي ڪتابن ۾ يا عام ماڻهن جي ذهن تي نقشو چٽيل آهي، سو نه رڳو وڌاءُ ٿيل آهي، بلڪ نسورو ناحق آهي.

مياڻيءَ جي جنگ جي هار جو سڀ کان وڏو سبب ميرن جو گهرو نزاع هو، جو اڄ به ماڻهو چوندا آهن ته "ميرن جي ڪٽان ڦيٿي؟ چي: گهر سان ڦيٿي!" ان وقت سنڌ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل هئي: هڪ حصو خيرپور وارو هو، جنهن جو حاڪم ان وقت مير رستم خان هو، پر سندس ماٽيجي ڀاءُ مير علي مراد خان انگريزن سان ملي کيس ملڪ مان تڙي ڪڍيو، ۽ آخر ڏک ڏاکڙا ۽ سور سختيون سهي، حيدرآباد ۾ اچي پناهگزين ٿيو. ٻيو حصو ميرپورخاص وارو هو: مير ٺاري خان جي وفات کان پوءِ سندس پٽن جو حيدرآباد وارن ميرن سان ناھ ڪوڙ هو، سواءِ مير صوبدار خان جي، جنهن مير شيرمحمد خان کي به جهليو هو ته مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل نه ٿئي. ٽيون حصو حيدرآباد جي ميرن جو هو، جنهن بنسبت مير حسين علي خان پنهنجي ڪتاب "مناقب علوي"، فارسي، قلمي، ۾ لکي ٿو:

"معلوم هجي ته جنهن وقت انگريزن سنڌ ملڪ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو، ان وقت سنڌ ۾ طوائف الملوڪي هئي. سنڌ جا پنج حاڪم هئا: انهن مان هڪڙو بندگان عالي مير صاحب سرڪار بلند اقتدار مير شهداد خان هو: ٻيو مير سرڪار فيض آثار مير محمد نصير خان هو: ٽيون سرڪار عالي مدار مير صاحب مير ميرمحمد خان هو: چوٿون سرڪار حشمت مدار مير صاحب مير صوبدار خان هو: ۽ پنجون هي مؤلف، الله تعاليٰ جي درگاهه جو ٻانهو. انهن پنجن حاڪمن مان، ٽن ڄڻن انگريزن سان جنگ ڪئي- يعني سرڪار بلند اقتدار، سرڪار فيض آثار، ۽ هن ضعيف: باقي ٻن ڄڻن مير مير محمد خان ۽ مير صوبدار خان دغابازيءَ جو جار پکيڙي، فتني فساد جي لاءِ اُجرت هٿ ڪئي. جڏهن اُن خرابيءَ جو راز کليو، تڏهن ظاهر ڪيائون ته هو ظاهري طرح نصارن سان شامل هئا، پر درپردي مسلمانن سان مليل هئا. پر پنهنجي ڪيئي جو ڪو علاج ڪونهي: پنهنجي خراب ڪمن سبب قيد ٿيا ۽ ڪيئي جو ڪجهه به نه ملين!"

مير گل حسن خان "تذڪرهٔ ٽالپران" (قلمي) ۾ لکي ٿو ته

"مير صوبدار خان بن مير فتح علي خان ۽ مير ميرمحمد خان ولد مير غلام علي خان مياڻيءَ واريءَ جنگ ۾ مير نصير خان سان گڏ نه هئا، ۽ پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ ويٺا هئا، حيدرآباد جي قلعي ۾. هي ٻئي مير صاحب ظاهر ۾ پنهنجي براد ريءَ وارن سان مليل هئا، ۽ انگريزن جي برخلاف هئا، پر باطن ۾ مير علي مراد خان خيرپوريءَ وانگر انگريزن سان مليل هئا."

انهيءَ گهرو نفاق مان انگريز به تمام چڱيءَ طرح واقف هئا: تنهن ڪان سواءِ خود مير نصير خان جو به ذاتي خيال هو ته جنگ نه ڪجي، جنهنڪري ان وقت حيدرآباد ۾ فقط اهي بلوچ سردار پنهنجي ڪن ماڻهن سان موجود هئا، جي هميشه ڪچهريءَ ۾ حاضرباش هئا. مير رستم خان سان به ڪي ٿورا ماڻهو حيدرآباد ۾ آيل هئا، ۽ ٻيا آهي بلوچ هئا جي حيدرآباد جي پسگردائي ۾ رهندا هئا. تنهن کان سواءِ، مير صاحبن انگريزن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ بلوچ قوم کي گڏ ڪرڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي.

تاريخ ١٦ فيبروري ١٨٤٣ع جو، جڏهن مير نصيرخان ٻين ميرن سان گڏ مياڻيءَ جي ميدان ۾ پهتو، تڏهين سندس لشڪر ڇهن ۽ پنجن هزارن جي اندر هو. اهو وڏي ۾ وڏو وڌاءُ ٿيل آهي ته انگريزن جي فوج ستاويهه سؤ هئي، ۽ بلوچ لشڪر ٻاويهه هزار يا ٽيهه هزار هو. اهو وڌاءُ نيپئر ۽ سندس ساٿين رکيو پنهنجي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو هو. انگريزي فوج جي انداز بابت نيپئر جي ڀاءُ وليم نيپئر ٻهرين سترهن سؤ ٻڌايو هو، پر جڏهين مياڻيءَ جي جنگ ۾ موجود ڪيترن انگريزن، انگريزي لشڪر جو وڏ ۾ وڏ انداز ظاهر ڪيو، تڏهن سترهن سؤن مان ڦيرائي اٺاويهه سؤ ظاهر ڪيو ويو هو- حالانڪ اهو تعداد به گهٽ ڏنل آهي.

جي. جي. او. نمبر ٣٠٥٣ (مطبوع ٢٣ آگسٽ، ١٨٤٩ع، بمبئي گورنمينٽ گزيٽ) ۾ هيٺيون تفصيل ڏنل آهي، جيڪو انهيءَ دعوا جي ترديد ڪري ٿو:

انعام حاصل ڪندڙ

| | |
|---|---|
| يورپين ڪميشنڊ عملدار | ١٠٤ |
| يورپين نان ڪميشنڊ عملدار | ٦٩٥ |
| ديسي عملدار ۽ سپاهي | ٣٤٦٢ |
| ڊاڪٽري کاتي جا ۽ ڪمي وغيره | ١٤٠ |
| جملي | ٤٤٣١ |

جدا جدا ريجمينٽ هيٺيءَ ريت ڏيکاريل آهي:

| | |
|---|---|
| جنرل اسٽاف | ١٣ |
| ٢٢ نمبر ريجمينٽ | ٦٤٩ |
| ٩ نمبر گهوڙيسوار | ٤٩٢ |
| بمبئيءَ واري فوج جي پهرين ۽ ٻي بٽالين | ٢٢٥ |
| گولي انداز يا توبخاني جا | ١٥١ |
| ١ نمبر گرينڊيئر | ٦٦٨ |
| ١٢ نمبر بمبئي جي فوج | ٤٣٩ |
| ٢١ نمبر بمبئيءَ جي فوج | ٥ |
| ٢٥ نمبر | ٨٠٣ |
| سئپرس مائينرس | ٦٢ |
| سنڌ هارس | ٥٦٢ |
| پونا هارس | ٢٥٣ |
| وارنٽ آفيسر | ٤ |
| پوءِ پيش ٿيل درخواستن تي انعام حاصل ڪندڙ | ١٠٥ |
| جملي | ٤٤٣١ |

جڏهن فقط انعام حاصل ڪندڙن جو انداز ٤٤٣١ آهي، تڏهين اندازو ڪري سگهجي ٿو ته اصل فوج جو تعداد گهٽ ۾ گهٽ به ساڍن پنجن هزارن ۽ ڇهن هزارن جي وچ ۾ ضرور هوندو. ان جي مقابلي ۾ بلوچن جو لشڪر ڀڻ پنجن هزارن کان هرگز وڌيڪ نه هو. ٻنهي فوجن ۾ تفاوت رڳو هي هو ته انگريزن جي فوج جنگي قواعد کان واقف ۽ عمدن هٿيارن يعني گولين وارين بندوقن سان مسلح هئي، ۽ ان جي مقابلي ۾ بلوچ، جي جنگ جي فن کان اڻواقف هئا، سي تلوارون، لئيون، ڀالا ۽ سُنهن کان پرڻ واريون بندوقون کڻي،

پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ، مياڻيءَ جي ميدان ۾ اچي وڙهيا هئا. ڪن بلوچن ته پنهنجي پيرن ۾ ڏاوڻ وجهي، مياڻيءَ جي ميدان ۾ پاڻ کي پڪي پڪو ڪيو هو - جنهن لڙائيءَ جي زور وقت سندن قدم پٺتي نه هٽي سگهن.

گهرو نزاع ۽ ـئا هٿيار نه هئڻ جي باوجود، بلوچ مياڻيءَ جي ميدان ۾ اعليٰ بهادريءَ ۽ مردانگيءَ سان وڙهيا، جو ميجر ويڊنگٽن، جو پاڻ خود مياڻيءَ جي جنگ ۾ شريڪ هو، تنهن پنهنجي ڪتاب "اڪائونٽ آف دي بئٽل آف دي مياڻي" ۾ لکيو آهي ته

"بلوچ تلوارون ۽ ڍالون هٿن ۾ کڻي مٿي آيا، ۽ ڪيتريون ئي زوردار هلائون ڪيائون، جن ۾ انگريزي فوجن جون سڄيون قطارون هيٺ مٿي ٿي پئي ويون، ۽ ڪين پوئتي هٽي وڃڻو ٿي پيو. ٻه يا ٽي دفعا ته ٢٢ نمبر ريجمينٽ کي شڪست به ٿي، ۽ هر پيري اعليٰ عملدارن وري وري ان کي يڪجا ڪيو ٿي. ٻهريون نمبر گرينيڊير ريجمينٽ، جنهن کي ٻـڻ ١٢ نمبر ريجمينٽ سان گڏ پٺتي هٽڻو پيو هو، تنهن ۾ مونجهارو ۽ پريشاني پئجي وئي - ۽ ڏسجي ٿو ته انهيءَ ريجمينٽ پوءِ جنگ ۾ ڪو ٿورو ڀرو ورتو. پنجويهين نمبر ريجمينٽ کي پنهنجي خونخوار دشمن جي مقابلي لاءِ پڙ ڪاڻيندي، سندس سپهه سالار، ميجر ٽيسڊل، دشمن هٿان مارجي ويو. ٻاويهين نمبر ريجمينٽ جو سپهه سالار ليفٽيننٽ ڪرنل پينيفادر ٻـڻ دشمن جي بندوق جو شڪار ٿي ويو؛ جنهن جي جاءِ ميجر پول ورتي، پر هو به بلوچن جي خطرناڪ حملن جي سامهون پنهنجي فوج جا پير مضبوط ڪري نه سگهيو."

مٿين حقيقت جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته مياڻيءَ جي جنگ جي اصل حقيقت ڪهڙي هئي: خود دشمن جي فوج جي هڪ انگريز عملدار، جو پاڻ خود مياڻيءَ جي جنگ ۾ موجود هو، تنهن بلوچ قوم جي بهادريءَ بابت پنهنجو اهو اظهار خيال ڪري، ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته بيشڪ بلوچ هڪ بهادر قوم هئي!

## سيد احسان علي شاهه جو احوال.

سيد احسان علي شاهه، سيد ثابت علي شاهه "ثابت" ڪربلائيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. سيد ثابت علي شاهه بنسبت سيٺي لکندڙ هن وقت تائين لکندا آيا آهن ته هو نواب اعظم خان (١) سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو: پر جڏهين تحقيقات جي نگاهه سان تاريخ جي صفحن کي ڏسجي ٿو، ته نواب اعظم خان سال ١١٢٨ هه ۾ سنڌ ۾ آيو هو، ۽ ان وقت سيد ثابت علي شاهه

(١) نواب اعظم خان ولد صالح خان بن قدائي خان، سن ١١٢٨ هجريءَ ۾ ٺٽي ۾ آيو هو، ۽ ڪوڪلتاش خان جهان بهادر، جنهن کي "مير بابا" چوندا هئا، تنهن جو پوٽو هو. ٿوري وقت تائين خواجه محمد خليل خان سندس نائب ٿي رهيو؛ پوءِ هو پاڻ آيو ۽ چار ورهيه رهيو. اتفاق سان هن جي حڪومت ۾ خلق تي وبا ۽ ڏڪار جي مصيبت آئي. شاهه عنايت الله صوفي جهوڪ واري جي شهادت به هن جي وقت ۾ ٿي. شاهه عنايت الله جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ ٻئي سال ۾ فرخ سير مارجي ويو، ۽ محمد شاهه بادشاهه دهليءَ جي تخت تي ويٺو. جنهن نواب اعظم خان کي موقوف ڪيو.

چانئو ته ڪونه هو. سيد ثابت علي شاهه سال ۱۱۰۳هه ۾ سيوهڻ جي شهر ۾ ڄائو هو: نه ملتان ۾، جئن ڪن لکندڙن هن ڪان اڳ لکيو آهي. سندس وفات جي تاريخ ۲۷ جمادي الثاني سال ۱۲۲۵ هجري ۾ ٿي، ۽ کيس سيوهڻ ۾ دفن ڪيو ويو. سيد ثابت علي شاهه پنهنجي حياتيءَ جي احوال ۾ لکيو آهي ته

منهنجي ڏاڏي جو هو سيد نورمحمد اصل نالءَ،
تنهن تون هو ثابوت شاهه جڏهن فر فرتو ٿيس عطا.
بادشاهِ هند جي سرڪار سؤن وجهه معاش،
هئا مقرر شرح عظما و اڪابر ز ابتدا.
پنهنجي والد جي زبانؤن منهنجي والد نقل ڪيو،
جنهن سبب نقلِ وطن ڪيو قسمت آب و هوا.
هند ڪؤن نواب اعظم خان ٿي صوبو سنڌ جو،
راهه ملتان آيو ڪيئين لشڪر رکڻ جي اقتفا.
آن جو نوڪر ٿي ڪري سگهڙو بسامان سُوى سنڌ،
دستگاهِ دولت اسبابِ سفر سڀ ساڻ هئا.
چند سال آن جي رفاقت، نوڪري سرڪار هو،
تا جڏهن معزول ٿيو حاڪم به تقديرِ قضا.
سنڌ صوبو بعد معزوليءَ جي هندوستان هليو،
هن جي آخر سنڌ ۾ ٿي قسمتِ آب و هوا.
سيڪ هيس سيوهڻ جي ۽ ٿيو طالبِ راهِ طريق،
هنڌ حاڪم هند ويو، هي ٿيو براهِ مدعا.

مٿين نظم پڙهڻ سان معلوم ٿيو ته نواب اعظم خان سان سيد ثابت علي شاهه جو ڏاڏو سيد نورمحمد شاهه آيو هو، نه ثابت علي شاهه - جئن مضمون نويس لکندا آيا آهن.

سيد ثابت علي شاهه، حضرت امام رضا عليه السلام جي اولاد مان هو. سندس پڙڏاڏو سيد عيسيٰ شاهه ۽ ان جو ڀاءُ سيد عبدالشڪور شاهه ملتان جي مشهور ساداتن مان هئا. سيد عبدالشڪور شاهه جي مسجد ۽ سيد عيسيٰ شاهه جو مدرسو مشهور هئا. سيد عيسيٰ شاهه جو پٽ سيد نورمحمد شاهه، عرف ثابوت شاهه، سال ۱۱۲۸ هجريءَ ۾ نواب اعظم خان سان گڏجي سنڌ ۾ آيو، ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو: سال ۱۱۳۱ هجري ۾، سيوهڻ شهر ۾ لڏي ويٺو. سيد نورمحمد شاهه جي پٽ سيد مدارعلي شاهه کي ٻه پٽ هئا - هڪ سيد احسان علي شاهه ۽ ٻيو سيد ثابت علي شاهه. سيد ثابت علي شاهه کي ٻه پٽ هئا: هڪ سيد امداد علي شاهه ۽ ٻيو سيد احسان علي شاهه، جنهن جو تخلص "احسان" هو.

سيد ثابت علي شاهه جي وفات کان پوءِ، مير مراد علي خان، شاهه صاحب جي اولاد کي سيوهڻ مان گهرائي، حيدرآباد ۾ مير صاحبن جي قبن جي پرسان جايون ڏيئي، لوازمو مقرر ڪري وبهاريو، جتي اڄ تائين سندن اولاد رهندو اچي. سيد احسان علي شاهه، مير نصير خان جي دربار ۾ پنهنجي والد وانگر ايندو ويندو هو، ۽ مير صاحب وٽ سندس تمام وڏي عزت هئي.

سيد احسان علي شاهه جي حياتيءَ جي احوال وٺڻ لاءِ آءٌ سيد امداد علي شاهه صاحب وٽ پنج ڇهه ڀيرا ويس، پر سندن طبيعت خوش نه هئڻ ڪري موٽي آيس. گهڻو وقت اڳي جنگنامي کي مڪمل ڪري رکيو هوم، فقط احوال ملڻ لاءِ ترسيل هوس؛ پر هاڻي جنهن صورت ۾ احوال سردست ملي نه سگهيو، تنهنڪري في الحال جنگنامو شايع ڪرايان ٿو. انشاءالله حياتيءَ وفا ڪئي، ته مصنف جو احوال ۽ باقي رهيل سائهن جو حال آئيندي ڏيئي سگهندس.

## جنگنامو

(تاليف سيّد احسان علي شاهه ولد سيّد ثابت علي شاهه)

بارڪ الله! مير، مومن، مصطفيٰ جو ديندار،
سنڌ سرور، بنده پرور، شاهه عالم، شهريار؛
جنهن جي در دائم سلامي خلق عالم بيشمار،
هر ولايت ۾ سدا با نيڪنامي آشڪار:
سايهء فضلِ خدا جو دائما سرتاج هو،
سڀڪو آن جي لطف ۽ احسان جو محتاج هو.

مير مولائي، حسيني، حيدري، مومن مدام،
جعفرِ صادق سندو هي "جعفري" (١) تهدل غلام،
چيائين محمد مير تي نت سهسين صلواتون سلام،
۽ علي المرتضيٰ جو مدح خوان هر صبح و شام:
فاطمه زهرا جي فرزندن جو دائم ماتمي،
سيدالشهدا جي غم حسرت ڪنان محزون غمي.

نامور سلطان سرور سنڌ جو هو بي نظير،
جنهن جو بابو (٢) بادشاهه ۽ ڀاءُ (٣) عالم جو امير،

(١) "جعفري"، مير نصير خان واليءِ سنڌ جو تخلص هو.

(٢) مير نصير خان جو والد مير مراد علي خان: سال ١٨٢٨ع ۾ مسند تي ويٺو، ۽ سال ١٨٣٣ع ۾ وفات ڪيائين؛ سندس تخلص "علي" هو.

(٣) مير نور محمد خان ولد مير مراد علي خان، مير نصير خان جو وڏو ڀاءُ هو؛ سال ١٨٣٣ع ۾ مسند تي ويٺو، ۽ سال ١٨٤١ع ۾ گذاري ويو.

ملڪ-مالڪ راڄ-سرور صاحب، صدر و سرير،
نيڪ سيرت نيڪ صورت نامور محمد نصير (۱):
تنهن کي لشڪر سنڌ جي چيو ’مير صاحب نامدار!
’جنگ ڪر بدين مشرڪ سان، مومن ديندار!
’سوٽ تنهنجا سي توهان سان گڏجي سڀئي ٿا هلن،
’تنهنجا لشڪر راڄ-ڀائر سي مڙئي ٿا ميڙ ڪن،
’سي سڀئي سنهري چڙهي آيا ۽ هيئن ٿا عرض ڪن:
’ٿي مجاهد في سبيل الله ٻنام پنجتن!
’تنهنجو عباس علي همراهه شهدادائي شاهه،
’چاڪرائي مالڪائي هي سڀئي تنهنجي سپاهه!
’ڀرڳڙي ۽ چانگ، مري، ٽالپر ڏورا هزار،
’۽ نظاماڻي، مري، ڪوسا ۽ ڪوڪر نامدار،
’چلڪري، گوپانگ، لاشاري، لغاري بيشمار؛
’رند، ڪورائي، جتوئي، ٻاگرائي، ٿيا تيار،
’خان خاناڻي ۽ شهواڻي ۽ شهدادائي شير،
’چاڪرائي، مالڪاڻي نامور سورهيه دلير!‘
مير مومن مرتضائي مصطفيٰ جو ديندار،
حُر حسين ابن علي جو دائما نر نامدار،
ها امير وزير جنهن جي در تي دائم بيشمار،
خاص خدمتگار ۽ ديوان ڪئين مختارڪار:

---

(۱) آخري حاڪم سنڌ، سرڪار فيض آثار، هزهائينس مير محمد نصير خان ٽالپر، المتخلص ”جعفري“، تاريخ ۱۴ محرم سال ۱۲۱۷ هجري، حيدرآباد جي قلعي ۾ ڄائو هو؛ سال ۱۸۴۰ع ۾ مسند تي ويٺو؛ تاريخ ۱۷ فيبروري ۱۸۴۳ع تي کيس مسند تان لاهي نظربند رکيو ويو. اپريل ۱۸۴۳ع ۾، لارڊ ايلنبرو گورنر جنرل جي حڪم سان بمبئيءَ پهتو، جتي هڪ مهينو نظربند رهيو. اتان وري پوني ويو، جتي ٻه ڏينهن رهي، ٽئين ڏينهن شهر ”ساسور“ روانو ٿيو، جتي سارو سال نظربند رکيو ويو. اتان وري پوني آيو، جتي ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون منزل ڪيائين. اتان وري بمبئي رسيو، جتي ٽي ڏينهن رهي، چوٿين ڏينهن ”تنامر“ نالي آگبوٽ تي سوار ٿي، ٻن هفتن ۾ سمنڊ جو سفر پورو ڪري، پره ڦٽيءَ جو ڪلڪتي جي بندرگاهه تي پهتو. اتي ڏينهن رات جهاز ۾ رهيو، ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ”ڊمڊم“ ڪلڪتي ۾ نظربند ڪيو ويو، جتي تاريخ ۷ ربيع الثاني ۱۲۶۱ هجري ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش حيدرآباد ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. هي مير صاحب شاعر به هو. سندس تصنيفون هي آهن: ديوان فارسي؛ ديوان اردو؛ ”مختيارنامو“، فارسي، نظم ۾، مصور؛ ”مثنوي مرزا صاحبان“، فارسي؛ ۽ ”سفرنامه جعفري“، فارسي، نظم ۾. ڪجهه سنڌي شعر به قلمي صورت ۾ موجود آهي.

تنهن روانا ڪيا وڪيل وزير عاقل بينظير،
ميرزا خسرو بيگ (١) خدمتگار يوسف (٢) ٻئي امير.

تن وڃي انگريز سان ڪيو عهد نامو برقرار،
مير سلفن جي تمامي دوستي ڪيائون يادگار،
چيائون 'چارئي ملڪ تنهنجي آنڪيءَ ۾ پائدار،
'تنهنجا جائز عهد ناما، تون اسان جو دوستدار!

'چون فرنگي دوستي ميرن جي ٿي سالن ڪنان،
'آئين اسان جا دوست آهيو، ناهيو دشمن اصل ڪان!'

سي رکي هڪ ٻي جي مرضي ٿيا دلاور دوستدار،
مير رستم (٣) کي به چيائون 'هل اسان سان ٿي تيار!
'مصلحت ميرن سان تنهنجي پڻ ڪريون، اي ڪامگار!
'سي به تنهنجي مصلحت ۾ آهين مونس غمگسار.'

ساڻ رستم کي وٺي آيا اچي ڪيائون سلام،
مير صاحب جي اڳيئن احوال سارو ڪيئون تمام:

---

(١) ميرزا خسرو بيگ ابن القندر اصل گرجستان جو ويٺل هو. سال ١٧٩٠ع ۾ هو طفلس شهر ۾ ڄائو هو. سال ١٨٠٥ع ۾ ملا محمد اسماعيل کيس سنڌ ۾ آندو، ۽ مير ڪرم علي خان جي حضور ۾ پيش ڪيو. مير صاحب کيس پنهنجي اولاد وانگر پاليو، جو کيس پنهنجو اولاد ڪونه هو. اهڙي قسم جو هڪ مضمون خود مير ڪرم علي خان پنهنجن هٿن سان هڪ قلمي قران تي لکي، ميرزا کي ڏنو هو. مير صاحب طب جو به ماهر هو: سندس "طب خسروي" مشهور آهي. تنهن کان سواءِ شاعر به هو: سندس تخلص "غلام" هو. سندس ديوان، مير صاحبن جي ڪتبخاني ۾ ڏٺو هوم، جنهن تي سندس سجع هن طرح لکيل هئي:

"سلطان ڪرم علي ست ڪه خسرو غلام اوست"

ميرزا کي جيڪي به خط مير صاحبن لکيا هئا، سي سمورا خط برادرم معظم ميرزا قربان علي بيگ مرحوم هڪ ڪتاب تي لکي ڏنا هئا ستيون قران، "طب خسروي"، ۽ خطن جو ڪتاب اڄ به سندس اولاد وٽ موجود آهن.

(٢) محمد يوسف ولد محمد صالح، ذات سنگوائو، تخلص "يوسف"، جڏهين پاڻ هٿتي ڪن جو چاول هو، تڏهين مير غلام علي خان کي مير ميرمحمد خان ڄائو هو. ان جي کير پيئڻ لاءِ سندس والده کي مقرر ڪيو ويو. مير صاحب سان گڏ محمد يوسف جي پرورش به ٿيڻ لڳي. حيدرآباد ۾ هاٿوڪو "ٽنڊو يوسف" سندس نالي تي ٻڌل آهي: مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ مير صاحبن جا ديرا اُتي وڃي رهايائين. هن وقت سندس اولاد پاٺوڙي ۾ رهندو آهي. "ديوان يوسف" ۽ "مثنوي ماه و مشتري" (فارسي) سندس تصنيفون آهن.

(٣) مير رستم خان ابن مير سهراب خان، آخرين واليءَ خيرپور رياست: سال ١٨٢٠ع ۾ مسند تي ويٺو: ١٨٤٣ع ۾ خيرپور ڇڏي حيدرآباد آيو، جتان کيس انگريز قيد ڪري پوني وٺي ويا، جتي سال ١٨٤٦ع ۾ وفات ڪيائين.

چيئون 'خصوصت خرخسا طرفين جا ناهن روا،
'دوستيءَ مؤن دشمني هرگز نہ ڪن صادق سچا،
'سنڌ جي لشڪر جا آئين سردار واقف اصل جا،
'بعد بابي ٻاءَ جي تون عقل عالم ڪئين خدا:
'مير صاحب، سنڌ سرور! توتي مؤني جو مدار،
'ننگ پرور، مير مومن، شاه عالم، شهر يار!'

پوءِ سڏائين راڄ ۽ لشڪر جا ڪوٺا نامور،
جنگ جا جهونجهار جنگي رڻ جا راوت شير نر،
چيائين 'يارو آئين تہ آهيو منهنجا مونس معتبر،
'ڇا صلاح آهي اوهان جي مصلحت ڏيو ڇا خبر:
'جنگ جي هوئي مصلحت يا صلح جي آهي صلاح؟
'جا اوهان جي مصلحت، سا ٿي اسان کي هڻ مباح.'

تڏ آتي شهوائي (۱) سرڪش ٿيو، چيئين 'هي فڪر خام!'
عهد ناسن کي وٺي ڦاڙ يائين ٻاخشمِ تمام!
خان محمد (۲) ۽ غلام محمد (۳) لغاري ڪيو ڪلام:
چيئون 'فرنگيءَ جو اسان کي ناروا آهي سلام!
'آمتي آهيون محمد جا اسين صادق سچا،
'۽ اسان کي صلح هن ڪفار سان ناهي روا!

'مير رستم سام تنهنجي آهي توکان ڪامياب،
'تنهن سان ٻئي ڀائٽيا ۽ لشڪر ٽالپر پا در رڪاب؛
'ان سوا ٻيا راڄ-ڀائر خلق عالم بيحساب؛
'تنهنجا ڀائٽيا مير صاحب نامور عالي جناب،
'سنڌ جي سردار جا ڏهنا ۽ پوٽا مير جا،
'پنهنجي لشڪر سان گڏ همراه ٿي توسين هليا!

'سنڌ جي شمشير جو ناموس عالم آشڪار،
'ٿا ڪنبن ڪوٺا دلاور شير سرڪش هر ديار،
'آهي ناموسِ بزرگان نت اسان کي يادگار،
'ڪئن ڪريون ناموس ڪم، اي خسروِ عالي تبار؟

---

(۱) ٽنڊي عالم خان جي ٽالپرن جو وڏو مير، غلام شاه شهوائي.
(۲) مير خان محمد خان مالڪاڻي، ٽنڊي غلام عليءَ وارن جو وڏو.
(۳) غلام محمد لغاري، ويٺل ڳوٺ ڪنهنڙي، تعلقو ميرپور خاص هي لغاري، مير شهداد خان جو خاص مصاحب هو.

'اڄ ڪنداسين جنگ هن ڪفار مشرڪ سان مڙي،
'مير سين وينداسين پر هرگز نہ ورنداسون وري!'

هن چيائون ۽ ڪيائون جنگ تي لشڪر تيار،
مير ڪي ڏني مصلحت ڪيئون شير غازي شهسوار،
۽ ڪٽي فرقان رب جو ڪيائون وعدو برقرار،
پڻ نغارو جنگ جو جنگي علم ڪيئون آشڪار،
اڪ ۾ ڪيئون نوبت نغارا ٻه ۾ جنگي پهلوان،
ٿيا غضنفر شير غرّان جنگ جا سورهيه سجان.

ٿيا ٻني لشڪر مقابل ۽ وڄايائون نفير،
صف بصف سٻني دلاور جنگ تي ٿيا جاڳير،
نامور 'نصرٌ من الله' چئي اٿيا غازي امير؛
جنگ جو جهونجهار جنگي جان محمد (١) شيرگير،
تنهن سين گڏ سيٺ فتح محمد لڪياري پهلوان-
ٿيا بهادر بيمثل جنگاهه ۾ سورهيه سجان.

ڀرين حملي ۾ هنائي ڪيئون فرنگي خسته جان،
تير باران چوطرف ميدان ۾ ڪيا پهلوان،
صف شڪن صفدر صفون ڪيون صاف مرد پهلوان،
ڏڱ ڏڙن تي ڍير ڪيا هرسو سٺي سورهيه سجان:
فتح هٿني اسلام جي لشڪر جي بيشڪ بيدرنگ،
پر ڪهڙو دشمن ڪري ٿي جنگ جو ويو هو ڀورلگ.

ديس جا دشمن ٿيا ديٺوٽ دولابي ڪُنا،
زر جي لالچ تي فرنگيءَ سان وڃي شامل ٿيا،
۽ انهن جي ئي اشاري تي قليليءَ ٻار ويا،
تڏ پروڄن سمجهيو هاڻي آهن مي ڀولو پڪا:
ڀوءِ قليلي پيٽ مان نڪري مٿي نرواز ٿيا،
هٿ ڪٽي شمشير، سورهيه دوبدو ٿي تڏ وڙهيا.

پر جڏهن ڪاري قضا جي امر ۾ هئن هو لکيو،
جان محمد (٢) مير ڪي آت ڪو نہ ڪُمڪ ۾ رسيو،
سو سپاهين صادقن سان جوان جنت ڏي هليو،
شاهِ شهداء جي ڪچهريءَ ۾ شهيدن سان گڏيو-

(١) ٽنڊي جام جي ميرن جو وڏو، مير جان محمد خان خاناڻي.
(٢) ٽنڊي جام جي ميرن جو وڏو، مير جان محمد خان خاناڻي.

تنهن تي 'رضي الله عنهم' جي سدائين خاص و عام.
'يرزقون فرحين' ٿيو داور وٽي دارالسلام!

تنهن سين ڪڏ محراب جو ٻٽ سڱوي جنت ٿيو روان،
ناموَر سورهيه غلام شاه (۱) خاناڻي جوان،
ڏيئي هٿ هٿ ۾ هليو هو آن سين آن منزل مڪان،
هڪڙي هنڌ ماريا ٻئي، هڪ ٻي سان همدم تو امان؛
تن پڻيءَ ماريا سپاهي چانگ مري جان فدا،
آن تي رحمت ربّ جي جن حق نمڪ جو ڪيو ادا!

ٻوءِ غلام شاهه شهواڻي امير نامدار،
ڪاهي لشڪر ساڻ آڙهه ۾ اچي ٿيو پائدار،
۽ سندس همراهه هو همت علي (۲) سيّد سچار،
تنهن کي هٿن هو مير صاحب چيو ته 'اي غمخوار يار!
'رڻ ۾ ماريو جان محمد جوان کي ويرين ادا،
'ڪر مدد آن جي وٽي هرگز م ٿي آن ڪان جدا!'

هٿ ٻڌي هاتڪ هليو غازي وٺي رخصت رضا،
چيائين ٻرتين رب کي، حامي سنڌ ٿئي مصطفيٰ!
مير ۽ همت علي ٻئي گڏجي مقتل ڏي هليا،
۽ 'رضينا بالقضا' اقرار ڪيئون رب جي رضا؛
اڳ ۾ سائس پيرزادو سيد محمد شاهه پير،
تنهن پڻيءَ ايمان سان ڪنجڪ ۾ ايماني فقير.

بعد تنهن جي ماريئون عبدالله نظاماڻي جوان،
ناليسر سائس غلام علي (۳) دلاور پهلوان،

---

(۱) مير غلام شاهه خاناڻي ٻه ٽنڊي چام جي ميرن مان هو.

(۲) سيد همت علي شاهه جا وڏا خراسان مان لڏي ٻکر ۾ اچي رهيا هئا. سيد محمد يوسف شاهه، ميرزا جاني بيگ جي حڪومت واري زماني ۾ روهڙيءَ مان لڏي ٺٽي اچي رهيو هو. انهيءَ سيد جو پاڻيو ۽ ناٺي، سيد اسحاق شاهه، جنهن کي 'پير پرڏيهي' ڪري سڏيندا آهن. تنهن جي ستون پيڙهيءَ مان سيد ذوالفقار علي شاهه، ميرن جي حڪومت ۾ وزير سلطنت هو، ۽ سيد همت علي شاهه، ان جو ننڍو ڀاءُ، مير غلام شاهه شهواڻيءَ جو خاص مصاحب هو

(۳) غلام علي ولد مير فيروز خان ولد مير ننڌو خان "فتح نامه سنڌ" ۾، مير حسن علي خان لکي ٿو:

وڏو ڀاءُ هو مير بهرام جو، ڪريل ٻٽ ۾ ان جا هئا حيلا جو،
هو شهداد منڌو پيو فيروز نام، هي تو ڙوڻ تڙيا ٻئي هاپي ننگ و نام،
ٻنهي کي دلاسا ڏنائين وڏا، چيئين 'پاڻسيا آهيو مير جا،
'وڃو مير جي گهر ۾ ائين بيخطر ڦري آئيو جيڪي هجي مال زر!'
جڏهن پيئي ڪريل آيا منجهه سرا، نڪو خوف حق جو نه شرم و حيا؛
ائين مال دولت ڦري ويا ولها، ڇڏيئون ڪين پيو چادر ڻ ڪان سوا!

في سبيل الله غازي نامور ايمان سان،
ڪُڌجي ٻئي مارِيا، مري ڪيئون هڪڙي هنڌ مقتل مڪان:
پنهنجي پياري وطن خاطر سر ڏيئي سُرها ٿيا،
تن مٿي رحمت خدا جي شل هجي صبح و مسا!

آن ڪان ٻـو ماريـا نظاماڻي گهٽائي نـامـدار،
ڏهه ڏهون تي ڍير ٿيا چوطرف رڻ ۾ بيشمار،
جيڪي آن ڪان پو پيا سي ٿيا ڇڇي هڪ ٻي ڪان ڌار،
ڌار ٿيا دستا پڇي نروار هڪ ٻي جا نہ يار:
هيڪلو رڻ ۾ ڇڏي ميرن کي ويا نمڪ حرام،
راڄ، لشڪر، ماڻٿ مٽ، غمخوار ويا مونس تمام!

اڳـ ۾ لس لاڻي لغارين، تنهن ٻئيءَ ٽوڙها پڳا،
رند، ڪورائي، جتوئي، ٻاڪراڻي، سڀ هليا؛
ٻوءِ پڳا ڪنياڻ، ڪوڪر، نامور امراء هئا،
پرڪڙي ۽ چلڪري، ڪوهانڪـ، لاشاري لڏيا؛
هڪڙو رستم مير، ٻيا پاڻئيا پيارا نامور،
سي رهيا باقي وٽس جانبِ سندس جاني جگر.

هي ڏسي احوال راڄن ۽ اميرن جو تمام،
ٿيو گهڻو غمگين سومن مير غازي نيڪنام؛
چيئين 'جي اڄ هتي پاڻ جيترو مون سين همدم همڪلام،
'جنهن سدا ٿي مصلحت مون کي ڏني هر صبح و شام!'
جڏ صلاح ۽ مصلحت راڄن سندس ڪئي. نا قبول،
تڏ خراب و خوار ٿيا جان کي جنهن تان دل ملول.

شيردل غازي غضنفر شاهزادو نوجوان،
انور از نور محمد، نامور شهداد خان (١)،
پڳـ ڏني ٻاڳارو، ناني ڏاڏي جي مسند مڪان،
ڏاڏي ۽ ٻيءَ جهڙو نت چاچي جو مشفق مهربان،

---

(١) سرڪار بلند اقتدار، مير شهداد خان، ولد مير نور محمد خان، پنهنجي چاچي مير نصير خان جو صلاحڪار هو. مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ مير صاحب کي، ٻين مير صاحبن کان حدا، سورت ۾ نظربند رکيو ويو هو، جو سر چالس نيپئر کي ڇبو ويو هو ت، حيدرآباد ۾ برٽش ڪيمپ کي جيڪا باهه ڏني وئي هئي، ۽ ڪپتان اينس کي قتل ڪيو ويو هو، اُن ۾ مير صاحب جو هٿ هو. آخر پنجن سالن کان پوءِ، ٢٠ مئي ١٨٤٨ع ۾، هڪ عدالت قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ مير صاحب جو ڪيس هليو، جنهن ۾ ڪيس بيڏو هي ٺهرايو ويو. مٿين ڏوهه ۾ محمد پٽ ڏني جو ب هو، جنهن کي حيدرآباد قلعي جي دروازي تي ڦاسي ڏني وئي، ۽ باقي ٻن بلوچن کي قلعي جي ٽڪريءَ هيٺان ڦاسي ڏني وئي هئي. مير صاحب کي عدالت جيتوڻيڪ بيڏوهه ٺهرايو هو، تڏهن ب انگريزن کيس وطن وڃڻ بدران وري ب ڪلڪتي ۾ نظربند رکيو، جتي تاريخ ٨ محرم سال ١٢٨٤ هجري ۾، دنيا جي قيدخاني کان هميشه لاءِ آزاد ٿي ويو. مير صاحب شاعر ب هو، ۽ سندس تخلص "حيدري" هو.

جنگ جي ميدان مقتل جو بهادر نامدار،
آؤ ڪسان نڪري ٿيو نسروار عالم آشڪار.

چيائين ’چاچا مير صاحب! هاڻ لشڪر ڪان سوا،
’جنگ جي ميدان ۾ بيهي رهڻ ناهي روا؛
’جي اسان جا راج لشڪر نامور امراء هئا،
’تن مان ڪي ماريا ڦٽيا، ٻيا سڀ ڀڄي ويا ڀڄيا:
’مير صاحب! هاڻ غازي ڪر جلهه ميدان ۾،
’هاڻ پٽي ٻيو ٻوڻ ناهي اسان جي شان ۾!‘

هئن چئي ڪيائون جلهه حملو ڪري اڳتي هليا،
چاچو ۽ ڀائٽيو بهادر جنگ جا سورهيه سدا؛
چاڪرائي مير سڀ رستم سان گڏ همراهه ها،
خاص خدمتگار منصبدار سيڪنهن مير جا:
سيڪو پنهنجي مير سان همراهه ۽ غمخوار هو،
شيردل شهداد غازي مؤلي جو مهندار هو.

هڪڙي هٿ شمشير، ٻي هٿ ۾ بهادر ڪئي سپر،
چوطرف ميدان ۾ حملا ڪيا آن شير نر؛
آن جلهه ۾ ڏهه ڇٽا ماريا جمالي نامور؛
مير محمد علي (۱)، غلام محمد (۲)، مبارڪ ٽالپر (۳)-
شيردل شهداد دولهه نامور جي روبرو،
سي شهادت جي شرف مومن مري ٿيا سرخرو.

تير باران رڻ ۾ ڪئي انگيز ات بي انتها،
چوطرف ٿيا تير بي پايان چو باران بيخطا،
۽ پليتن دشمنن جا تير زرهن ۾ لڳا،
۽ لڳي سيني جوانن جي چٽي ڪرڻ ۾ پيا:
مير مومن نامور کي تير ڪنهن بي پير جو،
۽ ڪلهي ساڄي ڪان ڪُرتي مون لڳهي سو پار پيو.

---

(۱) مير محمد علي ولد مير مبارڪ خان (خيرپور).
(۲) مير غلام محمد خان ولد مير رستم خان (خيرپور).
(۳) مير مبارڪ خان ولد مير سهراب خان (خيرپور).

خاص خدمتگار ۽ مومن سليمان نامدار،
سو سليمان زمان جو هو هميشه آبدار،
مير جي ڪنجڪ مبارڪ سان مقتل ۾ سوار،
توب جو گولو لڳس ٿيو جانفشان او دلفگار،

سو رسيو رحمت خدا جي، جانثاري ڪئي جوان،
پنهنجي آغا جي اڳيؤن قربان سر ڪيو پهلوان.

جڏهن هي خدمتگار ماريو، ٿيو قيامت حادثو،
جنگ جي ميدان مقتل ۾ مچي گهمسان ٿيو،
۽ زمين و آسمان اوندهه ۽ اندوڪار هو،
اُت بهاول رند بڻ گهمسان مان نڪري ڀڳو-

'ڦيٺ بهاول رند (۱)، رندن ڪي لڄائي نابڪار،
'مير صاحب کي ڇڏي رڻ ۾، ڀڄي وئين بيوقار!'

ڪنهنبڙي وارن لغارن ڪانڌ ڪئي هرگز وفا،
تنهن جو سرڪردو غلام محمد لغاري بيحيا؛
جي هميشه سنڌ جي لشڪر ۾ ڪوپا ٿي سڏيا،
سر ڏسي پلٽڻ فرنگين جي ۽ بي ايمان ٿيا:

ويا ڀڄي، سر تي سڻالون لوڪ جي لعنت مدام،
ڪوپلي جي شهر جا ٿيا ڪوپلا ساڪن تمام!

مير رستم کي ڇڏي زنگي (۲) ڀڄي پيلي ۾ ويو،
مير احمد خان (۳) پاڻ ڻاري جو ڪيڻيءَ ۾ لڪو؛
هي سڀئي ڀڄندا ڏسي يوسف جو پٽ صالح (۴) ڀڳو،
چيائين 'خدمتگار آهيان .ميرمحمد مير (۵) جو:
'مائٽ منگوائا ڦليليءَ جي ڪاري ويجهڙا،
'ڪنهن طرح ڪاهي رسان، ٿهري قضا رب جي رضا.'

(۱) بهاول رند جڏهن لڙائيءَ مان ڀڳو، تڏهن ميرن جي جهنڊي جو سونو ڪلس به ڪئي ويو.
(۲) مير زنگي، مير چاڪر خان جو پٽ هو- (رهندڙ خيرپور، سنڌ)
(۳) مير احمد خان ولد مير فتح خان
(۴) صالح، ميان محمد يوسف خدمتگار جو پٽ هو.
(۵) مير سير محمد خان ولد مير غلام علي خان؛ سال ۱۲۰۹ هجريءَ ۾ ڄائو هو؛ سال ۱۲۷۱ هجريءَ جي ۱۵ جماد الثاني ۾ ڪلڪتي ۾ وفات ڪيائين.

ٻوءِ ٻيڪو محمود، يونس سان ٻيلو سُنهن ڪري،
جڏهن ٻيلي کان نڪري ڪاهي آيو ڪوٽ ڏي،
سامهون ناٽيءَ ڏي سهرو آيو نت صدقون سچي،
ڏني مبارڪ ٻاگهه جيئي ناٽيءَ کي هنهر تو چوي:
’حق ابا هو ماڪ تنهنجو، سنڌ جو تون شهر يار!
’مصلحت ڪَوڙي ڏني، جو هو سنڌ مختارڪار.

’مصلحت ڪَوڙي جي ڪَوڙي ناهه، اي صادق سچا،
’تنهنجو خدمتگار، صاحب عقل جـو آهي سدا،
’هن جو ثاني سڀ اميرن ۾ ٻيو ڪونهي، شها،
’هڪڙو آوت (۱) هن جو ثاني آهي، متصدّي ٻجا:
’هوش ۽ ڪـوڙو (۲) ٻه آوت ٻئي آهن بينظير،
’رکڻ دولت جا سنڌ ۾، اي صاحب صدر و سرير!“

هوش محمد (۳) عرض ڪيو ’اي مير صاحب نامدار!
’هوش ڪر، بيهوش هرگز ڪيو ٿي، اي ڪامگار!
’مون سين ڏي فتح عليخان (۴) شاهزاد و شهريار،
’پنهنجي لشڪر راڄ سان ڪر شير غازي شهسوار؛
’ميرمحمد (۵) ڪوٽ ۾، هي ڪوٽ ٻي قائم ڪريو،
’۽ اوهين لشڪر اميرن سان نڪري ٻڪ ٻڌو!

’مصلحت ڪَوڙي جي ڪَوڙي، مير ڀلا هوش ڪر!
’ڏوڙ ٻئي آوت جي سُنهن ۾ نامي آوت معتبر؛
’هي مبارڪ تـوکي نـا محمود آهي در نظر،
’جا ڏني محمود سُهري تنهنجي بدخبري خبر:
’هي ته ٻچوا ٿيا جهان ۾، معرڪي کان ٻوءِ ٻيا،
’موڙس مارائـي، هنائـي، جنگ هارائـي ٻيڪا.

---

(۱) منشي آوتراءِ پٽ منشي صاحبراءِ ملڪاڻي، تخلّص ”آزاد“، مير صوبدارخان جو مالي وزير؛ شاعر به هو.

(۲) جمعدار ڪـوڙو خان ولد الهرکيو، ذات جو ناريجو؛ مير صوبدارخان جو مالي وزير هو؛ ڪبس اولاد ڪونه هو؛ سندس ڀاءُ ميان پيرائيخان جو اولاد ڀريائين ڀائيخان جي ڳوٺ تي رهندو هو؛ هاڻي انهن مان ميان الهورايوخان حيات آهي، جو ٽنڊي يوسف ۾ رهندو آهي.

(۳) هوش محمد حبشي، مير صوبدارخان جو خاص خدمتگار هو. هي وڏو بهادر ٿي گذريو آهي. هن سورهيه، سر ترريءَ تـي رکي، دبي جي لڙائيءَ ۾ سنڌ جي آزاديءَ تي پنهنجي جان قربان ڪري، اسان کي ڏيکاريو تـه دنيا ۾ ڪهڙيءَ طرح جيئرو رهجي ۽ ڪهڙيءَ طرح سرڻ گهرجي.

(۴) مير فتح عليخان ابن مير صوبدارخان؛ تاريخ ۲۴ شوال ۱۲۴۴ هجري، ڪلڪتي ۾ نظربنديءَ جي زماني ۾ وفات ڪيائين.

(۵) مير ميرمحمدخان ولد مير غلام علي خان.

’ هي سنڌ ۾ سهرو ۽ سالو، هي سنڌ ۾ ڪوڙو امير،
’سو اميرن خاص خيلن ۾ سنڌ ۾ خاصو وزير!
’مصلحت مقبول اڄ ڪوڙي جي آهي دلپذير!
’۽ اسان جي مصلحت ۽ عرض توکي ناپذير!
’تو ٻڌائي ڀاڳ توکي معرفت انگريز جي،
’ هن جون نوجون ٿو سڌائي، ٻنهنجو لشڪر ٿو ڳڌي!

’مير صاحب! سوٽ پنهنجي جي مدد ڪر، نامدار!
’فتح هن جي فتح تنهنجي آهي بيشڪ، شهريار!
’بعد ڀائن جي جنڻ جڳ ۾ اجايو شرمسار؛
’شيرمحمد (۱) کي مٿ موٽايو ز عزم، ڪارزار:
’سڀ مڙي همراه ٿيو رڻ تيغ ماريو بيدرنگ،
’ڀائن سوتن سان وفاداري ڪرڻ ناموس ننگ.

’ڪو مٿ چئي هن کي جهان جو خان، هي خانن ۾ خوار؛
’ڀائس احمد خان ٻڻ هرگز نہ ٿيو يارن جو يار؛
’خان ماريا جنگ ۾ سر ڏيئي ٿيا سرها سچار؛
’جي ڀڳا گهر ڏي سنباري ڀار پنهنجا نابڪار:
’مير مولائي حسينيءَ کي ڇڏي، رڻ مؤن ڀڳا،
’جعفر صادق سان ٿيا ڪذاب رڻ روهين رليا!

’ڪاذب و ظالم ۽ ڪافر تي خدا لعنت وڏي،
’سي ٿي ظالم ٿيا ۽ ڪاذب ٿيا ۽ ڪافر ٿيا شقي؛
’ڪلهه کڻي فرقان رب جو، راڄ آيا سڀ مڙي،
’اڄ مصحفن کان ڦيرا ٿيا، شهادت کان ڀڄي:
’جنگ جي ميدان مقتل کان ڀڳا هي بي ايمان،
’سڀڪو گهر ڏي ٿيو روانو، رڻ ۾ باقي ڪي جوان!‘

خان احمد خان (۲) چيو، ’لنگهه پار دريا ڪؤن شها،
’مير مولائي حسيني! تنهنجي واهر مصطفا؛
’سر سلامت شال هئني تنهنجو سدا، ڀالين ڀلا!
’ڳوٺ ۾ ناهي روا توکي هاڻ ۾ سدعا:
’ڳوٺ ۾ سڀ تنهنجا دشمن، ڪو نہ تنهنجو خيرخواه،
’دوست ڪر همراه پنهنجا ڀاڻ سان، حافظ الله!‘

---

(۱) مير شيرمحمد خان ولد مير علي مراد خان خاناڻي، ميرپورخاص جو، دبي واري جنگ مان پنهنجي جان بچائي، ناامید ٿي پنجاب ويو؛ تنهن کان پوءِ سنڌ ۾ اچي ميرپورخاص ۾ رهيو. سنڌس ولادت ۱۷ مئي ۱۸۱۰ع ۾ ٿي، ۽ وفات ۲۴ آگسٽ ۱۸۷۶ع ۾ ٿي
(۲) نواب احمد خان ولد نواب غلام محمد خان، مير نصيرخان جو خاص امير هو.

هت پڏي علي بخش (١) خدمتگار چيو 'اي شهريار!
'تنهنجا خدمتگار آهيون، مير صاحب نامدار!
'مصلحت موچاري احمد خان ڪئي، اي ڪامگار!
۽ خزانو خرچ جو منهنجو ذمو، اي ذيوقار!
'لک مرادون تو سان اي لکپال غازي خسروا،
'ڪم ڪي حيران هرگز، تنهنجو حامي مصطفا!'

ميرزا خسري چيو ڪ 'اي مير صاحب دينداره!
'پار دريا ڪون لنگهڻ ناهي روا، اي هوشيار!
'هل ته ڳڌجي سڀ هلون يڪبار عالم آشڪار،
'پنهنجا مونس سڀ، ڪريون معلوم، دشمن دوستدار:
'۽ خزانو خرچ، زر اسباب، شاهي سلسلا،
'۽ عيال اطفال ۽ ناموس سي تنهن کان سوا.

'سوت تنهنجا، مير صاحب، سي سنڌ ۾ جالي جگر،
'يار پائر هڪڙي پيءُ جا پٽ ۽ پوٽا نامور،
'سي ڪڏهن هرگز نه ٿيندا تنهنجا دشمن سربسر،
'تنهنجي غم کان بلڪ سڀ غمگين ٿيندا لوهه گر:
'تون سندن بازو برادر، هو برادر تو سندا،
'توڪڏهن قيدي نه ڪيا، سي توکي ڪين قيدي ڪندا!

'راج-لشڪر سوٽ تنهنجا سڀئي قيدي ٿي ڪيا،
'پنهنجي وس تو ڪين ڪي ڪيا قيد، اي پالين پلا!
'لائق لطف و مروت، صاحب حلم و حيا-
'توسين پٽ سهراب جو، رستم سنڌ ۾ چاڪر، شها!
'ننگ پرور شيردل غازي غضنفر پهلوان،
'تو وڏن جا ڪانءُ روشن ڪيا اوجاري، ڪامران!

'ان سوا تو سان شهوائي تدامائي ديندار،
'ڪي نظامائي، مري، ڪٽياڻ، ڪوکر، بيشمار-
'ٿيا اڳيون قربان تنهنجي نامور او نامدار!
'سي مؤيئي، مير صاحب! تنهنجي سر تؤن ٿيا نثار:
'ٿيا شهادت جي شرف، مومن مري ٿيا سرخرو،
'جي ڀڳا ميدان ڪؤن سي خوار رسوا ڪُوبڪُو.

---

(١) علي بخش خدمتگار، حيدرآباد شهر جو ڪوتوال هو. سندس پيءُ مياں فقير و خان، مير غلام علي خان وٽ برک هو. حيدرآباد ۾ "فقير جو پڙ" سندس نالي آهي.

’ڪاذب و ظالم ۽ ڪافر تي خدا لعنت وڌي؛
’جي ڇڏي توکي ڀڄي ويا سي مڙوئي لعنتي؛
’مشرڪن سان مومنن جي جنگ حڪم ايزدي؛
’تن ۾ ڪي غازي شهادت جي شرف ٿيا متقي،
’سي ٿي ڪافر ٿيا ۽ ڪاذب ٿيا ۽ ظالم بيحيا،
’ٿيا مصحفن ڪون ڦيرا ۽ شهادت ڪون ڀڳا!

’هاڻي تون هل، مير صاحب، ڳوٺ ڏي، پالين پلا!
’مصلحت سوڻن سان ڪر يڪبار حسب المدعا؛
’جي اڇي غمخوار ٿيا مونس ۽ جانب دلربا،
’ورنه حق حافظ سدا، خلق، خدا، ملڪ خدا!‘
مير صاحب ڪي وٺي هيءَ مصلحت غمخوار جي،
پوءِ ڇڏي آڙهه، چڙهي اٺ تي هليو هسوار ٿي.

مير صاحب ساڻ رستم ۽ پيو شهداد خان،
ڪاهي آيا ڳوٺ ۾ او نامور سورهيه سجان،
ڪونه ڪو سوڻن مون آيو نوحه گر ٿي رازدان،
هاءِ، ٿيا غمگين ۽ محزون خاطر خسته جان!
هاءِ، ميرن ڪاڻ ڪئي هرگز تلافي شاهه جي،
برج، عقرب ڳوٺ جوڙيو هاءِ منزل ماه جي!

هڪڙو محمد خان(١) پيو ڪٽوڙو اچي حاضر ٿيا،
۽ چيائون ’مير صاحب، ٿئي سلام اي خسروا!
’عرض خدمت ۾ سنڌ ڪيو هو اسان، اي سرورا،
’جنگ ڪرڻ انگريز سان ناهي روا، ناهي روا!
’مير صاحب، تنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ جي هئي دوستي،
’عهدناما ڦاڙي ۽ ڪيو دوستيءَ مٽون دشمني!

’هاڻي پنهنجي مصلحت تون جاڻ، سڌ مشڪلڪشا،
’مصلحت مشڪلڪشائي ۾ سنڌ ٿسي پيشوا؛
’ٿي سڏايو ”جعفريءَ“ ۽ ”حيدريءَ“ جنهن جو سدا،
’نالو جنهن جو مرتضيٰ مولا علي شير، خدا؛
’ڪيڏي ويو مشڪلڪشا مولا سنڌ واهري وري،
’سو اچي همراهه ٿئي ۽ تنهنجو مشڪل حل ڪري!‘

---

(١) نواب محمد خان ولد نواب الله بخش خان ٽوڙهو، مير محمد خان جو مختيارڪار هو. هن مير نصير خان کي صلاح ڏني هئي ته انگريزن سان نه ڦٽايو ۽ عهدنامي تي صحيح ڏيو.

مير مومن چيو 'علي المرتضيٰ سرِ خدا،
'جنهن "يدالله فوق ايديهم" خدا ان جي ثنا،
'آهي بيشڪ بي شبهه سخي معين انبيا،
'تاجدارِ "هل اتيٰ" و شهريارِ "إنما":
'سو سنڌ حامي حمايت، سو سنڌ واهر ۽ واهه،
'نت سنڌ حافظ ۽ ناصر ۽ سنڌ پشت و پناهه!'

هٿن پڌي ٿيو پڙهي آئيا، ويا سرڪندا ۽ سرڪندا:
هت هٿن تي هٿندا ۽ خوشنود ويا ڳالهيون ڪندا:
پنهنجي ميرن وٽ جڏهن ويا ۽ وجي حاضر ٿيا،
ڏني مبارڪ مير کي چيئون 'مير صاحب خسروا!
'رافضن کي ٻاڪ سنڌ جي، سروري، جي سر لکي،
'ناهه هرگز چئن يارن کون سوا ڪنهن کي ملي!

'مير صاحب! تنهنجا نت حامي حمايت چار يار،
'تون سدائين چار ياري آهين، مومن ديندار،
'سنڌ سرداريءَ جي سر دستار تنهنجي، تاجدار!
'سوٽ پائيجا روانا ڪر سڙوٽي آشڪار:
'تن سان ماڻهو پنهنجا ڪر همراهه، پانهون ڏئي اچن،
'هان، متان سرڪش وري سنڀري سٽي نڪري وڃن!'

قفل ڏيئي ڳوٺ جو در بند ڪيو ڪوڙي يزيد،
مير قيدي ڳوٺ ۾ ڪيا هاءِ آن قومِ عنيد!
ڪيئون صداقت سون عداوت، ٿيا ٿري سرڪش شديد،
خط نيان جرنيل ڏي جلدي منجهئون آوٽ پليد:
چيئين وجي انگريز کي هٿن مير صاحب جي دعا:
'قيد ڪياسين ڳوٺ ۾ دشمن سنڌ ڏيئي دغا!

'فتح نصرت سان چڙهي هل، مير صاحب قيد ڪر!
'عهد نامو تنهنجو جن ڦاڙيو سي خاطي بيخبر:
'۽ اسان کي صلحنامو تنهنجو دائم در نظر:
سنڌ سرداريءَ جي، سر دستار منهنجي، نامور!
'ٿئي نوازش ۽ ڪري سرڪار سون کي سرفراز،
۽ سنڌ سرڪار جو بهر خدا ٿئي ڪارساز!

'مون حمايت ڪني سنڌ ۾، لشڪر سيني لوڏي ڪڍيو،
'هاڻ تون خاطر جمع ڪر، جيڪي ٿي گذريو، سو ٿيو؛
ٿي مبارڪ فتح، تون حاڪم آسان جي ملڪ جو،
ملڪ عالم تنهنجا تابع ٿيا، الاهي امر ٿيو:
'دستِ غالب ڪيو سنڌ ۾ مغلوب ساريءَ سنڌ ڪي،
'سنڌ جو ناموس ڪم ٿيو ۽ شرف ٿيو هند ڪي!'

مير مومن ساڻ گڏ دستي ۾ باقي ڪي سوار:
ميرزا خسرو ۽ فاضل خان، محمد (١) غمگسار،
طيب خدمتگار (٢) علي بخش ٻئي صادق ۽ سچار،
مير رستم شير دل، شهداد غازي نامدار—
هاءِ! راڄن ۽ اميرن ڊوهه ڪيو ڏٺي دغا،
جئن امام حسين ڪان ڪوفي ۽ شامي ها ڦريا!

«شاهزادي» ساڻ ڪوفين هاءِ ڪيو جورو جفا،
ڏٺي دعوت دين جي، سردار ڪؤن شامي ڦريا:
سنڌ جو لشڪر هو شامين جهڙا ڪوفي بيحيا!
راڄداريءَ ننگ سرداريءَ ڪؤن جاهل ٿيا سدا:
ننگ پرور، راڄ سرور مير صاحب ملڪ جا،
هاءِ سڀ قيدي ڪرائي، پاڻ سڀ آزاد ٿيا!

مصلحت جمو مقتدا سلطان سرور سنڌ جو،
بعد ميرن حي مدائين مصلحت انديش ٿيو؛
انور از نورمحمد شاهه عالي شان هو،
بل سپهرِ مڪرمت جو مهر پرور ماهه هو:
جنهن فرنگي ۽ شجاع الملڪ جهڙا بادشاهه،
مصلحت سان ڪيائين دشمن دوست پنهنجا خيرخواهه.

يا الاهي! مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جي واسطي،
فاطمه خاتونِ جنّت پارسا جي واسطي،
شاهه حسن المجتبيٰ مشڪلڪشا جي واسطي،
سرورِ عالم شهيدِ ڪربلا جي واسطي:
قيد ڪؤن آزاد قيدي ٿين، شفيع المذنبين!
'رب و تقبل دعائي انت خيرالراحمين!'

(١) مياڻ محمد، ميان طاهر خدمتگار جو پٽ هو، ۽ مير نصيرخان جو خاص ساٿي هو.
(٢) طيب خدمتگار جو والد حاجي احمد خدمتگار هو، جنهن مير فتح علي خان جي وقت ۾ حيدرآباد جو قلعو فتح ڪيو. حيدرآباد ۾ «ٽنڊي طيب» جو ڳوٺ سندس نالي تي ٻڌل آهي.

يا محمد! تو تي جڏهن فرقان نازل ڪيو خدا،
تڏهن زبور، انجيل ۽ توريت سڀ منسوخ ٿيا؛
دين ۽ اسلام تنهنجو سڀ تي غالب ٿيو سدا،
ٿيا مڙئي مغلوب، تابع امر ۽ فرمان جا:

آڻ شهداداڻي، شاهيءَ جي شرف ۽ شان سان،
سنڌ ۾، سرور، سلامت امن ۽ ايمان سان!

شاه! "احسان علي"(١) 'مسڪين' 'ثابت' (٢) جهڙن گدا،
تنهنجي در دائم سوالي آهي سائل، سيّدا!
لطف پنهنجي سان سڻ عاجز سنڌي هيءَ التجا:
ڪر سنڌم هي مرثيو مقبول 'مقبل' (٣) جهڙن شها!

مدح خوانيءَ جو ڪهڙي انعام شاعر 'شاه' کون،
ذت فضل "احسان" هردم ٿو پهچي الله کون!



(١) "مسڪين" دهلوي هڪ مشهور مرثيه گو شاعر ٿي گذريو آهي؛ سندس هندي مرثيا مشهور آهن.
(٢) سيد ثابت علي شاه، جو سندس (احسان علي شاه جو) والد هو.
(٣) "مقبل"، ايران جو مشهور مرثيه گو شاعر ٿي گذريو آهي.

محمد سرور
سنڌيڪار: سراج

# ”عربيت“ جو فڪري بنياد

وَطَنِي هِيَ الْفُصْحَى فَكُلُّ بِلَادِهَا ... فِي مِصْرَ أَمِ الشَّامِ هُنَّ بِلَادِي
هَذَا هُوَ الْوَطَنُ الَّذِي أَحْبَابُهُ ... وَلَهُ أَوَالِيَ صَادِقاً وَ أُعَادِي

(منهنجو وطن آهي ’فصيح عربي زبان‘! مصر ۽ شام ۾ - جتي به اها زبان آهي، اهوئي منهنجو ملڪ ۽ منهنجو وطن آهي. اهوئي منهنجو وطن آهي، جنهن جي لاءِ آءٌ زنده آهيان. ان جي خاطرئي منهنجي سچي دوستي آهي، ۽ ان جي ئي خاطر آءٌ دشمني ڪريان ٿو.)

مٿيان شعرَ هڪڙي مصري شاعر محمود ابوالوفا جي هڪ مشهور قصيدي جا آهن، جيڪو هن ١٩٣٢ع ۾ پيرس جي هڪ وڏي مجمعي اڳيان پڙهيو هو. ساڳئي قصيدي ۾، شاعر انهيءَ ميڙ کي مخاطب ٿيندي، چيو هو: ”اي ’ض‘ اکر اچارڻ واريءَ معزز برادريءَ جا پاٽرو، عظمت ۽ بلنديءَ ڏانهن وک وڌايو! ’ض‘ اچارڻ وارن جون آسون ۽ اُميدون اوهان سان ئي وابسته آهن؛ اوهين ئي انهن جا واهر وسيلا آهيو؛ ۽ بلندين کي سر ڪرڻ جو واحد ذريعو اوهين ئي آهيو!“

”ض“ اچارڻ وارن جي اها يڪدلي، يڪجهتي ۽ يڪجائيءَ جي دعوت، ڪا محض ٺلهي سياسي نعريبازي نه آهي؛ ۽ نڪي اهو ڪو وقتي هٿيار آهي: مخالفن سان وڙهڻ لاءِ. ”عربيت“ جي اها دعوت، پنهنجي اندر اها سموري روحانيت ۽ مثاليت رکي ٿي، جنهن سان هڪ فڪر حيات يا آئيڊيالاجي جُڙي ٿي. حقيقت ته اها آهي ته اڄ جي عربي دنيا ۾ ”عربيت“ جي اها ”آئيڊيالاجي“ هڪ مذهب جو درجو حاصل ڪندي وڃي. انهيءَ سان ماڻهن جي دلين ۾ اهوئي جوش ۽ گرمي، ۽ ارادي ۾ اهائي ڪردار جي جرات پيدا ٿئي ٿي، جنهن کي مذهب جو خاص فيضان سمجهيو وڃي ٿو. انهيءَ عربيت جو بنياد مذهب جي انڪار تي ڪين رکيو ويو آهي - نه اسلام کان انڪار تي، نڪي عيسائيت کان انڪار تي: بلڪ انهن پنهي مذهبن کي، جي حسن اتفاق سان انهيءَ ئي ساڳيءَ سرزمين ۾ پيدا ٿيا ۽ وڌيا ويجهيا، انهيءَ عربيت ۾ سموهڻ ۽ ان سان انهن کي سنوارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. انهيءَ عربيت ۾

محمد صلي الله عليه وسلم ۽ مسيح عليه الصلواة والسلام - ٻنهي کي ٻنهيءَ ترين سرتيو [illegible]
آهي. ماضيءَ کان انڪار جي ڪائي ضرورت نہ سمجهي ويئي آهي. انهيءَ جو هڪ [illegible]
بہ آهي تہ انهن ملڪن جي عيسائيت کي، جيڪي انهيءَ مذهب جا اصل پيدا ڪندڙ ۽ [illegible]
يورپ جي عيسائيت سان گڏجي مسجي وڃڻ ۽ خلط ملط ٿيڻ نہ ڏجي؛ ۽ ساڳئي وقت [illegible]
کي ٻڻ عربي تاريخ ۽ عربي ماحول کان الڳ ٿيڻ نہ ڏجي.

مرحوم سعد زغلول جو هڪ گهرو رفيق ۽ ٻانهن ٻيلي - هڪ نوجوان قبطي "مڪرم" [illegible]
هو. موصوف وفد پارٽيءَ جو هڪ وڏو ليڊر هو. ڪافي عرصو ٿيو، هڪ پيري هن کان پڇيو
ويو تہ "اوهين پهرين عيسائي آهيو، يا پهرين مصري؟" هن جو جواب، جو عربي ڳالهائيندڙ
نئين نسل جي انهيءَ نئين رجحان جي بلڪل صحيح صحيح ترجماني ٿو ڪري، سو هي هو:

"أنا مُسْلِمٌ وَطناً و مَسِيحِيٌ دِيْناً"

(آءٌ وطن جي لحاظ کان مسلمان آهيان، ۽ دين جي لحاظ کان عيسائي!)

اها ڳالهہ تہ ٿي پنجويهہ ورهيہ اڳ جي، پر اڄ جيڪڏهن ڪنهن عرب عيسائيءَ کان اهو ساڳيو سوال ڪيو وڃي، تہ هن جو نهايت ئي واضح ۽ سڌون سنواٽو جواب هي هوندو تہ "آءٌ عرب آهيان!"

اردن ۾ ڪمال ناصر نالي هڪ عيسائي عرب شاعر آهي، جنهن آزاديءَ جي جدوجهد ۾ وڏو حصو ورتو آهي، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هن کي ڪيترا ئي ڀيرا جيل ۾ پوڻو پيو آهي: اڄڪلهہ هو اردن جي پارليامينٽ جو ميمبر آهي، ۽ گلب پاشا (انگريز ڪمانڊر، جنهن کي تازو اردن مان تڙيو ويو) ۽ نوري سعيد (عراقي وزير اعظم) جي خلاف هن جا ڪيترائي شعر عام توڙي خاص، ننڍي وڏي جي وات آهن. هن جو هڪ هم مذهب، پيو عيسائي شاعر رشيد سليم فوري آهي، جنهن جو هيءُ بند ڏسو:

مُحَمَّدٌ إِبْنِيٌ شَرِيْفُ النَّسَبْ وَلَدَتْهُ اُمُّهُ فِيْ رَجَبْ
اُمُّهُ مَا وَلَدَتْهُ مُسْلِماً أو مَسِيْحِيًّا وَلٰكِنْ عَرَبِيْ

(منهنجي پٽ جو نالو محمد آهي، ۽ هو شريف النسب آهي. هن جي ماءُ هن کي رجب جي مهيني ۾ ڄڻيو: هن جي ماءُ هن کي نہ مسلمان ڄڻيو، نہ عيسائي - بلڪ هن کي 'عربي' ڄڻيو اٿس!)

شام جي هڪ عرب عيسائي شاعر نقوله معلوف "انقلاب مصر" تي هڪ قصيدو لکيو آهي، جنهن ۾ هڪ هنڌ چوي ٿو تہ "ڪو زمانو هو، جڏهن اسان جا جهنڊا مشرق کان مغرب تائين فضا ۾ جهولندا هئا - ۽ اسان جي ئي ڪري مشرقي قومن کي وحدت نصيب ٿي هئي. انهن قومن ئي گذريل وقت ۾ وڏين وڏين ۽ عظيم تهذيبن کي جنم ڏنو: انهن ۾ عيسيٰ (عليه الصلواة والسلام) ۽ محمد مصطفيٰ (صلي الله عليه وسلم) پيدا ٿيا، جيڪي دين ۽ دنيا، ٻنهي لاءِ شرف ۽ ڪمال جا صاحب هئا."

عربيت جي انهيءَ آئيڊيالاجيءَ (فڪري بنياد) جي آخري شڪل اڃا متعين نه ٿي آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته انهيءَ آئيڊيالاجيءَ جي زبان عربي آهي - ۽ عربي زبان، ۽ انهيءَ اعتبار کان عربي ادب ئي انهيءَ جو سڀ کان اهم ۽ وڏو بنياد آهي. مراڪش کان وٺي مسقط ۽ ايراني نار تائين - انهيءَ وسيع ايراضيءَ جي فقط اها ئي هڪ زبان آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ ۾ هن وقت مختلف ٻولين ۽ مختلف لهجا به موجود آهن، پر تعليم ۽ سياسي شعور وڌڻ سان، خواص وانگر، انهن سمورن علائقن جي عوام جي به هڪ ئي زبان ٿيندي وڃي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته زبان وانگر هتي مذهب جي وحدت ۽ يڪسانيت ڪانهي، ليڪن هتي جا ٻه وڏا مذهب، اسلام ۽ مشرقي عيسائيت، جهڙيءَ ريت هڪ ٻئي جي قريب اچي رهيا آهن، ان بابت مٿي اشارو ڪيو ويو آهي. انهن علائقن جي گذريل ڏيڍ هزار ورهين جي تاريخ گهڻي ڀاڱي هڪجهڙي آهي - ۽ انهيءَ تاريخ جا "باقيات صالحات" عربيت جي انهيءَ آئيڊيالاجيءَ جا ضروري جزا آهن، ۽ انهن کان انڪار ڪرڻ يا بغاوت جو جهنڊو بلند ڪرڻ جا بظاهر ته ڪي به آثار نظر ڪين ٿا اچن. خوش قسمتي ته اها آهي جو هن وقت - اسان جي ملڪ جي جماعت اسلاميءَ جي زبان ۾ - نڪي اتي جو "اسلام پسند" عوام، نڪي عيسائيت پسند عوام ئي انهيءَ عربيت کي پنهنجي پنهنجي مذهبن جي خلاف ٿو سمجهي، ۽ نه وري اتي جا "اسلام پسند" حڪمران ۽ عيسائيت پسند حڪمران ئي مذهبي طور انهيءَ جي خلاف آهن: ايتريقدر جو جتي مصر ۽ شام وغيره جي 'اخوان مسلمون' جهڙي مذهبي جماعت به پنهنجي سموري "اسلام پسنديءَ" جي باوجود عربي قوميت ۽ عرب اتحاد جي مخالف نه هئي، اتي موجوده شاهه سعود ۽ سندس نامور پيءُ عبدالعزيز ابن سعود مرحوم جهڙا ڪٽر ۽ قدامت پسند مسلمان، جيڪي قرآن ۽ سنت کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن چيز کي پاڻ لاءِ سند ڪين ٿا مڃين، سي به پنهنجيءَ هر تقرير ۾ مسلمانن کان اڳ ۾ عربن جو ذڪر ٿا ڪن، ۽ عربيت کي پنهنجو قومي شعار ٿا سمجهن. ٻئي طرف، لبنان جا عيسائي ۽ اتي جا حڪمران عيسائي طبقا به عربيت کان منڪر ڪينهن - ۽ اهو ته عالم آشڪار آهي ته هن دور ۾ عربي زبان جي ترويج ۽ عربي ادب جي واڌاري ۾ لبنان جي عرب عيسائين جو تمام وڏو حصو آهي.

حقيقت هيءَ آهي ته هتي جي قوميت، ۽ انهيءَ لحاظ کان عربيت جو نظريو يورپ وانگر معاشي استحصال ۽ سياسي توسيع سان پيدا ڪين ٿيو آهي، بلڪ انهيءَ جو محرڪ غيرن جي غلاميءَ کان آزاديءَ حاصل ڪرڻ جو جذبو هو. انهيءَ ڪري، جيڪو به شخص آزاديءَ جي جدوجهد ۾ اڳيان هوندو هو، ۽ مغربي سامراج جي ڏاڍ ۽ ظلم جو نشانو بڻبو هو ته عوام، اهو ڏسڻ کان سواءِ ته هن جو مذهب ڪهڙو آهي، هن جي عزت ڪرڻ ٿي لڳو، ۽ هو عوام ۾ بيحد مقبول ٿيو ٿي ويو.

مثال طور، ١٩٣٠ع ۾ قاهري ۾ سون هڪ عيسائي قبطي ليڊر ويصا واصف جو جنازو ڏٺو، جنهن کي هزارها مصري ڪلهو ڏيندا پئي ويا. ظاهر آهي ته انهيءَ ۾ وڏي اڪثريت

مسلمانن جي ٿي هئي. سندن جوش و خروش جي حالت ٿي نـ پڄو- بس ڄڻ تـ انساني سرن جو هڪ سيلاب هو، جو وهندو ٿي ويو- ۽ سڀني جي زبانن تي اهوئي نعرو هو- "الي الجنة! الي الجنة!" (بهشت ڏانهن... بهشت ڏانهن!)

انهيءَ جي ابتڙ، جامع ازهر جو ڪو نهايت وڏو شيخ چوڻـ هجي، پر جيڪڏهن بڍڙي يا ڳڃهيي سندس همدردي سامراج سان هوندي، تـ اهو عوام جي نظرن ۾ بنهه ڪري پوندو ۽ ماڻهو هن جي ڳالهين کي پڙندا بـ ڪين!

پر انهيءَ جو اهو مطلب نـ آهي تـ انهن ملڪن ۾ مذهب، وقت بوقت، فرقيپرستيءَ جو جولو ڍڪي، آزاديءَ جي راهه ۾ رنڊڪون ڪين وڌيون آهن؛ ۽ مختلف ٽالن سان قومي ۽ وطني تحريڪن ۾ رخنو وجهڻ جي ڪوشش ڪين ڪئي آهي. ان جي برعڪس، عراق ۾ شيعہ-سنيءَ جو جهڳڙو کڙو ڪيو ويو؛ مصر ۾ قبطي ۽ مسلمان جو سوال پيدا ڪيو ويو؛ شام ۽ لبنان ۾ مسلمان ۽ عيسائين، ۽ خود مسلمانن ۾ شيعہ-سني، زيدي ۽ دروزي ڏڦير پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي: پر چاڪاڻ تـ سڀني جو مقابلو، بنا مذهبي ڀيد ڀاوَ جي، سامراج سان هو، ۽ سامراج سڀني کي هڪ ئي طرح سان ڦريو ماريو ۽ دٻايو ٿي، ان ڪري اهي فرقيوارانہ فتنا وڏيڪ ڪامياب نـ ٿي سگهيا، ۽ قوميت ۽ عربيت جو قافلو اڳتي وڌندو رهيو.

سڀ کان پهرين هر عربي ملڪ ۾، فرداً فرداً، قوميت جي تحريڪ هلي، ۽ مذهب کي ماڻهن جي وچ ۾ اختلاف جو سبب بنائڻ جي مخالفت ڪئي وئي. ان ۾ شاعر ۽ اهل قلم سڀ کان پيش پيش هئا. مصر جي هڪ شاعر "شوقي"- جنهن کي "اميرالشعراء" جو لقب ڏنو ويو هو- هڪ ڀيري مصرين کي مخاطب ٿيندي، پنهنجو هيءُ شعر پڙهيو هو:

"موجوده دَور، جيڪو هاڻي شروع ٿي رهيو آهي، سو تمام خير ۽ برڪت جو دور آهي: ان کان محمد صلي الله عليه وسلم بـ پنهنجيءَ لحد ۾ خوش آهي، ۽ مسيح عليه السلام بـ پنهنجيءَ جاءِ تـي مطمئن آهي. اي 'نيل' جا فرزند! سڀ کان پهرين تون مصري بڻج- ان کان پوءِ وٺيئي تـ تون مسلمان ٿي، ۽ وٺيئي تـ قبطي!"

محمود ابوالوفا - جنهن جا شعر شروع ۾ ڏنا ويا آهن - پنهنجي هڪ قصيدي ۾ چوي ٿو:

بَارِكَ اللّٰه فِيكِ يَا مِصْر دارا　لَيْسَ فِيكَ الغَرِيبُ عَنْ أوْطانِه

وَطَنٌ كَنِيسَة هُدىً و سَلامٌ　جَرَسُ نَاقُوسِه و صَوتُ اذانـه

(اي مصر، تو تي الله جي برڪت هجي! تو ۾ ڪو پرڏيهي بـ پاڻ کي اوپرو نٿو محسوس ڪري. تون اهڙو وطن آهين، جو ان ۾ گرجا جي گهنڊ جي صدا ۽ اذان جو آواز- ٻئي سرتاپا هدايت ۽ سلامتي آهن!)

١٩٣١ع جي ڳالهه آهي: مصر ۾ ڪن مسلمان ٻارن کي امريڪي مبلغن، ريب فريب سان عيسائي بنائي ڇڏيو. جڏهن اها ڳالهه کُلي، تـ سڄي ملڪ ۾ هڪ ٽاڪوڙو بچي ويو،

۽ عيسائين جي خلاف مسلمان عوام جا جذبات ڀڙڪي اٿيا. اهو نهايت ئي نازڪ موقعو هو: ٿورڙي ئي بي احتياطيءَ سان، مصر جي مسلمانن ۽ عيسائين ۾ خونريز تصادم ٿي سگهيو ٿي، جنهن سان قومي وحدت کي سخت نقصان پهچي ها، ۽ انگريز ان سان خوب فائدو وٺي ها. انهيءَ موقعي تي شاعر ۽ اديب اڳتي وڌيا. بجاءِ ان جي، جو هو پنهنجي هم قوم عيسائين کي سندن روش تي ننديندا ها ـ هنن نهايت بردباريءَ سان پنهنجي احتجاج جو رخ غيرملڪي غاصبن ڏانهن موڙي ڇڏيو. هڪ شاعر محمود غنيم، انهيءَ واقعي جو ذڪر ڪندي، چوي ٿو:

"اسان جي ملڪ ۾، (حضرت) 'مسيح' ۽ (حضرت) 'مريم' جي نالي جي آڙ وٺي، هڪ تمام وڏو خطرو پيدا ٿيو آهي. آءٌ ڀڄان ٿو ته ان منجهان متان اسان جي وچ ۾ جيڪو محبت جو رشتو آهي، اهو ٽٽي پوي! ياد رکو، جنهن مصر سان غداري ڪئي، ان ڄڻ 'احمد' (صلي الله عليه وسلم) ۽ 'مسيح' (عليه السلام) ٻنهي سان غداري ڪئي!"

پنهنجي انهيءَ دلگهي قصيدي ۾، اڳتي هلي، شاعر چوي ٿو:

"مائهن کي پنهنجي عقيدن تي ڇڏي ڏيو: آهي جيڪڏهن ٻُت کي پوڄڻ ٿا گهُرن، ته پوڄڻ ڏيو. حضرت عيسيٰ (عليه السلام) جو دين، احمد (عليه الصلواة والسلام) جي دين وانگي ڏوهه ڪندڙن جي ٻڌرائي اٿو ڪري. جيڪو به شخص بيت المقدس ۾ خلوص ۽ عقيدت سان حاضر ٿئي، ۽ جيڪو مڪي ۾ احرام ٻڌي ـ ٻئي برابر آهن!"

ان کان پوءِ، شاعر فتنبازن کي مخاطب ڪندي، هئن ٿو چوي:

"ڇا اوهين هن وقت پنهنجي موٽڻ ٿا چاهيو؟ ـ جڏهن زمانو گهڻو اڳتي وڌي ويو آهي، ۽ تعصب جي دور جا رهيا کهيا ڀاڄولا به ڳر ٿي چڪا آهن! انهيءَ اونده سان پرين زماني کي هاڻي قبر مان ٻيهر ٻاهر نه ڪڍو ـ جڏهن ته مذهب جي نالي سان خدا تعاليٰ کي ورچي ورهائي ڇڏيو ويو آهي، ۽ صليب ۽ هلال جي نالي سان مائهن کي غلام بنايو پيو وڃي!... ۽ هڪ انسان کي الله اهو اختيار ڏيئي ڇڏيو آهي ته هو وٽيس ته مائهن سان ظلم ڪري ۽ وٽيس ته انهن سان انصاف ڪري! ۽ الله هن کي جنت عطا ڪئي آهي ته هو جنهن کي چاهي تنهن کي بخشي ڇڏي، ۽ جنهن کي چاهي تنهن کي ان کان محروم رکي. هاڻي مائهن جون اکيون انهيءَ انڌپڻ جي مرض کان صحتياب ٿي چڪيون آهن، ۽ اڄ جي علمن، 'قضا و قدر' جي موٽني بيهودين ڳالهين جو خاتمو ڪري ڇڏيو آهي!"

شام جو ملڪ انهيءَ تحريڪ جو سڀ کان وڏو مرڪز هو. اتان جا شاعر ۽ اديب، شروع کان ئي علائقائي قوميت جي بدران عربي قوميت جي دعوت ڏيندا رهيا. ڪين انهيءَ معاملي ۾ وڏي مدد ان ڳالهه کان ملي، جو شام ۽ لبنان جا لکين باشندا، امريڪا جي گڏيل رياستن ـ خاص طور ڏکڻ امريڪا ـ ۾ وڃي لڏي ويٺا آهن. اتي انهن جون ڪيتريون ئي

روزانيون ۽ هفتيوار اخبارون ۽ ماهوار رسالا آهن؛ بلڪ هائي تہ اتي جي عربي ادب ۾، امريڪي-عربي ادب جو هڪ خاص مڪتب فڪر وجود ۾ اچي ويو آهي. نئين دنيا جي انهيءَ ادبي اسڪول جي سڀ کان نمايان خصوصيت آهي ان جي عربيت ۽ قوميت، جنهن جو اثر شام ۽ لبنان جي اديبن ۽ شاعرن تي پڻ پهچي رهيو آهي.

عراق ۾ شيعہ-سني اختلافن کي هوا ڏيڻ لاءِ برطانوي سامراج پنهنجون خفيہ ڪوششون برابر جاري رکندو آيو. آزادي چاهيندڙ ۽ محب وطن عراقين ان جو اهاءُ عراقي ۽ عربي قوميت ۾ ڳوليو. عراق جي عربي شاعريءَ ۾ ڏاڍو زور ۽ اثر آهي، ۽ ان جو محبوب ترين موضوع اهوئي قوميت ۽ عربيت آهي. تازوئي، عراق ۾ هڪ تمام وڏو شاعر 'جميل الزهاري' ٿي گذريو آهي: هو سچي چمار ڏاڍي جوش ۽ گداز ۾ "ليليٰ" جا گيت ڳائيندو رهيو- ان جي اها ليليٰ، "عراق" هو. هڪ دفعي کيس جلاوطن ڪيو ويو. جلاوطنيءَ جي حالت ۾، "ليليٰ" جو ذڪر ڪندي، 'الزهاري' چوي ٿو:

ذَكَرْتُ مُواطني و ذَكرتُ أهْلي وَ لَيلي و الصَّبَابَةَ وَ الشَّبابَ
وَ لَوْ أنّي رَجَعتُ إلى بِلادي لَقَبَّلتُ الْمَنَازِل وَ التُرابَا

(مون جلاوطنيءَ ۾ پنهنجي وطن وارن ۽ عزيزن کي ياد ڪيو؛ ۽ 'ليليٰ'، پنهنجي نينهن ۽ پنهنجيءَ جوانيءَ کي ياد ڪيم. جيڪڏهن هائي آءٌ پنهنجي وطن وريس، تہ آءٌ ان جي پٿرن ۽ ان جي مٽيءَ کي چُمندس!)

'الزهاري'، عورتن جي آزاديءَ جو حامي هو. هو ان باري ۾ پنهنجيءَ قوم کي سدائين اتاترڪ جي نقش قدم تي هلڻ جي تلقين ڪندو رهيو. هن رجعت پسنديءَ ۽ توهم پرستيءَ جي خلاف مسلسل جهاد ڪيو. هن جي ڪجهہ شعرن جو ترجمو پڙهو:

"غصي ۽ نفرت سان پريل انسان جيان، پراڻين عادتن جي مخالفت ڪرڻ لاءِ اٿو: اٿو، ۽ بغاوت ڪريو- قضا ۽ قدر جي خلاف بہ بغاوت ڪريو! پنهنجي مقصدن جي طرف، جرات سان وک وڌايو- انهيءَ سيلاب جيان، انهيءَ تيز ۽ تکي طوفان جيان، جو وڌندوئي رهندو آهي! دنيا ۾ ڪاميابي هڪ جراتمند ۽ مضبوط دل واري لاءِ آهي؛ ۽ ڪمزور جي لاءِ تباهي آهي- تباهي، ۽ تباهي!

"اي ضعيف پيرڙؤ! اوهين لڙائيءَ جي لائق نہ آهيو؛ پٺتي هٽي وڃو...... ۽ اي جوانو! اڳتي وڌو-جلد اڳتي وڌو! اوهين هر آنڌي عقيدي جي زنجير کان آزاد ٿي وڃو، جنهن ۾ راهہ تي هلڻ واري لاءِ ڪابہ هدايت ڪانهي!

"چا اها عجب جي ڳالهہ نہ آهي، جو جيڪو بيهودن پرمَن ۽ وسواس ۾ نہ ايندڙ ڳالهين تي قناعت ڪري، اهو تہ 'مومن'، ۽ جيڪو انهن تي شڪ ڪري، اهو 'ڪافر' ڪري ڄاتو وڃي: ۽ مرڻ کان پوءِ، آخر ۾ 'جاهل' کي تہ جنت ۾ پهچايو وڃي، جتي نعمتون هجن، ۽ 'عالم' کي باهہ جي آڙاهہ ۾ اڇلايو وڃي!"

عرب ـ علائقائي قوميتن تي حاوي اچي جيترو زور نٿو ڏنو وڃي، پر ان کان انڪار به نٿو ڪري سگهجي ته هن وقت به ڪيترن عرب ملڪن ۾ علائقائي قوميت جو احساس موجود آهي. مثال طور عراقي اڄ به 'عراقي' آهي؛ مصري به پنهنجو پاڻ 'مصري' ٿو سڏائي. پر، مصر جي تازي انقلاب کان پوءِ، جمال عبدالناصر جي نئين مُلڪي دستور ۾، مصر کي "جزوٌ من الامة العربية" (عربي اُمت جو جزو) ٺهرايو ويو آهي؛ ۽ اهڙيءَ طرح عراق، سعودي عرب، شام، وغيره ملڪ به پنهنجو پاڻ کي "عربي امت جو جزو" چون ۽ چوائين ٿا. عراق جو 'بغداد ريڊيو' ۽ اتي جون اخبارون، پنهنجي عربيت جي سڀني کان وڏيڪ پروپئگنڊا ڪن ٿا ـ ايتريقدر جو هو انهيءَ شوق ۾ اها شڪايت ڪن ٿا ته 'ناصر ۽ ان جو مصر، عربي قوميت جي وڌڻ ۽ ويجهڻ ۾ رڪاوٽ بڻجي رهيا آهن؛ ۽ اهو صرف عراق ئي آهي، جنهن عربيت کي ڦهلائڻ لاءِ ايتري ڪوشش ورتي آهي!' مطلب ته جيستائين "عربيت" جي نصب‌العين ۽ آئيڊيالاجيءَ جو تعلق آهي، سڀني جو ان تي پوريءَ طرح سان اتفاق آهي.

بيشڪ عرب ملڪن، عربيت ۽ عربي قوميت جي آئڊيالاجيءَ کي عملي طرح پنهنجو بنائي ورتو آهي. قاهره ريڊيو جي "صوت‌العرب" پروگرام وانگي، بغداد ريڊيو به انهيءَ عربيت جا سُر آلاپڻ ۾ اڳرو آهي. ليڪن، جيئن مٿي اشارو ڪيو ويو آهي، انهيءَ آئڊيالاجيءَ اڃا پنهنجي آخري ۽ مڪمل شڪل اختيار ڪانه ڪئي آهي، ۽ انگريزي محاوري مطابق، اها اڃا Melting Pot ۾ آهي.

سوال هي آهي ته انهيءَ عربيت جي سياسي ۽ معاشي شڪل ڪهڙي ٿيندي؟ عربيت جي 'آئڊيالاجيءَ' جي لاءِ اهو سوال نهايت ئي اهم، بلڪ اڪلهه جي حالتن ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو؛ ۽ عربيت توڙي عربن جي مستقبل جو سمورو دارومدار انهيءَ سوال تي آهي.

هن وقت صورتحال اها آهي، جو اتر آفريقا جي عرب ملڪن کي ڇڏي، خود مشرق قريب جي عرب ملڪن جي سياسي ۽ معاشي نظامن جو پاڻ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. هڪ طرف مصر ۽ شام جا ملڪ آهن، جتي جمهوريت سان گڏوگڏ اشتراڪيت جو معاشي نظام به آڻيو رهيو آهي، ۽ وڏيون وڏيون زمينداريون ختم ٿي ۽ وراهجي رهيون آهن. عراق ۽ لبنان ۾ پارليامينٽري نظام ته آهي، پر اڌورواڌورو. ٻئي طرف، سعودي عرب ۾ صرف سعودي خاندان جي حڪومت آهي؛ ملڪ جي سموري دولت ان جي آهي. نه اتي موجوده معنائن ۾ حڪومت جو ڪو دستور آهي، نه حڪومت ڪنهن جي اڳيان جوابدار آهي، ۽ نه ان کان ڪو ان باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪري سگهي ٿو. سعودي عوام کي، عملي توڙي اصولي طرح، حڪومت جي ڪاروهنوار ۾ دخل ڏيڻ جو ڪو به حق ڪونه آهي: بس بادشاهه آهي، ان جو خاندان آهي، ۽ مملڪت سعوديه عربيه: هو ملڪ جي دولت کي وڻيس تئن صرف ڪري، ڪير به ان تي اعتراض نٿو ڪري سگهي. وري تيل جي پيدائش سبب، ملڪ جي دولت جي ڪا حد ۽ حساب ڪونهي. ساڳي ئي حالت يمن ۽ يمن جي حاڪم امام جي آهي ـ پر هڪ ته اهو ملڪ ننڍو آهي ۽ ٻيو ته اهو بيحد غريب ملڪ آهي.

هاڻي ڏسڻو هي آهي تہ اهي عرب ملڪ، سياسي ۽ معاشي لحاظ کان ڪهڙو ٿا رستو اختيار ڪن: ڇا انهن جي عربيت جي هيءَ آئيڊيالاجي، سياسي ۽ معاشي معاملن ۾ ان طرح مبهم ۽ غيرمعين رهندي، يا انهيءَ معاملي ۾ هو اسلام جي صحيح روح کي - جيڪو سياسي ۽ معاشي انصاف تي مبني آهي - پنهنجي عمل جو آئينو بڻائيندا؟ حالت اها آهي، جو ڪي عرب ملڪ اڄ معاشي ناهمواري ۽ سياسي زبردستين جو بدترين مثال بڻيل آهن، - جتي جيڪڏهن هڪ طرف لکين خدا جا بندا بکيا ۽ اگهاڙا آهن، تہ ٻئي طرف ڪي چند ماڻهو ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل محلاتن ۾ رهن ٿا؛ عوام جي حالت ڍورن کان بہ بدتر آهي؛ سياسي آزاديءَ جو تہ نالو نشان ئي ڪونہ آهي!

اهي معاشي ظلم ۽ سياسي زبردستيون، گهڻو وقت نہ هلي سگهندا. عرب دانشورن کي، هاڻي يا پوءِ، ان جو فيصلو ضرور ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن عربيت، سياسي آزادي ۽ معاشي انصاف کي نہ اختيار ڪيو، ۽ عوام جي حقيقي بهبوديءَ ۽ انهن جي آزاد مرضيءَ تي حڪومت جو بنياد نہ ڄمايو، تہ پوءِ اڳتي هلي انهن کي، اسرائيل کان ڪئي ڀيرا وڌيڪ، خود پنهنجن ئي اندروني خطرن جو مقابلو اڳيان ايندو.



ڊاڪٽر عبادت بريلوي
سنڌيڪار: مرزا مراد علي "اختر"

# مختصر افساني جو فن

مختصر افسانو اهو نہ آهي، جيڪو رڳو مختصر هجي: منجهس اختصار کان سواءِ ٻيو بہ گهڻوئي ڪجهہ ٿئي ٿو. اختصار ان جي بنيادي خوبي ضرور آهي، پر ان سان گڏ جيستائين ان ۾ ٻيون ضروري خوبيون نہ هونديون، تيستائين ان کي "مختصر افسانو" چئي نٿو سگهجي. مختصر افسانو هڪ فن آهي، جنهن کي پنهنجا جمالياتي ۽ فني اصول آهن. افسانو جيستائين انهن اصولن کي پورو نٿو ڪري، تيستائين ان کي مختصر افسانو چوڻ غلط آهي. اهڙا افسانا، جيڪي رڳو مختصر ٿين ٿا، ۽ جن جو انهن جمالياتي ۽ فني اصولن سان ڪوبہ تعلق ڪونہ آهي، سي تہ شروع کان وٺي هن وقت تائين تاريخ جي جدا جدا دورن ۾ برابر لکبا رهيا آهن، پر انهن جمالياتي ۽ فني اصولن، مختصر افساني کي جيڪا خاص صورت ڏني، سا نئين زماني ۾ئي پيدا ٿي آهي- ورنہ اهي اصول انهن افسانن ۾ بہ نظر ايندا، جيڪي رڳو مختصر هوندا آهن، ۽ جن جي هر ملڪ ۽ هر قوم جي زندگيءَ ۾ هڪ خاص حيثيت هوندي آهي. ڪيترن ئي ملڪن جي ڏند-ڪٿائن ۾ اهڙيون ڪهاڻيون موجود آهن: بائيبل ۽ ٻين مذهبي ڪتابن ۾ بہ اهڙيون بيشمار ڪهاڻيون نظر اينديون: ليڪن انهن ڪهاڻين ۽ داستانن کي 'مختصر افسانو' چئي نٿو سگهجي. تنهن هوندي بہ، انهيءَ حقيقت کان بہ انڪار ڪونہ آهي تہ اِنهن ۾ ڪٿي ڪٿي مختصر افساني جو رنگ ضرور اچي ويو آهي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ مختصر افساني جي روايت، زندگي ۽ ادب ۾ هڪ پراڻي روايت آهي، جنهن هن زماني ۾ مڪمل فن جي صورت ورتي آهي، ۽ جنهن جا بنياد نئين زماني جي جمالياتي ضرورتن تي ڪنيل آهن. اهوئي سبب آهي، جو اهو افسانو جيڪو رڳو مختصر هجي، سو مختصر افسانو نہ آهي: بلڪ مختصر افسانو ادب جي آها شاخ آهي، جنهن جي فن جي پنهنجي هڪ دنيا آهي، ۽ ان دنيا جا پنهنجا اصول آهن، پنهنجا قدر آهن، پنهنجو درجو آهي، پنهنجا قاعدا ۽ قانون آهن: مختصر افسانو انهن اصولن ۽ قاعدن سان ئي سچاتو وڃي ٿو، ۽ انهن ڳالهين جي سيڙ کي ئي 'مختصر افسانو' چئي سگهجي ٿو.

مختصر افسانو جو فن اڻويهين صديءَ ۾ پيدا ٿيو. ان کان اڳ بہ هيءُ فن ڪنهن مڪمل صورت ۾ نظر نٿو اچي. هونئن تہ اڳي بہ افسانا ضرور لکبا هئا، جيڪي مختصر بہ هوندا هئا؛ پر مختصر هوندي بہ انهن جي جوڙجڪ داستانن ۽ ناولن جهڙي هوندي هئي. انهن افسانن ۾ هڪ پکيڙ هوندي هئي، هڪ ڊيگهہ هوندي هئي، ۽ پلاٽ جي مونجهاري ۽ ڪردارن جي رنگارنگيءَ سبب اهي اڳتي وڌندا هئا؛ تنهنڪري عام طرح انهن جو پلاس (Canvas) بہ وڏو هوندو هو. انهن ۾ وحدت توڙي موافقت ڏانهن ڪو خاص ڌيان ڪونہ ڏنو ويندو هو. ويهين صديءَ کان اڳ هر زبان ۾ اهڙي قسم جا بيشمار افسانا هئا- انگريزيءَ ۾ 'ڊڪنس' ان نموني جا ڪيترائي افسانا لکيا؛ فرانس جو اديب 'بالزاڪ' اهڙن افسانن جو اڳوان سمجهيو وڃي ٿو؛ روس ۾ 'ٽالسٽائي' وٽ ان قسم جا ڪيترائي افسانا ملن ٿا؛ اردوءَ ۾ 'سرشار'، 'شرر'، 'نذير احمد' ۽ 'راشد الخيري'، وغيره جا لکيل ان نموني جا ڪيترائي افسانا موجود آهن- پر فني اعتبار کان انهن ۾ ڪوبہ انفرادي شان پيدا ٿي نہ سگهيو. اهوئي سبب آهي جو انهن افسانن جي ڪابہ فني ۽ جمالياتي اهميت ڪين آهي؛ رڳو آڳاٽيءَ جي حيثيت هئا آهي، جيڪا انهن کي مزيدار ڪري ٿي. ٻين لفظن ۾، انهن افسانن جي دلچسپيءَ جو مرڪز، جوڙجڪ ۽ فن جي بدران، موضوع ۽ مواد جي گهڻائي هوندو هو، جنهن جي ڪري ئي اهي سلامت رهندا هئا.

اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ مختصر افسانو جي جنهن فن جي شروعات ٿي، ان کي اڳين قسم جي افسانن سان ڪوبہ تعلق ڪونہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ موضوع، مواد ۽ فن جي اعتبار کان انهن ۾ زمين ۽ آسمان جو تفاوت آهي. ان جو بنيادي سبب هيءُ هو تہ اڻويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين پهچندي پهچندي، حالتن ۾ ڏاڍو ڦيرو اچي ويو هو، ۽ زندگي هڪ نئينءَ منزل ۾ داخل ٿي چڪي هئي، جنهنڪري معاملن ۽ مسئلن ۾ فرق پيدا ٿي ويو هو: هرڪنهن جي مذاق ۾ ڦيرو آيو؛ ماڻهن جي فني سمجهہ ۽ پرورش هڪ نئون رخ اختيار ڪيو؛ تنهنڪري سندن جمالياتي ضرورتون بہ ٻيون هيون. مختصر افسانو کي ان ڦرندڙ فني پرورش ۽ نين جمالياتي ضرورتن جنم ڏنو. عام خيال آهي تہ اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ صنعتي انقلاب (Industrial Revolution) جي اثر هيٺ انساني زندگيءَ کي جنهن صورتحال سان واسطو پيو هو، انهيءَ ئي مختصر افسانو کي پيدا ڪيو. تنهنڪري، ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ جڏهن اڻويهين صديءَ تائين پهچندي پهچندي انسان جو ڪم ڪار نهايت وڌي ويو، ۽ وٽس ايترو وقت ڪونہ رهيو جو هو وڏا وڏا ڪتاب پڙهي دلچسپي حاصل ڪري سگهي، تڏهن هن ناول جي جاءِ تي مختصر افسانو جو اختراع ڪيو. انهيءَ خيال ۾ ڪنهن قدر سچائي ضرور آهي، پر بنيادي حقيقتن جي مقابلي ۾ سنجهس ڪابہ گهرائي نٿي معلوم ٿئي. بيشڪ، ان وقت صنعتي انقلاب جي ڪري ماڻهن جون مصروفيتون وڌي ويون هيون ۽ انهن وٽ فرصت جون ساعتون ورلي هيون، تنهنڪري هنن پنهنجي جمالياتي تسڪين لاءِ ادب ۽ فن جو هڪ اهڙو نمونو ڳولهي ڪڍيو ٿي، جنهن مان دلچسپي حاصل ڪرڻ ۾ گهڻو وقت نہ لڳي- انهيءَ صورتحال

مختصر افسانو پيدا ڪيو. پر، ان ڪان به وڌيڪ صحيح ڳالهه هيءَ آهي ته صنعتي انقلاب جيڪي حالتون پيدا ڪيون، تن انساني مزاج کي بلڪل بدلي ڇڏيو هو، ۽ ان جي مذاق ۾ هڪ اهڙي ڪيفيت پيدا ڪئي، جيڪا سراسر نئين قسم جي هئي: ماڻهو هرهڪ شيءِ کي هڪ نئين اصول مطابق ڏسڻ لڳا. نتيجو هي ٿيو، جو سندن جمالياتي تسڪين جي لاءِ هڪ نئين شيءِ جي ضرورت پيدا ٿي؛ تنهنڪري انهن ادب جي هرهڪ ڀاڱي جا نوان نوان نمونا پيش ڪرڻ شروع ڪيا. شاعريءَ ۾ طرز تحرير ۽ فڪر جا نوان نوان تجربا ڪيا ويا، ۽ ناولن جي جوڙجڪ جو به نئون طريقو اختيار ڪيو ويو. مختصر افسانو به انهن نين ۽ نيارين حالتن جي اثر هيٺ نون تجربن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن ڪيترن ئي انسانن کي جمالياتي حظ پهچايو، ۽ هن زماني ۾ به ان جي مقبوليت جو سڀ ڪان وڏو راز اهوئي آهي. پر ان جو سمورو دارومدار هروڀرو مختصر افساني جي ’اختصار‘ تي به ڪونه آهي. جيڪڏهن ائين هجي ها، ته مختصر افساني سان گڏوگڏ ناول جي فن جي ترقيءَ جو سلسلو به جاري نه رهي ها، ۽ مختصر افساني جي فن ۾ ’طويل مختصر افساني‘ جا نوان نوان تجربا به ڪونه ٿين ها. ناول جو فن، مختصر افساني سان گڏ ترقي ڪندو رهيو آهي. نئين جمالياتي احساس ان ۾ به نوان تجربا ڪيا آهن، ۽ اهڙيءَ طرح ان جي صورت به بدلبي پئي رهي آهي. گهڻئي نون ناول لکندڙن وٽ ان صورتحال جو احساس ملي ٿو. ناول جي انهن تجربن ۾ گهڻو ڪري انهن رازدارين ۽ پوشيدگين جو اثر آهي، جيڪي هن وقت ادب جي سڀني ڀاڱن ۾ ظاهر آهن- جنهن جو احساس نه رڳو انهن ناولن ۾ ملي ٿو، جن کي نون تجربن مختصر ڪري ڇڏيو آهي، بلڪ وڏن ناولن ۾ به اها خوبي نمايان نظر اچي ٿي. جيڪي مختصر ناول لکيا ويا آهن، تن ۾ ’ورجينا وولف‘ جا ڪي ناول خاص اهميت رکن ٿا. مثلاً، The Light House (روشنيءَ جو منارو) ۽ The Waves (لهرون) مختصر ناولن جي انهن تجربن جا سٺا نمونا آهن، جن سان رازداريءَ ۽ پوشيدگيءَ جي انداز سان گڏ نغماتي ڪيفيت جو به احساس ٿئي ٿو؛ جنهنڪري اهي شاعريءَ ۽ نظم جي ويجهو پهچي ويا آهن. طويل ناولن ۾ ’جيمس جوائس‘ جو ناول ”يوليسس“ (Ulyses) ان جو سهڻو مثال آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ذري ذري جو تفصيل ڏنل آهي، پر انهيءَ ذري ذري جي تفصيل ۾ به عام طرح جيڪا شيءِ سڀ ڪان وڌيڪ اسان جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ٿي، سا آهي ان جي رازداري ۽ پوشيدگي. مطلب ته هن زماني جي هرهڪ سٺي ناول نگار وٽ اهي تجربا ملن ٿا. ان جو بنيادي سبب هي آهي ته نئين زماني جي انسان جي ذهني ۽ باطني ڪيفيت گهڻي قدر ڦريل آهي. نين حالتن سندس مزاج ۽ جمالياتي احساس ۾ گهڻو ڦيرو آندو آهي. ناول ۾ جوڙجڪ جا اهي تجربا، جن ۾ رازداريءَ ۽ پوشيدگيءَ کي بنيادي حيثيت مليل آهي، حقيقت ۾ ان ڦرندڙ جمالياتي احساس جو نتيجو آهن. صنعتي انقلاب ڪان پوءِ جيڪي حالتون پيدا ٿيون آهن، تن زندگيءَ کي وڌيڪ پيچيدو بنائي ڇڏيو آهي. اڄ جو انسان به زندگيءَ جي انهيءَ پيچيدگيءَ سان گهڻي قدر مانوس ٿي ويو آهي.

اهوئي سبب آهي جو سنڌين سڌيءَ ڳالهه بدران هن کي ڪوڙ مزو ڪونه ٿو اچي؛ روبرو جي ڳالهين مان ڪيس ڪوبه آرام ڪونه ٿو پهچي؛ ۽ هن جو ذهن، زندگيءَ جي تهن کي کولڻ چاهي ٿو. تنهنڪري، هو چاهي ٿو ته زندگيءَ وانگر فن به ته در ته هجي. نئين زماني جي پيچيدي ماحول ماڻهن جا ذهن تيز ڪيا آهن، هن جي احساس ۾ زور پيدا ڪيو آهي، ۽ هن جي فڪر کي مٽي آڏامڻ سيکاريو آهي؛ تنهنڪري ضروري آهي ته هن وقت جا ماڻهو رازداريءَ ۽ پوشيدگيءَ جي انداز ۾ فن سان دلچسپي رکن ـ چاڪاڻ ته اهڙيءَ طرح انهن کي رازن ۽ رمزن جي تهن کولڻ جو موقعو ملي ٿو، ۽ هو پنهنجي لاءِ جمالياتي تسڪين حاصل ڪن ٿا. هن جي خيال مطابق رازداريءَ ۽ پوشيدگيءَ سبب فن ۾ حُسن پيدا ٿئي ٿو. مختصر افساني کي هن زماني جي انهيءَ ڦرندڙ صورتحال پيدا ڪيو آهي. ان جي پويان جمالياتي احساس جون آهي گهرجون آهن، جيڪي ان ڦرندڙ صورتحال جي اثر هيٺ هڪ نئين صورت وٺي رهيون آهن، ۽ جن ادب ۽ فن جي قدرن ۽ قيمتن ۾ خاص تبديليون آنديون هيون؛ مختصر افساني جو فن انهن تبديلين جي پوريءَ طرح نمائندگي ڪري ٿو.

ظاهر طرح ائين ڏسجي ٿو ته ناول ۽ مختصر افسانو هڪ ٻئي سان گهاٽو تعلق رکن ٿا؛ جيتوڻيڪ حقيقت ۾، ادب جي مختلف نمونن هئڻ ڪري، انهن جو پاڻ ۾ سڌيءَ طرح ڪوبه تعلق ڪونه آهي. هن زماني ۾ مختصر افساني کي جيڪا مقبوليت حاصل ٿي آهي، ان جو اهو مطلب نه سمجهڻ گهرجي ته مختصر افساني، ناول جي جاءِ ورتي آهي؛ يا مختصر افسانو، ناول جي ڪا ارتقائي صورت آهي. ناول ۽ افسانو ادب جا ٻه جدا جدا نمونا آهن، ۽ اهوئي سبب آهي جو نئين زماني ۾ افساني سان گڏ ناول جو فن به ترقي ڪندو نظر اچي ٿو. ڪيترين زبانن ۾ تمام سٺن افسانن سان گڏ اعليٰ درجي جا ناول به لکيا ويا آهن؛ ۽ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي ٻنهي کي مقبوليت به حاصل آهي. ان جو سبب هيءُ آهي ته ناول ۽ مختصر افساني، ٻنهي جو ميدان الڳ ـــ آهي: ناول زندگيءَ جي وسعت ۽ ان جي گهرائيءَ جي تصوير پيش ڪري ٿو، ۽ مختصر افساني جي اڳيان زندگيءَ جا اهي پاسا هوندا آهن، جن جو وسعت ۽ گهرائيءَ سان ڪوبه تعلق ڪونه آهي. مختصر افسانو زندگيءَ جي ڪنهن وقتي حالت جي ترجماني ڪري ٿو، پر ناول ۾ انسان جي زندگيءَ جون سڀئي تصويرون چٽجي وڃن ٿيون. ننڍپڻ کان وٺي مرڻ گهڙيءَ تائين، ماڻهن جو جن جن واقعن ۽ معاملن سان واسطو پوي ٿو، اهي سڀ ناول جي فن جا موضوع ٿين ٿا ـ انهيءَ ڪري ئي ناول ۾ ذري ذري جو تفصيل هوندو آهي. ان جي برخلاف، مختصر افسانو زندگيءَ جي ڪنهن خاص حصي جو نقش چٽي ٿو: ڪنهن ماڻهوءَ سان ٿيل ڪا ماجرا هن جي ڪا خاص وقتي حالت، ۽ ڪو ذهني سونجهارو افساني جو موضوع ٿي سگهي ٿو. ظاهر آهي ته ڪنهن وقتي حالت کي پيش ڪرڻ وقت ذريون ذريون ڳالهيون بيڪار هونديون آهن؛ تنهنڪري مختصر افساني ۾ اختصار هوندو آهي: پر مختصر افساني جو فنڪار ان اختصار ۾ به معنويت جون دنيائون پيش ڪندو

آهي. نه چوڻ کان پوءِ به گهٽوئي ڪجهه چوڻ، سنڌس فن جي بنيادي خوبي آهي. افسانيءَ نگار کي پنهنجي ڳالهه مختصر بيان ڪرڻ لاءِ هڪ ’محور‘ ضروري آهي. اهو محور خيال جي وحدت سبب پيدا ٿئي ٿو؛ ۽ ان خيال جي وحدت کان اثر جي وحدت پيدا ٿئي ٿي. ان خيال جي وحدت ۽ اثر جي وحدت کان سواءِ، مختصر افساني کي فني لحاظ کان مختصر افسانو چئي نٿو سگهجي.

هوڏانهن ته مختصر افساني ۾، ناول وانگر، انهن ڳالهين جو هئڻ ضروري آهي، جن کان سواءِ ان کي مختصر افساني جي درجي ۾ آڻي نٿو سگهجي: ان جي لاءِ پلاٽ (رٿا) ضروري آهي؛ ڪردارن يا اِنهن جو ڪو حصو ضروري آهي؛ ڪو شخصي اصول يا زندگيءَ جو مقصد ضروري آهي: انهن ڳالهين کان سواءِ نه ان ۾ اها رازداري ۽ پوشيدگي پيدا ٿي سگهي ٿي، ۽ نه خيال جي وحدت ۽ اثر جي وحدت؛ ڇاڪاڻ ته انهن سڀني شين جي استعمال کان پوءِ ئي اهي خوبيون پيدا ٿي سگهن ٿيون. پر، اڄڪلهه مختصر افساني ۾ جيڪي نوان نوان تجربا ڪيا ويا آهن، تن ان جون ڪيتريون ئي پابنديون ختم ڪري ڇڏيون آهن. هينئر ڪي اهڙا به افسانا لکيا ويا آهن، جن ۾ پلاٽ جو نالوئي ڪونه آهي-حالانڪ افساني ۾ پلاٽ کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. پلاٽ آکاڻيءَ جي ترتيب جو نالو آهي، ۽ ان ترتيب کان سواءِ افساني جي افسانويت ختم ٿيو وڃي؛ تنهنڪري مختصر افساني ۾ پلاٽ لازمي آهي. مختصر افسانو سڀ کان پهرين ’افسانو‘ ٿئي ٿو، ۽ افساني هئڻ جي لاءِ ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن حد تائين آکاڻيءَ جي خاص ڳالهين جو هجڻ ضروري آهي. انهن خاص ڳالهين جي اهميت جو احساس ئي آهي، جيڪو پلاٽ پيدا ڪري ٿو. ناول ۾ به پلاٽ کي ايتري اهميت ڪين آهي، جيتري مختصر افساني ۾ آهي. ناول ۾ ته ڪردارئي آهن، جيڪي خاص ڪم ڪن ٿا؛ پر مختصر افساني ۾ ڪردارن جي ارتقائي حالت جو تفصيل ڪونه ٿئي: ان مان ظاهر آهي ته افساني ۾ پلاٽ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ ضرور هئڻ گهرجي. ناول ۾ پلاٽ جو ميدان تمام وسيع هوندو آهي، ۽ ڪردارن جي فطري ترقيءَ سان گڏ ان جي ترقيءَ جي رفتار به برابر هوندي آهي: پر مختصر افساني ۾ ائين ڪونه آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڪردارن جي ارتقائي حالت ڪانه ڏيکاربي آهي؛ تنهنڪري آکاڻيءَ ۽ پلاٽ سان ان جي موافقت جو ڪو سوال ئي نٿو اٿي. افساني ۾ ته ائين ٿيندو آهي، جو ڪنهن وقت ڪو معمولي واقعوئي پلاٽ جي صورت وٺندو آهي. ان واقعي جي بيان ۾، ناول جهڙو تفصيل بيان ڪري نٿو سگهجي؛ ڇاڪاڻ ته اهو واقعو خود به زندگيءَ جي ڪنهن هڪ ساعت سان تعلق رکي ٿو. تنهنڪري، ان واقعي سبب مختصر افساني ۾ جيڪا ترتيب پيدا ٿئي ٿي، تنهن ۾ سادگيءَ جو احساس هوندو آهي: پر ان سادگيءَ ۾ خوبصورتيءَ جو رنگ اها رازداري ۽ پوشيدگي پري ٿي، جنهن کي مختصر افساني جو فنڪار ڪنهن به حالت ۾ پاڻ کان جدا ڪري نٿو سگهي. ان ڪري، پلاٽ ۾ دلچسپي قائم رهي ٿي، ۽

ٻڌندڙن جي فڪري ضرورتن جو پورائو ٿئي ٿو: هڪ هڪ جملو ۽ هڪ هڪ لفظ هن جي فڪري طاقتن کي تحرڪ ۾ آڻي ٿو، ۽ هو ان تفصيل کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جيڪو انهن جملن ۽ لفظن جي تهن ۾ لڪل هوندو آهي. ان مختصر ۽ سادي پلاٽ جي پڙهڻ جو حقيقت ۽ سچائيءَ تي هجڻ يقيني آهي؛ ڇاڪاڻ ته اهو واقعو، ذهن تي ڪنهن سخت اثر سبيان، مختصر افسانيءَ جي فنڪار جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو. جڏهن ته ان جون حدون پڪڙيل ڪين هونديون آهن، تنهنڪري ان ۾ غير فطري ڳالهين جي داخل ٿيڻ جو امڪان ڪو ٿورو ٿي هوندو آهي. پلاٽ جي مختصر هجڻ سبب، ان جي هيٺ-مٿاهين تي فنڪار جو ڌيان وڌيڪ رهندو آهي؛ تنهنڪري هو ان جي اهميت کي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هن جو اهوئي تخليقي عمل آهي، جيڪو مختصر افسانيءَ جي فن کي انهن خوبين سان مالامال ڪري ٿو، جيڪي ناول ۽ مختصر افسانيءَ ۾ هرهنڌ هجڻ ضروري آهن.

پلاٽ ۾ وحدت ۽ سلسلي جو هجڻ تمام ضروري آهي-۽ مختصر افسانيءَ ۾ وحدت ۽ سلسلي جي اها خوبي ته پاڻ وڌيڪ ظاهر هوندي آهي. ان جو هڪڙو سبب هي آهي ته موضوع ۽ مواد مختصر هوندو آهي، ۽ ٻيو ته ان کي سادگيءَ ۽ اختصار سان پيش ڪيو ويندو آهي. انهن حالتن ۾، وحدت ۽ سلسلي جو باقي رکڻ البت آسان ٿئي ٿو. ظاهري طرح، مختصر افسانيءَ جي پلاٽ ۾ ان هيجاني ڪيفيت (Suspense) جي جاءِ البت ٿوري هوندي آهي، جيڪا ناول جي پلاٽ ۾ واقعن يا ڪردارن جي حرڪت سبب پيدا ٿئي ٿي. مختصر افسانيءَ جي پلاٽ ۾ نه ته واقعا گهڻا هوندا آهن، ۽ نه ئي ڪردارن جي حرڪت جي ڪا اهڙي خبر پوندي آهي. ناول جي برعڪس، مختصر افسانيءَ جي سموري پلاٽ ۾ هڪ سنسني (Suspense) جي حالت هوندي آهي. اهو سنسني ڪان شروع ٿئي ٿو، ۽ سنسني تي ئي ختم ٿئي ٿو-اهائي مختصر افسانيءَ جي وڏي ۾ وڏي خوبي آهي.

پلاٽ ۾ ڪردار پوريءَ طرح ظاهر ڪونه ٿا ٿين؛ انهن جو ڪو هڪ حصو، يا انهن مان ڪنهن فرد جي خاص حرڪت ظاهر ٿئي ٿي: تنهنڪري مختصر افسانيءَ جي فن ۾ ڪردارنگاريءَ کي خاص اهميت ڪانه آهي. حقيقت ۾، مختصر افسانيءَ جا ڪردار ته رڳو چند ساعتن جي لاءِ نروار ٿين ٿا، جنهنڪري انهن جو رڳو هڪ جهلڪو نظر ايندو آهي: پر ان جهلڪي مان به هن کي سڃاڻي سگهجي ٿو؛ انهن جي لاءِ ڪا راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي؛ ۽ اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته انهن ڪردارن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون وصفون آهن. ظاهر آهي ته ڪردارن جو سمورو تفصيل مختصر افسانيءَ ۾ اچي نٿو سگهي؛ تنهنڪري جيتوڻيڪ مختصر افسانيءَ ۾ ڪردار به ملن ٿا، ۽ انهن جي وصفن ۽ بنيادي خوبين تي روشني به پوي ٿي، پر انهن جي ترجمانيءَ ۾، پلاٽ وانگر، تفصيلوار ذڪر ڪونه ٿئي. تنهن هوندي به، ڪردارن ڏانهن ڪي اشارا ضرور اچن ٿا. انهن اشارن جي ڪري ئي ڪردارن جي تصوير سامهون اچي ٿي. ايتريقدر، جو ڪن

افسانن ۾ - جن جو موضوع ڪنهن خاص ڪردار يا ان جي ڪنهن خاص ذهني حالت بابت هوندو آهي - اهائي رازداريءَ جي حالت هوندي آهي. اهوئي سبب آهي، جو مختصر افساني ۾ ڪردارنگاريءَ جو طريقو ناول جي ابتڙ هوندو آهي. ناول ۾ اشارن جي بدران ڪليل انداز هوندو آهي، جنهنڪري ڪردار جي بلڪل ظاهر ۽ چٽي تصوير اُڀري سگهندي آهي: پر مختصر افساني ۾ تصوير ابري ٿي ڪين؛ اها سامهون ايندي به نظرن کان لڪل هوندي آهي.

هونئن ته مختصر افساني ۾ جتي به ڪردارن جي وصفن تي روشني وڌي ويندي آهي، ته اتي ڪجهه ڊرامي جهڙو انداز ضرور پيدا ٿي ويندو آهي - ۽ ڪردارن جي بنيادي خوبيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ان ڊرامائي طريقي جو پيدا ٿيڻ به ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي ئي ڪري خيال ڪرڻ جي قوت حرڪت ۾ اچي ٿي، ۽ اهڙيءَ طرح ڪردارن جون اهي خوبيون، جيڪي نظرن کان لڪل آهن، سامهون اچي سگهن ٿيون. تنهنڪري، مختصر افساني ۾ ڪردار نگاري 'مقصد' ڪونه آهي، بلڪ هڪ 'وسيلو' آهي. مختصر افساني جو فنڪار، پنهنجي بنيادي خيال کي چڱيءَ طرح ظاهر ڪرڻ جي لاءِ ڪردارنگاريءَ کي وسيلو بنائي ٿو. اها حرڪت افساني جو بنيادي موضوع بہ ٿي سگهي ٿي، پر ان جو مقصد 'ڪردارنگاري' نہ آهي؛ تنهنڪري مختصر افسانن ۾ اهڙي ڪردارنگاري ڏسڻ ۾ نٿي اچي، جنهن ۾ تفصيلوار ڳالهيون آنديون ويون هجن. ان جو مطلب اهو بہ ڪين آهي تہ اهڙا افسانا لکيل ئي ڪونہ آهن: ڀلي مختصر افسانن ۾، ناول وانگر، ڪردارنگاريءَ کي بنيادي حيثيت حاصل نہ هجي، پر اهڙا افسانا موجوده دور ۾ لکيا ويا آهن، جن جو مقصد ڪن خاص ڪردارن کي چڱيءَ طرح سمجهڻ آهي. اردوءَ ۾ محمد حسن عسڪريءَ جو افسانو "چائے کي پيالي"، منٽوءَ جو "موذيل"، ۽ ممتاز مفتيءَ جا اڪثر افسانا هن قسم جي افسانن جو سهڻو مثال آهن. اهڙن افسانن جو بنياد، ڪردارن جي نفسيات تي هوندو آهي؛ پر انهن ۾ بہ ڪردارن جي زندگيءَ جو سمورو تفصيل ڪونہ هوندو آهي: رڳو زندگيءَ جي ڪنهن هڪ حصي کي بيان ڪيو ويندو آهي، جنهنڪري انهن تي روشني پوي ٿي، يا ڪردارن جي زندگيءَ جا ڪي معاملا انهن جي بنيادي خوبين کي چٽيءَ طرح ظاهر ڪن ٿا. افساني جو فنڪار انهن کي اسان جي اڳيان پيش ڪرڻ کان پوءِ بہ پنهنجي طرفان ڪجهه نٿو چوي. انهن ڪردارن جي زندگيءَ جو جيڪو رخ پيش ڪيو وڃي ٿو، سو خود بخود انهن کي بي نقاب ڪري ٿو؛ جنهن ڳالهہ ڏانهن اشارا ڪيا وڃن ٿا، اها هوبهو اسان جي اڳيان پڌري ٿيو پيئي ٿي؛ تنهنڪري مختصر افساني ۾ ڪردارنگاريءَ جو بہ هڪ خاص طريقو آهي، جنهن ۾ تمثيلي انداز ۽ رازداريءَ جو اصول بنيادي حيثيت رکي ٿو. هن زماني جي وڌندڙ نفسياتي پروڙ ان طريقي کي مختصر افساني جي فن ۾ ڀاڱ وڌيڪ اڀاريو آهي؛ ۽ اڄ مختصر افساني جي فن ۾ ڪردارن جي چٽسالي جيڪو نئين ڪان نئون طريقو اختيار ڪري رهي آهي، اهو ان جو خاص نتيجو آهي.

پلاٽ ۽ ڪردار مختصر افسانيءَ ۾ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ حيثيت رکن ٿا، هوندي انهن ٻنهي کي ڪابه وڏي فني اهميت ڪانه آهي. انهن جو بنياد ڪنهن نه ڪنهن مرڪزي خيال تي ٻڌل هوندو آهي، ۽ اهي ڪنهن نه ڪنهن بنيادي اصول جي چوڌاري ڦرندا آهن: بلڪ ائين چوڻ وڌيڪ درست آهي ته مختصر افسانيءَ جي فنڪار جو پنهنجو "اصول" ئي آهي، جيڪو پلاٽ ۽ ڪردار جي عمارتن کي مٿي کڻي ٿو، تنهنڪري مختصر افسانيءَ جي فن ۾ "اصول" کي وڏي اهميت حاصل هوندي آهي. حقيقت ۾ فنڪار جو اصول ئي افسانيءَ جو موضوع هوندو آهي — ان کان پوءِ پلاٽ ۽ ڪردار آهن. زندگيءَ ۾ بيشمار واقعا ٿيندا رهن ٿا، پر افسانيءَ جو فنڪار انهن سڀني کي پنهنجو موضوع بنائي نٿو سگهي: هو فقط انهيءَ واقعي کي پنهنجو موضوع بنائيندو، جيڪو سندس اصول مطابق هوندو ۽ سندس حياتيءَ جي مقصد سان لهڪي ٺهڪي ايندو. سبب هي آهي، ته پلاٽ ۽ ڪردارن سان هن جي ڪا خاص دلچسپي ڪانه هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته سندس فن ڪيس ائين ڪرڻ جي اجازت نٿو ڏئي. هن جو فن ته مختصر هئڻ ڪري ڪانئس فقط هن ڳالهه جو مطالبو ڪري ٿو ته هو زندگيءَ جي ڪنهن خاص گوشي ڏانهن پنهنجو ڌيان ڏئي: ۽ سندس بنيادي خيال، اصول ۽ مقصد سڀ کان سواءِ، هن جي لاءِ ٻيو ڪو به خاص گوشو ئي نٿو سگهي؛ تنهنڪري مختصر افسانو انهيءَ نقطي کان پنهنجي فن جو ارتقائي سفر شروع ڪري ٿو، ۽ اهائي ئي ان جي پوئين منزل به هوندي آهي. ناول نگار وانگر، افساني نگار کي اهو موقعو ئي ڪٿي ملي ٿو ته هو ڪردارن جي وسيلي، يا آکاڻيءَ جي هيٺ مثالن جي ذريعي، پنهنجي مقصد جي وضاحت ڪري، ڇاڪاڻ ته هن مختصر ميدان ۾ ان جو سمائجڻ محال آهي؛ تنهنڪري هن کي پنهنجي مقصد ۽ اصول تي پوريءَ طرح ڀروسو نٿو ٿئي. اهوئي سبب آهي، جو سندس هرهڪ جملي ۽ هرهڪ لفظ ۾ اهڙي ته رازداري هوندي آهي، جو ان مان سندس مقصد ۽ اصول ظاهر ٿيندو رهندو آهي. ناول ۾ مقصد ۽ اصول جي وضاحت ڪيترن ئي طريقن سان ٿئي ٿي: ڪٿي ڪردار ان کي ظاهر ڪن ٿا، ۽ ڪٿي خود ناول نگار پنهنجو خيال ظاهر ڪري ٿو: پر مختصر افسانيءَ ۾ ان جو امڪان ئي ڪونه آهي. ان ۾ مقصد ۽ اصول تي بحث ٿي نٿو سگهي؛ تنهنڪري ان طرف ڏانهن رڳو اشارا ٿيندا آهن، جيڪي اول کان وٺي آخر تائين هلندا رهندا آهن. اهوئي سبب آهي جو مختصر افسانيءَ ۾ ڪجهه به نه چوڻ کان پوءِ به گهڻوئي ڪجهه چيو آهي، ۽ ان جا پڙهندڙ ڪجهه نه سمجهڻ کان پوءِ به گهڻوئي ڪجهه سمجهندا آهن.

مختصر افسانيءَ ۾ ظاهري طرح فضا ۽ ماحول جو بيان تمام گهٽ هئڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ بياني انداز اختيار ڪرڻ جي لاءِ ڪابه جاءِ ڪانه هوندي آهي؛ پر جنهن ته جنهن بنيادي مقصد کي اڳيان رکي ان کي تيار ڪيو ويندو آهي، ان جو ڪو نه ڪو پس منظر ۽ بنياد ضرور هوندو آهي، تنهنڪري ان ۾ فضا ۽ ماحول جا نقش ظاهر ٿين ٿا. ان فضا ۽ ماحول کي بلڪل پنهنجو بنائڻ، ۽ پڙهندڙن کان اهو قبول ڪرائڻ فنڪار جو هڪ ضروري

فرض آهي. مختصر افساني جي فن انهيءَ ڪم جو پورائو نه ڪيو آهي، پر ناول وانگر ان جو ميدان مختصر ٿئي ٿو، تنهنڪري، فضا ۽ ماحول جي ترجمانيءَ ۾، ناول جهڙي ڳالهه افساني ۾ پيدا ٿيڻ محال آهي. هونئن ته افساني نگار پنهنجي خاص طريقي سان فضا ۽ ماحول جو احساس ضرور ڏياري ٿو، پر جنن نه هتي به ڪيس تفصيل ۾ پوڻو ڪين آهي، تنهنڪري هو رڳو اشارن جي وسيلي ماحول ۽ فضا جي تصوير ڪڍي سگهي ٿو، جيڪا ڏاڍي اثرائتي هوندي آهي، ڇاڪاڻ ته پڙهندڙن جي ذهن ۽ شعور تي ان جو برابر اثر ٿيندو رهندو آهي: پر مختصر افساني ۾ اها فضا ۽ ماحول جي ترجماني ڪا به اهميت ڪانه ٿي رکي؛ ڇالاءِ ته اها فقط فنڪار جي بنيادي مقصد کي ظاهر ڪري ٿي، ۽ ان جي نقش کي چٽو ڪري ٿي. تنهنڪري، مختصر افسانن ۾ جتي به فضا ۽ ماحول جي ترجماني ملي ٿي، اتي فنڪار ڪن ضروري خيالن کي واضح ڪندو نظر اچي ٿو. گويا، اهو فضا ۽ ماحول، ڪردارن وانگر، رڳو هڪ وسيلو آهي اصل مقصد جي اظهار جو. هن وقت کي اهڙا به افسانا لکيا ويا آهن، جن ۾ ماحول ۽ فضا جي ترجماني پوريءَ طرح ظاهر آهي؛ پر اهڙي قسم جي افسانن ۾ به فنڪار جي اڳيان ڪو نه ڪو مقصد ضرور هوندو آهي. ان هوندي به، مختصر افساني ۾ فضا ۽ ماحول جي ترجمانيءَ سبب احساس ۽ اثر زياده ٿئي ٿو- ان ڪري پلاٽ، ڪردارن، اصول ۽ مقصد سان گڏ، ماحول ۽ فضا جي ترجماني به مختصر افساني جي فن جو هڪ حصو ٿي بڻي آهي.

پلاٽ، ڪردار، مقصد، فضا ۽ ماحول- انهن سڀني ڳالهين کي مختصر افساني جي فن ۾ خاص درجو حاصل آهي، پر هيءَ حقيقت آهي ته منجهس سمورو کيل اسلوب، انداز بيان ۽ طرز ادا (عبارت) جو هوندو آهي. هونئن ته ادب جي هرحصي ۾ انهيءَ ضرورت کي وڏي اهميت حاصل آهي، پر مختصر افساني جي فن ۾ ان کي وڏيڪ ضروري سمجهيو وڃي ٿو. دراصل مختصر افساني جو ميدان تمام ننڍڙو هوندو آهي، تنهنڪري ان جي پورائيءَ لاءِ افساني نگار کي هڪ اهڙو انداز بيان اختيار ڪرڻو پوي ٿو، جيڪو ان اختصار سان مطابقت رکندو هجي- پر ان طرح، جو ڪنهن به ڳالهه ۾ ڪو سونجهارو نه معلوم ٿئي. جڏهن ته مختصر افساني جو فنڪار هڪ اهڙي عبارت پيش ڪري ٿو، جنهن ۾ اختصار هوندي به هڪ وسعت هوندي آهي: تنهنڪري مختصر افساني ۾، شاعريءَ وانگر، "لفظن" کي ڏاڍي اهميت حاصل آهي. هرهڪ لفظ ۽ ان جي استعمال مان فنڪار وڏا وڏا ڪم وٺندو آهي. ڪنهن وقت ته ائين به ڏٺو ويو آهي، جو رڳو هڪڙي لفظ تي سڄي افساني جو بنياد هوندو آهي- جيڪڏهن ان هڪڙي لفظ کي هٽايو وڃي ته افساني جو وجود ئي ختم! ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿئي ٿو جو افساني ۾ لفظ پنهنجو اصلي مفهوم ڦيرايو ڇڏين، ۽ فنڪار جو جادو نگار قلم انهن ۾ نيون نيون معنائون پيدا ڪري وجهندو آهي. اهوئي حال جملن جي بناوت ۽ فقرن جي جوڙجڪ جو هوندو آهي. مختصر افساني ۾ انهن جون به ڪيتريون ئي صورتون آهن. فنڪار

انهن سڀني مان پنهنجي مقصد مطابق ڪم وٺڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. تنهنڪري، مختصر افساني جي فنڪار لاءِ تمام ضروري آهي ته زبان ۽ بيان تي ڪيس پوريءَ طرح قدرت حاصل هجي؛ ٻيءَ صورت ۾ افساني جي سموري جوڙجڪ خراب ٿي پوندي. پر ان جو مطلب اهو هرگز ڪونه آهي ته رڳو مضمون نگاري هٿ گهرجي. مختصر افساني ۾ مضمون نگاريءَ جي لاءِ تمام ٿورڙي گنجائش هوندي آهي. هتي ته هرڪو لفظ خيال سان تعلق رکي ٿو؛ هرهڪ جملي کي موضوع سان نسبت هوندي آهي، ۽ هرهڪ فقرو اصل مواد جي مطابق هوندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو مختصر افساني ۾ ڪوبہ لفظ اجايو استعمال نٿو ٿئي. مختصر افساني ۾ شاعريءَ وانگر لفظ پنهنجيءَ سهڻيءَ ترتيب سان استعمال ٿين ٿا. هر لفظ ۾ ڪا رمزيت رچيل هوندي آهي، ۽ ان جون جدا جدا معنائون هونديون آهن. لفظن ۾ جيستائين هيرن جي گهڙاوت جهڙي حالت نہ هوندي، تيستائين انهن جو خاطر خواه اثر نہ ٿيندو. اهوئي سبب آهي، جو مختصر افساني جي فنڪار کي اهڙي جوڙجڪ ڪرڻ وقت ڏاڍي هنرمنديءَ کان ڪم وٺڻو پوندو آهي. پر ان ۾ ڪنهن ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي: فنڪار ڄاڻي ٻجهي اها ڪوشش نٿو ڪري، بلڪ موضوع جي مناسبت مطابق هن جو چالاڪ ۽ هنرمند ذهن اهڙي صورتحال پاڻ پيدا ڪري ٿو. موضوع ۽ مواد جون بنيادي خوبيون، مختصر افساني ۾ عبارت ۽ انداز بيان کي پيدا ڪن ٿيون، ۽ ان ڪري هر فنڪار وٽ اهو هڪ خاص سانچي ۾ گهڙيل نظر ايندو آهي.

انهن سڀني ڳالهين جون بنيادي خوبيون جڏهن هڪ هنڌ ڪٺيون ٿين ٿيون، تڏهن مختصر افساني جو فن، جڙي راس ٿي، هڪ خاص صورت اختيار ڪري ٿو. انهيءَ آخري صورت ۾، بنياد اهوئي 'اختصار' آهي، جيڪو خاص مختصر افساني جي لاءِ هوندو آهي، ۽ جنهن جي ڪري پلاٽ، ڪردار ۽ عبارت – سڀ ان ۾ هڪ نئين صورت وٺندا نظر ايندا آهن. اهو نئون روپ ان فن ۾ هڪ انفراديت پيدا ڪري ٿو، جنهن جي وسيلي هو پنهنجي پيرن تي ڪڙو ٿئي ٿو ۽ ڪيس ٻي ڪنهن سهاري جي ضرورت ڪانہ ٿي رهي. "ليوڪس" جي چوڻ مطابق، "مختصر افساني جي پنهنجي هڪ دنيا هوندي آهي، ۽ ان جي لاءِ هي بہ ضروري آهي تہ هو پنهنجي هڪ دنيا پيدا ڪري" – تنهنڪري اهو پنهنجي دنيا پيدا ڪري ٿو، ۽ پاڻ خود بہ هڪ دنيا ٿيو پوي.

مختصر افساني جي ان دنيا ۾ جيڪا شيِ سڀ کان وڌيڪ اسان جي ڌيان کي ڇڪي ٿي، سا آهي ان جي "اثر جي وحدت". جيئن تہ ان جي بناوت ننڍين ننڍين ڳالهين کي ظاهر ڪرڻ جي اجازت نٿي ڏئي، تنهنڪري رڳو مرڪزي خيال کي اڀاري رکڻ ۽ مختلف گوشن تان ان تي روشني وجهڻ ئي فنڪار جو ڪم هوندو آهي. ليڪن جيئن تہ اهو مرڪزي خيال ڪي پيچيدو هوندو آهي، ۽ نہ ان ۾ وسعت ۽ ڪشادگي هوندي آهي، تنهنڪري مختصر افسانو ان محدود حلقي مان ٻاهر نٿو نڪري – فنڪار انهيءَ بنيادي خيال کي ڌيان ۾ رکي ٿو. جڏهن تہ خيال هڪڙوئي

هوندو آهي، تنهنڪري خود ان ۾ به وحدت هوندي آهي. جڏهن فنڪار ان کي هڪ وحدت سمجهي ان ڏانهن پنهنجو ڌيان ڪري ٿو، تڏهن ازخود سندس اظهار ۾ به وحدت جي خوبي ظاهر ٿيڻ لڳي ٿي، بلڪ شعوري طرح هو اها خواهش محسوس ڪرڻ لڳي ٿو ته وحدت پڙهندڙن تي خاطر خواه اثر ڪري؛ تنهنڪري اثر جي اها وحدت، مختصر افساني جو هڪ خاص جزو ٿئي ٿي. مختصر افساني جا سڀ نقاد هن خيال تي متفق آهن، ته ان ۾ اول ڪان وٺي آخر تائين اثر جي اها وحدت قائم هئڻ گهرجي. ¹ايڊگر ايلن پو²–جيڪو مختصر افساني جو نقاد به هو، ۽ جنهن پاڻ به مختصر افساني ۾ تجربا ڪيا آهن–چوي ٿو ته "مختصر افساني ۾ جنهن شَي کي خاص اهميت حاصل آهي، سا آهي اثر جي وحدت؛ جاڪاڻ ته اثر جي وحدت ڪان سواءِ ان جو مقصد پورو نٿو ٿئي–بلڪ ان جي جوڙجڪ به خاطرخواه اثر نٿي ڪري". تنهنڪري، جيڪڏهن اها خوبي مختصر افساني جي فن ۾ نه هجي، ته اهو مختصر افساني جي فني حدن اندر نه چئبو، ۽ جمالياتي حس کي گهربل تسڪين ميسر ٿي نه سگهندي. جڏهن ته مختصر افسانو ڪنهن مقصد کي اڳيان رکي تخليق ڪيو وڃي ٿو، تنهنڪري ان مقصد جيِ وحدت ان ۾ اثر جي وحدت کي خود بخود پيدا ڪري ٿي. اهوئي سبب آهي، جو اثر جي وحدت جو خيال شعوري نه هوندو آهي: اهو موضوع، هيئت، مواد ۽ جوڙجڪ جي ميلاپ جو فطري نتيجو هوندو آهي.

اثر جي وحدت سان گڏ، مختصر افساني جي فن ۾ ان جي رازداري ۽ پوشيدگي به ڪا گهٽ اهم ڪانه آهي. اول ڪان وٺي آخر تائين ان ۾ رازداريءَ جو هئڻ لازمي آهي. ان جي شروعات ڪنهن اهڙي واقعي سان ٿئي ٿي، جيڪو حقيقي هوندو آهي–يعني جنهن کي زندگيءَ سان ڪي ورتو ويو هوندو آهي؛ پوءِ ان تي جنهن طريقي سان روشني وڌي وڃي ٿي، اها شروع ڪان وٺي آخر تائين ان کي پوريءَ طرح واضح ڪرڻ نٿي ڏئي. فنڪار ان کي واضح ڪرڻ جي لاءِ رڳو اشارن ڪان ڪم وٺي ٿو. آخر ۾ اها اسرار پري پوشيده حالت پاڻ گهٽو وڌي وڃي ٿي، ۽ پڙهندڙ ائين ٿي خيال ڪندو رهجيو وڃي؛ هن جي اڳيان ڪيترين ئي ڳالهين غور ڪرڻ لاءِ اچيو ڪئيون ٿين. جيڪڏهن ڪنهن افساني ۾ اها خوبي نه هجي، ته ان کي مختصر افسانو چئي ڪين سگهبو. انگريزيءَ جي مشهور افساني نگار ۽ انشاپرداز، اسٽيونسن، ان کي ڏاڍيءَ خوبيءَ سان پنهنجي هڪ خط ۾ ظاهر ڪيو آهي. سرسڊني ڪالون سندس هڪ افساني تي هيءَ راءِ ظاهر ڪئي هئي ته ¹ان جي پڇاڙي ٺيڪ نه آهي، تنهنڪري ان کي ڦيرائي جڏڻ گهرجي.² ان جي جواب ۾ اسٽيونسن لکيو:

"آءٌ اهڙيءَ طرح نٿو لکان، منهنجي لکڻ جو اهو طريقو ڪونه آهي ته هر ڳالهه کي چٽيءَ طرح ظاهر ڪريان. آءٌ ته آڪاڻيءَ ۾ هڪڙي اثر سان گهٽائي اثر پيدا ڪندو آهيان. جيڪڏهن آءٌ پنهنجي هن افساني ۾ ڦيرڦار ڪريان ته ان جو مطلب اهو ٿيندو ته آءٌ ان جي نئين سر شروعات به ڪريان. افسانو ته هڪ مستقل وحدت آهي، تنهنڪري

مون کي ته ان جو خيال به ٿي ٿو سگهي ته آيا ان جي بچاءَ ۾ ڪا اُپرقار ڪري سگهندس. ڇاڪاڻ ته، منهنجي خيال مطابق، افساني جي شروعات ۽ ان جي بچاءَ ۾ اهڙو تعلق آهي، جهڙو گوشت ۽ هڏي ۾ هوندو آهي، تنهنڪري انهن جي هڪ ٻئي کان جدا ٿيڻ جو سوال ئي نٿو اٿي".

اسٽيونسن پنهنجي خط ۾ انهيءَ ڳالهه تي به خاص طرح زور ڏنو آهي ته افساني کي مجموعي طرح پورو واضح هئڻ نه گهرجي، بلڪ ان ۾ هڪ پوشيدگيءَ جي حالت ضروري آهي. ان پوشيدي انداز سبب هڪ ته دلچسپي قائم رهي ٿي، ۽ ٻيو ته افساني جي معنوي حسن ۾ ڪشادگيءَ جو احساس وڌي ٿو. ازان سواءِ، ان رازداري ۽ پوشيدگيءَ ۾ جيڪا سڀ کان اهم ڳالهه آهي، اها آهي جمالياتي ڪيفيت. هر فن ۾ ڪنهن نه ڪنهن حد تائين اهو پوشيدو انداز جمال جي احساس کي پيدا ڪري ٿو. مختصر افساني جي فن ۾ به اهوئي مقصد آهي. اهوئي سبب آهي، جو ان کي مختصر افساني جي فن ۾ ايتري اهميت ڏني وڃي ٿي. هڪ ماهر مصنف ته پنهنجي ڪتاب ۾ مختصر افساني جي اختصار جو سبب اها رازداري ۽ پوشيدگيءَ جي حالت ٻڌائي ٿو. هن جي خيال مطابق اهو مختصر افسانو، جيڪو حقيقت ۾ فنڪاريءَ جو اعليٰ نمونو هجي، ان ۾ اها خوبي پنهنجي جوبن تي نظر ايندي آهي.

ان رازداريءَ ۽ پوشيدي انداز جي اثر ڪري، مختصر افسالي ۾ شروع کان وٺي آخر تائين هڪ حيرت جو احساس اڀرندو معلوم ٿئي ٿو. اهو حيرت جو احساس به مختصر افساني جي فن لاءِ ضروري آهي؛ ڇاڪاڻ ته ان جي هئڻ ڪري افساني ۾ هڪ دلچسپي قائم رهي ٿي، ۽ پڙهندڙن جو سڄو خيال ان طرف هوندو آهي. حيرت جو اهو احساس، پڙهندڙن جي شعور ۾ حرڪت پيدا ڪري ٿو، جنهنڪري هنن جي خيال جي طاقت وڌي ٿي، ۽ هو افساني ۾ زياده دلچسپي وٺي ٿو. اهڙيءَ طرح، حيرت جو احساس انهن ضرورتن جو پورائو ڪري ٿو، جن جي فنڪار کي پڙهندڙن ۾ اميد هوندي آهي. اهوئي سبب آهي جو افساني جي پهرئين جملي کان وٺي اهو حيرت جو احساس پڙهندڙن تي ڇانئجڻ لڳي ٿو، ۽ جئن جئن افسانو اڳتي وڌي ٿو، تئن تئن اهو احساس وڌيڪ تيز ٿيندو رهي ٿو، ۽ افساني جي آخر ۾ وڃيو ختم ٿئي ـ جڏهن ته افسانو حيرت جي احساس کان شروع ٿيي ان تي ئي ختم ٿئي ٿو. پر، ان مان ائين نه سمجهڻ گهرجي ته مختصر افساني جي جوڙجڪ، ان ۾ آندل ڪنهن مسئلي کي حل ڪرڻ کان روڪي ٿي، يا ڪنهن ڳالهه ۾ مونجهارو پيدا ڪري ٿي. نه ـ ڇاڪاڻ ته مختصر افسانو خيال تي ڪو پهرو نٿو ويهاري. جيڪي مسئلا ان جو موضوع هوندا آهن، اهي پڙهندڙن جي دماغ ۾ حل ٿيندا رهن رهندا آهن: انهن کي حل ڪرڻ جي خاطر ئي انهيءَ جوڙجڪ جو استعمال ڪيو ويندو آهي. هڪڙي نقاد ڏاڍي نفيس ڳالهه ڪئي آهي ته "مختصر افساني جو فنڪار پنهنجي طرفان تمام ٿورو ڪي ڏئي ٿو، پر پنهنجي پڙهندڙن کان زياده جي توقع رکي ٿو".

بهرحال، جيستائين اهي بنيادي ڳالهيون موجود نہ هونديون، تيستائين مختصر افسانو فن جي حدن ۾ داخل ٿي نٿو سگهي. پر ان سان ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ مختصر افساني جو فن ڪو ايتريقدر سخت ۽ ڏوس ٿئي ٿو جو ان ۾ ڪابہ ڦيرڦار ٿي نٿي سگهي، ۽ رڳو انهن ڳالهين ۽ اصولن ڪي هڪ هنڌ ڪٺي ڪرڻ سان ان جي فني صورت ٺهي ٿي: ڇاڪاڻ تہ مختصر افساني جي مختصر تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ان ۾ شروع کان ئي ڦيريون گهيريون ٿينديون رهيون آهن، ۽ وقت جي رفتار ۽ حالتن جي اثر هيٺ اهو نوان نوان روپ اختيار ڪندو رهيو آهي. هن فن ۾ اول کان ئي رنگ برنگي تجربا ٿيندا رهيا آهن، جن کي پنهنجي مختصر دنيا ۾ رهندي، هن پنهنجي جهوليءَ ۾ جاءِ ڏني آهي. انهن تجربن ڪڏهن بہ ان جي بنيادي فني خوبين کي ختم ٿيڻ نہ ڏنو، بلڪ مختصر افساني جي فن ۾ اهڙيون نيون نيون ڳالهيون پيدا ڪيون آهن، جن جي ڪري هي فن وقت بوقت اڳتي ئي وڌندو رهيو آهي. مختصر افسانو، جنهن ۾ پهرين پهرين رڳو ڪنهن واقعي ۽ ڪنهن خاص جذبي جو بيان ٿيندو هو، ان ۾ وقت سان گڏ اهڙو ڦيرو آيو، جو منجهس ڪردارن ڏانهن بہ ڌيان ٿيڻ لڳو، ۽ رفتي رفتي تفصيل ۽ ننڍين ننڍين ڳالهين کي بہ شامل ڪيو ويو. انهيءَ ڪري، مختصر افسانو ڪٿي طويل-مختصر افسانو ٿي پيو، ڪٿي رڳو ڪردارن جو هڪ خاڪو رهجي ويو: ڪٿي واقعن کي ڪاريگريءَ سان بيان ڪرڻ سبب ان کي "رپورتاژ" (Reportage) چوڻو پيو، ۽ ڪٿي زندگيءَ جي تمام ويجهو اچڻ ڪري ۽ زندگيءَ کي چڱيءَ طرح ظاهر ڪرڻ سبب ان کي مضمون ۽ انشاء جي صورت ڏني ويئي: مطلب تہ ڦرندڙ حالتن جي اثر هيٺ ان بہ ڪيترائي ويس مٽايا، پر ان هوندي بہ اهو مختصر افسانوئي رهيو: ڇاڪاڻ جو انهن تجربن کان پوءِ بہ منجهس هي خوبيون قائم ٿي رهيون، جيڪي مختصر افساني جون بنيادي خوبيون آهن. جڏهن هي مختصر افسالي سان ڦري 'طويل-مختصر افسانو' ٿي پيو، تڏهن بہ اهي ڳالهيون نظرانداز نہ ڪيون ويون. تنهنڪري، فني اعتبار کان، مختصر افساني ۾ ڪو بہ اهڙو انقلابي ڦيرو ڪو نہ آيو، جيڪو ان جي بنهہ صورت ئي بگاڙي ڇڏي. تجربا ٿيندا رهيا، پر ان جي فني قدرن کي ڪو بہ نقصان نہ پهتو، ۽ هي فن ترقيءَ جي راهہ تي اڳتي وڌندو رهيو.

مختصر افساني جي فن جون بنيادي خوبيون، جيڪي انهن تجربن ٿيڻ کان پوءِ بہ منجهس قائم رهيون، انهن کي سمجهڻ ۽ انهن جي اهميت کي محسوس ڪرڻ جي لاءِ هڪ خاص ذهني تربيت جي ضرورت آهي. اها ذهني تربيت ايستائين محال آهي، جيستائين نين حالتن سان مطابقت پيدا نہ ڪئي ويندي. نين حالتن سان مطابقت پيدا ڪرڻ، نئين جمالياتي احساس کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿو: ان جي ڪري ڦرندڙ فني قدرن جي طرفداري ڪرڻ جي سگهہ ملي ٿي. ان سان فقط اهي ماڻهو دلچسپي رکي سگهن ٿا، جن ۾ ڦرندڙ حالتن جي اثر هيٺ ڦرندڙ مذاق جي بہ سمجهہ هوندي، ۽ جن کي اهو احساس ۽ سمجهہ آهي تہ اڄ جي زندگي ڏاڍي پيچيدي ٿي ويئي آهي، ۽ ان کي بسر ڪرڻ ۽ ان کي منهن ڏيڻ جي

لاءِ هڪ وڏيءَ خيالي طاقت جي ضرورت آهي، جنن ان جي هيٺ مٿاهين ڪي چڱيءَ طرح پروڙي سگهجي. مختصر افساني کي اهڙن ئي ماڻهن جي ضرورت آهي، جن هن حقيقت کي سمجهيو آهي ته هن وقت جي پيچيدي ماحول ۾ بياني انداز ڪان وڌيڪ اشارن ۽ ڪناين جي ضرورت آهي؛ جنن ته هينئر اهڙن ئي ماڻهن جو وقت آهي. تنهنڪري هن وقت کي مختصر افساني سان خاص مناسبت آهي. اڄ زندگيءَ جو جيڪو عام انداز آهي، تنهن ۾ ان صورتحال جي اُرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي؛ اهو ئي سبب آهي جو مختصر افساني جي لاءِ ترقيءَ جون بيشمار راهون کليون پيون آهن. اڄ مختصر افساني جي فن کي جنهن حساس ۽ تيز پڙهندڙ ذهن جي ضرورت آهي، سو موجوده زندگيءَ ۾ عام جام آهي؛ تنهنڪري ان جو آئيندو روشن ۽ منور آهي.

ان آئيندي کي روشن ۽ منور ڪرڻ ۾ انهن فنڪارن جو وڏو حصو آهي، جن مختصر افساني جي فن کي ترقيءَ جي منزلن تي رسائڻ لاءِ ڏاڍيون ڪوششون ڪيون آهن؛ ۽ جن جي ڪاريگريءَ، افساني جي انهن فني اصولن تي قائم رهي، ان سان چاهه رکندڙن جي هڪ دنيا ٺاهي آهي. انهن فنڪارن ۾ گوگول، ايڊگر ايلن پو، ملويل، برٽ هارٽي، اوهينري، چيخوف، موپاسان، ٽالسٽاءِ، گورڪي، ڪيٿرائين مينسفيلڊ، وغيره خاص حيثيت جا مالڪ آهن. روس ۾ گوگول، ۽ امريڪا ۾ ايڊگر ايلن پو سان مختصر افساني جو فن شروع ٿئي ٿو. گورڪيءَ هيءَ ڳالهه غلط نه چئي آهي ته "اسان سڀني (فنڪارن) جو سرچشمو گوگول آهي". گوگول افساني جي فن کي آسمان تان لاهي زمين تي ان جو بنياد رکيو. هن وٽ مختصر افساني جي خاص طرز ۾ عام زندگيءَ جون تصويرون نظر اچن ٿيون. ايڊگر ايلن پو، ان کي عوامي زندگيءَ جي ويجهو ته ڪونه آندو، البت افساني جي فن کي جوڙڻ، سينگارڻ ۽ سنوارڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي. ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونه آهي ته سندس اها ڪوشش مختصر افساني جي فن لاءِ هڪ بنيادي حيثيت رکي ٿي. هن کان پوءِ آمريڪا ۾ جيڪي به افسانا لکيا ويا آهن، تن سڀني تي سندس اثر آهي. ان عرصي ۾ امريڪي زندگي گهڻو اڳتي وڌي آهي. ان ڦرندڙ حالت، اتي ايڊگر ايلن پو کان پوءِ ڪيترائي افسانا نگار پيدا ڪيا. اهڙيءَ طرح هن فن جي روايت ملويل، برٽ هارٽ ۽ اوهينري، وغيره جي هٿن ۾ نئين صورت اختيار ڪندي اڳتي وڌندي رهي. روس ۾ چيخوف، ۽ فرانس ۾ موپاسان، مختصر افساني جي فني روايتن کي پنهنجي تخليقي ڪوشش سان اوج تي رسايو. مختصر افساني جي فن ۾ چيخوف ۽ موپاسان جهڙا اعليٰ رتبي جا فنڪار ورلي لڀندا. چيخوف، روس جي عوامي زندگيءَ کي پنهنجي فن جو موضوع بنايو آهي، ۽ ان جي مختلف حصن جي ترجماني هڪ اهڙي طريقي سان ڪئي اٿس، جو ظاهري طرح ته بلڪل سنئون سڌو نظر اچي ٿو، پر جيڪڏهن ٿورو غور سان ڏسبو ته ان ۾ بيشمار تهه ملندا. ان جو سبب هي آهي ته انهن آکاڻين جي پٺيان چيخوف جي پنهنجي شخصيت نمايان طور ڪم ڪندي نظر اچي ٿي. موپاسان

ڪي ان جي ڪابہ پرواھ ڪانہ آھي. ھو تہ جيڪي بہ ڏسي ٿو ان کي بيان ڪري ٿو. ھن کي ان ڳالھ جو فڪر ڪونہ آھي تہ سندس ڪردار ڇا پيا ڪن، ۽ انھن جي واقعن جو رخ ڪھڙي طرف آھي: جنھن پاسي وڃڻ چاھين، موپاسان ڪين ان طرف وڃڻ جي اجازت ڏني ٿو، تنھنڪري سندس افسانن ۾ انساني نفسيات جا اھڙا راز ۽ اسرار سواءِ ڪنھن ڪوشش جي ظاھر ٿين ٿا، جن کي ڏسي حيرت وٺيو وڃي. چيخوف ۽ موپاسان انھن حقيقتن کي پنھنجي افسانن ۾ اھڙيءَ طرح آندو آھي، جو افساني جي فن لاءِ نيون نيون راھون کلي پيون آھن. روس ۾ چيخوف کان پوءِ اھو فن ٽالسٽاءِ، ترجنيف ۽ گورڪيءَ جي حصي ۾ آيو، ۽ فرانس ۾ موپاسان کان پوءِ داري ۽ اناطول فرانس وغيرہ فن جي ھن روايت کي اڳتي وڌائين ٿا. انھن سڀني ۾ گھڻا ناول نگار آھن، پر انھن مان ڪيترن ئي فني اعتبار کان مختصر افساني ۾ واڌارو ڪيو. گورڪي انھن ۾ سڀني کان وڏو فنڪار آھي. ھو انقلابي ھو، ۽ سندس زندگيءَ جي انقلابي انداز سندس فن ۾ انقلابيت پيدا ڪئي. گورڪيءَ جي مختصر افسانن جو ڪمال ھي آھي تہ مجموعي طرح تہ اھي زندگيءَ جي خاص خاص پاڳن تي روشني وجھن ٿا، پر سندس افسانن جو ھڪڙو ھڪڙو لفظ پنھنجي الڳ الڳ رو داد پڌائيندو نظر اچي ٿو: ھن جي جملن جي ھڪڙي ھڪڙي بندش، ڪجھ نہ ڪجھ چوندي معلوم ٿئي ٿي. انگلنڊ ۾ مختصر افساني ڪا اھڙي ترقي ڪانہ ڪئي، پر انگريزي زبان ھڪ اھڙي عورت افساني نگار ضرور پيدا ڪئي، جنھن کي چيخوف جو معنوي شاگرد چئي سگھجي ٿو: انگريزي افساني ۾ نيوزيلنڊ جي ويٺل ڪيٿرائين مينسفيلڊ کي ھوندئن تہ پنھنجي ھڪ انفرادي حيثيت آھي، پر سندس مزاج چيخوف جي فن سان مناسبت رکي ٿو، جنھنڪري ونس چيخوف جي فن جا سھڻا نمونا ملن ٿا.

مطلب تہ افساني جي فن، انھن فنڪارن جي ڪري، ترقيءَ جون بيشمار منزلون طئي ڪيون آھن، ۽ ڪانئن پوءِ ھنن جھڙن پين ڪيترن ئي فنڪارن ان کي ترقيءَ جي راھ تي اڳتي وڌائڻ لاءِ پئي جتن ڪيا آھن. ھر ملڪ جي ادب ۾ اھڙا ڪيترا ئي فنڪار ملن ٿا، پر انھن مان ھرھڪ جو سلسلو، ڪنھن نہ ڪنھن نموني، مختصر افساني جي انھن فنڪارن سان ضرور ملي ٿو، جيڪي صحيح معنيٰ ۾ ان فن جا جوڙيندڙ ھئا. مختصر افساني جا سمورا فنڪار-ڪٿي اھي ڪھڙي بہ اصول جا پوئلڳ ھجن-ھنن مان ھرھڪ فنڪار کي مختصر افساني جي فن جو اڳواڻ ڪري سمجھن ٿا: ھر فنڪار-ڪٿي ھو ڪھڙي بہ ملڪ جو ھجي-انھن جي ڇڏيل ورثي مان فيض حاصل ڪرڻ پنھنجي لاءِ فخر سمجھي ٿو. اھوئي سبب آھي، جو انھن جي فن، مختصر افساني جي فن تي جيڪي اثر ڪيا آھن، تن ۾ ھڪ قسم جي ھمہ گيري آھي. ڪوبہ فنڪار، ڇاٿي پڄھي، انھن کان پاڻ بچائي نہ سگھندو.

ھي زمانو مختصر افساني جي فن جو زمانو آھي، ڇاڪاڻ تہ اڄوڪي زندگيءَ جون حالتون ان فن سان ملي اچن ٿيون، ۽ ڦرندڙ ماحول جي رفتار ان فن سان پوري موافقت رکي ٿي: تنھنڪري مختصر افساني جو فن ۽ آھي فنڪار، جن ان فن کي صحيح معنيٰ ۾ فن بنايو، نئين تھذيب ۾ ايڏي تہ وڏي حيثيت رکن ٿا، جو تھذيب ۽ معاشرت، ادب ۽ فن، فلسفي ۽ جماليات سان چاھ رکندڙ، ڪنھن بہ حالت ۾ ھنن کان چشم پوشي ڪري نٿا سگھن: ڇاڪاڻ تہ مختصر افساني جو فن ھر حالت ۾ ھڪ نئين تھذيب ۽ معاشرت جو نقيب، ۽ ادب، فن، فلسفي ۽ جماليات جي نون قدرن جو ترجمان آھي: ۽ ان فن کي انھيءَ نقطہ نظر سان ڏسڻ جي ضرورت آھي-ورنہ ان جي خط و خال جو صحيح اندازو لڳائڻ آسمان تان تارا لاھڻ جي برابر ٿيندو.

اصل انگريزيءَ ۾ لکيل هيءُ مضمون، قلمي صورت ۾، ادارهٔ مهراڻ کي سنڌي ادبي بورڊ جي پنهنجيءَ لئبرريءَ مان مليو. مسودي تي لکندڙ جو نالو ڄاڻايل نه هو. هت اسين "مهراڻ" جي پڙهندڙن لاءِ محترم نورالدين سرڪيءَ کان ان جو ترجمو ڪرائي پيش ڪري رهيا آهيون. — ادارو

# سنڌ ۾ ۱۸۵۷ع وارو "بلوو"

["ڪامياب بغاوت کي انقلاب چئبو آهي، ۽ ناڪامياب انقلاب کي بغاوت" — "باري" مرحوم]

اڄ کان پورا هڪ سؤ ورهيه اڳ، هندستان ۾ "بلوي" جي باهه ڀڙڪي اٿي؛ انگريزن کي هندستان مان تڙي ڪڍڻ لاءِ اها ئي آخري هٿياربند لڙائي هئي. عالم ۽ تاريخدان گهڻي وقت کان ويچاريندا رهيا آهن ته "۱۸۵۷ع وارو بلوو" رڳو هندستاني سپاهين طرفان هو، يا ان ۾ عام ماڻهن به اوتري دلچسپي ورتي؛ هر تاريخ جي فتوا اها ئي آهي ته اهو "بلوو" فقط سپاهين جي فساد تائين محدود نه هو: ان وقت به هندستان توڙي انگلنڊ جي ڪن حلقن جو اهو رايو هو — جيئن لنڊن جي اخباري دنيا ۾، ۱ آگسٽ ۱۸۵۷ع تي ڇپيل هڪ ايڊيٽوريل جي هيٺ ڄاڻايل ٽڪري مان معلوم ٿئي ٿو:

"جيڪڏهن رڳو سپاهي ناراض آهن ۽ عام ماڻهو اسان سان بدل آهن، ته پوءِ هند سرڪار ور ور ڪري يورپي فوجن ۽ ٻيءَ مدد لاءِ اسان کي ايترو ڇو ٿي تنگ ڪري؟ جيڪڏهن هندستاني عوام جون همدرديون اسان سان آهن — جنهن جي خاطري سرڪار ۽ ڪمپنيءَ جا ڊائريڪٽر وقت بوقت اسان کي ڏيندا رهيا آهن — ته پوءِ هند سرڪار هندستاني ماڻهن منجهان ئي اهڙا ڏهه لشڪر ٺاهي سگهي ٿي!"

ان ڳالهه کان ڪوبه انڪار نه ڪري سگهندو ته هندستان جو ڪوبه صوبو انهيءَ "بلوي" جي باهه کان اجو نه هو: تنهنڪري سنڌ ۾ ٿيل ان وقت جي واقعن کي دهرائڻ اميد ته تاريخي ۽ علمي لحاظ کان مفيد ۽ دلچسپ ثابت ٿيندو.

۲ جون ۱۸۵۷ع تي "بامبي ٽائيمس" اخبار ۾ "بلوي" جي ترت سبب بابت ڇپيل خبر ته "ڪارتوسن ۾ چربي استعمال ٿيل هئي" به ڪا من-گهڙت معلوم نٿي ٿئي؛ ڇاڪاڻ ته خود برطانوي ايوان عام ۾ ڪن ذميدار ۽ باخبر شخصن ان ڳالهه جو اقرار ڪيو هو ته برابر

’ڊم ڊم‘ ۾ ٺهيل ڪارتوسن ۾ ڪجهه ڇرٻي ڪم آندي ويئي هئي؛ ۽ جڏهن هڪ ”ملڪيءَ ذات“ واري خلاصيءَ، هڪ برهمڻ سپاهيءَ کان پيئڻ لاءِ پاڻيءَ ڍڪ گهريو، تڏهن برهمڻ جي انڪار تي خلاصيءَ هڪدم روڪ ٺوڪ جواب ڏنس ته ”اهو ذات پات جو ڀيد ڀاؤ باقي ڪي نه ڏينهن آهي، ڇاڪاڻ ته جلدئي توهان به ڍڳي جي ڇرٻي لڳل ڪارتوس ڪم آڻيندين!“

هندستاني سپاهين تي اڳي ئي گهڻ پگهارن ۽ انگريز سامراج جي حفاظت لاءِ جيڪي بيشمار ڊيوٽيون مٿن مڙهيون ويون هيون، تن جي خلاف ڪرڪڻ ۽ ڪنجهڻ شروع ڪري ڏنو هو-ڍڳي يا سوئر جي ڇرٻيءَ لڳل ڪارتوسن جو ته پوءِ رڳو هڪ وجهه ورتو ويو.

گهٽ پگهارون، مناسب اجوري کان سواءِ سمنڊ پار نوڪريون، ۽ آخر ۾ هندستاني مائٽن جي دين ڌرم سان دل ڏکوئيندڙ هٿ چراند! - اهي چيزون آخر ڪيستائين برداشت ٿيڻ تي سگهيون؟

خلاصيءَ جي ٺوڪڻ تي برهمڻ ته ٺري برف ٿي ويو؛ پر پنهنجي همراه برهمڻ کان اها خبر پڌي، پاسي ۾ بيٺل هڪ مسلمان سپاهي به في الحال وسامي ويو. اوچتوئي، هندستاني سپاهيءَ جي دل ۽ دماغ ۾ اها ڳالهه اچي ويئي ته انگريز سرڪار هاڻي اڻ-ڏٺيءَ طرح هندستانين کي ڪرستان بنائڻ شروع ڪيو آهي-ڇاڪاڻ ته پادرين طرفان سندن مذهب بدلائڻ جا سڀئي طريقا ڪامياب ڪونه ٿيا آهن. هندستاني سپاهي، انگريز سرڪار جي اها هلت هاڻي وڌيڪ وقت برداشت ڪري ڪين سگهيو؛ پر جيستائين بغاوت لاءِ ڪا سوچيل سمجهيل اسڪيم تيار ٿئي، تيستائين هو ڪري به ڇا ٿي سگهيو؟ فوجين جي ناراضپي جي خبر ته اختياريءَ وارن جي ڪنن تي اچي چڪي هئي، پر پاڻنجي ٿو ته انهيءَ ناراضپي مان اڀرندڙ بغاوت جي امڪانن کان اڳ هو پوريءَ طرح آگاهه ڪونه هئا؛ ورنه فتحڳڙهه جا آفيسر، فيبروري ۱۸۵۷ع واري هيٺ ذڪر ڪيل هڪ مختصر پر عبرت آموز واقعي کان ايترو پريشان نه ٿين ها-

”گذريل مهيني، يعني فيبروريءَ جي پوئين ڏينهن صبح جو فتحڳڙهه جا سڀ آفيسر ڏاڍو پريشان پئي نظر آيا. هڪ ٽاڻي کان پئي ٽاڻي ڏانهن انڪل به انچ قطر وارا ننڍڙا ڦلڪا پئي پهتا. چون ٿا ته ڪي چار ڏينهن اڳ هڪ شام جو، ڪانپور جي چوڪيدار، فتحڳڙهه جي چوڪيدار ڏانهن اهڙي قسم جو هڪ ڦلڪو هن هدايت سان موڪليو ته هو به ان جهڙا ٻارهن ڦلڪا پچائي، ٻه پاڻ وٽ رکي، ۽ باقي ڏهه پنهنجن پنجن پروارن چوڪيدارن ڏانهن، ساڳيءَ ئي هدايت سان موڪلي ڏي. حڪم جي تعميل ٿي وئي، ۽ ٿوريئي وقت اندر هرطرف ڦلڪا ئي ڦلڪا پئي ڊوڙندا نظر آيا. اهو طوفان اجا ڪونه ڍرو ٿيو آهي!“ (اخبار ”فرينڊ آف انڊيا“)

سڀني اٿين ٿي سمجهيو ته ڪٿي نه ڪٿي ڪا خرابي ضرور آهي، ۽ اجهو ٿي ڪا آفت اچي. ”ڦلڪن“ جي ذڪر کان پوءِ، ساڳيءَ اخبار نهايت سمجهه ڀريو سوال پڇيو آهي: ”ڇا

هاڻي ڪوئي سمهڻ سچڻ وارو آهي؟ يا ائين ئي ڳالهه آئي وئي! ڇا، هي ٿلڪا ڪنهن بغاوت جي باهه جو سبب ٿيندا؟ يا، رڳو ڪنهن پيٽ جي تڪليف جي نشاني آهن!" پر هندستان جي غير ملڪي حاڪمن کي هنن سوالن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ جي مهلت ملي ئي ملي، تنهن کان اڳ ئي سندن خلاف بغاوت جي باهه ڀڙڪي آٿي.

سنڌ کي انگريز سامراج جي قبضي ۾ آئي چوڏهن سال مس گذريا هئا. سنڌ جي ٽالپر اميرن کان، بنا ڪنهن واجبي ۽ مناسب سبب جي، سندن حڪومت کسي سنڌ کي به برٽش انڊيا سان ملائڻ ڪري متان ڪو ائين سمجهي ته پٺي هند بغاوت جو پڌي سنڌي عوام به ٽئينءَ حڪومت سان مقابلي ڪرڻ لاءِ آٿي کڙو ٿيو هوندو: حقيقت ۾ ان وقت سنڌ ۾ ڪنهن خاص قسم جي باغيانه سرگرمين جو نشان نٿو ملي. ميرن جي صاحبيءَ وڃي ڪو گهڻو وقت ڪونه گذريو هو، ۽ انگريز سامراج سنڌ مٿان پنهنجي فوجي گرفت کي ٿورو به ڍرو ڪرڻ مصلحت واري ڳالهه نٿي سمجهي. پٺي ڪندي، عام ماڻهن نئين حڪومت جي غلط ڪارين جو اڃا ڪو خاص تجربو ڪونه ڏٺو هو. نه فقط ايترو، پر ڌاريءَ حڪومت پنهنجي تازه‌دم فاتح فوج هٿان ملڪ ۾ ظاهري امن امان ۽ قاعدي قانون کي سختيءَ سان بحال ڪري ورتو هو: ۽ پنهنجي سياسي توڙي تجارتي مفاد جي حفاظت خاطر ملڪ جي آبادگار، دستڪار، توڙي واپاريءَ کي نه رڳو ڪنهن به قسم جي تڪليف ڪانه ٿي ڏني، پر پاڻ انهن جي هر طرح همت افزائي ٿي ڪئي. مطلب ته سنڌ جي نئينءَ سماجي زندگيءَ اڃا مس مس محڪوم ۽ غلام دور ۾ قدم رکيو هو، ۽ ان جي براين پلاين کان اڃا سنڌ جا ماڻهو بنهه بيخبر هئا. انهيءَ صورتحال ۾، سنڌ ۾، حڪومت خواهه عام ماڻهن کي ڪنهن خاص قسم جي وڳوڙ جو ڀؤ ڀولو ڪونه هو.

بغاوت جي پهرين خبر سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر کي، ١٨ مئي تي، انگلنڊ کان موڪل تان موٽندي، ڪراچي بندر تي قدم رکڻ سان ئي، هڪ فوجيءَ هٿان، هڪڙي خط رستي ملي. اهو خط، ڪراچي ۾ رهندڙ سنڌ ريلوي آفيسر مسٽر نيول وارن (Neville Warren) ڏانهن، تاريخ ١٣ مئي، لاهور سان لکيو ويو هو، جنهن ۾ ڪيس بغاوت جو اطلاع ڏنل هو.

فريئر صاحب جي سوانح حيات لکندڙ مسٽر مارٽينين (Martinean) چوي ٿو ته "فريئر صاحب خط پڙهڻ سان ئي حالتن جي نزاڪت کي ڀروڙي ورتو، ۽ مناسب فوجي قدم کڻڻ ۾ هڪ منٽ به دير نه ڪيائين. هن اهو قدم رڳو پنهنجي صوبي سنڌ کي بچائڻ لاءِ ڪونه کنيو، پر سندس اهو قدم ساري هندستان کي انهيءَ آفت سان آجي ڪرڻ لاءِ هڪ اثرائتو امدادي قدم هو".

سڀ کان پهرين پنجاب کي فوجي مدد جي ضرورت هئي. بنگال سان ته، جهڙيون حالتون هيون، پنجاب ڪنهن به قسم جي مدد جي اميد رکي نٿي سگهيو. تنهنڪري، سنڌ پهچندي ئي، سنڌ جي ڪمشنر، ڪراچيءَ ۾ ڪمانڊنگ جنرل سان پنجاب ڏانهن فوجن موڪلڻ لاءِ گفتگو شروع ڪئي. ان وقت سنڌ ۾ رهيل فوج صوبائي ضرورتن لاءِ ئي ڪافي ڪانه هئي.

ايران تي فوجي چڙهاين سبب بہ سنڌ جي فوجي طاقت ۾ گهٽي ڪتر اچي چڪي هئي. اهڙي وقت ۾ فوجي طاقت کي وڌيڪ ڪمزور ڪرڻ نهايت نازڪ معاملو هو؛ جنهنڪري ڪمانڊنگ جنرل پنجاب ڏانهن فوجن موڪلڻ ۾ آناڪاني ٿي ڪئي؛ پر ڪمشنر موٽي دل ٻڌايس ۽ کيس پنهنجي صوبي ۾ مڪمل امن امان ۽ خير سلامتيءَ جي خاطري ڏنائين. ڪمشنر صاحب اعليٰ فوجي عملدار اڳيان سموريون حقيقتون کولي رکيون ۽ کيس پنهنجي راءِ جي صداقت جو قائل ڪري ورتائين: جي، ”عام ماڻهو هينئر وڌيڪ سکيا ستابا آهن ۽ حڪومت جو چرخو بہ اڳي کان سٺو هلي رهيو آهي. نهايت تدبر ۽ ڏاهپ کان ڪم ونندي، سنڌ ۾ ڪنهن بہ ملڪي روايت جي مخالفت يا انحرافي اسان ڪانہ ڪئي آهي، ۽ نہ ئي وري ڪو اهڙو اڻوڻندڙ يا دل ڏکوئيندڙ انتظامي قدم ئي کنيو ويو آهي، جنهن مان ڪنهن کي شڪايت ڪرڻ جو موقعو ملي؛ باقي، پنهنجي وت آهر، عام ماڻهن جي مفاد لاءِ جيڪي ڪجهہ اسان کان ٿي سگهيو آهي، سو ڪيو ويو آهي. انهيءَ صورت ۾، اسين اهين سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ عام ماڻهو انگريزن جي حڪومت هيٺ راضي ۽ خاموش رهندا!“ ان طرح، ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڪمانڊنگ جنرل پنجاب ڏانهن فوجي مدد موڪلڻ لاءِ تيار ٿيو، ۽ فوراً سنڌو دريائي ٻيڙي (Indus Flotilla) رستي ساڍا پنج سَو فوجي ملتان ڏانهن روانا ڪيائين. سچ پچ تہ سنڌ جي هنن اعليٰ عملدارن اهو اوائلي قدم کڻي پنهنجي جرات ۽ همت جو ثبوت ڏنو-ورنہ ان وقت ٿوري گڙٻڙ ئي سنڌ ۾ انگريز حڪومت جي بنياد کي لوڏي ڇڏي ها. ڪرنل هٽ (Col: Hutt) کي ٻي يورپي ريجمينٽ جي نوي ماڻهن کي خاص تربيت ڏيڻ لاءِ چيو ويو، ۽ سنڌ ۾ فوجي حالتن جي نزاڪت کي خيال ۾ رکي، ڪمشنر صاحب ايران ڏانهن چڙهائي ڪري ويل فوجن جي عملدارن، سر جيمس آئوٽرام ۽ جنرل جان جيڪب، ڏانهن بہ هندستان ۾ فوجي بغاوت جو اطلاع موڪليو، ۽ کين نازڪ صورتحال جي بچاءَ لاءِ ترت سنڌ ڏانهن فوجن واپس موڪلڻ لاءِ چيو.

سر بارٽل فريئر پنجاب ڏانهن فوجون ئي مس موڪليون هيون تہ ٻئي هڪ مسئلي کي منهن ڏيڻو پيس. حالتن جي بگڙجڻ سبب، پنجاب ۽ ڪلڪتي جي وچ ۾ سنئين سڌي آمدرفت بند ٿي ويئي هئي. ان جي بدران، هاڻي نيپال ۽ ٻيءَ آمدرفت لاءِ پنجاب کان ڪراچي، ڪراچيءَ کان بمبئي، ۽ بمبئيءَ کان ڪلڪتي وارو رستو ئي کليل هو، جو پڻ ايترو سلامتيءَ وارو نہ هو، جنهن تي ڪو دائمي ڀروسو رکي سگهجي ها. سر بارٽل فريئر هڪدم وڌيڪ نئين ۽ زياده سلامتيءَ واري رستي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ترت ئي پنجاب کان، بهاولپور ۽ جوڌپور ڏانهن، ملتان واري رستي کان؛ ۽ آگري ڏانهن نصيرآباد واريءَ واٽ کان، ڪاغذ پٽ موڪلي ڏنائين. جوڌپور کان عمرڪوٽ تائين هڪ ٻيو رستو جاري ڪيائين. نصيرآباد ۾ حالتن بگڙجڻ سبب، انهيءَ واٽ کي ڏيسا (Dessa) سان ڳنڍي، سلامتيءَ واري ٻي لائين بہ جوڙي ورتائين. انهيءَ بندوبست جي ڪري پنجاب وارين لکپڙهن کي سنڌ ۾ اچڻ ڪونہ ٿي پيو، پر جوڌپور واري رستي* کان سڌو آگري ڏانهن وڃي ٿي سگهيون. سنڌ

جي ٽپال عمرڪوٽ کان آگري ۽ ڪلڪتي ڏانهن، ۽ بارمير کان جوڌپور ڏانهن موڪلي ٿي وئي. جيتوڻيڪ ٽپال جي انهن نون رستن کي استعمال ۾ آڻڻ ڪو سولو ڪم ڪونه هو، تنهن هوندي به اها ٻٽي وات مهيني ڪن ۾ رٿجي راس ٿي، ۽ عمل ۾ اچڻ لڳي-("سنڌ قاصد"، جون ۱۸۵۷ع). آمدرفت جي هن نئين رستي کي رڻ سان آڪرڙو ٿي پيو، پر انهيءَ تڪليف کي ضلعي جي ڪليڪٽر ليفٽيننٽ "ٽروٽ"، سولائيءَ سان منهن ڏئي ورتو. سنڌ جي ڪمشنر ۱۹ جون تي بمبئيءَ جي گورنر ڏانهن هڪ رپورٽ ۾ لکيو ته "ليفٽيننٽ ٽروٽ، سخت گرميءَ جي هوندي به، پنهنجي مقامي اثر رسوخ جي ڪري، ٻن انسپيڪٽرن جي مدد سان بارمير تائين لائين جوڙائي ورتي آهي، ۽ اميد آهي ته جوڌپور واري لائين به هن کان اڳ ۾ تيار ٿي چڪي هوندي".

اهڙين حالتن ۾، جيئن هاڻي ٿيندو آهي، تيئن تڏهن به، بغاوت جي ٿوريءَ ڪوڪ پوڻ سان ئي، پريس تي سخت سنسرشپ لڳي وئي، ۽ اخبارن تي پهرا ويهي ويا. پهريائين هند سرڪار هر صوبي جي ڏيهي ٻولين جي مکيه مترجم (Chief Oreintal translator) کي ملڪ جي ٻولين ۾ شايع ٿيندڙ اخبارن جا سياسي مضمون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري موڪلڻ جو حڪم ڪيو: پوءِ وري سڀني اخبارن کي غير تصديق شده ۽ سنسنيخيز خبرن شايع ڪرڻ خلاف سخت قدم کڻڻ جي فيصلي کان آگاهه ڪيو ويو. ٻين هنڌن وانگر، سنڌ ۾ به بغاوت جي خبرن کي شدمد سان پئي شايع ڪيو ويو. مثال طور، ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار "سنڌ قاصد"، جون ۱۸۵۷ع ۾، ٻه دفعا حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ بغاوت جي افواهن جي خبر ڏني:

"چون ٿا ته حيدرآباد ۾ ڪيترن فوجين کي بغاوت جي ناڪام ڪوشش ڪندي گرفتار ڪيو ويو آهي، ۽ هيئنر هو پنهنجي مٿان پاڻ آندل مصيبت جي انجام جو انتظار ڪري رهيا آهن. ٻڌون ٿا ته بنگال سان شڪي حالت ۾ هتي پهتل ڇهن ماڻهن کي به گرفتار ڪيو ويو آهي، ۽ جلدئي مٿن قاعدي جي ڪارروائي ڪئي ويندي. ان سلسلي ۾، ملتان ڏانهن موڪليل سپاهين مان ڪي سپاهي حيدرآباد ۾ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ روڪيا ويا آهن. شڪارپور ۾ سخت هراس ۽ ڊپ ڇانيل آهي".

("سنڌ قاصد"، ۱۵-۱۸ جون، ۱۸۵۷ع)

"افواهن تي ضابطي رکڻ لاءِ" اخبارن تي سنسرشپ لڳائڻ خلاف، ٻين اخبارن سان گڏ ڪراچيءَ جي هن اينگلو-انڊين اخبار "سنڌ قاصد" به گهڻو ڪجهه لکيو، ۽ اخبارن جي آزادي بحال ڪرائڻ لاءِ گهڻي قلمي جدوجهد ڪئي. پر ٽڙ ٽڪڙ ۾ لهيل هن نئين "اخباري سيفٽي ائڪٽ" ۾ ڪي اهڙيون ته سختيون رکيل هيون، جو سمجهدار ۾ سمجهدار اخبار نويس به هن "ڪاري قانون" کان نه بچي سگهيا.

انهن سڀني خبردارين هوندي به، يورپي ماڻهن جي قتل ۽ خون خرابيءَ جون خبرون عام ماڻهن تائين پهچنديون رهيون، جنهنڪري هتان جي انگريزن ۾ خاص ڪري گهڻي

ٻچيني پيدا ٿي. ان ٻچينيءَ کي دور ڪرڻ ۽ وقت سر پنهنجي هم قوم ڀائرن جي ڪجهه مالي امداد ڪرڻ خاطر، ۲۹ جون ۱۸۵۷ع تي، سر بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر جي صدارت هيٺ ڪراچي ۾ رهندڙ سڀني يورپي ماڻهن جي عيوضين جي هڪ ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ فريئر صاحب، بغاوت جو سرسري جائزو وٺندي، ڪين خاطري ڏياري ته سنڌ صوبي اندر ڪنهن خاص قسم جي گوڙ ٿيڻ جو امڪان ڪو نه هو. ان ميٽنگ ۾ اٽڪل ٽي هزار چندو به گڏ ٿيو، ۽ جيڪي يورپي ملڪ ۾ بغاوت جو شڪار ٿيا هئا، تن سان همدرديءَ جو اظهار به ڪيو ويو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ به ڪراچيءَ جهڙن ٻين خاص مرڪزن ۾ اهڙي نموني جا چندا گڏ ٿيا، ۽ انگريز سرڪار جي ڪاميابيءَ لاءِ يورپي لوڪن جي ميٽنگن ۾ دعائون گهريون ويون. ۷ سيپٽمبر ۱۸۵۷ع، سرڪاري طور، "ٻاجهه لاءِ ٻاڏائڻ" جو ڏينهن مقرر ٿيو، ۽ ان ڏينهن سڀ سرڪاري آفيسون بند رهيون.

بغاوت جي سلسلي ۾ وقت بوقت جيڪي به مسئلا پيدا ٿي ٿيا، تن سڀني کي سنڌ جي ڪمشنر فريئر صاحب مڙس ٿي منهن ڏنو. مثال طور، جڏهن سر جيمس آئوٽرام ۽ جنرل جان جيڪب، جي ان وقت انگريزي فوجن سان گڏ ايراني نار ۾ هئا، تن سان لکپڙهه ڪيائين، ته انهن وقت جي نزاڪت کي محسوس ڪندي، ترت ئي سنڌ ڏانهن ڪجهه فوجي جٿا موڪلي ڏنا. هيڏانهن سر بارٽل فريئر کي ايترو جلد فوجي مدد ملڻ جي ڪابه اميد ڪانه هئي، تنهنڪري هن نڪي پنهنجي ٻرگيٽي ۾ انهن جي رهائش جو ڪو بلو ڪيو هو، ۽ نه وري ڪين پنجاب ڏانهن موڪلڻ جو ئي ڪو بندوبست رکيو هئائين. اهڙيءَ طرح، ترت ئي سڄيءَ ڪراچيءَ ۾ چوڌاري فوجي جٿا ڇانئجي ويا، ۽ اجائي وڏيڪ جٿن مٿان ٻيا جٿا هر روز ايندا رهيا. نتيجو هي نڪتو، جو ڪراچي بارود ۽ ٻئي فوجي سيڌي سامان سان ڏٽجي پيئي. وري آمدرفت جا اهڙا ڪارگر وسيلا ڪين هئا، جو انهيءَ سموري سامان سڙي ۽ فوجن کي پنجاب ڏانهن موڪلي، ڪراچيءَ ۾ وڌيڪ فوجن ۽ سامان لاءِ گنجائش پيدا ڪري سگهجي ها.

نيٺ، سر بارٽل فريئر ڪراچيءَ کان ملتان تائين، سنڌو نديءَ جي ٻيڙن واريءَ آمدرفت سان گڏ، اٺن جا قافلا سنبرائي موڪليا، جن کي پنج سو ميلن جو مفاصلو ڏهن ڏينهن ۾ طي ڪرڻو هو. انهيءَ ڪم جي پورائيءَ لاءِ، اٺن جي بيهڻ لاءِ ويهن ويهن ڪوهن جي پنڌ تي ٺاڪ ٺاهيا ويا، جن سان هرهڪ تي سائيڪو ڪن تازدم اٺ مهيا ڪيا ويا هئا. ان طرح ويهن پنجويهن ڪوهن تي تازن توانن اٺن جون قطارون موجود هئڻ ڪري، باربرداريءَ ۾ جلدائي ۽ سهوليت پيدا ٿي پيئي. هرهڪ اٺ تي سراسري ۳۲۰ پائونڊ بار لڏيل هو، جنهنڪري پنجاب ڏانهن گهربل ماڻهو ۽ ضروري جنگي سامان جي مدد موڪلڻ سولي ٿي پيئي. سيپٽمبر جي شروعات ۾، اٺن جي ٻهراڻ قطار ڪراچيءَ کان ٽي سو ٽن فوجي اسباب کڻي پنجاب پهچي ويئي. باربرداريءَ جي هن نئين ذريعي جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪرنل هٽ ذميدار هو، جنهن ڪراچيءَ جي هڪ پٺاڻ مراد خان سان سودو ڪري، اٺن جو گهربل انداز حاصل ڪيو.

ڪجھ وقت کان پوءِ جڏهن پنجاب کي وڌيڪ فوجي مدد موڪلڻ جو مسئلو پيدا ٿيو، ته فريئر صاحب فوراً ٻن بلوچ پلٽڻن جي وڌيڪ ڀرتيءَ جو حڪم ڏنو. انهن پلٽڻن کي رڳو نالي ۾ بلوچي سڏيو ويو، پر حقيقت ۾ سپاهي سمورا سنڌي ڀرتي ڪيا ويا. اهي ٻئي ريجمنٽون، ڪئپٽن هيوٽ (Capt: Hewett) جي نظرداريءَ هيٺ شڪارپور ۾ منظم ڪيون ويون. هن صاحب تازو لاڙڪاڻي جي ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان استعفا ڏني هئي، ڇاڪاڻ ته شهري ذميواريون سندس سڀاءَ کي پسند نه آيون. ان کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾ ڪئپٽن جانسن جي هٿ هيٺ هڪ بلوچ بٽالين به تيار ڪئي ويئي.

انهن فوجي ڀرتين، توڙي سپاهين جي سکيا ۽ انهن لاءِ گهوڙا ميسر ڪري ڏيڻ ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي بااثر شخصن، انگريز سرڪار سان وفاداري ڏيکارڻ لاءِ، گهڻي مدد ڪئي. ڪراچيءَ جي مراد خان پٺاڻ، جنهن جو ذڪر اڳيئي اچي چڪو آهي، تنهن سرڪار سان سچائيءَ جي ثابتي ڏيندي، ڪراچيءَ ۾ توبخاني جي سکيا وٺندڙ نوي ماڻهن جي سواريءَ لاءِ گهوڙن جي آڇ ڪئي. سيٺ نائونمل هوتچند پوچواڻيءَ به پاڻمرادو آڇ ڪئي ته هو آفريڪا مان ٽي هزار جانٺا ۽ سڄار ماڻهو مدد ۾ ڏيئي سگهندو، بشرطيڪ سرڪار انهن کي هندستان تائين پهچائڻ جو انتظام ڪري.

مٿين مڙني ڪوششن کان سواءِ، اها ضرورت پڻ محسوس ڪئي ويئي ته هٿيارن ۽ بارود جي وڪري توڙي ڪن ٻين فوجي سامان جي ٻاهر روانگيءَ تي بندش وڌي وڃي. انهيءَ خيال کان، جولاءِ ١٨٥٧ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر هڪ عام پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن جي ذريعي سڄيءَ سنڌ ۾ آتشبار هٿيارن، بارود ۽ فوجي اسباب جي ملڪي ماڻهن وٽ وڪري تي مڪمل بندش وڌي ويئي. سموري علائقي ۾ شيهي، گندڪ، شوري- هر قسم جي بارود ۽ ٻئي جنگي سامان جي چرپر تي پڻ مڪمل بندش وڌي ويئي.

جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن يورپي لوڪن کي سنڌ ۾ رهيل هندستاني فوجين جي وفاداريءَ ۾ شڪ پوندو ويو. ڪيترن يورپي شهر واسين، ڪمشنر صاحب ڏانهن هڪ درخواست موڪلي ته کانئس هٿيار گهريا ته جيئن هو ڪنهن به گوڙ پيدا ٿيڻ وقت پنهنجو بچاءُ پاڻ به ڪري سگهن. فريئر صاحب کين گهڻوئي سمجهايو ته ايتري هراس ۽ ڊپ ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي، ۽ پبلڪ جي ماڻهن کي هٿياربند ڪرڻ سان پاڻ هراس وڌندو، پر ڪراچيءَ جا يورپي ۽ خود پارسي به سارو وقت ڊڄندا رهيا. فريئر صاحب، ٢٩ آگسٽ ١٨٥٧ع تي، بمبئي جي گورنر ڏانهن هڪ رپورٽ ۾ لکيو ٿو:

"سانجهيءَ کان پوءِ، پارسين ۽ انگريز ڪلارڪن جي گهرن پرسان لنگهڻ خطري کان خالي نه آهي، ڇاڪاڻ ته هو هٿياربند رهن ٿا ۽ ڪنهن به وقت هراس وچان حملي ڪرڻ کان نه گسندا".

غير ملڪي باشندن کي آٿت ڏيڻ لاءِ، فريئر صاحب سنڌ جي سڀني آفيسرن ڏانهن خاص هدايتون موڪليون ته هو پنهنجي حدن اندر پوري جاچ ڪري انهن سڀني شڪي ماڻهن کي

حوالات ۾ رکن، جيکي هندستان جي ٻين علائقن مان لڪي سنڌ ۾ گڙٻڙ پيدا ڪرڻ لاءِ آيا هجن. ان کان سواءِ، فريئر صاحب مقامي اخبارن ۾ شايع ٿيندڙ مضمونن تي به ڪڙي نظر رکڻ لاءِ کين هدايت ڪئي.

يورپي باشندن جا انومان ۽ انديشا به هرو ڀرو غلط ڪونه هئا؛ ڇاڪاڻ ته شڪارپور، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ برابر گڙٻڙ جا ڪي واقعا ٿيا هئا- ۽ "باغين جي سازش" اڀوري ٿي سگهي، جا سيپٽمبر ١٨٥٧ع ۾ نيت عمل ۾ آئي.

سر بارٽل فريئر جي سوانح حيات لکندڙ جو چوڻ آهي ته

"سنڌ ۾ باغين جي سازش، جيتريقدر سنڌن رٿيل منصوبي جو تعلق آهي، اهائي هئي ته پهريائين حيدرباد جي قلعي تي قبضو ڪجي، ۽ پوءِ دهليءَ وانگر حيدرآباد کي مرڪز بڻائي، ڪراچي، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ ملتان وغيره ۾ هڪئي وقت حملا شروع ڪري ڏجن".

ان وقت فريئر صاحب جي ڪمان هيٺ مشڪل سان پنج سو انگريز سولجر هئا، جن ۾ بيمار وغيره ۽ ساري صوبي لاءِ تازا ڀرتي ڪيل يورپي رنگروٽ به شامل هئا- گويا انهن مڙني مان رڳو ساڍا ٽي سَو ڪم وارا ماڻهو هئا.

رٿا موجب پهريائين حيدرآباد ۾ گوڙ ٿيڻو هو، پر اختياريءَ وارن کي بروقت اطلاع مليو، جنهنڪري بچاءَ ٿي ويو.

برگيڊيئر مارس (Morris) کي جڏهن خبر پئي ته بارودخاني ۾ ڪا سازش سنجي رهي آهي، تڏهن هڪدم بارودخاني جي سپني سپاهين جي پريڊ جو حڪم ڏنائين؛ ڇڪاس کان پوءِ سپني کان هٿيار کسي قلعي ڏانهن موڪليا ويا، جتي شهر جا يورپي باشندا اڳيئي تڙ تڪڙ ۾ پهچي چڪا هئا. قلعي جا ديسي محافظ هٽائي، انهن جي جاءِ تي يورپي نگهبان رکيا ويا، ۽ هڪ انگريز انجنير هٿان قلعي جي ضروري مرمت ڪرائي، قلعي جي مڪمل حفاظت جو باقاعدي بندوبست ڪيو ويو. هائي خطري جو ڪو به امڪان ڪونه هو. اختياريءَ وارن حالتن کي اهڙي ته ڦڙتائيءَ سان سنڀالي ورتو، جو خود "باغين" کي به حيرت وٺي وئي. ڪمشنر کي خاص ماڻهوءَ هٿ، سڀ خبر موڪلي وئي. خبر ملنديئي سر بارٽل، ڪرنل هَٽ (Col: Hutt) کي اڏرات جو ننڍ مان اٿاري فوراً حيدرآباد ڏانهن فوجي مدد موڪلڻ لاءِ چيو.

حيدرآباد ۾ پنجن ماڻهن کي باغيانه سرگرمين سبب گرفتار ڪري حوالات ۾ رکيو ويو، جن ۾ هڪ حوالدار، هڪ نيزيباز، ۽ باقي ٽي بارودخاني جا سپاهي هئا. ڪورٽ مارشل ڪري، سپني کي بغاوت جي الزام ۾ چالان ڪيو ويو، ۽ سپني کي ڏوهي ثابت ڪري، حوالدار کي توب جي منهن ۾ ڏئي مارڻ، ۽ باقي چئن کي عمر-قيد جي سزا ڏيڻ جو فيصلو

ڪيو ويو. ٻني ڏينهن، حيدرآباد جي ساري فوج، حوالدار کي توب جي منهن ۾ ڏيڻ لاءِ، پريڊ جي ميدان تي ڪٺي ٿي. ان واقعي کي اخبار "سنڌ قاصد" هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"حوالدار توب جي منهن کي ٻڌي ڏني ٿي بيٺو. توبچي تيار ٿيو، ۽ آرڊر ملڻ تي هڪدم بارود کي باهه ڏنائين. حوالدار ته پرزا پرزا ٿي هوا ۾ هوا ٿي ويو، پر سندس ڪرنگهي جي هڪ ٽڪر، اُٿي ويڙهيل ڊپٽي ڪليڪٽر کي ذري گهٽ ڪيرائي وڌو هو".

ٻورن ڏينهن اندر ڇهه ٻيا "باغي" به سزاياب ٿيا، ۽ انهن جو انت به اهڙو ٿيو.

ڪراچيءَ ۾ رکيل هندستاني سپاهين جي ايڪيهين نمبر ريجمينٽ جي وفاداريءَ ۾ به ڪجهه وقت کان مٿن ٿي شڪ هو؛ ڇاڪاڻ ته ان ريجمينٽ ۾ ڪي بنگالي سپاهي به هئا. انهيءَ شڪ جي به تيرهين سيپٽمبر آچر رات پڪ ٿي، جڏهن ٻارهين بجي مٿل ميجر منگريگر (Major MacGrigor) کي هڪ سپاهيءَ ۽ ٻن برهمڻ آفيسرن کان الڳ الڳ پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته سندس ڪمان هيٺ ريجمينٽ ۾ بدڦلي ڇانيل آهي، ۽ ٺيڪ ٻي بجي رات جو، يعني فقط ٽن ڪلاڪن کان پوءِ، گوڙ ٿيڻي آهي. هڪ ماڻهوءَ ته ڪيس سازش جا تفصيل به ٻڌايا: چي، "۲۱-ريجمينٽ مان هڪ ماڻهو ۱۴-ريجمينٽ ڏانهن، ۽ ٻيو مسلمان سپاهين ڏانهن سندن مدد وٺڻ لاءِ ويٺا آهن، ۽ رٿا موجب ۲۱-ريجمينٽ کي "خزاني" تي قبضو ڪري حيدرآباد ڏانهن وڌڻو آهي." وقت نهايت تنگ هو، ۽ پريشان ٿيڻ سان ڪو حالتون سڌرڻ ڪونه ها. ميجر منگريگر هڪدم تيار ٿي ويو، ۽ برگيڊ اختياريءَ وارن کي سموري خبرچار ڏياري موڪليائين. هڪ منٽ به دير ڪرڻ کان سواءِ، سڀئي يورپي فوجي اچي ڪٺا ٿيا ۽ هڪدم گوڙ واريءَ جاءِ ڏانهن روانا ٿيا. هن موقعي تي يورپي فوجين نهايت ڦڙتائيءَ ۽ هوشياريءَ سان پنهنجي آفيسرن جو ساٿ ڏنو.

سڀ کان پهريائين، ڪرنل هٽ (Col: Hutt) ۲۱-ريجمينٽ جي پريڊ واري ميدان تي پهتو، ۽ پهچڻ سان پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويو. جلدئي سڀ تياريون مڪمل ٿي ويون، ۽ ۲۱-ريجمينٽ کي پريڊ-ميدان ۾ گڏ ٿيڻ جو حڪم ڏنو ويو. پهريائين ته سپاهين ڪجهه تنايو، پر پوءِ مٿن يورپي فوجن جي طاقت ڏسي دهلجي ويا، ۽ باقاعدي قطارون ٺاهي فوجي انتظام هيٺ ٺهي بيٺا. پهريائين سندن حاضري ورتي ويئي، ۽ پوءِ ميجر منگريگر جي مختصر خطاب کان پوءِ کين هٿيار واپس ڪرڻ لاءِ چيو ويو. بنا ڪنهن ھٻڪ جي حڪم جي تعميل ٿي ويئي، ۽ يورپي سپاهين کي هٿيارن جي سنڀال لاءِ رکيو ويو. ۲۱-ريجمينٽ جي سپاهين کي ٻي هٿيار ڪرڻ کان پوءِ، سندن کوٺين جي تلاشي ورتي ويئي، جتان سواءِ ٿورڙين ترارين جي ٻيو ڪجهه ڪين مليو-البت ڪسيل بندوقن مان چاليهارو کن پريل نظر آيون. آخر ۾ سڀ هٿيار گاڏين ۾ گڏ ڪري، يورپي فوجن جي نظرداريءَ هيٺ بارودخاني ڏانهن موڪليا ويا، ۽ ۲۱-ريجمينٽ جي سڀني سپاهين کي سندن ڪوارٽرن ڏانهن روانو ڪيو ويو. چئين بجي تائين سارو معاملو طي ٿي ويو.

جنهن وقت ۲۱-ريجمينٽ بي هٿيار ٿي رهي هئي، ۱۴-ريجمينٽ کي به ان جي الڳ ميدان تي ڪڏ ٿيڻ جو حڪم مليو؛ پر ان کي بي هٿيار ڪونه ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته ان جي خلاف ڪا شڪايت ڪانه هئي، ۽ آفيسرن کي به انهن سپاهين جي وفاداريءَ جي پڪ هئي. البت، ۲۱-ريجمينٽ سان ٽبرڻ تائين ڪين روڪيو ويو، ۽ پوءِ ڪين به پنهنجن ڪوارٽرن ڏانهن موڪليو ويو. ۱۴-ريجمينٽ ۾ آفيسرن کي پوءِ به پورو پروسو رهيو، ۽ ڪين يورپي سپاهين سان گڏ پهري خواهه بيءَ ڊيوٽيءَ تي باقاعدي رکيو ويو؛ باقي ۲۱-ريجمينٽ جي سپاهين کي "ڪنڊم" (Condemn) سمجهي، ڪين اردلي ڪري رکڻ به پسند نه ڪيائون!

ان رات ڪمشنر ۽ ميجر گولڊسمٿ ڪلفٽن تي لٿل هئا. پس بجي رات جهڙي اوبلي وقت، سندن بنگلي ڏانهن ايندڙ گهوڙي جي ٽاپ-ٽاپ ٻڌڻ ۾ آئي، ۽ ان مهل ئي ڪئپٽن جان اسٽون ڪين ۲۱-ريجمينٽ جي رٿيل منصوبي جي خبر ڏني. سر فريئر پوءِ ميجر گولڊسمٿ ۽ ڪئپٽن جان اسٽون سان گڏ هڪدم شهر ڏانهن آيو ۽ حالتن کي تسلي بخش ۽ مڪمل ضابطي هيٺ ڏٺائين. ان ساري معاملي کي اهڙيءَ ته سليءَ تدبير سان نباهيو ويو، جو عام شهري مزي سان ستا رهيا ۽ ڪين صبح تائين گڙٻڙ جي ڪا لڪا ئي ڪانه پيئي.

جيتوڻيڪ ۲۱-ريجيمينٽ جي رٿيل منصوبي کي ڪاميابيءَ سان ناڪام بڻايو ويو، تڏهن به يورپي باشندا سخت بيچين هئا؛ ڪين تسلي ڏيڻ ۽ سندن مال، جان ۽ عزت جي حفاظت لاءِ ضروري هو ته ڪي مناسب قدم کنيا وڃن. صدر ايراضيءَ جي سيني مکيه رستن تي آمدرفت ۽ امن امان لاءِ باقاعدي پيادا توڙي گهوڙ سوار سپاهي بيهاريا ويا. هڪ وڏي هال ۾ ڪيمپ هئي، ڪيترن فوجي آفيسرن جا ٻار ٻچا آتي رهايا ويا ۽ وقت بوقت ڪين هنگامي حالتن کان واقف پئي ڪيو ويو. حالتن ۾ ٺاهر اچڻ ڪري يورپي شهرين ۽ يورپي فوجين کي به دلجاءِ ٿي، ۽ حڪومت ۾ سندن اعتماد قائم ٿيو.

يورپي فوجن جي ٻار هلڪي ڪرڻ لاءِ، عام يورپي شهرين مان به، ميجر گولڊسمٿ ۽ ڪئپٽن جان اسٽون جي نگرانيءَ ۾ جوانمردن جو هڪ مددگار جٿو ٺاهيو ويو، جو رات جي وقت ڪيمپ تي پهرو ڏيڻ لڳو. ڪراچيءَ جي هن مددگار جٿي جوڙڻ وقت، سر بارٽل فريئر پنهنجي سرڪاري اعلان ۾ چوي ٿو:

"في الحال ڪنهن به عيالدار کي پنهنجيون خدمتون نه آڇڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته هن نازڪ موقعي تي اهڙي ماڻهوءَ کي گهر اندر رهي پنهنجي ڪٽنب جي سنڀال ڪرڻ گهرجي."

"سنڌ قاصد" اخبار، انهيءَ "جوانن جي جٿي" جو ذڪر ڪندي لکي ٿي:

"'ڪراچي والنٽيئر گارڊ'، ۷ آڪٽوبر ۱۸۵۷ع اربع ڏينهن شام جو، عام (يورپي) پبلڪ اڳيان پنهنجو پهريون مظاهرو ڪيو. جوانن جا ڪرتب ۽ ڦڙتائيءَ جا پيا فوجي قواعد ڏسي، عام شهري گهڻو خوش ٿيا ۽ سندن بهادريءَ خواهه قومي همدرديءَ جو دليون جانيون داد ڏيڻ لڳا."

ان مظاهري کان پوء بہ رضاڪارن ڪهڙي تربيت حاصل ڪئي، جنهن جو مکيہ سبب سارجنٽ هال (Sargeant Hall) جي انٿڪ محنت ۽ قابل استادي هئي. ٻه آڪٽوبر جي ٻوبن ڏينهن ۾ ئي، ڪمشنر صاحب سنڌ وڌيڪ ضرورت نہ سمجهي، ۽ سنڌ مهرباني مجيندي کين ڇڙوڇڙ ٿيڻ (Disband) لاءِ چيو.

ڪراچيءَ جي يورپي باشندن کي هٿيار ڏيڻ، رضاڪارن جي جٿي جوڙڻ، ۽ وفادار فوجين کي هر وقت تيار رکڻ کان سواءِ، اختياريءَ وارن، آئيندي ڪنهن بہ هنگامي حالت وقت يورپي باشندن کي پناهہ ڏيڻ لاءِ، بارودخاني جي جڳهہ مخصوص ڪئي. انهن سڀني ڳالهين يورپي مائهن جي بيچينيءَ کي ڪهڙيءَ حد تائين دور ڪيو، ۽ سرڪار ۾ ۽ عام ماڻهن جي سلسلي ۾ اعتماد وري بحال ٿيو.

جيتوڻيڪ ١٤ سيپٽمبر جي صبوح جو، ٽن ڪلاڪن اندر ئي حالتن تي پوريءَ ريت ضابطو رکيو ويو هو، ۽ ان کان پوءِ ٻي ڪابہ اهڙي هنگامي حالت ڪانہ پيدا ٿي هئي، پر تڏهن بہ اختياريءَ وارن کي ٢١-ريجمينٽ جي انهن ٻنجويهن ڄڻن کي اچا گرفتار ڪرڻو هو، جيڪي ان رات پريڊ-ميدان تي غيرحاضر هئا. ڪراچي پوليس جا ڏيڍ سو ڄڻا ۽ فوج جون چار ڪمپنيون جڏهن انهن ٻنجويهن ڄڻن پويتان چڙهيون ويون، تڏهن هفتي جي اندر ڪي پڪڙيا، ۽ ڪن جي باري ۾ پوريون حقيقتون ۽ پارپتا معلوم ٿي ويا.

ڇهہ ڄڻا تہ ١٤ تاريخ صبح جو ئي پربل ٻندوقن سان پڪڙيا ويا، ۽ ڄڻن ڄڻن کي ساڳئي ڏينهن شام جو ڪيمپ ٻاهران گرفتار ڪيو ويو. ٽن ڏينهن کان پوءِ، حب نديءَ جي پرسان يارهن ڄڻن ٻين کي بہ هٿ ڪيو ويو. ١٨ تاريخ، باقي چار ڄڻا بہ مليا؛ پر انهن مان ٻہ ڄڻا ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندي بروقت پوليس هٿان مارجي ويا. انهن سڀني فسادين جو مکيہ اڳوان حوالدار رامدين پانڊي ۽ سنڌس ٻہ ساٿي اڃا روپوش هئا. آخر انهن کي بہ ٢٠ تاريخ پڪڙيو ويو. رامدين پانڊي ۽ سنڌس ٻہ ساٿي، ڪوارٽر ڇڏي اُنن جي تلاش ۾ نڪتا هئا، ۽ اٽ پاڙي ڪري تنبي احمد (محمد؟) خان ڏانهن رخ رکيائون. پوليس کي پنهنجي پوئتان ڏسي، ڄڻن رامدين ۽ سنڌس سائين کي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي صلاح ڏني-۽ آخر کين پوليس اچي پڌي سوکهو ڪيو.

هاڻي جڏهن سڀ فسادي گرفتار ٿي آيا، تڏهن هرڪنهن هنڌ سنڌ سزا بابت بحث ٿيڻ لڳا. سڀني کي اهائي اميد هئي تہ انهن فسادين جي سزا جو فيصلو ترت ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ڏوهہ ثابت ٿيڻ ۾ دير نہ لڳندي.

آخر ١٦-١٧ سيپٽمبر تي يورپي عملدارن جي هڪ ڪورٽ مارشل، ڏهن ڄڻن تي هيٺين الزامن هيٺ ڪيس هلائڻ لاءِ ڪاپ ٿي:

(١) ١٣ تاريخ رات جو پنهنجي ريجمينٽ مان هٿيارن سوڌو ڀڄي وڃڻ، ۽ پوليس هٿان پڪڙجي اچڻ تائين واپس نہ ورڻ؛

(۲) هٿيارن سوڌو پڪڙجڻ، ۽ پوليس جو مقابلو ڪرڻ.

ڪورٽ مارشل جي پورئين ڏينهن ئي يورپي باشندن کي پڪ هئي ته "غدارن" کي گوليءَ سان اڏايو ويندو؛ ڇاڪاڻ ته صبح جو انجنيرن کي موجوده جنرل پوسٽ آفيس پرسان وڏي ميدان تي اُن ڏهن ڄڻن کي هڪ ئي وقت لٽڪائڻ لاءِ ڦاسين ٺاهڻ جو حڪم مليو هو. انهيءَ تي حشام ماڻهن جا اچي ڪٺا ٿيا، پر جڏهن ٻڌائون ته ڪورٽ اڃا سيٺي جو فيصلو ڪونه ڪيو آهي ۽ ٻئي ڏينهن به ويهندي، تڏهن سيٺي جيئن آيا هئا تيئن ٽڙي پکڙي ويا. شهر ۾ کهٽيون ئي ڇيڪويون ٿيڻ لڳيون ــ ۽ ڪن ته ائين به پئي سمجهيو ته "سرڪار باغين کي سزا ڏيڻ کان گهبرائي ٿي، ۽ شايد وري ڪا نئين آفت اچڻ واري آهي". ان خوف ۽ هراس ڪري ڪيمپ ۾ ڪيترن يورپين کي رات جو ننڊ نه آئي ــ پر رات سک سان گذري ۽ ڪنهن به قسم جي بي آراميءَ جو واقعو ڪونه ٿيو. ۱۷ تاريخ به سيٺي کي ڏاڍو انتظار رهيو، پر شام جو جڏهن سيٺي فسادين جي موت جي سزا جو اعلان ٿيو، تڏهن مس وڃي يورپي باشندن کي پيٽ ۾ ساهه پيو.

۱۷ تاريخ شام جو، پوسٽ آفيس واري ميدان تي سيٺي فوجن جي پريڊ ٿيڻي هئي. فوجين جي پهچڻ کان اڳ ئي سارو ميدان عام ماڻهن سان ڀرجي ويو، جن کي پوءِ هٽائي پرپرو بيهاريو ويو ــ يورپي لوڪن کي البت ميدان ۾ نمايان جڳهه تي بيهڻ جي اجازت ڏني ويئي. ڏهه ئي "فسادي"، فوجي پهري هيٺ ميدان ۾ آندا ويا.

"ڦاسين جي پلٽفارم آڏو باقاعدي فوجي پهرو بيهاريو ويو، ۽ توبون تيار ڪري بيهاريون ويون. يورپي گارڊ جي سنڀال هيٺ آيل قيدي، جڏهن ڦاسين جي پلٽفارم تي سلامتيءَ سان پهتا، تڏهن برگيڊ-ميجر ڪپتان ليڪيءَ (Leckie) صاف ۽ بلند آواز ۾ تهمتون ۽ ڪورٽ مارشل جي فتوا پڙهي ٻڌائي، جنهن کي وري ميجر گولڊسمٿ نهايت صفائيءَ سان ترجمو ڪري ٻڌايو.

"ستن ڄڻن کي ڦاسيءَ جي سزا، ۽ ٽن ڄڻن کي توبن سان اڏائي مارڻ جو فيصلو ٻڌايو ويو. پوريائين پوين ٽن ڄڻن کي ڦاسيءَ واري پلٽفارم جي ساڄي پاسي پرپرو ڪڍي بيهاريو ويو، ۽ ستن کي ڏاڪڻ تان چاڙهي، سندن هٿ پوئتان ٻڌي، تختن تي بيهاريائون؛ پوءِ سيٺي جي ڳچين ۾ رسيون وڌيون ويون، ۽ اکيون ٻڌڻ کان سواءِ ئي سندن پيرن هيٺان تختا ڪڍيا ويا ــ ۽ اهڙيءَ طرح هي 'بدمعاش' عدم آباد ڏانهن آماليا ويا". ــ ("سنڌ قاصد")

موت اچڻ ۾ ويرم ئي نه ڪئي؛ هڪ ڄڻي کان سواءِ پيو ڪو ڦٿڪيو به ڪين. عام ماڻهن جي دلين ۾ ٿورو ڪي گهڻو ڪجهه نه ڪجهه ڏڪ ضرور پيدا ٿيو، پر يورپي باشندن جي منهن تي اطمينان جا آثار بکي رهيا هئا، ڇاڪاڻ ته هنن جي خيال موجب "بدمعاش فسادين" کي سندن گناهن جي پوري سزا ملي هئي.

باقي رهيل، ٽن ڄڻن کي بہ ـ جن پنهنجن ساٿين کي ڦاسيءَ جي تختن تي مرندي ڏٺو ـ کليل ميدان ۾ آندو ويو، جتي سڀ يورپي خواهہ ديسي سپاهي باقاعدي قطارون ٻڌي بيٺا هئا. ابتري ۾، ٽي توبون بہ اڳيان آنديون ويون، ۽ انهن جا منهن کولي، ٽنهي ڄڻن کي ڌڪا ڏيئي، توبن جي منهن ۾ ٻڌرو ڪري بيهاريو ويو. ميجر بليڪ جي اشاري جي دير هئي - توبچين بارود کي تيلي ڏني ۽ هڪ ئي ٻنيان ٽيئي "باغي" ٽڪرا ٽڪرا ٿي آڏامي ويا. ٻنگين ٽنهي جي جسمن جا ٽڪرا ميڙي، ٽوري ٻنڌ تي کڏ کوٽي، پوري ڇڏيا. ان کان پوءِ، ڦاسيءَ جي تختن تي لٽڪندڙ لاشن کي بہ، "مثل ڪتن" وانگر ٽڪر ٽڪر ڪري، ساڳئي نموني ۾ پوريو ويو.

هاڻي هر ڪنهن ريجمينٽ کي پنهنجي ٻئرڪ ڏانهن واپس وڃڻ جو حڪم مليو، ۽ اهڙيءَ طرح هن هيتبناڪ واقعي جي پڄاڻي ٿي.

هن کان پوءِ سنڌ ۾ هر ڪورٽ مارشل هندستاني آفيسر هلائيندا هئا، ۽ "سنڌ قاصد" جي چوڻ مطابق، "اهي آفيسر، انگريز آفيسرن جي بنسبت، باغين جي سخت خلاف هئا". پنجن کان سواءِ باقي سڀني کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو، ۽ انهن پنجن کي سمنڊ پار عمر-قيد جي سزا ڏني ويئي. باغين جي مکيہ سردار رامدين پانڊي کي ٢٣ سپٽمبر تي توب اڳيان بيهاري اڏايو ويو، ۽ جلاوطن قيدين کي سخت پهري هيٺ "سوسن" (Chusan) رستي بمبئيءَ موڪلڻ لاءِ، بندر ڏانهن وٺي ويا.

جنهن وقت ڪرنل حوالدار رامدين پانڊي کي ڪراچيءَ ۾ توب سان آڏايو پئي ويو، ان وقت هوڏانهن شڪارپور ۾ سخت وڳوڙ جون حالتون هيون: هڪ رات اتان جي فوجين ٽاڻي تان بندوقون کڻي، چوڏاري مورچا ٻڌي، هوائي فائر شروع ڪري ڏنا. پوليس جيتوڻيڪ اتي موجود هئي، پر باغي فوجين جي عجيب جنگي انداز ۽ هر طرف فائر ڪرڻ سبب ڪجهہ ٺٺي ڪري سگهي. صبح جو ڇهين بجي مشڪل سان جڏهن گهوڙيسوار پوليس اچي باغين تي حملو ڪيو، تڏهن وڃي سپاهين سندن بندوقون ڦريون، ۽ کيترن کي ٻڌي سوگهو ڪيو. باغين مان بہ آٺ مري ويا، ۽ هڪ جمعدار سخت زخمي ٿيو. گهوڙيسوارن بہ انهيءَ چڪريءَ ۾ ٽي آفيسر وڃايا. جمعدار کان پڇا تي معلوم ٿيو تہ اڌ رات جو شڪارپور جي فوجين (Artillery) سان گهوڙيسوار فوجي (Cavalry) بہ مليا هئا، جي گڏجي پنهنجي ٺهيل پروگرام موجب وڳوڙ پيدا ڪن ها؛ پر ڪليڪٽر ڪرنل اسٽوورڊ (Col: Steward) ۽ پوليس عملدار ڪرنل مانٽگومريءَ جي فوري قدم ۽ بلوچي سوارن جي دليرانہ حملي سندن سازش کي منڍ ۾ ملائي ڇڏيو. اڌ رات جو بندوقن جي ٺڪائن، يورپي باشندن کي ڏاڍو ويچاري ڇڏيو، ۽ هو خوف ۽ هراس وچان مقامي جيل ڏانهن پناهہ وٺڻ لاءِ ڀڄي ويا.

٢٣ سيپٽمبر تي، خيرپور جي والي علي مراد جي پٽ جي ماڻهن پنجويهہ فسادين کي پڪڙي آندو، جيڪي کين انگريز سرڪار خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائي رهيا هئا.

شڪارپور مان ڪن باغي فوجن جي ڀڄي اچڻ ڪري، ٢٢ تاريخ رات جو سکر ڪيمپ ۾ به ڪجهه گڙٻڙ ٿيڻ لڳي. گهوڙيسوار پوليس ساري رات ٻاهر چڪر ڏيندي رهي، ۽ صبح جو هڪ ڄڻو پڪڙي آندائون. معلوم ٿيو ته ان جا ٻيا همراهه درياهه ٽپي پار ڀڄي ويا. ٢٣ سيپٽمبر تي صبح جو سوير، سکر مان شاهي فوج جو هڪ دستو به شڪارپور روانو ڪيو ويو.

٩-١٠ آڪٽوبر تي هڪ ڪورٽ مارشل، گولنديزيءَ (Golundazee) جي ٽن سپاهين ۽ ١٦- ريجمينٽ جي هڪ صوبيدار ۽ هڪ حوالدار کي شڪارپور ۾ بغاوت ڪرڻ جي الزام هيٺ موت جي سزا ٻڌائي. ١٠ آڪٽوبر تي، عام فوجن جي حاضريءَ ۾، گولنديزيءَ جي ٽن ساٿين کي توبن جي منهن ۾ ٻيهاري آڏايو ويو، ۽ صوبيدار ۽ حوالدار کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ماريو ويو.

آڪٽوبر جي ١٦ تاريخ، ملتان جي اخبارن مان نانا صاحب جي گرفتاريءَ ۽ دهليءَ جي بادشاهه جي موت جي هيٺين خبر معلوم ٿيڻ تي، سنڌ ۾ به ١٨٥٧ع جي بغاوت جي پڄاڻي ٿي:

”پڪيءَ طرح معلوم ٿيو آهي ته دهليءَ جو بادشاهه مري چڪو آهي، ۽ نانا صاحب کي ميرٽ جي ڀسڪرداليءَ ۾ پڪڙيو ويو آهي.

”اول نمبر جي شيطان ۽ غدار نانا صاحب کي ڪرنل فرکهر (Farquhar) ۽ هڪ بهادر سنڌي بلوچ گرفتار ڪيو آهي، ۽ دهليءَ جي بادشاهه کي گولي هڻي ماريو ويو آهي. غدارن سان ائين ئي ڪرڻ جڳائي!“



پروفيسر چيتن ماڙيوالا

# ”ڪُئِٽ ڪراچي: ڪُئِٽ سنڌ!“

”آئي ٽي بنياري ٿنڪر، بڻ ويٺي سلطان!“ - اهو قصو آهي انگريزن جي هندستان ۾ داخل ٿيڻ جو. جهڙيءَ ريت ڪو جنا ڏاري، ڪوڙ اوڏيل ۽ ڀوت ڇنبل ساڌو، جنهن هنڌ وٺيس دونهي دکايو، پس پيش آتي مندر ڪوڙو ڪري، ڪيئي سربٺجڻ جي ڪوشش وٺي ٿو؛ يا ڪو سائينءَ جو سنواريو راتو واهه ڪنهن هنڌ قبر بنائي، خيمو کوڙي، آتي پيران پير دستگير جو آشيانو آڏي ٿو، جو پشت پيشت آهت ۽ آهراسي جو باعث بڻجيو پوي؛ تهڙيءَ طرح انگريزن به هندستان ۾ هرهنڌ ڀهرين واپاري پيڙڪون وجهي ملڪ ۾ ٿورو گهڻو حق حاصل ڪيو، مگر وقت گذرڻ سان، حالتن جو فائدو وٺي، هنن انهن واپاري پيڙڪن کي سياسي اڏن جو رتبو ڏياريو - تان جو اهي آخر ”سرڪاري دفتر“ جي عهدي کي وڃي رسيون.

اِها ’واپاري پيڙڪ مان سرڪاري دفتر بڻجڻ‘ جي حڪمت پنهنجي سر هڪ لنبي چوڙي، ڇڳي چوکي، وچتر ۽ وڻندڙ ڪهاڻي آهي؛ ۽ سنڌ ۾ انگريزن ڪهڙيءَ ريت پنهنجو راڄ قائم ڪيو، سا اِن ڪهاڻيءَ جو هڪ دل وندرائيندڙ حصو آهي.

سنڌيءَ ۾ چوندا آهن، ”آئي ٽانڊي کي، بورچياڻي ٿي ويٺي!“ انگريزن جي سنڌ ۾ حڪومت ڪوڙي ڪرڻ سان هيءَ چوڻي پيڏوڪ لڳائي سگهجي ٿي. پر بورچياڻي بڻجڻ ڪو آسان ڪم ڪينهي! عام طور ڦهليل حقيقتن مان لاشڪ ائين نظر ايندو ته ميرن ڀُولو ڪين ڀاريو؛ پر جيڪڏهن ڳالهه ۾ اونهو وڃبو ته ڏسبو ته حاضر حالتن هيٺ هنن وسُون ڪين گهٽايو: انگريزن کي ڇڳا ٽوٽا ڇپايا، ۽ ڪين سنڌ ۾ دخل ڄمائڻ کان روڪيو. ان سلسلي ۾ ”ڪُئِٽ ڪراچي: ڪُئِٽ سنڌ!“ (ڪراچي ڇڏيو: سنڌ ڇڏيو! Quit Karachi: Quit Sind) جو اعلان شروعاتي وار هو. پر هرطرف حالتون اهڙيون بدلجي چڪيون هيون، جو جتي ”شير پنجاب“ مهاراجا رنجيتسنگهه ۽ افغانستان جي حاڪم دوست محمد ڀارا انگريزن سان سياسي چالبازيءَ ۾ پيهي ڪين سگهيا، اتي سنڌ جي ميرن جي ڀلا ڪهڙي دال ڳري ها؟ پر، انهيءَ مان ميرن بنسبت ڪو اجايو انومان ڪڍڻ واجب ناهي. سياست کان مير صاحب ۽ سندن صلاحڪار به بخوبيءَ واقف هئا. ’ڪُئِٽ ڪراچي‘ وارو اعلان ته ميرن واهه جو ڪڍيو - في الحال ته انگريزن جا ماشا ٽيري وڌائون! اهڙو اعلان سنڌ جي حاڪمن ڇو ڪڍيو، سو ڄاڻڻ وٽان آهي.

انگريزن جو سنڌ سان تعلق ڇڳو ڪهنو هو. مغل شهنشاهه ڏانهن موڪليل سندن ٻهرئين واپاري وفد جو سنڌ ڏانهن اڳڇيو ڏيان ڇڪيو. آنهن ڏينهين سنڌ سان نيرو ۽ شورو ڇڳي انداز ۾ ٻاهر ويندو هو، ۽ اهي ئي شيون تنهن زماني ۾ ڪين خاص گهربل هيون، جو انهن جو يورپ ۾ خاص قدر ۽ کاٻو هو، جنهنڪري انهن وستن جي واپار مان فائدو جهجهو هو. انهيءَ ڪارڻ ئي، ٻهرئين ٻوري وجهه ملندي، انگريزن سنڌ ۾ سن ١٦٣٥ع ۾ ٺٽي نگر ۾ واپاري ٻيڪ وڌي. انهيءَ ڪوٺيءَ دواران سنڌ سان انگريزن جو ڪافي واپار هليو، جنهن مان ڪين ڇڳو چوکو ڏالهي ٻڌو نفعو پلئه پيو. مگر، سن ١٦٦٢ع ۾، ملڪي حالتن ڪين اها واپاري ٻيڪ آکوڙڻ لاءِ مجبور ڪيو. تنهن هوندي به سنڌ سان انگريزن جو واپاري رشتو هلندو آيو. تان جو هڪ صديءَ بعد، حالتون سٺاٻون سمجهي، سن ١٧٥٨ع ۾، انگريزن ٺٽي ۾ وري ڪوٺي قائم ڪئي. شايد هيل اٺانگيءَ وبل سنڌ سان واپاري سگ ڳنڍڻ جو ويچار ڪيو ئي ڏنائون، جاڪاڻ جو سنت ئي ڪين سن ١٧٧٥ع ۾ سنڌ جي اندروني اٿمندائين حالتن هن وسيهه واديءَ جا وڻ ڪين تڪڙا ڇڏارايا. انهن ٻنهي واپاري ٻيڪن سنڌ جي واپار کي ڇڳي ٻشتي ڏني. هن ڪان بوءِ، حالتن ٻٽاندر، انگريزن کي سنڌ بنسبت هڪ علحدي ۽ نئين نيتي اختيار ڪرڻي پيئي. جنهن ويل انگريز پنهنجي ڪوٺيءَ کي ڪڙو ڏيئي، سن ١٧٧٥ع ۾ ٻمبئيءَ موٽي ويا، تنهن ٽائي هندستان ۾ سندن فقط واپاري حيثيت ڪانه هئي: هو هندستان جو ڪجهه حصو هٿ ڪري، اتي حڪمرانيءَ جو رتبو حاصل ڪري چڪا هئا. تنهنڪري، ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ انگريزن جيڪي به قدم ئي ڪنيا يا ڪارروايون ئي ڪيون، سي نه فقط واپاري نقطي نظر ڪان، ٻر سياسي بنياد تي ٻڻ. هاڻ سندن لاءِ لازم هو ته هُو ٻاڻ کي انهن ڌارين ملڪن جي حاڪمن جي "چر ٻر" ۽ مشغولين ڪان واقف رکن، جي سندن هندستان ۾ حاصل ڪيل ملڪ ٻاڻ ڳڙڪائڻ لاءِ اکيون وجهيو ويٺا هئا: ۽ ڏيهي راجائن سان سلوڪت ۽ دوستيءَ جو سنبنڌ رکن، جئن وقت سر هُو پنهنجن مدخواهن کي سولائيءَ سان منهن ڏيئي، ڪين سندن مرادن ڪان هميشه لاءِ هٽائي سگهن.

انگريزن جي ٻيءَ واپاري ٻيڪ جو خاتمو ميان سرفرازخان جي ساڻن آهٽن ٻيرن ڪڻ ئي آندو هو. هن ڳالهه کي گذرئي سال ئي مس نبريو ته ميان ٻاٽمرادو انگريزن کي پنهنجي حڪومت اندر ڪوٺي وجهڻ لاءِ زور ڀريو: ٻر ٻمبئي ۾ اختياريءَ وارن انگريزن ڳالهه في الحال مهمل رکي، ۽ سنڌ جي حاڪم کي به اهڙو ئي اطلاع ڏنائون. ٻڪبارگي، آگسٽ ١٧٨٠ع ۾، "سنڌ جي شهزادي" انگريزن کي پنهنجي ملڪ ۾ واپاري ٻيڪ لاءِ منٿ ڪئي، مگر هيل به ٻمبئيءَ جي اختياري وارن آڄ 'تو' ڪنا' ڪري ڇڏي، ۽ جواب ڏنائون ته "اهڙي ملڪ ۾، جتي انتظام گهڻو ڍلو آهي، آتي ڪين ڪوٺي قائم ڪرڻ مان فائدو خيرڪو نظر نو اچي، تنهنڪري هو سنڌ جي حاڪم جي آڄ جو فالدو وٺي نٿا سگهن". مگر سن ١٧٩٩ع تائين حالتن ڇڳو ڦيرو کاڌو: سنڌ ۾ ميرن جي صاحبي چالو ئي ويئي هئي، ۽ ملڪ ۾ مڪمل

انتظام ۽ امن امان قائم ٿي چڪو هو. هوڏانهن، انگريزن به هاڻي سنڌ ۾ پيٺڪ وجهڻ بلڪل ضروري سمجهيو.

هيءَ ٽئين رٿ پاهرينءَ ريت ته واپار وڌائڻ لاءِ ٿي ڏٺي، پر دراصل ميسور جي حاڪم ٽيپوءَ سلطان جي وڌندڙ طاقت کي ٽنجو ڏيڻ ۽ ڪابل جي بادشاهه زمان شاهه جي وڌندڙ خواهشن کي ڪٽ ڏيڻ ڪاڻ سٽي وئي هئي، جن ٻنهي جون مرادون انگريزن جي هندستان ۾ سلطنت لاءِ هاڃيڪار هيون. ١٧٩٩ع ۾، مقرر ڪيل انگريزي آفيسر مسٽر ناٿن ڪرو کي سنڌ ۾ رهڻ سان ٿابيتون مليون ته ڪهڙي نه سانتيڪي ۽ خالص نموني هندستان جا مسلمان حاڪم، انگريزن خلاف منصوبا سٽي رهيا هئا. ساڳيءَ طرح، انگريزن کي سنڌن برخلاف زمان شاهه جي شخصي منشائن جي پڻ پڪي پوجهه پئي. انهيءَ ڪري، ١٧٩٩ع ڌاري، سنڌ ۾ انگريزي پيٺڪ وجهڻ جي اصول ۽ منورٿ ۾ ڦيرو اچي ويو: اڳين خالص واپاري پيٺڪن بدران هاڻ سنڌ ۾ انگريزي پيٺڪ کي واپار جي نفعي سان گڏ سياسي مطلب به سڌ ڪرڻو هو- سچ ته سياسي نفعوئي ٽئينءَ پيٺڪ جو مول مقصد هو: واپار جو فقط بهانو ڪيو ويو هو.

زمان شاهه، احمد شاهه ابداليءَ جو پوٽو، سن ١٧٩٣ع ۾ ڪابل جي مسند تي ويٺو. لڙائيءَ جو هو خاص ڪوڏيو هو، ۽ تاجدار ٿيڻ بعد سندس ڪارگذارين ”ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي هندستان ۾ مقرر ڪيل منتظمن جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي: ويتر جو هن هندستان ۾ انگريزن جي گورنر جنرل سان لکپڙهه چالو ڪئي، تنهن ته انگريزن جا شڪ شبها پڪا ڪيا. لارڊ ويلسلي، انگلنڊ جي اختياريءَ وارن کي هندستان جي حالتن کان واقف ڪندي، هڪ خط ۾ لکي ٿو ته

”ويجهڙائيءَ ۾ مون کي زمان شاهه وٽان هڪ خط آيل آهي، جنهن ۾ هن هندستان تي ڪاهه ڪرڻ جي پڪ جو اطلاع ڏيندي، شاهه عالم (مغل شهنشاهه) کي مرهٽن جي چنبي کان آزاد ڪرائي، کيس دهليءَ جو تاجدار بنائڻ ۽ مرهٽن کي سندن حاصل ڪيل آتر وارين ايراضين تان هٿ ڪڍائڻ لاءِ مجبور ڪرڻ خاطر، اسان جي ۽ (آئوڌ جي) نواب وزير جي تڪڙي مدد جي گهر ڪئي آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ’شاهه‘ جيڪي سٽي رهيو آهي، سو عمل ۾ ضرور آڻيندو. اُن جو نتيجو آخر ڪهڙو به نڪري- اسان کي پوري سجاڳ رهڻ ۽ پنهنجي سر حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ جڳائي“.

سن ١٧٩٦ع ۾، زمان شاهه ٽيهه هزار فوج سان هندستان جي سرحد ٽپي، ملڪ ۾ ڌوڪيندو آيو ۽ اچي لاهور سهڙيو. هن خبر نه فقط مرهٽن منجهه ڦوٽ وڌي، پر انگريزن جي پيٺڪن ۾ به ٿرٿلو پيجي ويو. وقت جي انگريز گورنر جنرل سر جان شور کي ته ڪابل جي حاڪم جي هن تيز رفتاريءَ مان انگريزن کي صدمي رسڻ جو گهڻو انديشو نظر آيو: مگر هو زور مان سامهون ايندڙ

دشمن کي روڪڻ لاءِ جوڳين اپائن جو پورو فيصلو نہ ڪري سگهيو. مرهٽن کي جو پنهنجي ڌپ اچي ورايو هو، تن انگريزن کي افغانن خلاف مدد لاءِ وات وڌو: پر جنهن صورت ۾ سر جان شور خود مرهٽن جي زور پڇڻ جو خواهان هو، تنهنڪري ڪين ساٿ ڏيڻ لاءِ هُو هرگز تيار نہ هو. هڪ طرف زمان شاهہ جي فتح جا هندستان ۾ سندن انگريزي سلطنت تي اثر بہ ڪيس سُجهيا ٿي، ۽ ٻئي طرف مرهٽن جي افغانن تي سوپ پائڻ سبب، انهن جو زور وڌڻ بہ ڪيس ڪين ٿي وڻيو: پر جنهن خاص ڳالهہ گورنر جنرل کي ڪنهن بہ قدم کڻڻ ۾ ٻئي منجهايو، سا اها تہ جنهن وقت مرهٽا، افغانن سان سامهون ٿيڻ جي چڻ-ڪوهہ ۾ مشغول هوندا، تنهن وقت پڪ اهو فرينچ عملدار، جو "سنڌيا" پاران ان وقت سندس ڳچ ملڪ جو ڪارخانو هلائي رهيو هو، سو، حالتن جو فائدو وٺي، ضرور پاڻ کي خود مختيار ڪندو-۽ هندستان ۾ 'فرينچ خودمختيار پينڪ' انگريزن لاءِ اصل ٺيڪ نہ هئي! تنهنڪري سرجان شور اجا پڌ-تر ۾ هو ۽ دل ۾ هئي رهيو هو تہ آخر ڪهڙو قدم کڻجي، تہ افغانستان ۾ زمان شاهہ جي ڀاءُ جي بغاوت جي جهنڊي کڙي ڪرڻ جون خبرون آيون، جن زمان شاهہ کي ڪابل موٽڻ لاءِ مجبور ڪيو، ۽ في الحال بلا ٽري ويئي. پر وري ١٧٩٨ع جي شروعات ۾ افواهہ آئيا تہ ايندڙ آڪٽوبر ۾ زمان شاهہ وري هندستان تي ڪاهي اچڻ جي تياريءَ ۾ مگهن آهي. انگريز سرڪار انهيءَ ڪري، اهڙي انديشي جي عملي جامي وٺڻ کان اڳ، جو ٽيپُو سلطان ۽ فرينچن جي سازشن سان گڏ سندن لاءِ سخت هاڃيڪار ثابت ٿيڻ ٿي سگهيو، ان لاءِ ضروري اپاءَ وٺڻ لازم سمجهيا. ايتري ۾ گورنر جنرل جي عهدي تي بہ ماڻهن جي بدل سدل ٿي، ۽ هيئنر اڳئين عملدار کان هڪ علحدو ۽ نراليءَ طبيعت وارو ماڻهو مقرر ٿي آيو. لارڊ ويلسلي، حالتن کي نظر ۾ رکندي، دشمن خلاف بچاءَ جو جيرو بندوبست رٿيو: مرهٽا سردار "سنڌيا" تي زور آندو ويو تہ هُو دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ هر قسم جي تياري رکي: جو تہ سندس ئي ملڪ دشمن جي منهن ۾ پهرين ٿي آيو. تنهن کان سواءِ، افغانن کي اٽوڪ ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ هڪ انگريزي لشڪر تيار ڪيو ويو. ساڳئي وقت، ايران ڏانهن هڪ واپاري-سياسي وفد روانو ڪيو ويو. وفد وارن تي مکيہ جوابداري اها وڌي ويئي تہ ڪنهن بہ ريت ايران جي شاهہ باباجان کي خراسان (جو تن ڏينهن ڪابل جي تابع هو) تي ڪاهي وڃڻ لاءِ ربي، جئن افغانَ ايران وارن سان لڳا رهن، ۽ هندستان تي ڪاهہ ڪرڻ جو خيال من تان لاري ڇڏين. وفد کي حڪم مليل هئا تہ ايران سان عهدنامي ۾ اهو شرط ضرور وڌو وڃي تہ جيڪڏهن افغان هندستان تي ڪاهي اچن، تہ ايران جو شاهہ هڪدم افغانستان تي چڙهائي ڪري ويندو، ۽ جيستائين افغان پنهنجي شرارت کان باز نہ ايندا، تيستائين هو افغانن سان لڙائيءَ جو سلسلو چالو رکندو: ۽ ڪنهن بہ حالت ۾، افغانن سان صلح جي شرطن ۾، انگريزن تي هرگز هلان نہ ڪرڻ جو اقرار ضرور ڪيو ويندو. هن دوستاڻي همدرديءَ ۽ سهڪار جي موٽ ۾ انگريزن انجام ڏنو ڪيو تہ ڪنهن بہ ويل جيڪڏهن افغانن يا فرينچ لوڪن ايران

تي ڪاهہ ڪئي، تہ هو ايران کي بارود ۽ ٻئي ضروري جنگي سامان ۽ اُن لاءِ گهربل ماڻهن جي مدد ڪندا، ۽ سارو سامان انگريز ايراني بندرن تي پهچائي ڏيندا- باقي عهدنامي جو واپاري حصو ڪنهن مراد يا اهميت وارو نہ هو.

هيڏي بندوبست هوندي بہ، گورنر جنرل کي هڪ ڳالهہ جهڙي ڪوتاهي نظر آئي: انگريزن کي هڪ ڳجهہ سياسي اڏي يا بيٺڪ جي گهُرج هئي، جنهن دوارن، بنا ڪنهن شڪ آثارڻ جي، ڪين زمان شاهہ جي ڪارگذارين جي خاطريءَ جوڳي نمونی سنڌ پنجي سگهي، جئن ايندڙ آفت کي هو اڳواٽ اطلاع ملڻ ڪري سولائيءَ سان منهن ڏيئي سگهن. لارڊ ويلسليءَ محسوس ڪيو تہ سنڌ ۾ اهڙي بيٺڪ آسانيءَ سان برپا ڪري سگهبي، جو تہ سنڌ جا حاڪم، ٽالپر مير، پنهنجي مرضيءَ خلاف افغانستان جي تابعداري قائم رکندا پئي آيا. انگريزي گورنر جنرل هن خيال بنسبت بمبئيءَ جي گورنر آنربل جوناٿن ڊنڪن کي پنهنجي تاريخ ٨ آڪٽوبر ١٧٩٨ع واري خط ۾ هيٺينءَ ريت لکيو:

”مون کي صلاح ملي آهي تہ ڪابل جي شاهہ جو فڪر وڌائڻ جي هڪ ٻي بہ تجويز آهي. سا اها، تہ اسين سنڌوءَ جي دوآبي ۽ ماٿريءَ جي هيٺين حصي وارن ملڪن جي حاڪمن جي- جي پڪ جي ٿو تہ اڳ ۾ ئي شاهہ جي خلاف آهن- ڪجهہ پٺڀرائي ڪريون، ۽ ڪين شاهہ خلاف وڌيڪ ٿيڙيون. منهنجو خيال آهي تہ اوهين هن رٿ تي پورو ڌيان ڏيئي، مون کي پنهنجن خيالن کان واقف ڪريو. تنهن وچ ۾ اوهين پل ڪهڙا بہ قدم کڻو، جي انهيءَ ڏس ۾ اوهان کي ضروري ۽ لازم لڳن.“

هن ڳالهہ جو چڻ تاڪيد ڪندي، گورنر جنرل، بمبئيءَ جي گورنر کي پنهنجي ٢٤ آڪٽوبر ١٧٩٨ع واري خط ۾ وري لکيو:

”ساڳيءَ ڳالهہ بنسبت مان پهر اوهان جو ڌيان چڪائڻ واجب ۽ ضروري ٿو سمجهان تہ اوهين پل آهي سڀ واجب اُپاءَ اختيار ڪريو، جي سنڌ جي ماڻهن ۽ ملتان کان قنڌار توڙي ملڪن ۾ رهندڙ قومن کي شاهہ جي خلاف ڀڙڪائين، جئن هو پنهنجي سلطنت کي قابو رکڻ ۾ رڌل رهي. ٻڌڻ ۾ ٿو اچي تہ اهي قومون اڳيئي شاهہ خلاف بغاوت جو جهنڊو کڙو ڪرڻ لاءِ تيار آهن، ۽ ممڪن آهي تہ اسان جي ڪين بارود پهچائڻ جي لالچ، ۽ اهڙين قومن جي باغي سازشن جي چشم‌پوشي ڪرڻ جي دلاسي تي، هو افغان بادشاهہ جي هندستان تي ڪاهڻ ويل حالتن جو فائدو وٺن.“

هڪ ٻئي پٺيان تڪڙن خطن اچڻ ڪري، بمبئيءَ جو برطانوي گورنر، جوناٿن ڊنڪن، گورنر جنرل جي حڪم جي پيروي ڪرڻ ۾ جنبي ويو. سندس خيال هو تہ بُشاير جي آزمودگار واپاريءَ ۽ سياستدان آغا ابوالحسن کي انگريزن پاران ميرن جي درٻار ڏانهن چاڙهي موڪلجي، جئن هو ڪين ربهي ربي سندن حد ۾ انگريزن جي واپاري بيٺڪ وجهڻ جي رخصت حاصل ڪري:

جنهن دوران، جيڪي افغانستان ۾ وهيو واپريو ٿي، آن جي اعتبار جوڳي ۽ ترت خبر به ميسر ٿي سگهندي، ۽ اولهه هندستان ۾ رهندڙ قومن جو افغانن خلاف مورچو ٺاهڻ ۾ به گهڻي سهوليت ٿيندي. انهيءَ نيت سان، سن ١٧٩٩ع جي شروعات ۾، آغا ابوالحسن کي نيابو موڪلي بمبئيءَ گهرايو ويو ۽ ڪيس انگريزي رٿ کان واقف ڪيو ويو. آغا بمبئيءَ جي گورنر جي آڇ قبول ڪئي، ۽ ڪيس يقين ڏياريو ته اول خير هو اوس پنهنجي سفارت ۾ ڪامياب ٿيندو.

چند ڏينهن ۾ آغا ابوالحسن کي ميرن لاءِ به خط ۽ ٻيو مال سامان ڏيئي، سنڌ-دربار ڏانهن روانو ڪيو ويو. انهن ٻن خطن مان هڪڙو خط مير فتح علي خان، حيدرآباد جي ٽهرين ميرائي چوياريءَ جي ٽهرين رئيس ڏانهن هو. ان خط ۾ خوش خيرآئيت بعد مسٽر جوناٿن ڊنڪن، مير صاحب کي موڪليل وڪيل جي مقصد کان واقف ڪيو، ۽ انهيءَ ڳالهه تي خاص ڌيان ڏياريو ته سنڌ ۾ انگريزن جي 'واپاري بيٺڪ' ٻنهي ڌرين لاءِ خاص ڪارگر ۽ فائديمند ثابت ٿيندي. خط هيٺين طرز ۽ نوع ۾ لکيل هو:

"آءٌ اوهان صاحبن جو ڌيان هن حقيقت ڏانهن ڇڪائڻ ٿو چاهيان ته جنهن صورت ۾ خدا تعاليٰ پنهنجي ساريءَ ڪائنات کي دوستيءَ ۽ حب جي تندن سان ٽڪي، منجانش ڏاڏي آدم جي پوين لاءِ هڪ عمدو زربفت بڻايو آهي، تنهن مطابق اهو بلڪل ضروري ۽ لازم آهي ته ميرن ۽ انگريزن جي درٻارين وچ ۾ وڪيلن جي آمدرفت جو سلسلو جاري رهي، جنهن جي شروعات اسين آغا ابولحسن کي اوهان ڏانهن موڪلڻ سان ڪريون ٿا..."

ٻيو خط مير غلام علي خان ڏانهن لکيل هو، جنهن جي سرنامي ۾ ڪيس مير فتح علي خان جو "ڪَن-وزير" ڪري ڄاڻايو ويو هو. ڏانهنس خط ۾ بمبئي جي گورنر لکيو ته

"ازحد خوشيءَ سان، آءٌ اوهان کي اهو ٻڌائڻ واجب ٿو سمجهان ته مون کي اوهان جي گهڻين ۽ خاص لياقتن کان لائق ۽ اعتبار جوڳي آغا ابوالحسن بشاير جي واپاريءَ واقف ڪيو آهي. هن مون کي ائين به ٻڌايو ته هُو ڪجهه وقت اوهان جي ٻاجهه جي سايي هيٺ ٻڌ رهيو هو، ۽ خاص ڌيان اوهان جي تجارت جي ترقيءَ ۽ واپارين جي واهر ڏانهن ڇڪايائين. انهيءَ ڪري حجت رکي، لئي ۾، اڳوڻن شرطن تي، معتبر 'ڪمپنيءَ' پاران واپاري بيٺڪ وجهڻ جي خيال سان، آءٌ اوهان ڏانهن آغا ابوالحسن کي روانو ڪري رهيو آهيان، جنن هُو ضروري اوائلي ڳالهيون فيصل ڪري، اوهان ۽ اسان جو ناتو گهاٽو ڪري-انهيءَ اُميد سان تہ هن نئينءَ رشتيداريءَ جو نتيجو ٻنهي ڌرين لاءِ فيض بخش ۽ خوشگوار ٿيندو. تنهنڪري، توهين جنن ٿي ڪنهن فيصلي تي اچو ته مون کي آن جو اطلاع ڏيندا، جنن مان سنڌ ۾ ڪوئي وجهڻ خاطر مقرر ماڻهو ترت موڪلي ڏيان".

آغا ابوالحسن کي سنڌ ڏانهن روانو ڪري، بمبئيءَ جي گورنر، گورنر جنرل کي زمان شاهه بنسبت ڪنيل قدم کان واقف ڪيو، جنهن جي جواب ۾ کيس ۷ اپريل ۱۷۹۹ع تي گورنر جنرل وٽان خط آيو، جنهن ۾ هن صاحب سندس ورتل آپائن جي پٺڀرائي ڪئي، ۽ آئينديءَ جي پاليسيءَ جي اپٽار ڪئي. گورنر جنرل لکيو،

”مان آغا ابوالحسن - جنهن کي منهنجي چوڻ تي ڪمر سانگي سنڌ ڏانهن موڪليو ويو آهي - کي ڏنل هدايتن جي تائيد ٿو ڪريان. انهيءَ ملڪ (سنڌ) ۾ انگريزي بيٺڪ بلڪل ضروري آهي - واپاري خيال کان ايترو نه، جيترو سياسي لحاظ کان. تنهنڪري، آءٌ چاهيان ٿو ته اوهين پل فتح علي خان کي راضي ڪريو، ۽ ڪوشش وٺي سنڌ ۾ انگريزي ڪوٺي قائم ڪريو. جيئن ئي، ۽ جڏهن، بيٺڪ ٿيو ته توهين خاص ڌيان سنڌي ڪوٺيءَ سان آمدرفت کي ڏيندا، جئن زمان شاهه جي ڪارنامن ۽ ڪارروائين جي اسان کي جلد ۽ جوڳي خبر پهچندي رهي. مون کي فتح علي خان سان اهڙي ڳوڙهي عهدنامي ڪرڻ جي ضرورت نظر نٿي اچي، جنهن جي ڪري اسان کي کيس زمان شاهه خلاف گهربل بارود پهچائڻ کان وڌيڪ واهر ڪرڻي پوي. آءٌ اوهان کي فقط انهيءَ مدد باجه تي عهدنامي ڪرڻ جي رخصت ٿو ڏيان. ايتري ۽ اهڙي مدد، منهنجي خيال ۾ مير کي پنهنجن حدن ۾ انگريزي بيٺڪ وجهڻ تي لالچائڻ لاءِ ڪافي آهي؛ پر جيڪڏهن سنڌ ۾ بيٺڪ وجهڻ لاءِ فتح علي خان جي، زمان شاهه خلاف، وڌيڪ مدد جي ضرورت پوي، ته پوءِ ڪوٺي وجهڻ جو خيال صفا لاهي ڇڏجي.“

آغا ابوالحسن ۲۲ فبروري ۱۷۹۹ع تي حيدرآباد پهتو، ۽ سيد ابراهيم شاهه وزير جو مهمان ٿي اچي لٿو. مير فتح علي خان ۽ ٻيا مير شڪار تي ويل هئا، تنهنڪري سڄو هفتو آغا سندن اوسيئڙي ۾ ڪاٽيو. مير ٻهرين مارچ تي شڪار تان موٽيا، ۽ ٻئي ڏينهن ئي آغا کي ساڻن ملاقات جو شرف نصيب ٿيو. ميراڻي درٻار ۾ سندس جيڪا گهڻگهري آجيان ٿي، تنهن جي ساک آغا بمبئيءَ جي گورنر ڏانهن ۷ مارچ واري خط ۾ پاڻ ٿو ڀري. آغا هن موقعي لاءِ پاڻ سان آندل قيمتي سوکڙيون، سهڻن ٿالهن ۾ رکائي درٻار ۾ نيئي ويو؛ ميرن اڳيان لائق نذرانا رکيئي، ٻين درٻارين تي پڻ سندن عهدي آهر نوازش ڪيائين. سوکڙين واه جو اثر ڪيو: سڀني جا منهن ٽڙي پيا، ۽ درٻار ۾ 'واه-واه!' لڳي ويئي. خوش خيرآفيت بعد، آغا ابوالحسن انگريزن پاران ميرن اڳيان پنهنجو عرض پيش ڪيو. مير فتح علي خان، سيد ابراهيم شاهه سان-جو هن ٽئين ناتي جي فائدي ۾ هو-صلاح ڪري، آغا کي آٿت ڏياري ته انگريزن کي سنڌ ۾ ڪوٺي وجهڻ لاءِ ايتريون ۽ اهڙيون ئي سهوليتون ڏنيون وينديون، جهڙيون کين ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ حاصل هيون. نه فقط ايترو، پر مير صاحب آغا کي ايترو به يقين ڏياريو ته انگريزن کي سنڌ سرڪار مان بهتر سلوڪ جي هر ڪا اميد رکڻ گهرجي.

آغا ابوالحسن، تاريخ ١٧ مارچ ١٧٩٩ع تي، ٻمبئي جي گورنر آنربل جوناٿن ڊنڪن کي پنهنجي ڪم جو پيرائتو احوال ڏيندي، ڪيس ميرن وٽان سنڌ ن حدن ۾ انگريزي بينڪ وجهڻ لاءِ سرڪاري لوازمن بنسبت پروانن جي ملڻ جو اطلاع ڏنو، ۽ سندس خاص ڏيان انهيءَ ڳالهه ڏانهن ڇڪايو ته ”جڏهن ته ميرن سنڌ ۾ انگريزي ڪوٺي کولڻ جو پروانو ملڪ جي واپار کي هٿي اچڻ جي اميد تي ئي ڏنو آهي، تنهنڪري انگريزي اختياريءَ وارن کي پنهنجو گماشتو سنڌ ڏانهن ترت موڪلڻ گهرجي، ۽ ٻيا اهڙا اپاءَ وٺڻ گهرجن، جڏهن مير محسوس الين ڪن ته انگريز لوڪ واپار جي نيت سان ئي سنڌ ۾ ڪوٺي وجهي رهيا آهن“

ساڳئي خط ۾، ”آغا“ ٻمبئيءَ جي گورنر کي آغا محمد بيگ جي خاص پارت لکي، جو ميرن پاران خريداريءَ لاءِ ٻمبئيءَ وڃي رهيو هو. انهيءَ ئي خط ۾ آغا ابوالحسن ٻمبئيءَ جي گورنر کي سنڌ ۾ مال جي چالو وڪڻن جي وچور به ڏني، ۽ لکيو ته اهي شيون ڪجه انداز ۾ روانيون ڪيون وڃن، جڏهن انگريزي بينڪ جو ”واپاري روپ“ چٽو ظاهر ٿي بيهي. انهيءَ وچور ۾ مکيه شيون هن ريت ڄاڻايل هيون: مصري، ڪارا مرچ ۽ ٻيا مصالحا؛ چينيءَ جو اوچو ۽ گهٽ اگهه وارو سامان؛ شيهو، ٽين، لوهه، رڪ ۽ رنگين ڪپڙو. خط جي ”قلم تازي“ ۾ آغا لکيو ته ”جڏهن ته مير صاحب هڪ گهڙيال ۽ هڪ واچ، ۽ ابراهيم شاهه هڪ محافي (Sedan Chair) لاءِ خاص چاهنا ڏيکاري آهي، تنهنڪري اهي شيون ترت موڪليون وڃن“

هن خط ۽ پروانن پهچڻ شرط، آنربل جوناٿن ڊنڪن، مسٽر ناٿن ڪرو (Nathan Crowe) کي سنڌ لاءِ انگريزي گماشتو مقرر ڪري، سندس جلد روانگيءَ جو بندوبست ڪيو. انهيءَ ريت، انگريزن جي سنڌ سان رشتيداري نئين سر وري قائم ٿي.

آغا ابوالحسن کي مليل مير فتح عليخان جي مهر لڳل ٦ مارچ وارن پروانن موجب، انگريزن کي ٺٽي شهر ۾ انهيءَ ساڳيءَ جاءِ ۾ ڪوٺي کولڻ جو حق مليو، جتي عيسوي ارڙهين صديءَ ۾ ڪلهوڙن جي راڄ ۾ سندن ڪوٺي هئي. اصل ۾ ٥٨-١٧٥٥ع واري بينڪ پيري، انگريزن جو سامان هڪ گدام ۾ رکيل هوندو هو ۽ مال جو وکرو هڪ ٻيءَ مسواڙي جاءِ تي ٿيندو هو؛ پر جلد ئي ملڪ ۾ بي بندوبستگيءَ ۽ بدامنيءَ منهن ڪڍيو، جنهن ڪمپنيءَ جو مال هن ريت رکڻ سخت جوکي وارو ڪيو، تنهنڪري انگريزي گماشتن سن ١٧٦٨ع ۾ ڪمپنيءَ جي ڏبهي دلال ”ٻمبي“ جي نئين جوڙايل جاءِ اچي والاري-انهيءَ ئي جاءِ ۾ هاڻ به کين ڪوٺي کولڻ جو اختيار مليو هو. آغا ابوالحسن انهيءَ جاءِ بنسبت لکي ٿو: ”ٻڌو اٿم ته اصلوڪي ڪوٺي ٻمبي دلال پنهنجي خرچ تي اڏرائي هئي، ۽ کيس فقط ماهيانو هڪ سؤ رپيا انگريزي منيب وٽان انهيءَ بيلي ملندا هئا: اها مسواڙ آءٌ گهٽي قدر گهٽائيندس“. آغا الين ئي ٻمبئيءَ جي گورنر کي خط ۾ ڄاڻايو ته ”جاءِ کي ڪجه مرمت جي سخت ضرورت آهي، ۽ جنهن صورت ۾ جاءِ جي مالڪ جو پٽ سقيم حالت ۾ آهي، تنهنڪري مرمت جو خرچ في الحال اسان کي ئي ڪرڻو پوندو“. ١٧ مارچ ١٧٩٩ع واري خط ۾ آغا ٻمبئيءَ جي گورنر کي انگريزي جهنڊي ۽ ان لاءِ گهربل سامان موڪلڻ لاءِ پڻ لکيو. مليل پرواني

موجب، انگريزن کي ٺٽي شهر جي ٻاهران، بنا مسواڙ ۽ ٻئي ڪنهن لوازمي جي، باغيچي لڳائڻ لاءِ چار بگها زمين ٻڌ ڏني ويئي. انگريزن جو پهريون مال سنڌ ۾ مئي ١٧٩٩ع ۾ ڪمپنيءَ جي ”ڊربڪ“ جهاز رستي پهتو. انهيءَ مال جي ڪُل قيمت هئي ٦٩٨٠٥ رپيا. هن مال دوران انگريزن جي سنڌ ۾ نئين ڪوليل ڪوٺيءَ جو ڪم چالو ٿيو.

جيتوڻيڪ انگريزن کي پهريون پروانو مارچ ١٧٩٩ع ۾ مليو، ته به کين مڙني ڏنل سهولتن لاءِ پروانا آگسٽ کان اڳ ڪين مليا. هنن پروانن ۾، اڳين سهولتن کان سواءِ، ميرن انگريزن کي ڪراچيءَ ۾ به ڪوٺي وجهڻ جي موڪل ڏني، ۽ انگريزي گماشتي جي رهڻ لاءِ آتي بنگلي ۽ باغيچي لاءِ ٻن شهر کان ٻاهر بنا ڏل ڀاڙي جي زمين عطا ڪئي. سنڌ ۾ هيڪر وري انگريزن جي واپاري بيٺڪن پوڻ ڪري ڏيهي واپارين تي البت آلنو اثر ٿيو، تنهنڪري هنن انگريزن جي خلاف ميرن جا ڪن ڀرڻ شروع ڪيا. انگريزن جو سنڌ ۾ گماشتو، ناٿن ڪرو، پيو وقت بوقت ميرن جي درٻار ڏانهن ڦيرا ڪندو هو. سنڊس ٧ مئي ١٨٠٠ع واري ڪراچيءَ مان بمبئيءَ جي گورنر ڏي لکيل خط مان ظاهر آهي ته مارچ کان اڳئين دفعي درٻار ۾ وڃڻ ڦيري، سنڊس پوري ۽ خاطر خواهه آجيان ڪانه ٿي هئي، ڇاڪاڻ ته ميرن کي انگريزن جي سچائيءَ ۾ شڪ پوڻ شروع ٿيو هو. ميرن، فرنگين ۾ اعتبار رکي، کين سڀ واپاري سهولتون ميسر ڪري ڏنيون هيون: ۽ جڏهن کين اعتبار جوڳن ماڻهن ذريعي معلوم ٿيو ته انگريزي بيٺڪ کي، ٻاهران واپار جو ڍونگ رچائي، اندروني طرح سياسي چال لاءِ پيو ڪم آندو وڃي ته سڀاويڪ کين چيڙ لڳي، ۽ انهيءَ ڪارڻ ئي انگريزي منيب جي مرحبا ۾ ڪس پئي. مسٽر ناٿن ڪرو، حالتون بگڙيل ڏسي، پنهنجيءَ روش ۾ اهڙو ڦيرو آندو، جئن ميرن جا سڀ شڪشبها دور ٿين. هو مارچ ١٨٠٠ع ۾ وري ميرن جي درٻار ۾ ويو. تيستوڻي انگريزن خلاف افواهه به ڪافي ڍرا ٿيا هئا، ۽ انهيءَ سبب ميرن جو انگريزن ڏانهن رخ ٻن ڪي قدر بدليو هو. ناٿن ڪرو، هن ڦيري درٻار جي رخ جو اظهار ڪندي، لکي ٿو ته ”هيل مان جڏهن کين (ميرن کي) مليس ته دل البت پري، جو ته سندن روش ۾ اڳين دفعي واري رنجش ۽ رُک-سُنهائي ڪين هئي“.

انگريزي منيب، سنڌ-درٻار ۾ پنهنجن مالڪن جي عزت سڌارڻ جو هيءُ موقعو هٿان وڃائڻ نٿي گهريو. هيل به مسٽر ڪرو هرهڪ مير لاءِ سنڊس فرمائش موجب لائق سوکڙيون کڻي آيو هو، جن ۾ بندوقون ۽ ڪارتوس وغيره البت سرسيرا هئا. ميرن اڳيان انهن لاءِ آندل سوغاتون رکي، مسٽر ڪرو پين درٻارين کي به سندن عهدي انوسار تحفا ڏنئي، سڀني جي دل بهار ڪئي. مير فتح علي خان کي هڪ هزار پنجيتاليهه روپين، مير غلام عليءَ کي اٺ سؤ اوڻونجاهه روپين، مير ڪرم عليءَ کي ست سؤ پنجنيهه روپين، ۽ مير مراد علي کي ٻن ساڳئي ملهه جون سوغاتون مليون. هن دفعي فرنگي بهادر، مسندوارن ميرن جي ’امان جان‘ کي

بہ ڪين وساريو هو: هن لاءِ قيمتي ڪپڙو ۽ ڪجهہ شيشي جو سامان آندو هئائين، جنهن جو ڪل ملهہ هڪ سؤ پنجهتر روپيا هو. انهن سوکڙين تي ڪل خرچ چار هزار ٻي سؤ ڇائيتاليهہ روپيا ٿيو.

ميرن کي خوش مزاج ڏسي، انگريزي منيب پنهنجن آقائن خلاف شڪ شبها لاهڻ جي هر طرح ڪوشش ڪئي. هن مير صاحبن کي پوريءَ ريت ذهن نشين ڪرايو تہ ڏيهي واپارين مير صاحبن جا انگريزن خلاف هروڀرو ڪنّ ڀريا هئا. ڏيهي واپارين، ميرن اڳيان انگريزن جي سياسي مقصد هئڻ جي هڪ ثابتي اِها پيش ڪئي هئي تہ انگريزي ٻيڙڪ جي واپاري واري ڦيري بلڪل اڻٽڪي هئي، جنهن مان ظاهر هو تہ انگريزن جو ڌيان واپار ۾ ايترو ڪتل نہ هو، جيترو ڪنهن ٻيءَ ڳجهيءَ مشغوليءَ ۾: نہ تہ هوند سندن واپار جا انگ اکر ضرور واڌ ڏيکارين ها. انهيءَ ڪري ئي، ڏيهي واپارين اهو انومان ڪڍيو هو تہ انگريز سنڌ ۾ واپار لاءِ نہ، پر ميرن جو ملڪ هضم ڪرڻ جي نيت سان ئي آيل هئا. مسٽر ڪرو، هن نازڪ الزام جو آتر ڏيندي، سنڌ جي حاڪمن کي محسوس ڪرايو تہ سنڌ ۾ انگريزن جي واپار جي رفتار البت ڍلي انهيءَ ڪري ٿي رهي، جو ڪين سنڌ ۾ آئي اڃا ڪي مهينا مس گذريا هئا، جنهنڪري هو اڃا تائين پوريءَ طرح اهو تخمينو لڳائي نہ سگهيا هئا تہ سنڌ ۾ جدا جدا واپاري اِسمن جو ڪيترو کاپو هو- ۽ انهيءَ ڪري هو هر قسم جي شين جو ٿورو انداز گهرائي رهيا هئا. تنهن کان سواءِ، سنڌ ۾ واپاري چڙهت ۽ چنائيءَ ڪندڙ آساميون اڳي کان وڌيل هيون، جنهنڪري انگريزن کي خاص خبرداريءَ سان مال گهرائڻو ٿي پيو، جئن مال فضول رهجي نہ وڃي، ۽ پس پيش مٿن تاوڻ نہ پوي. مسٽر ڪرو، ميرن کي پڪ ڏياري تہ جيئن ئي ڪين سنڌ جي مارڪيٽ جو وڌيڪ آزمودو ٿيندو، مير صاحب پاڻ ڏسندا تہ انگريزي ٻيڙڪ جي واري ڦيري ڪيئن نہ وڌندي ٿي وڃي! مير فتح علي خان تي هن ”دليلبازيءَ“ جو گهڻو اثر پيو، جنهن پنهنجي سخا جي انگريزي ٻيڙڪن تي نوازش ڪئي. انگريزي منيب کي مير صاحبن وٽان ۱۲ اپريل ۱۸۰۰ع تي بہ نوان پروانا مليا، جن نہ فقط انگريزي ٻيڙڪن جون واپاري سهولتون وڌايون، پر انگريزي منيب جو مان مرتبو بہ مٿاهون ڪيو. پهرئين پرواني موجب، ڪراچيءَ واري انگريزي ٻيڙڪ هائي بنا موجودات ۽ موڙيءَ جي لوازمن ۽ فوجداري محصول جي، ۾ حصن تي مال جي آمدرفت ڪري ٿي سگهي. محصول جي ايڏي معافي ڪراچيءَ جي ڪنهن بہ واپاري ٻيڙڪ کي اڳي ڪاڻ نصيب ٿي هئي؛ جنهنڪري هن پرواني سبب انگريزي ٻيڙڪ جو شان پين مڙني کان آتاهون ٿيو. ٻئي پرواني موجب، انگريزي منيب ڪراچيءَ جي ڪوٽ ۾ هٿيارن پنوهارن سوڌو اچي وڃي ٿي سگهيو. اهڙي موڪل هوندي فقط ڪراچيءَ جي قلعيدار کي ئي مليل هئي. ان طرح انگريزي منيب جو رتبو پروچ سردارن کان بہ بالا ۽ بلند ڪيو ويو؛ جو تہ هن کي بہ ڪراچيءَ جي ڪوٽ اندر هٿيارن سوڌو اچڻ جي اجازت حاصل نہ هئي. جڏهن مسٽر ڪرو ڪم پورو ڪري ڪراچيءَ تي موٽيو، تہ مير فتح علي خان

پنهنجي ڪمر تان هڪ قيمتي ڪمربند ۽ هڪ سون سان جڙيل نيمچو لاهي ڪيس نوازيو، ۽ بمبئيءَ جي گورنر لاءِ سوغات طور هڪ تازي گهوڙو پڻ ڏنو.

ڏنل نون حقن ۽ سهولتن مان ظاهر آهي ته ميرن اهي سهنج پنهنجي ملڪ جي واپار کي هٿيي ڏيڻ ۽ وڌائڻ لاءِ ئي انگريزن کي عطا ڪيا هئا؛ مگر انگريزي منيب ته ڏينهن جا چوويهه ئي ڪلاڪ پنهنجو سياسي مقصد سڌ ڪرڻ ۾ سوڙهو ۽ مشغول رهيو. انهيءَ ئي خط ۾، جنهن ۾ هن حاصل ڪيل نين سهولتن جو بمبئيءَ جي گورنر کي اطلاع ڏنو، مسترڪرو ڪيس اهو يقين ڏياريو ته هن خاص هوشياريءَ ۽ خبرداريءَ سان، انگريزن جي 'سنڌ سرڪار کي هڪ سياسي اوزار ڪري ڪم آڻڻ جي تجويز' ميرن کان ڳجهي رکي آهي، ۽ آن کي ڪامياب بنائڻ ۾ هو چڱيءَ طرح مشغول آهي. ساڳئي خط ۾، مسترڪرو، سنڌ ۾ انگريزي ڀيٽڪ مان انگريزن کي جيڪي سياسي فائدا ٿي سگهيا ٿي، تن جو بيان پڻ ڪيو آهي - حالانڪ ڪيس فقط واپار وڌائڻ جي تجويزن گولڻ ۾ ئي رڌل رهڻ ڪپندو هو، جنهن ڪم لاءِ ئي ڪيس ميرن وٽان تازو نوان پروانا مليا هئا. مستر ڪرو جي خيال موجب، انگريزن کي سنڌ ۾ ڀيٽڪ هئڻ مان هيٺيان وڏا فائدا هئا:

(۱) افغانستان جي حاڪم زمان شاهه جو سنڌ ۾ انگريزي ڀيٽڪون ضرور ڏيان ڇڪائينديون، تنهنڪري هاڻي هو هندستان تي سوچي سنڀالي ڪاهيندو؛

(۲) جيڪڏهن ڪنهن به وقت انگريز، افغان سلطنت خلاف ڪاٺ ڪهاڙا ڪڍڻ جو فيصلو ڪن، ته سنڌ جي ميرن سان گهاٽي ناتي هئڻ ڪري، جيڪڏهن وٽانئن لشڪر جي سڌي مدد نه ميلي، ته گهٽ ۾ گهٽ سندن ملڪ مان انگريزي لشڪر لنگهائڻ جي هر قسم جي سهوليت ته اوس ملندي؛

(۳) جيڪڏهن سنڌ جو ڪو به حاڪم افغانن کي ڏن ڏيڻ کان پنهنجي جند ڇڏائڻ چاهي، يا ملڪ وڌائڻ جي خيال کان انگريزن کان مدد گهري، ته انگريز اهڙيءَ مدد جو خاطر خواهه آجورو حاصل ڪري سگهن ٿا؛

(۴) ڀيٽڪ جي بهاني سان سنڌ ۾ انگريزن جي موجود هئڻ ڪري، انگريزن خلاف هندستان جي ڏيهي مسلمان حاڪمن جي گڏيل منصوبن ۽ حرڪتن ۾ سولائيءَ سان رخنو وجهي سگهجي ٿو؛

(۵) ساڳيءَ طرح، سنڌ ۾ رهي، انگريزن خلاف سرهڻن جي سازشن جو سولائيءَ سان مقابلو ڪري سگهجي ٿو؛ ۽

(٦) زمان شاهه جي ڪارگذارين جي پوري ۽ پڪي خبر آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجي ٿي.

مگر، ڪابل جي تاجدار زمان شاهه بنسبت خبرچار هٿ ڪرڻ اهڙي سوکي سٺري ڳالهه ڪانه هئي، جهڙي مستر ناٿن ڪرو سمجهي ويٺو هو، ۽ جنهن جو اطلاع هن بمبئيءَ جي اختياريءَ

وارن کي ڏنو هو. هن پنهنجي اهڙي اڀري انومان ڪرڻ جي چوڪ جلد محسوس ڪئي، ۽ ان کي سڌارڻ جا تڪڙا اپاءَ اختيار ڪيا. جلدئي هن بمبئيءَ ڏانهن خط ڊوڙايو، جنهن ۾ لکيائين ته

"'ڊريڪ' جهاز رستي جيڪو خط موڪليم، تنهن ۾ لکيل ڳالهين جو وستار ڇيڙيندي، آءٌ هاڻي ائين لکڻ واجب ٿو سمجهان ته جيڪو رايو مون پيش ڪيو هو ته زمان شاهه جي ملڪ جي حالت جاچڻ ۽ سندس راڄ جي سياسي چال جي خبر لهڻ جو ڪم هتان سنڌ مان سولائيءَ سان ڪري سگهبو، سو ٿوري پرايل آزمودي ۽ گهڻا ڪم هٿ ۾ هئڻ سبب تڪڙ ۾ ڏنل هو. اها چوڪ معافي ڏيڻ جوڳي ٿيندي، جيڪڏهن آءٌ ڳالهيون، جن جي مون کي اَن وقت خبر ڪانه هئي، سي خيال ۾ آڻجن - مثال طور سنڌ سرڪار جو اسان جي ڪم ۾ شڪ، وغيره.

"مون خط لکڻ بعد جلد ڏٺو ته مون تي سخت چوڪسي ٿي رهي آهي: جنهنڪري آءٌ ڪنهن تي به مدار يا اعتبار رکي ڪا به پڪا ڳاڇا ڪري نٿو سگهان؛ نڪي ڪي ڪنهن غير رواجي ڳالهه تي ڪنهن طرح اچرج ٿي ظاهر ڪري ڪجهه معلوم ڪري ٿو سگهان - ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ حالت ۾ هتي جي سرڪار کي منهنجي منيب ٿي اچڻ ۾ ڪو لڪل راز نظر اچڻ لڳي ٿو، جنهنڪري انهيءَ راضپي ۾، جو هٿ ڪرڻ منهنجو خاص فرض آهي، سخت رخنو ٿو پوي".

سنڌ ڏانهن موڪليل انگريزي منيب لاءِ، افغانن بنسبت ڪا به خبر چار هٿ ڪري بمبئيءَ موڪلڻ مشڪل ۽ ڪٺن بڻجي پئي. پر مسترڪرو هڪ قابل ۽ اورچ انسان هو، ۽ هن کي جلد سُجهي آيو ته جيڪڏهن هو ڪنهن ريت ميرن کي محسوس ڪرائي ته انگريزن جي سنڌ ۾ پيڙهي ۾ فقط واپاري مراد رکيل آهي، ته پوءِ شايد قصو ٺهي پوي، ڇو ته اَن حالت ۾ انگريزي پيڙهي برخلاف ماڻهن جي ڳالهين تي مير صاحب هرگز اعتبار نه ڪندا، نڪي ڪي انهن تي ڪو خاص ڌيان ٿي ڏيندا. هو انهيءَ ڪري ڪنهن ريت ميرن کي سرچائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو، ۽ نيٺ ڪاميابي حاصل ڪيائين. جنهن نموني انگريزي منيب جو سنڌ-دربار ۾ جون ١٨٠٠ع ۾ آءُ ڀاءُ ڪيو ويو هو، تنهن مان مسترڪرو کي يقين ٿيو ته هاڻ هو بنا ڪنهن ڪي پنهنجو مطلب پورو ڪري سگهندو. انهيءَ بعد هو افغانستان جي خبرچار بنا اهنج بمبئيءَ موڪلڻ لڳو. بمبئيءَ جي گورنر جوناٿن ڊنڪن کي مسترڪرو پهرين اها خبر پهچائي ته 'ايران جي شاهه جو لشڪر خراسان (جو افغانن جي هٿ هيٺ هو) طرف وڌي رهيو آهي'. ساڳئي وقت، هن بمبئيءَ جي اختياريءَ وارن کي انهيءَ خبر کان به واقف ڪيو ته 'افغان اميرن جو افغان وزير وفادار خان (جنهن کي ڪجهه وقت لاڪڙ زمان شاهه راڄ جون واڳون سونپيون هيون) جي خلاف جوش وڌندو پيو وڃي'. ازانسواءِ، مسترڪرو ائين به لکيو ته 'بدلي ۾ اچي ٿو ته حڪومت جي پهرين پنجن اميرن جي خون لاءِ وزير

وفادار خان تالهي آهي، ۽ انهيءَ خبر افغان لشڪر ۾ ڀ- سنڌس برخلاف تاءُ جاڳايو آهي٬.

٣١ جولاءِ ١٨٠٠ع واري خط ۾ انگريزي منيب پنهنجن مالڪن کي پنهنجيءَ ٻڪيءَ خبر جو اطلاع ڏنو ته '' ايراني لشڪر جو مقابلو ڪرڻ لاءِ- جو هرات وٽ اچي سهڙيو هو - خود زمان شاهه اچي واردات تي حاضر ٿيو آهي٬. ساڳئي خط ۾ مسٽرڪرو پنهنجي تازي خبر ڄاڻائي ته ''شاهه محمود، زمان شاهه جي ڀاءُ، سلطنت جي ڪنهن حصي ۾ بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو آهي، ۽ ساڻس ڪن افغان اميرن جو ڀ- سات آهي٬. انهيءَ جو سبب ڏيندي ته زمان شاهه کان سنڌس امير اُمرا ڇو چڙوچڙ ٿي رهيا هئا، مسٽرڪرو لکيو:

”گذريل ٿن مهنن اندرِ ڪجھ درٻارين کي جان ڏيڻي پيئي آهي، جن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ درجن ڪن ته امير هِئا؛ انهن ۾ اميرالملڪ پڻ هو، جنهن لاءِ ماڻهن ۾ ڪافي عزت هئي. هن قتلام جو راز اڃا لڪل ئي رهيو آهي، مگر ڏن بدن بادشاهه ۽ سنڌس وزير جي خلاف جوش وڌندو آهي. وزير ته ظاهر آهي ته ڀاڻ کي مٿي چاڙهڻ جي ئي خفت ۾ رڌل آهي. جيڪڏهن ايرانين جي ڪاهه نه ٿئي ها، ته اندروني حالتن مان ڏسڻ ۾ پيو اچي ته ملڪ ۾ جلد وڳوڙ ۽ بادشاهه-گودي ڪاهي پوي ها “

٣١ آگسٽ ١٨٠٠ع تي وڌيڪ واءُ سواءُ موڪليندي، مسٽرڪرو لکيو:

” هينئر خراسان کان آيل قاصد خبر آندي آهي ته ايران جي شاهه بابا خان، زمان شاهه ڏانهن هڪ خط موڪليو آهي، جنهن ۾ هن هرات ۽ لاڳيتو ملڪ ڪيس مٽ ميٽ ۾ ڏيڻي ڇڏڻ لاءِ لکيو آهي. هن ڪيس ڌمڪي ڏني آهي ته جيڪڏهن مٽ محبت ۾ ائين نه ڪيو ويندو، ته پوءِ زور آزمائش پنهنجو فيصلو ڏيندي. انهيءَ ساڳئي خط ۾ ايران جي شاهه ظاهر ڪيو آهي ته هوئي زمان شاهه جي خلاف شاهه محمود جي حمايت ڪري رهيو آهي، جاڪاڻ ته شاهه محمود اهڙي مدد لاءِ سنڌس درٻار ۾ اچي منٿ ڪئي هئي؛ جنهنڪري سنڌس کنيل قدم بلڪل جائز آهي. قاصد وڌيڪ ٻڌايو آهي ته ايران جي شاهه چاليهه هزار لشڪر ته فقط شاهه محمود کي ڏنو آهي، ۽ تنهن کان سواءِ سنڌس هڪ ساٿيءَ کي ڏهه هزار لشڪر جدا ڏنو ائس.“

ساڳئي خط ۾ انگريزي گماشتي، بمبيءَ جي گورنر کي، بابا خان ۽ زمان شاهه جي وچ ۾ صلح ٿيڻ ۽ زمان شاهه جي هرات کان فوجن هٽائڻ جو اطلاع ڏنو. مسٽرڪرو پنهنجي خط ۾ اڳتي هلي لکيو:

”مير فتح علي خان کي افغان حاڪم وٽان هڪ خلعت ۽ خط آيل آهن. خط ۾ زمان شاهه ٻڌاڪ هنيو آهي ته سنڌس واردات تي پهچڻ سان ايرانين ۾ ڀڄڪو مچي ويو، ۽ هو ڏاهه ڪرڻ لاءِ هڪدم منتظر ۽ عاجز ٿيا!“

٢٩ آڪٽوبر ١٨٠٠ع تي، مسٽرڪرو بمبيءَ احوال روانو ڪندي لکيو ته

”افغان بادشاھ خاطريءَ سان توبن ۽ لشڪر سوڌو پشاور پھچي چڪو آھي – سنڌ يا پنجاب تي ڪاھ جو رخ اٿس. اِنھيءَ انديشي، تہ متان زمان شاھ سنڌ طرف وک وڌائي، سنڌ جي ميرن جو واءُ ولوڙو ڪري ڇڏيو آھي: سندن ھميشہ جو شغل ٻَر ڪري آڏاسي ويو آھي، ۽ اڳواٽ ئي اھڙا بندوبست ڪري رکيا اٿن، جئن ڪنھن بہ ويل اطلاع ملڻ تي ھو پنھنجي جان بچائين“.

ھن اوکيءَ ويل مسٽر ڪرو ماٺ ڪري ڪين ويٺو ھو. ھن جاچ لھي رکي ھئي تہ جيڪڏھن انگريز سنڌ ۾ زمان شاھ جو مقابلو ڪن، تہ ميرن جو انھيءَ حالت ۾ رخ ڪھڙو ٿيندو. انھيءَ جو سربستو احوال مسٽر ڪرو، بمبئيءَ جي گورنر کي مئي ١٨٠١ع واري خط ۾ ھن ريت لکيو:

”مون ھڪ ڏينھن وزير ابراھيم شاھ جي پٽ مرزا اسماعيل کي چيو، ’ماں انھيءَ ڳالھ جو خواھشمند آھيان تہ جيڪڏھن ڪنھن ڪارڻ انگريز زمان شاھ تي ڪاھين، تہ ميرن جي انگريزن سان دوستاڻي ناتي ۾ فرق تہ ڪين پوندو؟‘ ھن ورائيو، ’اھڙيون حالتون تہ ميرن جي دل وٽان ٿينديون، تنھنڪري آن مان ڊپ ئي ڪھڙو!‘ مرزا اسماعيل جيڪي بہ وڌيڪ چيو، سو فقط حاضر حالتن مان ظاھر انومان جي تائيد ٿي ڪيائين – ’سنڌ سرڪار جو تہ انھيءَ ۾ شخصي فائدو آھي تہ پل شاھ رڌو رھي، جئن اسين سندس ڏن ۽ تابعداريءَ کان ڇٽل رھون‘.“

جيتوڻيڪ انگريزي گماشتو سنڌ مان گھربل سياسي خبر مالڪن کي بخوبيءَ پھچائي رھيو ھو، تہ بہ اھو سارو وقت ھو پنھنجيءَ بيڪ جو واپاري ڍونگ پاھرئين پني خاطر باقاعدي چالو رکندو آيو. ھن وقت بوقت پنھنجن مالڪن کي سنڌ ۾ گھربل شين کان واقف پني رکيو. سندس خيال ۾ سنڌ انگريزي اوني ڪپڙي جي نيڪال لاءِ عمدو مرڪز ھئي. سنڌ جا ماڻھو تہ اھڙا سکيا ستابا ڪين ھئا جو پاڻ خود انگريزي اوني ڪپڙو واپري سگھن، پر چاڪاڻ تہ سنڌ افغان سلطنت جو صوبو ھئي، تنھنڪري افغان واپاري سنڌ مان سستو اوني ڪپڙو سولائيءَ سان خريدي، پنھنجي ملڪ نيئي ٿي سگھيا. تنھن کان سواءِ، ميرن لاءِ بہ پنھنجي ڏن جو ڪجھ حصو اوني ڪپڙي جي جنس ۾ ڏيڻ فائدي وارو ھو. جڏھن مسٽر ڪرو گرم ڪپڙي جا ٽڪر نموني طور ميرن کي ڏيکاريا، تہ مير فتح علي خان کيس اميد ڏيکاري تہ ھو ئي ڪاڻن ھرسال پنجاھ ھزارن کان پن لکن روپين تائين ملھ جو ڪپڙو خريد ڪندو. انگريزي گماشتي اھو پڻ محسوس ڪيو تہ گرم ڪپڙي کان سواءِ، سنڌ ۾ ساليانو چئن لکن روپين جي پني انگريزي ڪپڙي، چين جي چينيءَ (ڪنڊ)، ۽ ملبار جي مصالحن جو کاپو ھو. اھي شيون انگريز بنا خاص اھنج سنڌ کي پھچائي ٿي سگھيا. اھڙيءَ طرح، واپار ۽ سياست سنڌ جي انگريزي بيڪن ۾ ڳڙوڳڙ وڌي ويجھي رھيا ھئا.

– پر ان وچ ۾ انگريزن خلاف سنڌ ۾ وڏو طوفان تيار ٿي رهيو هو. ١٥ آگسٽ ١٨٠٠ع تي، انگريزي منيب کي ميرن وٽان ٽڪڙو حڪم آيو ته ١٠ اوهين ڪراچيءَ واري ڪوٺي هڪدم سميٽي، اُتي روانا ٿي وڃو: ۽ ڪلهوڙن جي ڏينهن وانگر پنهنجو واپار اُتي ئي محدود رکو! ڪراچيءَ جي نواب کي به هن ڏس ۾ سخت حڪم آيا. ان صورتحال ۾، حڪمن جي بجاوريءَ ۾ آناڪاني ڪرڻ يا دير وجهڻ سان ڪمپنيءَ جي نالي ۽ عزت ۾ رخنو پوڻ جو سخت انديشو هو: انهيءَ ڪارڻ انگريزي گماشتي ميرائي حڪم جي هڪدم پيروي ڪرڻ واجب سمجهي. هو ٩ آگسٽ ١٨٠٠ع تي ڪراچي ڇڏي ٺٽي روانو ٿي ويو. ڪراچيءَ جي انگريزي ڪوٺيءَ وارو مال ٺٽو ٽڪڙ ۾ بند ڪيو ويو. ڪجهه مال بمبئيءَ واپس موڪليو ويو. ١٧ آگسٽ کان انگريزي ڪوٺيءَ جي عملي کي ڪراچيءَ اچڻ تي بندش وڌي ويئي.

ميرن کي انگريزن خلاف هن قدم کڻڻ لاءِ حالتن ئي مجبور ڪيو هو. ميرن کي هر ڏيهي راڄ دربار مان انگريزن جي، حرفتن ۽ چالبازين ڏريعي، "سڄڻ ڏئي سڄي پانهن، ته سڄي ئي ڳڙڪائي وڃجي" واري اختيار ڪيل طريقي جون خبرون اچڻ لڳيون هيون: هرڪنهن، انگريزن کي پنهنجن حدن اندر دڳ ڏياهه. خيمو کوڙڻ جي رخصت ڏيڻ لاءِ ڪين قصوروار ٺهرايو هو، ۽ اُن جي آخر الئي نتيجي جو سخت نقش چٽيو هو. چا زمانشاهه، چا مسقط جو حاڪم، ۽ چا وري 'پونسلي' ۽ پيا هندو توڙي مسلمان راجائون – خود خيرپور جي ميرسهراب خان پڻ ڪين انهيءَ قدم تان ڇنيو. هر طرف کان آيل خطن، ۽ انهيءَ ٽائي بنا ڪنهن واجب سبب جي انگريزن جو سورت شهر پنهنجين حدن اندر آڻي ڇڏڻ، ۽ تنهن سان گڏ وري ڪن اميرن جو انگريزن برخلاف ميرن جا ڪَن ڀرڻ – انهن سڀني ڳالهين جي ٽوپيڙ سچ پچ ته مير صاحبن جون متيون ئي منجهائي ڇڏيون. ڪين ڊپ اهڙو اچي ورايو، جو آخر 'ڪٽ آرڊر' ڪڍڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي نظر نه چڙهين. مير فتح علي خان انگريزن جي ڪراچيءَ مان نيڪاليءَ جي بلڪل ئي برخلاف هو – هن ئي تڪين آتي ڪوٺي وجهڻ جو حڪم ڏنو هو، ۽ وڏيڪ سهولتون باسيون ۽ ميسر ڪرائي ڏنيون هيون! پر ڇاڪاڻ ته مير هڪ ٻئي جي چٽي ۽ سهولت تي هلندا هئا، تنهنڪري پنهنجيءَ راءِ خلاف، ٻائرن جي رائي ۽ راضپي جو مان رکي، هُن انگريزن لاءِ "ڪُٽ ڪراچي!" جو حڪم ڪڍيو.

هيٺن هيڪاندو نيڪالي ملڻ تي، انگريزي منيب مسٽر ڪرو کي البت ڪاوڙ لڳي، ۽ انهيءَ ڪارڻ ئي هن بمبئيءَ جي اختياريءَ وارن تي زور ڀريو ته ميرن کي سيکت ڏيڻ لاءِ ڪراچيءَ سان هڪ سال لاءِ هو واپاري قطع تعلقات ڪن – يعني انگريزي جهاز ڪراچيءَ لاءِ مال نه کڻن، ۽ نڪي ڪي ڪراچيءَ کان آيل مال انگريزي حڪومت جي حدن اندر بندرن تي لهڻ ڏنو وڃي – جنهنڪري سنڌ جي واپار کي ڪافي ڌڪ رسندو، ۽ ميرن جي آيت ۾ به ڪجهه ڪٽر پوندي. پر جلد ئي، ٨ سيپٽمبر تي، حيدرآباد مان ميرن پنهنجي ڊِنگي ڏياري موڪلي ۽ مسٽر ڪرو کي دربار ڏانهن اچڻ لاءِ لکيو – جنهن ڪيس منهن سامهون

سمجهايو وڃي تہ ڪهڙين حالتن ميرن کي انگريزن کان ڪراچي ڇڏائڻ تي مجبور ڪيو هو. هن پيري دربار ۾ انگريزي منيب جي چڱي تواضع ٿي ۽ ڪيس حالتن کان پوريءَ ريت واقف ڪيو ويو، جنهن مان ظاهر ٿي پيو تہ ميرن ڪنهن بہ حال ۾ انگريزن جي عزت وٺڻ جي مراد سان ڪراچيءَ مان نيڪاليءَ جو قدم ڪين کنيو هو. مسٽر ڪرو، ميرن اڳيان حالتن مطابق چڱا چوهہ ڇنڊيا. نيٺ غلط فهمي ۽ ڦڪت لٿي، ۽ مسٽر ڪرو ميرن سان سرچيي ٿي موٽي آيو. آتي ميرن سان مسٽر ڪرو جي ملاقات سندس دل وٽان ٿي هُئي، جنهن جو اظهار هن ٻمبئيءَ وارن کي احوال ڏيندي هنن لفظن ۾ ڪيو تہ ”ملاقات جو نتيجو ان کان بهتر ٿي نٿي سگهيو“

انگريزن جي نقطءِ نظر کان، ڪراچيءَ مان سندن بي‌مانو ٿي نڪرڻ ۾ بيشڪ سندن بيعزتي ٿي هئي، مگر سياسي ڳالهہ-ڪنيءَ وقت اهڙين ڳهنتاين کي نظرانداز ڪرڻو پوندو آهي. انگريزن پڻ اهڙو ئي طريقو اختيار ڪيو: جو تہ مسٽر ڪرو جي ائين لکڻ تہ ”جيڪڏهن ميرن سان ههڙين حالتن هوندي بہ دوستانو ناتو قائم رکڻ ضروري هجي ۽ هرڪو اپمان برداشت ڪرڻ جي لائق، تہ هيءَ ڳالهہ دفعو بہ مات ۾ نباهجي ۽ ان سان لاڳو بيعزتي هميشہ هموار ڪجي“، جي جواب ۾ ٻمبئيءَ وارن ڪجهہ بہ نہ لکيو، نڪي ڪي هنن ڪو خاص قدم ئي کنيو، ۽ نٿي ۾ اڳي موافق انگريزي ڪوٺيءَ جو ڪاروبار چالو رهيو.

پر انگريزن شايد ڪنهن ڪمهلي ٿائي ئي سنڌ ۾ انگريزي ڪوٺي وڌي ٿي ڏٺي: هڪ ڳالهہ جو نبيرو اڃا مس ٿيو هو ۽ ڦڪت جو ڦٽ مس نسائجي رهيو هو تہ آڪٽوبر جي خر ۾ انگريزن مٿان ٻيو بيعزتيءَ جو ڀڪولو ڦاٿو. ۲۹ آڪٽوبر ۱۸۰۰ع تي مسٽر ڪرو کي ميرن وٽان هڪ خط آيو، جنهن ۾ نئون حڪم موڪليل هو. ميرن، انگريزي منيب ڏانهن موڪليل خط ۾ کيس اطلاع ڏنو هو تہ پندرهن ڏينهن اندر هو سنڌ ۾ انگريزي ڪوٺين کي ڪڙو ڏيئي، مال سوڌو سنڌ ڇڏي روانو ٿي وڃي: جو تہ کين سندن شهنشاهہ، زمان شاهہ، انگريزن کي سنڌ ۾ پيڪ وجهڻ جي رخصت ڏيڻ تي سخت تنبيهہ ڪئي هئي، ۽ هو لاچار انگريزن کي لڏي وڃڻ جو حڪم ڏيئي رهيا هئا. زمان شاهہ، مير فتح علي خان کي هن ڏس ۾ هيٺين نوع ۾ لکيو هو:

”اسان کي خبر ملي آهي تہ اوهان انگريز لوڪن جي گماشتن کي سنڌ ۾ پيڪ وجهڻ جي رخصت ڏني آهي، ۽ هو نٿي ۾ ڪوٺي وجهي واپار ۾ لڳي ويا آهن. جنهن صورت ۾ انگريز لوڪ دين اسلام جي خلاف آهن ۽ اسان جي روشن ستاري لاءِ ابر موافق، تنهنڪري هن پرواني ڏسڻ شرط کين هڪدم لڏي وڃڻ جو حڪم ڏنو وڃي؛ ۽ اهڙي حڪم جي پوري پيرويءَ خاطر بنا دير يا ڍِل جي بردبار عملدار موڪليا وڃن، جي کين نٿي ۽ پين هنڌان هڪدم روانو ڪري ڇڏين، جئن سنڌ ۾ سندن

ٽالو نيشان بہ نہ رهيا ۽ جيڪڏهن اوهان جي هن ڏس ۾ ڪا بہ ڍرائي نظر آئي تہ عطرخان- جنهن ڏانهن بہ اهڙو حڪم ڪڍيو ٿو وڃي- پنهنجا ماڻهو موڪلي، شاهي حڪم جي بجاوري ڪرائيندو."

انهيءَ ڪارڻ ميرن، انگريزي منيب کي دوستاڻي نوع ۾ لکيو تہ مقرر مدي اندر هو سنڌ ڇڏي وڃي؛ نہ تہ ڪهڙو نتيجو نڪرندو، تنهن جو هو تخمينو بہ لڳائي نٿي سگهيا. مسٽر ڪرو ڏٺو تہ حالتون بلڪل ئي نازڪ بڻجي چڪيون هيون، هڪڙو هنگڙ سخت نقصانڪار ئي ثابت ٿيڻو هو، تنهنڪري ڪٿن ٻوساڻي، ٺهڙ ٻڌي، ٺٽي جي ڪوٺيءَ کي تالو لڳائي، هو ٢ نومبر ١٨٠٠ع تي سنڌ جا وڻ ڇڏي، بمبئيءَ روانو ٿي ويو. اهڙيءَ ريت، انگريزن جي سنڌ ۾ ١٧٩٩ع واري ڪوليل بيٺڪ جلد بند ڪئي وئي.

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هن تجربي مان، ٻاهرئين ڪنڊي موجب، هڪ لک نَوَ هزار ڇهہ سؤ اوڻهٺ رپين جو ٽوٽو ڀاتو. ان مان ٽيهہ هزار هڪ سؤ پنجيتاليهہ رپيا تہ ميرن ۽ سنڌ درٻارين کي سوکڙين رستي سرچاڻ ۾ خرچيا ويا هئا. انگريزن هن ٻاهرينءَ ريت ٻاتل نقصان دوران هڪ خاص اهميت وارو آزمودو پرايو هو. هنن محسوس ڪيو تہ سنڌ جي ميرن مان واپاري سانگ رچڻ رستي سياسي فائدو حاصل ڪري ڪين سگهبو؛ انهيءَ ڪري اڳتي سائن سڌا ۽ ڪُلا سياسي دوستاڻا عهدناما ڪري، کين ريجهائي پنهنجو ڪرڻ، سندن لاءِ بهتر ۽ وڌيڪ آسان هو.



ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# حضرت شاهه صدر عليه الرحمة

سنڌ جي سر زمين هزارها اوليائن ۽ عارفن جو آرامگاهه آهي. ڪيترن ئي ٻاهرين بزرگن، پنهنجا وطن ترڪ ڪري، هن ملڪ کي پنهنجو آخري وطن بڻايو ۽ ان کي پنهنجي روحاني فيض سان مالا مال ڪيو. انهن ٻاهرين بزرگن مان هڪ سلسلو انهن سادات ڪرام جو هو، جي تقريبا ٤-٦ صديءَ ۾ سنئون سڌو مڪي شريف مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيا.

سادات سنڌ جي مشهور ”لڪياري“ قبيلي جو وڏو ڏاڏو، سيد علي مڪي، به مڪي شريف جي انهن ٻاهرين بزرگن مان هو، جنهن سيوستان پرڳڻي ۾، ڀڳي ٺوڙي جبل جي دامن ۾، درياهه لڳ هڪ پر فضا مگر خاموش بستيءَ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. اها بستي ڀڳي ٺوڙي جبل ۽ درياهه جي وچ واري سوڙهي لڪ (لڪي) جي دامن ۾ هئي، جو سيد علي جي نالي سان ”لڪ-علوي“ سڏجڻ لڳو، ۽ سيد علي مڪيءَ جو اولاد به ”لڪياري سادات“ (لڪيءَ وارا سيد) جي نالي سان مشهور ٿيو.

”تحفة الڪرام“ ۾ مير علي شير ”قانع“ لکي ٿو ته ”ٻهريون سيد جيڪو اتي وڃي رهيو، سو سيد علي، بن سيد عباس، بن سيد حسين، بن سيد ارشد، بن سيد زيد، بن سيد جعفر، بن سيد عمران، بن سيد هارون، بن سيد عبدالله اشرف، بن قاسم، بن عبدالله، بن امام موسيٰ ڪاظم، آهي“. سيد علي مڪيءَ جي روحاني فيض بابت لکي ٿو ته ”سيد جي اچڻ کان ٿورو اڳ، دلوراءِ جي ظلم کان، اروڙ ۽ ٻانڀرا (برهمڻ آباد) جا شهر ويران ۽ برباد ٿي چڪا هئا. دلوراءِ، پنهنجي پاڻ چئي ته آمر جي هدايت ڪرڻ تي، ٻرن ڪمن کان توبهه تائب ۽ پشيمان ٿي، اچي سيد صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، ۽ پنهنجي نياڻيءَ جو سگ سندس نڪاح ۾ ڏنائين“.
مير علي شير جي روايت موجب، اهو واقعو تقريباً چوٿين صدي هجريءَ ۽ سومرن جي اوائلي دور جو آهي. ممڪن آهي ته سيد علي رحمة الله عليه جي سنڌ ۾ هجرت چوٿين صدي هجريءَ جي بلڪل آخر ۾ ٿي هجي، مگر پنجين صدي هجريءَ ۾ سندس اچڻ زياده قرين قياس آهي. بهرحال، سيد علي بلڪل آڳاٽن عارف بالله بزرگن مان آهي، جنهن سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪري، ان کي پنهنجي روحاني فيض سان نوازيو.

”تحفة الڪرام“ ۾ ڄاڻايل آهي ته سيد علي رحه کي چار پٽ ٿيا: (١) سيد محمد، (٢) سيد مراد، (٣) سيد حاجي عرف پرڪيو، ۽ (٤) سيد ڇگو. پڻ مير علي شير ”قانع“، شاهه صدر جو نالو ”سيد

صدرالدين عرف صدر بن سيد محمد" چاتايو آهي: جنهن جي معنيٰ ته شاهه صدر رحه، سيد علي مڪيءَ جو پوٽو هو. خواجه معين الدين چشتي اجميريءَ جي ملفوظات (جنهن کي خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي جمع ڪيو آهي) ۾ چاتايل آهي ته خواجه صاحب پنهنجي مرشد خواجه عثمان هارونيءَ سان گڏ سيوستان جي سفر ۾ شامل هو، جتي هڪ درويش شيخ صدرالدين محمد احمد سيوستانيءَ سان سندن ملاقات ٿي. خود خواجه عثمان هاروني رحه جي ملفوظات (جنهن کي خواجه معين الدين چشتيءَ رحه جمع ڪيو آهي) ۾ ساڳئي "شيخ سيوستاني" جو ذڪر آندو اٿس.

بزرگن جي ملفوظات جا مٿيان حوالا ڪافي قدير آهن، ۽ جيڪڏهين اهي صحيح آهن، ته پوءِ هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا: (۱) غالباً "صدرالدين" شاهه صدر جو لقب هو، سندن نالو محمد هو، ۽ سندن والد جو نالو "احمد" هو - جنهن جي معنيٰ ته "تحفة الڪرام" واري حوالي ۾ "سيد محمد" جي بجاءِ "سيد احمد" هئڻ گهرجي. (۲) ڪتاب "بزم صوفيه" ۾ چاتايل آهي ته خواجه معين الدين اجميريءَ سن ۵٦۱ هجريءَ ۾ آخري طور اچي اجمير ۾ سڪونت اختيار ڪئي؛ ان کان ڪجهه اڳ هو پنج سال کن ملتان ۾ اچي رهيو، ۽ ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ عرصي ۾، يا ان کان به اڳ، پنهنجي مرشد خواجه عثمان هارونيءَ سان گڏ، سيوستان جي سفر تي آيو هجي. انهيءَ لحاظ سان، "شيخ صدرالدين محمد" سان سندس ملاقات تقريباً ڇهين صديءَ جي وچ ڌاري ٿي. ان وقت شاهه صدر بالڪل پير مرد هو، ۽ جيڪڏهن سندس عمر سئو سال کن هجي، ته پوءِ سندن ولادت پنجين صديءَ جي وچ ڌاري ٿي هوندي. جيڪڏهين سندن ولادت وقت سندن والد جي عمر ٽيهه سال سمجهجي، ته پوءِ سندن والد جي ولادت تقريباً سن ۴۲۰ هجريءَ ڌاري ٿي هوندي: جنهن جي معنيٰ ته جناب سيد علي مڪيءَ جي دلوراءِ جي نياڻيءَ سان شادي به سن ۴۲۰ هه کان ڪجهه وقت اڳ ٿي هوندي ۽ سيد علي مڪي پنجين صديءَ جي بلڪل آخر، يا ڇهين صديءَ جي بالڪل شروع ڌاري سنڌ ۾ آيو هوندو.

جيئن مٿي بيان ٿيو - خواجه معين الدين اجميريءَ رحه جي ملفوظات "دليل العارفين" (صفحه ۱۳) ۾ سچو نالو "شيخ صدرالدين محمد احمد سيوستاني" ڏنل آهي. خواجه عثمان هارونيءَ، خواجه معين الدين چشتيءَ، ۽ خواجه فريدالدين گنج شڪر - انهن ٽنهي عارفن هن بزرگ جي زيارت ڪئي ۽ کانئس فيض حاصل ڪيو. هنن ٽنهي عارفن جي ملفوظات ۾ هن بزرگ جو ذڪر آهي، ۽ ٽنهي ڪيس "سيوستان" (نه "سيستان") جو ڪري لکيو آهي. سيوستان يعني سيوهڻ جي گرد و نواح ۾ "صدرالدين" نالي وڏو درويش فقط "شاهه صدر" ئي ٿي گذريو آهي، ازانسواءِ جنهن زماني ۾ مٿين بزرگن سندس زيارت ڪئي آهي، اهو زمانو به سيد صدرالدين (شاهه صدر) رحمة الله عليه جو زمانو آهي. هيٺ اسين درويش صدرالدين بابت مٿين بزرگن جي ملفوظات جون عبارتون مختصر طور نقل ڪريون ٿا:

(۱) "انيس الارواح"، يعني ملفوظات خواجه عثمان هاروني رحه، جنهن جو جامع خواجه معين الدين چشتي آهي، تنهن جي صفحي ۱۲ تي ڄاڻايل آهي ته خواجه عثمان رحه فرمايو ته "اي درويش! هڪ دفعي آءٌ سيوستان طرف سفر ۾ هوس. سيوستان ۾ هڪ غار اندر هڪ درويش ڏٺم، جنهن کي 'شيخ سيوستاني' ڪري ٿي سڏيائون، جو پيرمرد هو. آءٌ وٽس ويس ته مون سر جهڪايو، ۽ بزرگ فرمايو ته 'ڪنڌ مٿي ڪر'. چيائين ته 'اي درويش! اڄ تائين تقريباً ستر سالن جو عرصو گذريو آهي، جو سواءِ خدا جي ياد جي ٻيءَ ڪنهن به شي ۾ آءٌ مشغول نه ٿيو آهيان: جيڪڏهين توکي به خدا سان محبت جي دعويٰ آهي، ته ٻيءَ ڪانئس سواءِ، ٻئي ڪنهن به ڪم ۾ مشغول نه ٿج' - الخ".

(۲) "دليل العارفين"، يعني ملفوظات خواجه معين الدين رحه، جنهن جو گڏ ڪندڙ خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي رحه آهي، ان جي صفحي ۱۴ تي ڄاڻايل آهي ته خواجه صاحب فرمايو ته "هڪ دفعي آءٌ خواجه عثمان هارونيءَ سان سيوستان جي سفر ۾ گڏ هوس؛ اتي هڪ جهوپڙيءَ ۾ شيخ صدرالدين محمد احمد سيوستانيءَ کي ڏٺم، جو ياد الاهي ۾ بيحد مشغول هو، ۽ هڪ عمر رسيده شخص هو. آءٌ ڪي ڏينهن سندس صحبت ۾ رهيس. جو به ماڻهو جهوپڙيءَ ۾ آيو ٿي، سو خالي ڪونه ٿي موٽيو... چيائين ٻئي ته 'جيڪڏهن آءٌ قبر ۾ پنهنجو ايمان سلامت ڪٺي ويس ته ڄڻ وڏو ڪم ڪيم'. چيائين ته 'عزيزو، هڪ دفعي بصري ۾ مون هڪ شخص کي ڏٺو، جو ياد الاهيءَ ۾ مشغول هو' - الخ".

(۳) "اسرارالاولياء"، يعني ملفوظات خواجه فريدالدين گنج شڪر رحه، جنهن جو گڏ ڪندڙ خواجه بدر اسحاق رحه آهي، ان جي صفحي ۲۰ تي ڄاڻايل آهي ته خواجه گنج شڪر فرمايو ته "هڪ دفعي آءٌ سيوستان ۾ مسافر طور نڪتل هوس ۽ مون سان ڪي ٻيا درويش به هئا. شهر کان ٻاهر هڪ غار ۾ هڪ درويش ياد الاهيءَ ۾ بيحد مشغول هو. جڏهين آءٌ وٽس پهتس، تڏهن ڏٺم ته تلاوت ۾ مشغول هو. جڏهين فارغ ٿيو، تڏهين چيائين ته 'اي عزيزو، آءٌ ويهن سالن تائين سير ڪندو رهيس؛ هڪ دفعي هڪ بزرگ کي ڏٺم، جو جبل ۾ هڪ جهنگل اندر رهندو هو (۽ الله پاڪ کيس روزي رسائيندو هو) - جنهن چيو ته 'ڏس، الله تعاليٰ هن طرح روزي ٿو رسائي'. اها ڳالهه جا هن بزرگ ڪئي، سا مون غور سان ٻڌي، (۽ ان بعد آخر) هن جاءِ تي اچي ويهي رهيس. اڄ ٽيهه سال گذري چڪا آهن، جو مون کي عالم غيب مان روزي ملي ٿي - الخ".

(۴) "راحت القلوب"، جا پڻ خواجه فريدالدين گنج شڪر جي ملفوظات آهي، پر ان جو جامع محمد نظام الدين بدايوني رحه آهي، تنهن جي صفحي ۳۶ تي ڄاڻايل آهي ته خواجه صاحب فرمايو ته "هڪ دفعي آءٌ سيوستان ۾ مسافر هوس؛ اتي جي بزرگن ۽ عارفن سان منهنجي ڄاڻ سڃاڻ هئي؛ هڪ ڏينهن شيخ محمد سيوستانيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس؛ هو ولايت جو صاحب هو؛ سلوڪ جي باري ۾ گفتگو ٿي،...... ته هڪ شخص آيو، جو سلام ڪري اچي ادب سان ويٺو.

شيخ محمد سيوستانيءَ کيس ڏسندي ئي درويش کي چيو تہ 'حاجتمند آيو آهي'. ان شخص سر نمائي چيو تہ 'بيشڪ'. بزرگ صاحب فرمايو تہ 'هيءَ آيت وجي پڙهہ، خدا تعاليٰ پٽ عنايت ڪندءِ'- الخ".

محض قرائن جي بناء تي، پانجي ٿو تہ انهن ملفوظاتن جا اهي حوالا شاهہ صدر عليہ رحمة بابت آهن، ۽ سندس بلند عارفانہ مقام تي شاهد آهن. انهن حوالن کان سواءِ بہ شاهہ صدر رحہ جي بزرگيءَ ۽ درويشيءَ جي تصديق خود سنڌ جون مقامي روايتون بہ ڪن ٿيون. هڪ قديم چوڻي مشهور آهي تہ "ڪٿي شاهہ صدر، ڪٿي شهباز قلندر"- ان مان گمان نڪري ٿو تہ قلندر شهباز، جو شاهہ صدر کان پوءِ اچي سيوهڻ ۾ ساڪن ٿيو، تنهن کي بہ شاهہ صدر کان روحاني فيض حاصل ٿيو، ۽ انهيءَ ڪري مٿس رجوعات ٿي.

"تحفةالکرام" ۾ مير علي شير "قانع" لکي ٿو تہ شاهہ صدر جو اولاد سنڌ ۾ برگزيده خاندان ۽ اصل گهرائي مجڻ ۾ مشهور ٿيو آهي. سندس ڪجهہ اولاد سيوستان ۾ رهي ٿو، ۽ پيا سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهن. سندس اولاد مان سيد محمد پنهنجي وقت جو ڪامل ولي هو. سندس وفات جي تاريخ هن سٽ مان نڪري ٿي: "درود خدا بر محمد بود" (١١٢٥هہ). شاهہ صدر جي اولاد مان، مير علي شير بہ گهڻن ئي بزرگن جا نالا ڏنا آهن. جن مان ڪي وڏا درويش هئا، ۽ ڪي وري پنهنجي وقت ۾ وڏي رسوخ وارا هئا. سيد ابوبڪر هڪ وڏو درويش هو، ۽ شاهزادي محمد مظهرالدين بہ سندس خدمت ۾ حاضر ٿي ڪانئس دعا گهري. مير لطف الله بن سيد عبدالڪريم خود مير علي شير "قانع" جو همعصر هو، جو پهريائين دهليءَ طرفان وڪيل هو، ۽ پوءِ ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو وڏو وزير ٿيو. سيد مرتضيٰ ولد سيد عبدالنبي وڏو شاعر هو، ۽ مير غلام علي "آزاد" بلگراميءَ جو شاگرد هو. سندس وفات بہ مير علي شير "قانع" جي وقت ۾ ٿي.

مير علي شير "قانع"، شاهہ صدر عليہ الرحمة ۽ سندس اولاد بابت اهي مٿيان حالات پنهنجي ڪتاب "تحفة الکرام" ۾ لکيا، جو هن سن ١١٨٢هہ ۾ لکي پورو ڪيو. ان وقت شاهہ صدر رحہ جي اولاد مان هڪ نونهال نينگر ٻارهن ورهين جي عمر جو هو، جو اڳتي هلي پنهنجي وقت جو وڏو عارف بالله ۽ ولي ڪامل ٿيو. اهو جناب حضرت پيرمحمد راشد عليہ الرحمة هو. پاڻ سن ١١٧٠هہ ۾ تولد ٿيا، ۽ سن ١٢٣٣هہ ۾ دارالبقا ڏانهن لاڏاڻو ڪيائون، ۽ پنهنجي روحاني فيض سان سنڌ کي سيراب ڪيائون. هن وقت جناب حضرت سڪندر شاهہ پيرصاحب پاڳارو، شاهہ مردان شاهہ ثاني، هن برگزيدي خاندان جو سجاده نشين آهي، جن جي محبت ۽ توجهہ سان شاهہ صدر عليہ الرحمة جي درگاهہ آباد ٿي رهي آهي، ۽ ياد تازه ٿي رهي آهي.

تيرٿ وسنت

# ”ڀلا، اِهو لکيئي؟“

ڳوٺاڻا ڪي پستڪ واچي نه ڄاڻن؛ عالمن جو علم ۽ فيلسوفن جو فلسفو ڪاٺن ڏيهان ڏور، ملڪان پري آهي. هو جيڪي پرائين ٿا، سو آسپاس جي پني پاري، ڍنڍ ڍوري، پسون پکيءَ مان. انهيءَ علم ۾ ڪوڙي نه طبعي عمدگي آهي! ڏسو ته ڪرتار جي ڪرتيءَ جي باري ۾ هي ديهاتي ڇا ٿو چوي:

”پکهه ڪي صورت سهڻي ڏنائين، ڪوئل ڪيائين ڪاري؛
نازنين ڪي وانجهه رکيائين، بدشڪل پارن واري؛
مٺو پاڻي رکيائين ڍنڍ ۾، سمنڊ جي هوئي ڪاري؛
ولشيا ڪي ڏنائين پٽ پٽيهر، ستيءَ لهي نه ساڙهي؛
سهڻا نيڻ ڏنائين مرگهه کي، جو بن ۾ ڦري آهاري؛
سورک راجا پل عيش اڏائي، پنڊت ڦري پڪاري!“

ساڻن ڳالهيون ڪندي اها ساڌارڻ سمجهه، جا حياتيءَ جي تجربي جو نتيجو آهي، نکري نروار ٿئي ٿي:

”ڌن هجيني، پڌاءِ ٿورو، عقل هجيني، ڳالهاءِ ٿورو،
وڏيڪ هجيني، وڃاءِ ٿورو، بل هجيني، آزماءِ ٿورو!“
”سواريءَ کان پنڌ ڪرڻ ٿورو ڀلو آهي — پرائي پچار پڌڻ کان ٻوڙو ڀلو آهي.“

هنن ٿورين سٽن ۾ ڪيڏو نه عقل سمايل آهي! مون کي ”سعديءَ“ جو اهڙو پند ڪونه سجهي، جنهن ۾ عقل جو ايڏو ذخيرو اهڙي مختصر نموني جمع ڪيل هجي. ديهات ۾ جتي ملڪيت جي سلامتي ناهي، اتي ڌن لڪائڻ جي ضرورت آهي؛ ۽ ڪم عقل حاڪم اڳيان دانش جو درياهه پلٽڻ هوڙيائي. پهراڙيءَ ۾ واندڪائيءَ سبب پرائي پچار به گهڻي ٿيندي آهي، جنهن سبب ڪيترن گهرن ۾ ترشي وڌي ويندي آهي؛ تنهنڪري هدايت ٿو ڪرين ته اهڙيءَ پچار تي ڪن نه ڏين. پنڌ ڪرڻ لاءِ هدايت ڪرڻ به صحت جي عمدن اصولن ۾ داخل آهي.

ڳوٺاڻا اڪثر سڌو سنواٽو ڳالهائيندا آهن. ڳول مول ڳالهائڻ جي عادت تعليم يافتہ ۽ واپاري طبقي جو نزاڪو آهي. سڌو ڳالهائڻ زوردار ۽ اثرائتو ٿو ٿئي- جيئن:

”انڌو ھاٿي لشڪر جو زيان، ڇٽ ملوڪ ڪلم جو زيان، پيٽالي ڳائي ڌڪڙ جو زيان!“ - پر نوڪبازي ڳرلي هوندن تہ چوندا:

”آئي رت بسنت جي، ڦول-ھاڙيا سڀ ٻنڌ،
سڙد سونڻي مري ويا، باقي رهيا لنڌ!“

پيا

”رڍ ڇا ڄاڻي راڳ مان، جنهن جي ٻولي ’ٻي‘؟
سر سنڌل جي ساز مان سانڍو ڇا سمجهي؟
جو تانگهي ۾ ٽاڦوڙا هڻي، تنهن سان تار ڪهڙو ترجي؟
جو سنڌي سمجهي ڪينڪي، تنهن سان هندي ڇا هلجي؟
اهڙي نبرڀل نادان ڪان راهہ وڃي رسجي!“

انهيءَ سڌي السڌي وچ ۾ جو فرق آهي، سو هيٺين سٽن پڙهڻ مان معلوم ٿيندو-

سڌو: ”پلا يار پروچ، ٿسو هيٺيءَ سان هيڏيون ڪرين،
ڪي تان سڄڻ سوچ، تہ سڪندن سيني ڇا وهي!“
السڌو: ”اک لڳي يارو، جڏهن ڪان يار سان اک لڳي،
دل ڀڳي يارو، دنيا ڪان، بار ڏانهن سا دل ڀڳي.“

انهن ٻنهي شخصن جي قلب ۾ حب آهي: ھڪڙو ڦوهاري وانگر اڀرڪي ٿو آئي، ٻيو ڪين جهڙي ڪسيءَ وانگر ريڙهيون پيو پائي.

ويچارا سنڌي پورهيت، مصيبت جا ماريل ۽ سورن جا ستايل آهن: زميندارن ۽ ڪامورن هيسائي ڇڏيو اٿن، جنهنڪري اڀڙي نٿا سگهن. زماني جي گردش بہ سائن وٺل وعايا آهن. صديون مفلس ۽ مظلوم هئڻ سبب، هنئون جهجهيل اٿن. تنهن هوندي بہ، سندن سڪل جسم مان، ڪاهي ڪاهي، زندگيءَ جو جهرٽو اڀڙڪي ٿو نڪري. سندن طبيعت بيذوق ناهي: ويچارو ھاري، جو سڄو ڏينهن آس ۾ هَرُ ڪاهي، شام جو ڍڳن جي جوڙي سان واپس وري ٿو، سو بہ ڪن تي هٿ رکي ٿو ڳائي:

”مُ ڪر ڍول ڍلو، ناتو نمائيءَ سين،
ڪونهي ڪميڻيءَ جسو ٻڪر تو ٻلو،
تنهنجو نانءُ نلو، وٺيو وٺي آهيان!“

ائين ڳائيندي، ٻڪٽي پيٽ ۽ ٿڪل بت سان، آهستي آهستي پنڌ پورو ڪندي، سندس دماغ ۾ پانت پانت جا ويچار اُتهن ٿين ٿا: ڪڏهن خيال ٿو اچيس تہ ٻنيءَ لاءِ پورو پائي

ماندس پا ڻ ، ته ڪڏهن انهيءَ چتا ۾ غرق ته ٿيندو ۽ اترو آن ٿيندس ٿي ڪونه، جو هر سال جي ڪٽ پيچائي ڏئي. اها آنڌ مانڌ ڪيس گهڻو ستائي ٿي - لاچار وهه نه ڏسي، انهيءَ جهوريءَ ڪي دٻائڻ لاءِ هاڻ ڪي آئت ٿو ڏئي:

"جي ليلائي نه لهين ته وري ايلائيج،
آسرو م لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندو گهڻو!"

اڄهو انهيءَ نموني، اهو شخص جو سخت محنت ڪندي به سدائين نادار آهي، جو دنيا جو پيٽ پريندي به ڪڏهن پيٽ ڀري نٿو ڪائي ۽ اربابن لاءِ پوڙ ڀلاءِ ميسر ڪندي به ڏوڏي ۽ بصر جي ڳنڍ تي ٿو تڪي، ۽ جنهن ڪي جم ڪان موت تائين ڪارڳند ۽ ٽڪ بجو نصيب ۾ آهي، سو فقط آس ۽ ايمان تي پيو تڪي! جاڻ ائس ته اهي وڏا ماڻهو سندس رت جو آخرين ڦڙو به چوسي وٺندا، تنهن هوندي به، لاچار، ڊپ وچان، سندن ساراهه ۽ چاپلوسي ٿو ڪري - بلڪ ڪين خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي مسڪين ڀائرن خلاف چغليون هڻي، حاڪمن جي طرف ڪٺڻ جو قبيح ڪم ٿو ڪري! نٿو ڄاڻي ته ڀاڻ خواهه سندس همڪار هڪ انيائڪاري سرشتي جا ستايل آهن، ۽ آهي شخص جي اهو سرشتو هلائن ٿا، تن کي خوش ڪرڻ سان هن ڪُهني مرض جو علاج ٿي نٿو سگهي: هو فقط ايترو ٿو ڄاڻي ته هو سردار ۽ خان آهن، ۽ ڀاڻ آهي مسڪين ٻورهيت! اها سوني حقيقت اڪين سان ڏسي ٿو، ۽ سمجهي ٿو ته لڪيءَ جي ڀاڳ وانگر اها به قدرت جي جوڙ آهي. سندس خيال موجب، اهي ارباب انادي جڳادي آهن ۽ سدائين 'ارباب' ئي ٿي رهندا. ٻر، ڀاڻ به هڪ انادي هاري هوندي، نٿو ڄاڻي ته ٻئي ڏينهن سندس حال ڪهڙو هوندو: سڀاڻي ڪاڏو ملندس يا نه: ڏڪا ڏڪ ۾ ته ڪاهي ڪين ويندس: پوليس وارو ناحق ڪنهن جڙتو ڪيس ۾ اٽڪائي ته نه ڇڏيندس: يا تپدار، ڪلتر جي رسائيءَ لاءِ گهاي ويندس، ۽ سندس ٻني ٻاڻيءَ ڏيڻ بنا رهجي ويندي؟ - ڪيس واقعي ڄاڻ نه آهي ته 'سڀاڻي ڪيا بنسي باب نمائي دي!'

"نهر تڪي، ترها هيٺا، پنسڌ پيسو وچ ٻاٺي دي،
نا ڪوئي ڪشتي، نا ڪوئي مهاڻا، آڪر پار لنگهائيندين."

ائين، بنا پيڙيءَ سنسار-ساگر ۾ ڇوهيون هڻندي ۽ ٻڏڻ کان بچڻ لاءِ ترڦندي، ڪڏهن سندس سيني مان آهه نڪريو وڃي.

"صاحب ليکا ايوين منگسي، سرهه ٻوي وچ گهاٽي دي!"

اهوءَ ريت، جهرندي جهرندي ۽ ٿاٻوندي ٿاٻڙلدي، هو پنهنجي حياتيءَ جو مشڪل سفر ٻاٻرن ڪنڊن جي وچ مان پار ڪري ٿو.

تنهن هوندي به، انهيءَ انڌڪار وچ ۾ جوت جو پرڪاش ضرور آهي - ائين نه هجي ته اهي ڳوٺاڻا ڳائي ڪيئن سگهن؟ هيڏي ڏک هوندي اسان جا ٻورهيت ڳائتا آهن، جا هڪ وڏي



”هاة حياتي هي ٿوهر جو وڻ!“ — چترڪار: ظفر ڪاظمي



"ساگےا ڈاڈھن"

- چترکار: ظفر کاظمي

نعمت آهي. هتي جا نه فقط مرد، پر زالون به ڳائيون آهن. هڪ دفعي اڪيلوني، پنڪيون ڪائيندي ڪائيندي، هڪ سرسبز کيت وٽان اچي لانگهائو ٿيس. ٻنيءَ ۾ ڏاڍا ۽ ڦودنو ٻوڪيل هئا، جن جي سرهاڻ هوا تي ڪچي ٿي آئي. دل ٿيم ته ساون ڏاڍن جي نفيس ٻوٽن ۾ سرهاڻ سان ٻوڙي تر ڪريان. انهن ڪومل ۽ سيتل ٻن جو ڳنن تي لڳڻ ۽ ناسن اندر سڳنڌ جو گهوڙڻ ۽ اکين ۾ سبز رنگ جو داخل ٿيڻ واقعي وڻندڙ آهي. خواهش ٿيم ته پاڻ ڪلاڪ انهيءَ ساوڪ ۾ پنجي رهان، ته ٻريان هوا جي لهرن ۾ ڪو آواز ڪچي آيو. خرگوش وانگر سندم ڪن ڪڙا ٿي ويا. آواز زنانو هو، پر ٻوڪ ۾ ڪا شڪل ڏسڻ ۾ نٿي آئي. مان ٻنيءَ مان آئي، ٻرپرو ٻير هيٺ ٻيهي، راڳ جا لفظ جهٽڻ لڳس؛ پر مائي اڌ تُڪ چئي ڪم ڪي لڳي ٿي وئي -

"او ڳاڏيءَ ڳاڏا ٿيهه، آلا راڻل لاتا ڏينهن - آءٌ ته مورو ويئي ڏيان... !"

پينو سُرنداين ۽ ڪوهستاني تنبوراين جي واتان اڳ اهي مورا انيڪ دفعا ٻڌا اٿم، پر هڪ اڪيلي، نوجوان ۽ ڪي قدر حسين عورت کي ٻنيءَ ۾ ائين مورو ڏيندي ٻڌي، دل ٽپ ڏيڻ لڳي. آواز ته نفيس هو، پر ان کان وڌيڪ سندس دل اندر ساجن لاءِ سڪاو ۽ ڇڪ نهايت موهيندڙ هئي. 'هٿ ڪار ڏي، دل يار ڏي' جو هي زنده مثال ڏسي، مان من پيڻ ڪي پانڻ لڳس - پلا انساني آمنگ جو اظهار، ڪشش ڪيئن نه ڪندو؟

* * * *

هتان ٻه-ڪوهيءَ تي پير جو مقبرو آهي. "زهره" سڪا باسي آهي ته جيڪڏهن سندس پُٽڙو بيماريءَ مان چاڪ ٿي آئيو ته قبر تي حلواڻ جو ٻڙ وجهندي، ۽ طاهريءَ جي ديڳ چاڙهي، ساڻهن جو وات مٺو ڪرائيندي. هينئر سندس پٽ چڱو ڀلو ٿيو آهي، جنهنڪري اڌ درجن ٻيل ڳاڏين ۾ زالون ۽ ٻار ڳاڙها ۽ ڦڪا ڪپڙا پائي، ڌمڪ ڌمڪ ڪندا ٿا وڃن. گهڻين زالن جا سنهون ڪليل آهن، پر ايڪڙ ٻيڪڙ جو پلاند نرڙ کان هيٺرو وريل آهي. ڏڳن جي ٻُوٽن تي ڳاڙها ڳانا ٻڌا اٿن. مڙس مان ڪي ڳاڏين هڪاڻ ۾ رڌل آهن ته ڪي ٻاڻ ۾ چرچا ٻوڳ ڪندا، ٻيرين پنڌ پيا وڃن. هڪ ڳاڏيءَ ۾ ويٺل زال ٿي ڳائي- "اوي آءٌ پير تسي تي وڃان!" ته پيون سڀ ٿيون وراڻينس.

پڇاڙيءَ واري ڳاڏيءَ ۾ به مڪرانڻيون آهن، جن جي سنڌين سان شادي ٿيل آهي. اهي مڪرانڻيون سرٿي نرالو ٿيون آلاپين - چي:

"اوي لاڙي، او من سالؤ صبا جو گل وري اچي-مڪراني گل وري اچي...!"

ڦنين جي چونڊ جي مند آهي. مڙسن سان زالون به چونڊ ۾ مشغول آهن. سڀني جا ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل آهن. ڪا اهڙي آهي، جنهن جو مڙس بدحال آهي؛ ۽ ڪا اهڙي، جنهن جو بدگمان مڙس شڪ جو شڪار ٿي ڪيس مارڪٽ ڪندو ٿو اچي. ڪنهن جو ٻار بيمار آهي، ته ڪنهن جو پٽ ٽيپ ڪاني رهيو آهي. تنهن هوندي به، هو ڪم ۾ مشغول آهن ۽ ڪليل آسمان هيٺ

ڪير جهڙين سفيد سفيد ڦڻين ۽ ڦڪن گلن ۽ ساون پتن ۽ ڳاڙهين اجرڪن ۽ شلوارن ۾ ڪا ڪا تڪ وهائي ٿيون ڇڏين. منجهن ڪي نوورنيون ۽ ڪنواريون به آهن، جي لڄ سبب ڳاڙهيون ٿيون، ۽ خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته سندن قلب ۾ هڪ ئي تار پئي وڄي - ورنه ڪن نوجوان گڀرو جو هٿ ڪر ڪندي اوچتو بيهي چو ٿو وڃي. ۽ سندس خماريل اک پٽ ۾ ڇو ٿي ڪري؟ لاشڪ سندس قلب ۾ محبت جي مکڙي ڦٽڻ لڳي آهي!

"عضوي عضوي ڪي ڏوفائي، ڦاٽو جوش جواني،
نيڻ سڪيا ڳالهائڻ، ٿي وئي ظاهر بند زباني،
لڄ ڪان لالي ڳل ۾ آئي، دلڙي ٿي ديواني:
سرت وڃائي بيسرتيءَ جو، دل ڪيو آدرڀاءُ - منهنجا پريتم پيارا آءُ!"

- شايد ڪو وقت ايندو، جڏهن اهو غنچو وڻ جي گل جهڙو زرد ٿي ويندو؛ پر حال في الحال ڪيڏي نه اڪير ۽ آنند مانڊ ٿو آتپن ڪري: رڳ رڳ ۾ ڇڻ ڪا تار پئي وڄي ۽ دماغ برقي چلڪات سان شعلہ زن ٿيو پوي! زندگي خود هڪ راز آهي، پر محبت آهي هڪ بوقلموني اسرار، جو ان کي اول ڪان آخر تائين هڪ نهايت نفيس افسون ۾ ليٽي ٿو ڇڏي.

ها، مون زرد گل جي ڳالهه ٿي ڪئي. دنيا ۾ ڦڪا ۽ ڪومايل گل انيڪ آهن. گهڻا ته ڪمهلا ڪومائجي وڃن ٿا، باقي پيا به گهڻو عرصو جٽاءُ نٿا ڪن: البت انهن ڪومايل گلن ۾ ڪي اڪل رنگ ۽ خوشبويون ضرور آهن، جي ياد ٿيون ڏيارن اهو زرين زمانو، جڏهن جوڀن جو شراب انهن بوتلن ۾ چلڪي رهيو هو. وڻن جي بوڪ ۾، زالن خواه مردن جي شڪل ۾ چتائي نهارڻ سان اهي قديم آثار چٽا پيا بکن. سندن اک جي نهار ۽ آواز جي لرزش، منهن جي ريکا ۽ چپ جي مرڪ سان سندن جيون واچي سگهجي ٿو. هينئر به ائين ڪين چئبو ته جيون - جوالا خاموش ٿي وئي اٿن. اها جوالا، جا خود جيون آهي، انت تائين خاموش نٿي ٿئي: فرق فقط هي آهي ته هوءَ ڪڏهن تکي ڪڏهن مائي، ڪڏهن ڪليل ڪڏهن دونهائيل ۽ ڍڪيل ٿئي ٿي؛ جڏهن ڪائي پري رک ٿي وڃي ٿي ته ان جي ڍير هيٺان به ٽانڊي وانگر ٽمڪندي رهي ٿي. اهوئي ڪارڻ آهي جو هوءَ پيرسن زال، جا ڳاراڻي ۽ سور سبب سڙي ڪنڊا ٿي وئي آهي ۽ جنهن جي زندگيءَ جو سفر سواري جي ڌکيءَ رات جيان ٿوڪائيندڙ ۽ بر ڪندڙ پيو ڀاسي، سا به جڏهن پاڻ ڪان پوڙهي مڙس جو سڏڙو ٿي سڻي ته هڪوار سندس سڪل شرير ۾ ٻاٽي اچي ٿو وڃي - شايد سندس چت ۾ ٻيل ڪي ٻاتيون ۽ لاتيون، چٽکن جي ٽوريءَ ڦوڪ ڏيڻ سان نڪري نروار ٿيون ٿين. هوٺن به، آفتاب اگرايڻ وبل سرخ خون جون صراحيون اوتي فضا کي گل - گلاب ٿو بنائي، ته پوباڙيءَ وبل به سندس عنايت ڪا گهٽ اسرارخيز ناهي: قدرت تماشار کي نرالي نموني جي سيتل سوڀيا عطا ڪئي آهي، جا ايندڙ انڌڪار جي اوڏڙي هئڻ سبب پاڻ وڌيڪ دلپذير ٿي لڳي!

سنڌي زالن جي محبت مشهور آهي. "شاهه" سنڌي زالن کي سرخرو ڪيو آهي، نه مردن کي. سنڌن اها محبت ٻالڪپڻ جوان ۽ ٻڍي، سگهڙي ۽ اڳهڙي، لائق ۽ نالائق کي نوازيندي رهي ٿي. سچ پچ ته اها محبت ئي آهي، جا انيڪ ڏکن ڏوجهرن هوندي به کين خوشحال رکي ٿي. هڪ نووَرني ڪنوار، جا ڏيرڏيراڻيءَ ۽ سس سهري جي گهڙيءَ ۽ ڪاڪل سبب شايد آپگهات ڪري، سا به ور سان سينهه سبب پل پل جا طعنا ۽ عذاب سٺا ڪيو ٻئي پوڳي! ٻهراڙيءَ ۾ اڻهوند عام آهي. شاهوڪارن وٽ پيسو آهي، پر گهر ۾ ڪو سهنج ڪونهي. ڪيترا ڪٽنب ته ننڍين جڳهين ۾ گاهٽ ٿيا پيا آهن، باقي ٻيا ته آهن ئي مفلس. انهيءَ مفلسيءَ جو بار گهڻي قدر زالن تي ٿو پوي. هو پيٽ کي ٻڌي به ٻارن جي پالنا پيون ڪن. زال ويلو لنگهڻ ڪندي، پاڙي سان ٻني پوراڻي ڪندي، ڳهه گروي رکندي، ۽ جنڊ ڪاهي يا پرت پري چار ڏوڪڙ پيدا ڪندي، پر مڙس ۽ ٻارن کي اٽو ڪي سٺو لولو ٽڪي ضرور کارائيندي. سندس قرباني واقعي حيرت انگيز آهي، جنهن جو بنياد آهي "محبت" – جا سدائين ٻاڻ پالهو ڪري پين کي پري ٿي، ۽ الين ڪندي پنهنجو جيون سڦلو ڪري ٿي.

* * *

ڳوٺاڻين زالن لاءِ پورهيو گهڻو، پر وندر بلڪل گهٽ آهي. خوشيءَ جو موقعو به ڪو ورلو ٿو ملين. وڏا ڏڻهن به هڻ ٻچاڙ ۾ ٿيون گذارين – خود شاديءَ جي موقعي تي به گهوٽ-ماءُ کي متي ڪنهڻ جي فرصت نه ملندي آهي، ۽ ويچاري ڪنوار ته لڄ جي ماريل ۽ اڌڏلي آئيندي ۾ غرق ٿيل ڏسبي آهي؛ باقي ٻيون ڏاجي ڏيوڻ، چرچي گهڙي ۾ مشغول هونديون آهن. فرصت ملندي اٿن ته لاڏا به ڳائينديون آهن. ڪي لاڏا بي معني آهن، پر ڪن سان گهوٽ-ماءُ جي امنگن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. مون ڏٺو آهي ته ٻهراڙيءَ جي زالن کي سڄو راڳ چوڻ ئي نٿو اچي. شهري ڇوڪريون ته سريراڳ ۽ ڏنا سريون هڪ ٻئي پٺيان ٺڪايو ڏين ۽ سنيما جي سورمين سان برميچي جاڻن، ڪي ته نرت ڪلا ۾ به ماهر آهن، پر ٻهراڙيءَ جون موملون ڪن جزوي راڳن جي تڪ اڌ مس چئي جاڻن. اتفاق سان ڪنهن کي ڪو سڄو راڳ اچي، ته ليڪاڻ نه اچيس! اڌ تڪ چئي روڪجي ويندي، ۽ ٻڌائڻ سان ساڳي تڪ پيهر چئي پڇندي، "ڀلا اهو لکيئي؟"

"هائو، لکيم."

"هاڻي بي تڪ ته اچيم ئي ڪانه ٿي!"

"ڳاءِ ته ياد ايندءِ."

"سانڍ ڳائيندي بس ڪونه!"

"ٻڙي، ڪٿي ڳالي ٻڌائينس!"

"مت ڪٿي اٿئي، ڏارين اڳيان ڪيئن ڳائيندي؟ گهوٽهنس نوڙيءَ تي نهن ڏئي پورو ڪري ڇڏيندس...!"

ٻي ڄڻي ورائيندي:

”سندس ڳهوٽ ته اُماڻيو اٿس نه! کهڙو عيب آهي، ريڇهوڙ وانگر هي به ٻنهنجو ڀاڱو آهي. قد بت به اهڙوئي اٿس.“

”بلڪل صحيح! ويسهه نه اچيني ته ڪٿي رڪوي ٻڌينر.“ مون سر وڌايس.

”چڱو ڀائو، هاڻي ٻڌ...“

مان ڪن سرلا ڪري، قلم ٻني تي جهلي، هن ڀاڄڙيءَ جي ڳلي مان ڳائڻ. گنگا جي وهڪري ۾ وهڻ لاءِ تيار ٿو ٿيان، ته هوءَ وري به هڪ تڪ ڳاني روڪجي ٿي وڃي، ۽ اُها ور.ور ڏئي چوڻ ڪان پوءِ، ٻئي بند جي اڌ تڪ ٿي چوي. مان آسائتيون اکيون وجهي ويٺو آهيان ته اڄهو ٿو سڪل ڪوهه سيمو ڪري... پر ”هاڻ ايتروئي بس اٿئي. مون کي ته زاد نٿو اچي!“ چئي، آس آجهاني ٿي ڇڏي! انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته هوءَ ڀاڻ هڪ نغمو آهي - بهار جي هير جهڙو نهايت نفيس، تازو توانو نغمو! سندس معصوميت ئي ڪاني دلڪش آهي. پر مان، جو

”هٿ ۾ ڪٺي جام گدائي، ڀائي قلندري ويس،
پياسي ٻنجي گيت جو گهمان پيو هي ديس“،

سو چٽ سان چوانس ٿو ته ”پيٺ،

”ان لئو مان وڌان نٿو، نڪي ڏڻ سان اٿم چاهه،
ٻڌائينر ڪو گيت اهو، جنهن ۾ هجي آهه!“

- پر منهنجو لاٻو سڄايو نٿو ٿئي!

*　　　*　　　*

ڳوٺن جو ٻاهريون ڏيک سهڻو آهي. چوطرف ساوڪ آهي؛ رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ به ڪي ڳهٽ سهڻا ناهن؛ ڇيلا ۽ ٻرا ته ننڍن ٻالڪن وانگر- ”هونگوبون ڏين، ٻيرڙا ڪئن، سپ جڳ جا ٻارڙا ائين ئي ڪن!“ ڳاين ۾ ساٺاپڻو وڏيڪ آهي: سڄو وقت پيون ٻچن کي چٽ چٽ ڪنديون؛ پر ۾ ٻيهي هنڙو ڳهمائين ته پيار ڀريون اکيون ڪٽي نهارينديون ۽ چپ سان چٽڻ لڳنديون. مائي مرادان جي ڳانءِ، جنهن جو کير پيئندو هوس، سا منهنجا هٿ چٽڻ سان راضي نه ٿي، ڳٽا چٽڻ جي ڪوشش ڪندي هئي! جيئن ٻالڪ هرڪا شي وات ۾ وجهي چڪندو آهي، تيئن ڳابون به سنگهڻ ۽ چکڻ سان شيون پرکين ٿيون. ٻڪين جون لاتيون، تار جو رينڪٽ، ٻيجاري جي تنوار به لائي ڪانهي. تنهن هوندي به، ڳوٺ جهڙو ٻاهران سهڻا آهن، تهڙوئي اندر نرڳي اٿن. هر جاءِ ڪن ڪچرو، دز ڌوڙ ئي ڏسجي، ۽ گند گوبر جي ڍپ نڪ ساڙي ٿي ڇڏي. ڀُريل ۽ چنل ڇتيون، ميريون رليون ۽ اگهڙيون ڏڳڙيون ڏسي، ڪرنگهي سان سيسرات نڪري وڃي. ڪٿي ڀيلن جون نرڪ ڪنيون آهن، جن جي آسپاس آلي ڇر سان ڍونڊ جي ٻانس ٿي اچي، ته ڪٿي لاش تي ڳجهون اچي ڪٺ ٿيون آهن؛ جگر ڪمي جو انهن پليڪي آڏن جي ڀڙتال ڪجي! ڳوٺن ۾ آس ۽ هوا نه هجي ته ڳوٺاڻا هوند برسات ۾ ماڪوڙين جيان ڊوڃي پون. سندن ڪاڏي ۾ به ڪا قوت نرهي آهي- وٽن ٻاجي پڪو آهي ئي ڪونه، ۽ پيسي جي لوڀ سبب مکڻ ۽ ميوو شهرن ۾ ٿو وڪامي. تنهن هوندي به، ديس جو آڌار آهن ڳوٺ: جيسين آهي آسودا نه ٿيا آهن، تيسين ملڪ ترقي نه ڪندو!

ماهوار "ڪهاڻي"، بمبئي، تان شڪريي سان ورتل.

# "ڌرتي - ڪوجنا سال"

۳۰ جون ۱۹۵۷ع، رات جو ٻارهين بجي بعد، يعني جولاءِ مهيني جي شروع ٿيڻ سان، سڄي دنيا جا وگياني (سائنسدان) گڏجي، 'انتر راشٽري جيوفزيڪل سال' (The International Geophysical Year) جو آرنڀ ڪندا. وگيان جي اتهاس ۾ هن جهڙو جبرو ڪاريه اڳي ڪڏهن به هٿ ۾ نه ڪنيو ويو آهي. ان پروگرام جو مکيه ڪاريه ٿيندو ته هيءَ ڌرتي، جنهن تي اسين رهون ٿا، تنهن بابت وڌيڪ حقيقتون هٿ ڪجن.

هن ڌرتيءَ بابت اڳي ئي جيڪو گيان، جيڪا ڄاڻ حاصل ڪئي ويئي آهي، سا اسان جهڙن رواجي ماڻهن لاءِ ته برابر تمام گهڻي آهي، پر وگيانين جو چوڻ آهي ته 'اسان هن ڌرتيءَ بابت اڃا ڪجهه ڪونه ڄاڻو آهي'! انهيءَ ڪري ئي، هنن ۾ ڪافي هرکر آهي ۽ هو هن ڌرتيءَ بابت وڌيڪ حقيقتون حاصل ڪرڻ لاءِ بي صبر بڻجي رهيا آهن. انهن وگيانين جو چوڻ آهي ته اسان جي هيءَ ڌرتي ان مريض مثل آهي، جنهن کي هڪئي وقت ڪيترا مرض لڳل هجن، پر طبيب انهن مرضن کي سمجهڻ کان قاصر هجن. ان ڪري، هن انتر راشٽري جيوفزيڪل سال ۾ ڌرتيءَ جو ڪرپ، جتي ڇهه وڇي ٿيو ته اڃا ڪيسون ڀريون پيئون آهن ۽ نهرو روپ نه ورتو اٿن، تنهن کان وٺي وايومنڊل تائين، جتي ڀون ڇڏبو ٿيندي ٿيندي نيٺ الوپ ٿي ٿو وڃي، ۽ جتان اڻاهه شروع ٿو ٿئي، اوستائين ڦوله وڌي ويندي. ڌرتيءَ جي انهيءَ تپاس ۾ حقيقت ۾ سال نه، پر ارڙهن مهينا لڳندا.

اسان وگياني ڪيتري ۾ برابر حيرت انگيز ترقي ڪئي آهي، تنهن هوندي به هن ڌرتيءَ بابت هزارين اهڙا راز آهن، جن بابت اسان کي اڃا تائين ڪابه ڄاڻ حاصل نه ٿي آهي. اسين چوندا آهيون ته ڌرتي پنهنجي محور تي ڦري ٿي؛ پر ان جو ڦرڻ هڪ سريکو نه آهي، جنهنڪري اسان جا گهڙيال جيڪو وقت ڏيکارين ٿا، سو حقيقت ۾ سورهن آنا صحيح نه آهي. انهيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟- اهو اڄ تائين ڪير به پوريءَ طرح ڄاڻي نه سگهيو آهي. اسين وڌيڪ چوندا آهيون ته ڌرتي گول آهي،- پر اهو به درست نه آهي: ڌرتيءَ جي صحيح روپ

بابت خاطريءَ سان اڃا ڪجهه به چئي نٿو سگهجي. نقشي تي اسين ويڪرائي ۽ ڊگهائي ڦاڪون برابر سڌيءَ طرح ڏسندا آهيون، پر حقيقت ۾ اهي انهن کان گهڻو ڦريل ۽ ڏنگيون ڏڍيون آهن!

هن ڀرتويءَ تي اسان جي چوطرف ڪيتريون ئي عجيب غريب ڳالهيون ٿين ٿيون، جن ڪارڻ زبردست تباهي ٿئي ٿي، پر ان بابت ڪابه پوري سمجهاڻي نٿي ملي، يا جي ملي به ٿي ته اها تمام ڪمزور آهي. مثال طور، قطبن کان ايندڙ ٿڌيون هوائون جڏهن گرم هوائن سان اچي ٿيون ملن، ته ان مان بجليءَ جهڙي هڪ زبردست شڪتي پيدا ٿي ٿئي- اهو ڪرم روزانو پيو هلي. اها شڪتي ايتري آهي، جيتري هوند چاليهه لکن ائٽم بمن ڦاٽڻ سان پيدا ٿيي سگهي. ساڳيءَ طرح، سج تي جيڪي ڀنڀٽ ٿا ٻرن ۽ آگ جون چڻيون ٿيون اٿن، تن بابت به اڃا ڪير پوري ڄاڻ حاصل ڪري نه سگهيو آهي. سج جي مٿاڇري تان جيڪي اهي باهه جون چڻيون ٿيون اٿن، سي گهٽ ۾ گهٽ ڏهه لک ميل اوچيون ٿيون اڏامن. سج تي اهي جيڪي اوچتا ڀنڀٽ ٿا ڀڙڪن، سي ڌرتيءَ جي برقي منڊل ۾ اهو ولوڙ ٿا پيدا ڪن، جو سروين جون قطب-نمائون ڦريو وڃن ۽ جهازرانيءَ جا اوزار بي اثر بڻجيو پون.

وگياني اڄ پيو سوال اهو ٿا پڇن ته "ڌرتيءَ تي گرماش وڌندڙ آهي ڇا؟" اهڃاڻ اهڙائي پيا ڏسجن، ڇاڪاڻ جو دنيا جي هنري ترقيءَ ڪارڻ ڪارخانن جون بخاريون وڌيڪ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ وايو منڊل ۾ ڀرينديون ٿيون رهن: اها گئس ۽ گهير گڏجي گرماش کي وڌائين ٿيون. هاڻي، جنهن رفتار تي اهو سلسلو هلي پيو، تنهن جي مدنظر، وگيانين کي هينئر اهو آڏڪو اچي لڳو آهي ته "سڄي ڌرتيءَ جي ويهين حصي تي هن وقت جيڪا دائمي برف ڇانئي پيئي آهي، سا نيٺ انهيءَ گرميءَ جي اثر هيٺ ڳري پاڻي ٿي ويندي ڇا؟" جي اها برف سچ پچ ڳري ويئي، ته سمنڊ ۾ پاڻي ايترو ته چڙهي ويندو جو نيويارڪ، لنڊن ۽ شهانگائيءَ جهڙا هيٺانهينءَ وارا شهر سڀ پاڻيءَ هيٺ اچي ويندا! وگياني ان باري ۾ اڃا ڪجهه به خاطريءَ سان چئي نٿا سگهن، پر ڪوشش انهيءَ ۾ ئي لڳل آهن ته ان باري ۾ ڪا وڌيڪ پڪي حقيقت هٿ ڪن.

تنهن کان سواءِ، اگم مان ڌرتيءَ تي روزانو بجليءَ جي برسات پيئي وسي. وگياني اڃا تائين ڌرتيءَ جي چوڌاري ويڙهيل پرن جي تهه ۾ ايترو مٿي پهچي نه سگهيا آهن، جو ڄاڻي سگهن ته ان لاڳيتيءَ بجلي وسڻ جو اسان تي ڪهڙو اثر ٿو پوي. روزانو چوويهن ڪلاڪن جي عرصي ۾ ڌرتيءَ تي ڪاسمڪ (Cosmic) رَڪ جا جيڪي هڪ هزار ٽن پيا ڪرن، تن جي اثر بابت به وگياني اڃا "نه ڄاڻڻ" جهڙي ڄاڻ ئي حاصل ڪري سگهيا آهن. هينئر جو وگياني هوائن رستي وايومنڊل کان مٿي انهيءَ اگم ۾ ڦولهه وجهڻ جون تياريون پيا ڪن، تن هوائن تي انهيءَ ڪاسمڪ برسات جو نقصانڪار اثر ته ڪونه پوندو، ان باري ۾ اڃا ڪوبه وگياني پڪيءَ طرح سان ڪجهه چئي نٿو سگهي.

'انٽر راشٽري جيئو فزيڪل سال' اندر دنيا جا وگياني انهن سوالن ۽ ٻين به هزارين سوالن جا جواب هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. ڪئليفورنيا يونيورسٽيءَ جو ڊاڪٽر جوزف ڪپلان (Joseph Kaplan)، جو آمريڪن وگياني ٽوليءَ جو اڳوان ٿي ڪم ڪندو، تنهن جو چوڻ آهي ته "اسان هن سرشٽيءَ بابت حقيقتون هٿ ڪرڻ جي ڏس ۾ هن کان اڳي ڪڏهن به ايڏو وڏو پروگرام نه رٿيو آهي".

انهيءَ پروگرام ۾ دنيا جا پنج هزار وگياني ڀاڱي وٺندا، ۽ ڌرتيءَ جي چوڌاري ٻارهن سئو "کوجنا-ڪيندر" (رسدگاهه) قائم ڪيا ويندا؛ تنهن کان سواءِ هزارين ٻيا سهايڪ به انهن وگيانين کي مدد ڪرڻ لاءِ حاضر رهندا. هي ڀهريون ٿي پروگرام آهي، جنهن ۾ ڪميونسٽ توڙي غير ڪميونسٽ ملڪ هڪٻئي جو پورن ساٿ ڏيئي رهيا آهن ۽ هڪٻئي سان هرڪو سهڪار ڪري رهيا آهن. ڏکڻ قطب تي آمريڪي وگياني کوجنا-ڪيندر قائم ڪندا، ته اتر جي آرڪٽڪ ايراضيءَ ۾ روسي وگياني کوجنائون ڪندا؛ فرينچ وگياني صحارا بيابان مان هوايون ڇوڙيندا، ۽ جپاني وري خاص جهازن ۾ چڙهي ساگر جي اونهائي ماپڻ جو ڪم ڪندا؛ بلگيريا جا سائنسدان ڌرتيءَ جي ڪشش ثقل جو زور ماپيندا، ۽ اٽليءَ وارا وري اها تپاس ڪندا ته ڌرتيءَ جي چوڌاري آزاد بجليءَ واري سوڪير هوا جي تهه (Ionosphere) جي اوچائي ڪيتري آهي.

ايڏي وڏي پيماني تي ڌرتيءَ جي چڪاس ۽ اڀياس جو ويچار، اول اول ١٩٥٠ع ۾ وگيانين جي هڪ غير دستوري ميٽنگ ۾ ئي پيدا ٿيو. آمريڪا جي سلور اسپرنگس شهر ۾، آمريڪا جي ڪاسمڪ ڪرڻن جي ماهر ڊاڪٽر جي. اي. وان الين جي جاءِ تي، ڊاڪٽر لا يڊ وي. برڪنر ان پروگرام جي اوائلي ريکا پيش ڪئي. ڊاڪٽر برڪنر ان وقت واشنگٽن جي ڪارنيج سنسٿا ۾ ڪم ڪندو هو. سن ١٨٨٢-٨٣ع ۾، ۽ پوءِ وري سن ١٩٣٢-٣٣ع ۾، دنيا جي ڪيترن ملڪن اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب وارين ايراضين جي اڀياس ڪرڻ ۾ سهڪار ڏنو هو. اهو اڀياس جيتوڻيڪ تمام ننڍي پيماني تي ڪيو ويو هو، تڏهن به ان مان لاڀ تمام گهڻو مليو. ان بعد وگيان ڪافي تڪڙي ترقي ڪئي آهي: ان ڪري ئي ڊاڪٽر لايڊ جي رٿ هئي ته "هينئر وشو پيماني تي ڌرتيءَ جي اڀياس جي ڪوشش ڇو نه ورتي وڃي!"

ان غير دستوري ميٽنگ ۾ جيڪي به حاضر هئا، تن سڀني کي اها رٿ وڻي. هڪدم جدا جدا ملڪن جي وگيانين ڏانهن خط لکيا ويا، ۽ ٿوري ئي وقت ۾ وگياني سنسٿائن جي انٽرراشٽري ڪائونسل انهيءَ سڄي پروگرام جو باهه ٻاڻ تي هموار ڪري ورتو. ڪم شروع ڪرڻ لاءِ آمريڪا سرڪار هڪدم ويهه لک ڊالر بحال ڪيا، جا رقم پوءِ وڌائي ٿي ڪروڙ نوي لک ڊالر ڪئي وئي. ٻين ملڪن به پنهنجي آدمشماريءَ انوسار پنهنجو حصو ڏيڻ جي قبوليت ڏني. پوءِ ته دنيا جي جدا جدا هنڌن-جهڙوڪ بروسيلس، روم، اسٽاڪهوم، هيگ،

بارسيلونا ۽ ٻين هنڌن تي ميٽنگون ڪيون ويئون، ۽ هن ڪاربه ۾ هرڪنهن جو چاهه وڌندو ويو. ان بعد، وگيانين پاڻ ۾ ٻهيي اڀياس جا ڪيتر مقرر ڪيا، جن ۾ مکيه آهن: وايو، مقناطيسي ڪشش، سمنڊ، برفاني ميدان ۽ وهڪرا، قطبي روشني (Aurora)، ۽ آزاد بجليءَ وارو سوڪيو هوا جو تهه (Ionosphere). ڌرتيءَ جي گرڀ اندر جيڪي وهي واپري پيو، تنهن جي 'سيسموگراف' اوزارن سان چڪاس ڪئي ويندي؛ خاص جهاز دنيا جي جدا جدا هنڌن تي ساگر جي اونهائيءَ جي ماپ وٺندا؛ ۽ آڪاس ۾ ويهن ميلن جي اوچائيءَ تائين ڦوڪڻا اڏايا ويندا؛ هوايون کڻندڙ ڦوڪڻا سٺ ميلن جي اوچائيءَ تائين آڏامندا، وڏيون هوايون ٻه سو ميلن جي اوچائيءَ تائين اڏامنديون، ۽ نقلي گرهه شايد پندرهن سو ميلن جي اوچائيءَ تي پهچي سگهن.

جدا جدا ڪيترن ۾ خاص ڪهڙو اڀياس ڪيو ويندو، تنهن جو مختصر احوال هن ريت آهي:

**ساگر-کوج.** سمنڊ جي پيٽ اندر جيڪي اسرار پريا پيا آهن، تن بابت انسان اڃا خاص ڪجهه به ڄاڻي نه سگهيو آهي. هڪ ماهر چوي ٿو ته "سمنڊ ۾ هر دفعي جيڪا ڪُنڍي ٿو اڇلايان، تنهن ۾ اهي جيوَ ڦاسي ٿا اچن، جي اڳي هن پرٿويءَ تي انسان ڪڏهن ڏٺا يا ٻڌا نه آهن!" قطبن ۽ خط استوا وچ ۾ ساگر جي پيٽ اندر جيڪي وهڪرا ٿا وهن، تن بابت اڃا انسان کي ڪابه ڄاڻ ڪانهي. انهن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو ممڪن آهي ته پوشيه جي آبهوا جو فيصلو انهن وهڪرن تي ئي مدار رکي. سمنڊ اندر جيڪي مڇيون ۽ پيا جيو رهن ٿا، تن جو دارومدار به انهن وهڪرن تي ئي آهي. سمنڊ به هڪ قسم جو وشال-کيت (Farm) آهي. سمنڊ جي پيٽ اندر وارا اهي وهڪرا، تري سان پاڻ ۽ ٻيون ڌاتون کوٽيو سمنڊ جي ٻوٽن کي پيا پهچائين، جن ٻوٽن تي وري مڇين ۽ ٻين جل-جيوَن جو گذر آهي. انهيءَ ڪري، سمنڊ اندر رهندڙ جيوَن جي حياتيءَ جو سڄو دارومدار به انهن اونهن وهڪرن تي آهي. انهن وهڪرن جو رخ ڪهڙو آهي، ٽيک ڪيتري اٿن، منجهن گرمي يا ٿڌاڻ ڪيتري آهي، ۽ اهي وهڪرا ڪٿي ٿا ڦرن گهرن،-هينئر اهي سڀ حقيقتون هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي.

ٻي کوجنا ڪئي ويندي ته سمنڊ جي اونهائيءَ واري پاڻيءَ جي عمر ڪيتري آهي. وگيانين جو ويچار آهي ته ائٽمي ڪارخانن مان جيڪو ڦوڳ ٿو بچي، تنهن جي نيڪال لاءِ سمنڊ جون اهي اونهايون ڪافي ڪارائتيون ٿي سگهن ٿيون.

ڄاڻن جو چوڻ آهي ته دنيا جا جيڪي پنج کنڊ آهن، سي به هڪ هنڌ اسٿر نه آهن ۽ اهي رکي رکي پيا چرن پرن-ان باري ۾ پڻ جاچ ڪئي ويندي. سورهين صديءَ ۾ هينري هڊسن جڏهن هڊسن اپسمنڊ ۾ پهتو، تڏهن اتي هڪ ٽڪريءَ تي هڪ نشاني هڻي هنائين. گذريل ٽن سو سالن ۾ اها نشاني سٺ فوٽ مٿي چڙهي چڪي آهي! وگياني اهو ڄاڻڻ ٿا چاهين ته دنيا جي ٻين حصن ۾ به ڌرتيءَ جي اهڙي ڦيرگهير پيئي ٿئي ڇا؟ ڌرتيءَ جي گرڀ اندر

ڪهڙي اٿل پٿل چالو آهي، جو اهي تبديليون ٿيون اچن؟ سڄيءَ دنيا ۾، جدا جدا هنڌن تي، وگياني انهيءَ بابت کوجنا ڪندا، ۽ ڏسندا ته ڀونڪمپ بابت به اڳڪٿي ڪرڻ ممڪن آهي يا نه.

**قطبن تي اڀياس.** ڌرتيءَ جو اٽڪل ڏهون حصو سدائين برف سان ڍڪيو پيو آهي. اتر قطب واري ايراضيءَ جو ته ڪافي تفصيلوار اڀياس ڪيو ويو آهي، پر ڏکڻ قطب واريءَ ايراضيءَ بابت اسان کي اڃان ڪٿي چڱي ته ايترا ڪاڻ چاڻ ڪانهي. هڪ ويچار کان ڏکڻ قطب جڻ ”دنيا جو ريفريجريٽر“ آهي: اتي جي وشال برفاني ميدانن تان جيڪي هوائون لڳن ٿيون، اهي دنيا جي آبهوا تي ڪافي وڏو اثر ٿيون وجهن.

انهيءَ ڏکڻ قطب جي کوجنا ڪرڻ لاءِ، ٻارهن ملڪ اتي چاونجاهه اڀياس-چانوڻيون هڻندا. جيڪو ملڪ هيٺاڻين پينگوئن پکين جو گهر پئي رهيو آهي، اتي هينئر ست آٺ سو وگياني به ڏيڍ سال لاءِ وڃي پنهنجا خيما کوڙيندا. ٻنهي ڏکڻ قطب تي آمريڪا جا ست وگياني پنهنجي چانوڻي هڻندا، جتي چوويهه ئي ڪلاڪ ٽيمپريچر برف ڳرڻ جي ٽيمپريچر کان به ۱۲۰ درجا هيٺ رهندو آهي.

ڏکڻ قطب وارا سڀ کوجنا ڪيندر، ريڊيو رستي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل رهندا. انهن ڪيندرن کي ڪيترن ئي مسئلن بابت کوجنا ڪرڻي آهي. هڪ مسئلو آهي قطبي برف جو، جنهن جو دنيا جي آبهوا تي وڏو اثر ٿو پوي. اتي دائمي برف پيئي ڪري، پر ڳري اصل ڪانه ٿي. اياس کان اڃان برف ڪرندي رهي آهي. ممڪن آهي ته برف جو اهو تهه ميل ڪن يا ان کان به وڌيڪ ٿلهو هجي. سو، جڏهن سيسمو اوزارن سان ڌرتيءَ جي پيٽ اندر تيل لاءِ تلاش ڪئي ويندي آهي، تڏهن برف جي هن تهه جو به ٿاهه لهڻ ۽ انهيءَ برف جي عمر ڄاڻڻ جو يتن ڪيو ويندو. انهيءَ اڀياس سان دنيا جي آبهوا جو اتهاس ئهي سگهندو، ۽ ممڪن آهي ته آئيندي جي آبهوا بابت ٻڻ اڳڪٿي ڪري سگهبي. اتر قطب تي ٻڻ ساڳئي قسم جو اڀياس ڪيو ويندو.

قطب وارن ڪيندرن ۾، وگيانين کي هڪ ٻئي به مسئلي جو اڀياس ڪرڻو آهي. اگر سان ايندڙ بجليءَ جون لهرون، قطبي ايراضيءَ ۾ جڏهن ڀرتويءَ جي وايوءَ سان ٽڪرجن ٿيون، تڏهن هڪ روشني پيدا ٿي ٿئي-جهڙي ”نيان“ (Neon) بتين سان ملندي آهي. انهيءَ قطبي روشنيءَ (Aurora) سان گڏوگڏ برقي طوفان به لڳندا آهن، جن جو اثر اهو ٿيندو آهي جو دور دور ديسن جا ٽيليفون سرشتا ڪنجي ويندا آهن، ۽ ريڊيا هلڻ بند ٿي ويندا آهن. وگياني، ان ڪري، جاچ ڪندا ته اهو اسرار ٻنهي قطبن تي ساڳئي وقت ٿو ٿئي ڇا؟ ۽ انهن برقي طوفانن بابت اڳواٽ ڄاڻڻ ممڪن آهي، يا نه؟ هيلتائين ڪنهن کي به ان باري ۾ خبر ڪانهي؛ پر هينئر وگياني انهيءَ باري ۾ ڪجهه حقيقتون ڪٺيون ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

**وايو منڊل.** جنهن سمنڊ جي پيٽ اندر جي انسان کي پوري ڄاڻ ڪانهي، تنهن وايوءَ جي مٿين تهه تي جيڪي ٿئي ٿو، تنهن کان به اسين هن وقت اڻڄاڻ آهيون. مثال طور، جڏهن اگهر مان ڪاسمڪ ڪرڻا وسن ٿا، تڏهن پرٿويءَ جي هوا جي جزن سان انهن جو ٽڪر ٿو ٿئي؛ انهيءَ ٽڪر ڪارڻ ٿيل تباهيءَ جا پرزا برابر ڌرتيءَ تي پهچن ٿا، مگر خود ڪاسمڪ ڪرڻا ڌرتيءَ تي نٿا پهچن. ساڳيءَ طرح، سج به ڌرتيءَ ڏانهن الٽرا وايوليٽ (Ultra violet) ڪرڻا پيو اڇلي. اهي ڪرڻا اهڙا ته تيز آهن، جو جيڪڏهن ڌرتيءَ تائين پهچن، ته جيڪي به هن پرٿويءَ تي آهي، تنهن سڀ کي جيڪر جلائي خاڪ ڪري ڇڏين! انسان جي پرٿويءَ چوڌاري جيڪو وايو آهي، سوئي انسان کي انهن ڪرڻن جي قاتل اثر کان بچائي ويٺو آهي. رات جو به آڪاس ۾ هڪ روشني ڏسبي آهي، جنهن کي "ايئر گلو" (Air glow) ڪري ٿا سڏين. اها روشني تارن جي روشنيءَ کان سٺوڻي وڌيڪ تيز آهي. اهي سڀ ڳالهيون، انسان لاءِ ايا راز جي پردي ۾ ڍڪيون پيئون آهن: وايوءَ جي مٿين تهه جو اڀياس شايد انهن رازن کي سمجهائڻ ۾ مدد ڪري.

وايوءَ جي انهيءَ مٿين تهه جي اڀياس لاءِ، وگيانين عجيب غريب اوزار به تيار ڪيا آهن، جن مان هڪڙو آهي "روڪُون" (Rockoon). اهو روڪون هڪ وڏو ڦوڪڻو آهي، جنهن ۾ اندر هڪ ننڍڙو هوائي رڪيل آهي. اهو ڦوڪڻو مٿي هوا ۾ پهري تي رهندو، ۽ جڏهن ٿي برقي طوفان لڳو يا ٻي ڪا اهڙي ڳالهه ٿي، ته هيٺان ڌرتيءَ تان ريڊيو رستي ڦوڪڻي اندر رکيل هوائيءَ کي ڇوڙيو ويندو، جا سٺ ميلن جي اوچائيءَ تائين اڏامي سگهندي، ۽ وايوءَ جي مٿين تهه ۾ جيڪي وهندو واپرندو هوندو، تنهن بابت هيٺ ڌرتيءَ تي خبرچار موڪليندي. ڌرتيءَ تان به ساڳئي قسم جون هوايون ڇوڙيون وينديون، جي ٻن سوَن ميلن جي اوچائيءَ تي پهچنديون.

آمريڪا جي "ننڍڙڪ" هوائي آڏي تان نقلي گرهه (Earth Satelites) به اڏايا ويندا، جي شايد پندرهن سو ميلن جي اوچائيءَ تائين پهچي سگهندا. اهي نقلي گرهه ڪلاڪ ۾ ارڙهن هزار ميلن جي رفتار سان اڏامندا، ۽ ڌرتيءَ جي چوڌاري ڏيڍ ڪلاڪ ۾ ڦيرو ڏيئي پورو ڪندا. انهن نقلي گرهن جو قطر ٢٠ انچ ٿيندو؛ ۽ ان اندر رکيل ريڊيو، پرٿويءَ جي وگيانين کي اگهر جي خبرچار پهچائيندو رهندو.

مٿي آسمان ۾، في ڪلاڪ ١٠٠ ميلن کان ٢٠٠ ميلن تائين رفتار وارا جيڪي هوا جا وهڪرا آهن، تن بابت به اهي اوزار حقيقتون هٿ ڪندا. وگيانين جو ويچار آهي ته انهن وهڪرن جي مدد سان رواجي هوائي جهازن جي رفتار کي به وڌائي سگهبو.

**ٻين مسئلن جو اڀياس.** ڌرتيءَ کان ٥٠ ميلن کان وٺي ٢٥٠ ميلن تائين آزاد بجليءَ وارو سوکم هوا جو جيڪو تهه (Ionosphere) آهي، تنهن ۾ به وگياني ڦولهه وجهندا.

هوا جي انهيءَ تهه جي مدد سان ئي اسان جا ريڊيا هلن ٿا. جئن آرسي روشني واپس اڇلي ٿي، تئن اهو هوا جو تهه به ريڊيائي لهرون پيو اڇلي. هيٺ ڌرتيءَ تي قائم ڪيل ڪيندرن مان "راڊر (Radar) سگنل" مٿي هوا ۾ موڪليا ويندا، جي انهيءَ تهه تان اُلٽي واپس ڌرتيءَ تي موٽندا. موڪليل سگنلن کي واپس موٽڻ ۾ جيڪو وقت لڳندو، تنهن مان ئي انهيءَ سوکير-تهه جي ٿاهه جي ماپ بابت فيصلو ڪيو ويندو. تنهن کان سواءِ، برقي طوفانن وقت جو اها سوکير هوا سڀ ريڊيائي لهرون جذب ڪري ٿي وڃي ۽ ريڊيا هلڻ بند ٿي ٿا وڃن، تنهن جو ڪارڻ پڻ ڳوليو ويندو.

وقت جي ماپ لاءِ چنڊ، ڌرتيءَ جي ڦيري کان به وڌيڪ خاطريءَ وارو آهي؛ جنهنڪري چنڊ جون به جدا جدا ماپون ورتيون وينديون. ڌرتيءَ جي ڏکڻائي ڦاڪن ۽ ويڪرائي ڦاڪن جي نرنيه ڪرڻ لاءِ به چنڊ ۽ ٻين تارن جو اڀياس ڪيو ويندو. ساڳيءَ طرح، ڌرتيءَ جي ڪشش ثقل جي زور جي به وڌيڪ باريڪ ماپ ڪئي ويندي. ڌرتيءَ جي صورت بابت فيصلي ڪرڻ ۾ اهي ڪوجنائون وڌيڪ ڪارائتيون ثابت ٿينديون.

جدا جدا ڪيترن ۾ انهيءَ اڀياس ڪرڻ بعد، ممڪن آهي ته ڀونڪپ، ٻوڏون، طوفان ۽ ٻيا اهڙا ڪوپ، جن کي اسين هيلتائين قدرتي ڪوپ ڪري مڃيندا رهيا آهيون، تن بابت اسان کي وڌيڪ چٽيون حقيقتون حاصل ٿين، ۽ اسان کي انهن تباهين پٺيان قدرت جو ڪو حساب يا رٿا نظر اچي وڃي. تنهن کان سواءِ، ائٽلانٽڪ ٻاري ٻوڙ يا ڪن ايراضين ۾ اوچتو سوڪ ٿيڻ جو راز ڦولهڻ ۾ به شايد اسين ڪامياب ٿيون.

وگيانين جو ويچار آهي ته اهو اڀياس انسان ذات کي ڪافي وڏو فيض رسائي سگهندو، ۽ اسان کي پنهنجي ڌرتيءَ بابت ڪافي نيون حقيقتون حاصل ٿي سگهنديون.



پروفيسر جهمّل خوبچند پاوناڻي

# ادبي نثر

## (١) آدبي ۽ وهنواري نثر.

نثر کي ٿُلهي ليکي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: ادبي نثر ۽ وهنواري نثر. ادبي نثر لاءِ ڪيترين ئي خاصيتن ضروري آهن، جيڪي وهنواري نثر ڪاڻ نه لازمي آهن، ۽ نه ٻنهي ٺهڪندڙ ئي آهن. گهر جي ڳالهين يا ٻين جي وچ ۾ عام طرح جيڪا گفتگو ٿئي، سا ڪم چلائو ۽ ڪارگر وهنواري نثر منجهه؛ ڊاڪٽر مريض جون اکيون تپاسي، مرض جو تفصيل ۽ ان جي علاج جو طريقو ڏسي، ته مناسب ۽ ڪارگر وهنواري نثر منجهه؛ سوداگر وڻج جي جنسن بابت اشتهار جوڙي، ته مُجمل ۽ ڪارگر وهنواري نثر منجهه؛ سائنسدان ڪنهن وگيانڪ مسئلي تي ڪتاب لکي، ته تُز ۽ آپوڳي پر ڪارگر وهنواري نثر منجهه.

سچيءَ حياتيءَ ۾، ماءُ پنهنجي پُٽ کي جيڪر ورلي هيئن چوي ته

”منهنجا لال! تون ڪائين نه آڇهين؛ تون پهرين نه سونهين؛ تون آهين ته روز روشن، تون ناهين ته اونده انڌوڪار!“

سچيءَ حياتيءَ ۾ ڪو ڊاڪٽر پنهنجي مريض جون اکيون تپاسي، ڪيس جي هيئن چوي،

”تنهنجا نيڻ ته! ڪهڙا نه لال ٿيي ويا آهن: دنيا جي مڙني لعلن جي لالائي اچي منجهن گڏ ٿي آهي، سندن خماريت ٻنهه خونخوار اچي ٻٽي آهي! او دواسازا! آڻ هيڏي هوءَ شيشي، جنهن منجهه آهي بلبل کي گهائيندڙ گلاب جي گلن جو عرق؛ ۽ آڻ هيڏي هوءَ دٻلي، جنهن منجهه آهي لنڪا-ساگر جي ڀاتار ۾ پيهي آندل سپن جي موتين جو پورو-ته آءٌ ... آءٌ پنهنجن هٿن سان ٻئي ملائي ... نازنين جي ميرگهه-نئنن مثل نيڻن ۾ ڪي قطرا اوتي، ڪين سيتل ڪريان!“

-ته، اهڙو ڊاڪٽر صاحب جيڪر سنت ئي پنهنجي شفاخاني سان ڏڪجي، وجي پاڳلخاني سوکهو ٿئي.

پر، ساهتيه جي دائري اندر، ماءُ جي پيار جو اظهار اها ۽ وڏيڪ اتساه پرئي، وڏيڪ رنگين ۽ وڏيڪ قربداز نثر ۾ شايع ڪرڻ، روادار چاتو وبو آهي؛ ساهتيه جي وسيع

دائري اندر نہ ڊاڪٽر جي دل-لڳي واھيات لڳندي، ۽ نہ سندس عاشقاڻو علاجي احوال ئي عبث ڀاسبو.

اڄ ڪالھہ جا گھڻيئي وڏا واپاري، پنھنجا اشتھار وھنواري نثر بدران نہ رڳو ادبي نثر منجھہ درج ڪن ٿا، پر اشتھارن منجھہ تاثير ۽ لطف ڦوڪڻ لاءِ، چوڙڻ-فروشن جيان، نظم-بنديءَ کان بہ ڪم وٺن ٿا. سائنسدانن جا ڪتاب بہ اڄ ڪالھہ سليس ۽ وڻندڙ ادبي نثر ۾ شايع ٿيڻ لڳا آھن-ايتريقدر جو مغربي ملڪن ۾ ڪيترائي نوان نڪرندڙ وکياڻڪ پستڪ بہ اھڙائي تيز-وڪرو آھن، جھڙا افسانا ۽ جاسوسي قصا.

ڪھڙيون خوبيون. ڪھڙيون خاصيتون آھن، جن جي ھئڻ سبب ڪو نثر "ادبي نثر" سڏجي ٿو؟ انھن خوبين ۽ خاصيتن جو آسان پرکڻ و اندازي لڳائڻ جو ھڪڙو طريقو ھيءَ آھي تہ ڪنھن لُغت منجھان سيڙني نيڪ-صفتي لفظن کي چونڊي آڻي ھڪ ھنڌ ڪجي، ۽ پوءِ ڪٿي چئجي تہ ادبي نثر جون خوبيون ۽ خاصيتون اجھي اھي آھن-جيئن تہ رنگين، اثرائتو، لطيف، سليس، فصيح، بلند، پختو، مائيدار، سينگاريل يا آلنڪرت، وغيرہ- پر اھو ڪو ڪارگر طريقو نہ آھي. انين برابر آھي تہ مٿيون ۽ ٻيون گھڻيئي خاصيتون-تن منجھان ڪي ڪي نموني نموني جي ادبي نثر منجھہ اوس ھئڻ گھرجن، پر ادبي نثر جي اڀياس ۽ استعمال لاءِ، ھن وشيہ جو ويچار ڪنھن علمائتي نموني ۾ ٿي ٿيڻ گھرجي.

ڪابہ چيز سڀ تڏھن چئبي آھي، جڏھن منجھس نہ فقط خوبيون ھونديون آھن، پر ساڳئي وقت جڏھن منجھس خاميون بہ نہ ھونديون آھن. نثر جا گھڻيئي عيب يا دوش آھن، جن کان ادبي نثر کي آجو رکڻ گھرجي. انھن سڀني يا دوشن جو اڀياس بہ ڪنھن علمائتي ترتيبوار نموني ۾ ٿيڻ گھرجي.

## (٢) ادب، ۽ ادبي نثر.

اول اچو تہ ادبي نثر جي جاءِ، ادبي تحرير يا لکڻيءَ ۾ سرسريءَ ريت سوچيون.

ادبي تحرير ٻن قسمن جي آھي- ھڪڙو نظم ۽ ٻيو نثر. نظم، شعر جو حمايتي آھي؛ نظم جو ويس ۽ سندس خاصيتون، نثر جي ويس ۽ سندس خاصيتن کان گھڻي قدر ڦريل آھن. "شعر" ۽ "ادبي نثر" منجھہ گھڻيئي ھڪجھڙايون آھن، پر "نظم" ۽ "نثر" منجھہ گھڻيئي علحدگيون آھن: 'نظم' جسم آھي، ۽ 'شعر' روح آھي؛ 'نثر' جسم آھي، ۽ 'ادبي نثر' جسم ۽ روح جو مناسب ميل جول آھي. ادبي نثر جو جسم، نظمي جسم کان گھڻو علحدو آھي؛ ۽ ادبي نثر جو روح، شعر جي روح کان، چئجي ڪٿي تہ ڪي ڪجھہ گھٽ درجي جو آھي. ادبي نثر جو روح جڏھن شاعري روح مثل ٿئي ٿو، تڏھن اھو نثر فقط ادبي نثر نہ، پر "شاعري نثر" سڏجي ٿو. شاعري نثر ۽ نظمي نثر جي وچ ۾ بہ تفاوت لڳ ڀڳ اھڙائي آھن، جھڙا شعر ۽ نظم منجھہ-جن جي خُلاصي وچور ڏيڻ جو ضرور نہ آھي. نظمي نثر نڪي فقط

نظم آهي، ۽ نڪي فقط نثر آهي؛ پر منجهس ٻنهي جون ڪي ڪي خاصيتون ٿين. اهڙين ڪٿي چنجي ته تحرير جو ويس جيڪڏهن ڪجهه نظم ۾ ڪجهه نثر ۾ آهي، ته اهڙي تحرير ٿيندي "نظمي نثر". نظمي نثر، نظم جو هڪ قسم سڏجي ٿو؛ ۽ شاعري نثر، بعضي ادبي نثر منجهه، بعضي شعر منجهه شمارجي ٿو.

## (٣) نظم ۽ نثر.

نظم ۽ نثر جي وچ ۾ جيڪي تفاوت آهن، انهن تي هن سلسلي ۾ ڪجهه وڌيڪ غور ڪرڻ جو ضرور آهي.

١- نظم منجهه مصرعون ٿين، پر مصرعن واريءَ تحرير کي نثر سڏي نه سگهبو؛ نثر منجهه جُملا يا واڪيا ٿين.

٢- نظم جون مصرعون، هموزن ٿين؛ پر نثر جا جملا، نظم جيان، ماپ جي لحاظ کان هموزن ڪين ٿيندا آهن - جيتوڻيڪ سٺيءَ نثري عبارت منجهه جملا، ويچار جي لحاظ کان موزون ٿيندا آهن.

٣- نظم منجهه، نظم جي 'صنف' يعني خاص رچنا پٽاندر، مصرعن جا طرح طرح جا بند ٿين - جئن ته "مثنوي"، يعني ٻن مصرعن جو بند؛ "مثلث"، يعني ٽن مصرعن جو بند؛ "مربع"، يعني چئن مصرعن جو بند؛ "مخمس"، يعني پنجن مصرعن جو بند؛ "مسدس"، يعني ڇهن مصرعن جو بند؛ وغيره. پر، نثر منجهه فقرا ٿيندا آهن، جن جي جملن جو انداز اهڙين ٺهرايل ٽي نه سگهندو؛ نثر جي فقرن جي ڊيگهه، سياويڪ، منجهن سمايل ويچارن جي مدنظر، تندي وڏي ٿئي ٿي.

٤- نظم منجهه قافيو يا تُڪبندي ٿئي، پر نثر منجهه رواجي طرح تُڪبندي ڪانه ٿئي. البت، اڳين زماني ۾ پارسي ۽ اردو ادب منجهه قافيو توڙي وزن نثر جي خاص قسمن منجهه ڪتب آڻيندا هئا، جن جي مدنظر، نثر جا ڪي نالا ٺهرايل هئا. اهي هي آهن:

"عاري نثر"- يعني سنئون سوڌو، بنان قافيي ۽ بنان وزن جي نثر؛

"مُرجز نثر"- يعني اهو نثر، جنهن جا جملا ثاني مصرعن جيان وزن ۾ ساڳيا هجن، پر منجهن تُڪبندي نه هجي؛

"مسجع نثر"- يعني اهو نثر، جنهن جا جملا ماپ ۾ هڪجيڏا نه هجن، پر منجهن آخرين لفظ تُڪبند هجن.

سنڌي ادب ۾ 'مرجز نثر' جو ڪي ڪجهه استعمال ٿيل آهي - مثلاً پروفيسر لالنڪرام ٿڌانيءَ جي ترجمو ڪيل "گيتا"، جنهن مان ٻه سٽون هيٺ ڏجن ٿيون:

"ڏسي ٿو آتما سڀ ۾، ڏسي ٿو آتما ۾ سڀ،
ڏسي هر هنڌ ساڳيو روپ، ساڌي يوگ ۾ جو من."

پر، اهڙيءَ تحرير کي سچ پچ ته نثر ڪوٺڻ ني غلط ٿيندو. حقيقت ۾ اهو هڪ نظمي وس آهي، جو شعر کي ڀرائي سگهجي ٿو، ۽ نه نثر کي.

سنڌي ادب ۾ 'مسجع نثر' جو به ڪجهه استعمال ٿيل آهي. ساڌو واسوانيءَ جي ڪن روحاني آپديشن ۽ ترجمن ۾ مسجع نثر ڪتب آندل آهي- جئن ته

"سون ڏي من موڙ، منهنجو ڀڳت ٿيءُ، سون کي ڀڳيه ڏي، سون کي ڪرنمسڪار،
سون کي پرارٿنا ڪندين، اهو انجام ڪريان توسان، اٿم تو واسطي پيار."

هن قسم جي تحرير پڻ نثر منجهه شمارڻ لائق نه آهي، ۽ ڪيس جسم جي لحاظ کان "اڀورو نظم" سڏڻ ني درست ٿيندو- جيتوڻيڪ روح جي لحاظ کان اها تحرير اعليٰ شعر جي پدويءَ تي پهتل آهي.

## (۴) مقفيٰ نثر-

اهو نثر، جنهن جي جملن جا آخرين لفظ هم قافيه هجن، سو نثر 'نثر مسجع' سڏجي ٿو؛ پر جنهن نثر جي جملن اندر وچ وچ ۾ تُڪبندي ٿئي، ان کي "مقفيٰ نثر" چئجي ٿو. اهڙو نثر، 'ادبي نثر' جوني نمونو شمارڻ گهرجي، نه نظم جو. مقفيٰ نثر جا به مثال هيٺ ڏجن ٿا:

۱- "شاهزاديءَ ماه طلعت، غسل ڪري ڦٽي ڏني؛ اکين ۾ سرمو وڌائين، زيور پهريائين، ارغواني وس جو جنسار ڪيائين- سڀ هارسينگار ڪيائين، آرسي ڪٽي پنهنجو منهن ڏٺائين. منهن ڏسندي، ڳلن جي لالائي، اکين جي گهيرائي، جوانيءَ جو زور، حسن جو شور، زلفن جو تاب، غمزي جو حجاب ڏسي، تماشو لڳي ويس. چوڻ لڳي ته 'واه واه! هيءُ به ڪو حسن بيمثال آهي! جي اهو منهنجو حسن آهي ته بس، حسن ختم آهي، سڀ حسن کان آتم آهي!' خاص ٻانهين کي سڏي، چيائين ته 'هيڏانهن اچو، هيءُ تماشو ڏسو- مهڙو حسن جو شعلو، توڙي تجلو، ڪو توهان ڏٺو يا ٻڌو؟' ٻانهين حسن جو تماشو ڏٺو: حسن نور علي نور ڏٺائون، جلوو بيدستور ڏٺائون؛ پاڻ کي حسن تي متحير ڪيائون، پر في الحقيقت سهيو ڪيائون."
-(آخوند لطف الله: "گل خندان")

۲- "گهڻين کي چتائي ڏٺم، پر ڪابه سندس مٽ نه ٿاني، ڪنهن ۾ به سندس هڪ نشاني نظر نئي آئي. انهيءَ حيرانيءَ ۽ پريشانيءَ سبب، سارو زمانو ٻاهه اکين ۾ اونداهه؛ گهر ٻار زهردار، مٽن مائٽن کان بيزار؛ آٿي ويٺي بيقرار، سمهڻ سهڙين بيمار؛ هلڻ چلڻ کان لاچار، ڪم ڪار کان بيڪار: مطلب ته ڏٺڻ اڏڻ وڪار نظر اچڻ لڳو." -(ليکڪ: "پوتر پريم")

مقفيٰ نثر منجهه هڪ صنعت استعمال ڪيل آهي- "صنعت ترصيع". صنعتون، ادبي نثر توڙي شعر جي اهم سامگري آهن،- انهيءَ وشيه جو ويچار اڳتي هلي ڪيو ويندو.

## (٥) ادبي نثر ۽ مضمون.

مضمون جي لحاظ کان ادبي نثر جا آهي ئي قسم آهن، جي شعر جا پڻ ڌار ڌار قسم آهن؛ پر شعر جا قسم، مضمون جي وڌيڪ وسيع دائري سبب، نثري مضمونن کان وڌيڪ آهن. مضمون پٽاندر، ادبي نثر جا هيٺيان مکيه نمونا آهن:

(١) بياني نثر. هن قسم جي مضمون کي هنديءَ وارن "ڪٿاتمڪ، يا آکياناتمڪ، نِبنڌ" (Narrative Prose) ڪوٺيو آهي؛ ڇاڪاڻ ته اهڙي نِبنڌ يعني مضمون منجهه ڪا جيون-ڪٿا، ڪا ڪهاڻي، ڪنهن ڏٺل ٻڌل حادثي جي تفصيلوار حقيقت ڏنل هوندي آهي.

(٢) تشريحي نثر. هن قسم جي نثر کي منظرڪشي يا نظاري نگاريءَ وارو مضمون به چون؛ ڇاڪاڻ ته منجهس ڪي نظارا، ڪي تصويرون چٽيل ٿين. هنديءَ وارا اهڙي نثر کي "ورنناتمڪ نبنڌ" چون؛ انگريزيءَ ۾ چئجي Descriptive Prose.

(٣) ڏياني نثر. هن قسم جي نثر کي هنديءَ ۾ ڪوٺين "چِنتناتمڪ نبنڌ"، يعني Reflective Prose. "ڏيانيي نثر" منجهه لکندڙ جي خيالي قوت، هن جي ويچار-شڪتي وڌيڪ نمايان هوندي آهي. هيءَ نثر ئي آهي، جنهن ۾ نثرنويس پنهنجو شاعرانو پرواز جيڪڏهن بهترين نموني ۾ سمائي ٿو، ته سندس نثر جو روح شعر جي روح مثل ٿيو پوي-جيتوڻيڪ نثر جا ڪي شهه ڪاريگر، هرڪنهن قسم جي نثري مضمون کي شعر جي پدويءَ تي پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن.

(٤) نصيحت آميز نثر. هي نثر جو آهو قسم آهي، جنهن منجهه نثر نويس سنئون سڌو اُپديش ٿو ڏئي، تنهنڪري هنديءَ ۾ کيس چون ٿي "اُپديشڪ نبنڌ"؛ انگريزيءَ ۾ چئون Didactic Prose. نصيحت آميز نثر جڏهن سنئون سڌو تقرير جي ويس ۾ آهي، تڏهن آن کي چئجي "تقريرڪ نثر"؛ هنديءَ وارن کيس "وياکيانڪ نبنڌ" سڏيو آهي.

(٥) دليلي نثر. آهو نثر، جنهن منجهه ڪنهن مسئلي تي بحث مباحثو ڪيل هوندو آهي، آن کي "دليلي نثر" چئبو آهي؛ انگريزيءَ ۾ چوندس Argumentative Prose. دليلي نثر يا ته سنئين سڌي نثر منجهه هوندو آهي، يا ته گفتگوئي نثر منجهه، جنهن کي انگريزيءَ ۾ چئون Dialogue. "گفتگوئي نثر" مضمون جي لحاظ کان ادبي نثر جو خلاصو نمونو ڪين آهي. گفتگو، ڏيانيي مضمونن بابت ٿئي، نصيحت آميز مضمونن بابت ٿئي، بياني مضمونن بابت ٿئي-سڀني مضمونن بابت ٿئي. ٻئي طرف، ادبي تحريرن جي تقسيم ڪجي ته گهڻو سارو گفتگوئي نثر جيڪر عام ادبيي نثر ۾ نه، پر ناٽڪ (Drama) ۾ ٿي شمارجي.

## (٦) ادب ۽ جذبات.

انسان جي دل اندر طرح طرح جا امنگ آٿن ٿا. شاعر وانگر، قابل نثر نويس جو به ڪم آهي هرڪنهن مضمون منجهه مناسب جذبو ڦوڪڻ. هندي ساهتيه منجهه، 'ڀاوَ' ۽ 'رَس' کي

هرهڪ قسم جي ادبي تحريري سامگريءَ ۾ اعليٰ درجو ڏنل آهي. هندي ساهتيہ ڪلاڪارن، انسان جي هردي اندر اتپن ٿيندڙ ڀاوَن (Emotions) کي نون قسمن ۾ ورهايو آهي. اهي نو جذبا هي آهن:

| | |
|---|---|
| (١) پريم يا عشق | (Love) |
| (٢) هسي يا مذاق | (Mirth) |
| (٣) شوڪ يا افسوس | (Sorrow) |
| (٤) ڪروڌ يا غصو | (Anger) |
| (٥) اُتساهہ يا جوش | (Enthusiasm) |
| (٦) ڀؤ يا خوف | (Fear) |
| (٧) ڌڪار يا نفرت | (Hatred) |
| (٨) اچرج يا عجب | (Wonder) |
| (٩) ويراڳ | (Renunication) |

جذبات جي مدنظر، هرهڪ قسم جي ادبي تحرير نوَن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿي. ائين، ادبي نثر بہ نوَن قسمن جو ٿي سگهي ٿو: ۽ هرهڪ نموني جي جذبي واري ادبي نثر مان جدا جدا نموني جو رس (Flavour) اچي ٿو. انهن نوَن رسن پٺاندر، نثر جا نوَ اسم ٿي سگهن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| (١) سينگار رس وارو | (عاشقاڻو) | Erotic |
| (٢) هاس " " | (مذاقيہ) | Comic |
| (٣) ڪَرُوڻ " " | (سوز وارو) | Pathetic |
| (٤) ڪوپ " " | (ڏمر وارو) | Furious |
| (٥) وِير " " | (اُتساهہ وارو) | Heroic |
| (٦) ڀيَنَڪ " " | (خوفائتو) | Frightful |
| (٧) ڀُڇان " " | (مڪروهہ) | Loathsome |
| (٨) وِسميہ " " | (حيرت وارو) | Marvellous |
| (٩) شانت " " | (روحاني) | Quietistic |

## (٧) ادبي نثر جون تحريرون.

ادبي نثر جن جن تحريرن ۾ ڪتب اچي ٿو، سي هيٺيون آهن:

| | |
|---|---|
| (١) مضمون يا نِبنڌ | (Essay) |
| (٢) مهاڳ، يا ٻيو ڪو تنقيدي ليک | (Preface, or other Literary Criticism) |
| (٣) حڪايت يا ڪهاڻي | (Story) |

(۴) قِصو يا آپنياس (Novel)

(۵) روپڪ يا ناٽڪ يا کيل (Drama)

ادبي نثر جا عام اصول، هرهڪ قسم جي تحرير سان لاڳو آهن. هرهڪ قسم جي تحرير کي ادبي نثر جي عام خامين کان آجو رکڻو آهي، ۽ هرهڪ قسم جي تحرير ۾ ادبي نثر جون عام خوبيون سمائڻيون آهن؛ پر هرهڪ قسم جي تحرير لاءِ وري پنهنجا پنهنجا ادبي اصول آهن - جي پروفيسر منگها رام ملڪاڻيءَ پنهنجي شاهڪار ڪتاب "ادبي اصول" ۾، پنهنجي دستوري قابليت سان، درج ڪيا آهن.

## (۷) ادبي نثر جون خاميون ۽ خوبيون.

ادبي نثر جي جيڪا ادب ۾ جاءِ آهي، سا نظر سان ڪڍي اٿئون. ادبي نثر جي وراهست، ڊارڊار دائري موجب به نظر مان ڪڍي اٿئون. ادبي نثر ۾ ڪهڙيون خاميون نه هئڻ گهرجن، ۽ منجهس ڪهڙيون خوبيون هئڻ گهرجن، انهن جو ترتيبوار اندازو لڳائڻ هاڻ ڪي ڪجهه آسان ٿيندو.

(الف) ادبي نثر جا عام سقم يا دوش هيٺين موجب ورهايل آهن:

(۱) لفظي سقم يا شبد-دوش؛

(۲) جملن جا سقم يا واڪيه دوش؛

(۳) عبارت جا باقي سقم يا رچنا-دوش؛

(۴) معنوي سقم يا ارٿ-دوش.

انهن چئن ئي سقمن جي وشيه پنهنجي سر ايڏي ته طويل آهي، جو ان کي هڪ مخزن جي ليک ۾ سمائي نه سگهبو. هتي، پهرين ٽن قسمن جي سقمن جا فقط ڪي نالا ڏجن ٿا.

لفظي سقمن ۾ ڪي هيٺيان آهن:

(۱) دو-ارٿڪ يا ٻه-معنائو — Ambiguous word

(۲) آشُڌ يا غلط — Incorrect word

(۳) ڪَلشت يا اڻ چِٽو — Obscure word

(۴) گراميه يا جهنگلي — Vulgar word

جملن جي سقمن مان ڪي هيٺيان آهن:

(۱) منجهيل جملو — Confused Sentence

(۲) ڪَرڪش، سُرو جملو — Cacophonous „

(۳) گَرڀيتو واڪيه يا جملو مطرف — Parenthetical „

(۴) اڪرمت يا غير يڪساني — Not uniform „

(۵) ڪٿت پدي يا لفظ-دُهراءُ — Sentence with repeated words

معنوي سقمن ۾ ڪي هيٺيان آهن :

| | |
|---|---|
| (۱) سنڪڊ ارٿ يا شڪي مطلب | Dubious Meaning |
| (۲) اسمبڌ ارٿ يا بيجوڙ مطلب | Inconsistent " |
| (۳) اپشٽ ارٿ يا بيتعلق مطلب | Irrelevant " |
| (۴) پنرآڪت يا تڪرير سخن | Tantophonous" |

(ب) ادبي نثر جون عام خوبيون وري هيٺين ذاتين ۾ ورهايل آهن :

(۱) "فصاحت"، جنهن جو دارو مدار هيٺين علمن تي آهي :

۱- 'علم لغت' يا ڪوش - ودِيا

۲- 'علم صرف' يا شبد - ساڌارڻ - ودِيا

۳- 'علم نحو' يا وياڪرڻ

۴- 'علم معني' يا ڀاشا - وگيان

(۲) "بلاغت"، جنهن جو دارو مدار هيٺين علمن تي آهي :

۱- 'علم بيان'، جنهن ۾ ادب جي چئن سينگارن جو ذڪر ڪيل آهي : تشبيه يا اُپما، استعارو يا روپڪ، مجاز مرسل ۽ ڪنايو.

۲- 'علم بديع'، جنهن ۾ گهڻيئي لفظي تجنيسون ۽ معنوي صنعتون ذڪر ڪيل آهن. هندي ساهتيه ۾، بلاغت جي مڙني اسن کي گڏي "النڪار ودِيا" ڪوٺيل آهي. 'النڪار' لفظ جي اکري معني آهي "گهڻو"; ساهتيه ۾ 'النڪار' معني "صنايع - بدايع" .(Figures of Speech)

مٿين مڙني خامين ۽ خوبين جي ترتيبوار اڀياس ڪرڻ بعد، چڱي سگهبو ته اعليٰ ادبي نثر ڇا کي ڪوٺجي. تنقيد ڪرڻ جي قابليت پڻ انهيءَ اڀياس دوارا ئي حاصل ڪري سگهبي : انهن خامين ۽ خوبين جي ڇاڻ بعد ئي پوريءَ طرح چئي سگهبو ته ڪا نثري تحرير "ادب" ۾ شمار ڪرڻ لائق آهي، يا نه.



فيض احمد "فيض"
سنڌيڪار: شمشير الحيدري

# بهترين شعر

جڏهن اسين زندگيءَ جي باري ۾ ڪو نظريو قائم ڪرڻ چاهيندا آهيون، ته سڀ کان پهرين اسين مختلف شين ۽ حقيقتن جي اهميت جو جائزو وٺندا آهيون. انهن مان ڪي اسان کي تمام اهم ۽ ضروري معلوم ٿينديون آهن، ۽ ڪن جي اهميت اڻاتري ۽ اتفاقي معلوم ٿيندي اٿئون. انهيءَ اهميت کي - چاهي اها ڪهڙي به سببان هجي - اسين "قدر" (Value) سڏيون ٿا. ڪنهن شي ۾ ان جي قدر جي موجودگي تاريخي سبب جي ڪري هوندي آهي، ته ڪنهن ۾ اقتصادي سبب جي ڪري، ۽ ڪنهن ۾ وري سياسي سبب جي ڪري. وري انهن قدرن جي اهميتن ۾ به فرق ٿيندو آهي. الڳ الڳ اهميت پٽاندر، اسين پنهنجي ذهن ۾ انهن سڀني قدرن جو هڪ گڏيل نظام ترتيب ڏيندا آهيون: ۽ اهوئي نظام اسان جو نظريو يا زندگيءَ جو فلسفو ٿو ڪوٺجي.

هن مضمون ۾ اسان کي انهيءَ مسئلي تي ويچارڻو آهي ته "شاعر جي قدرن جو نظام ڪهڙو هجڻ کپي، ۽ انهيءَ نظام جي صحيح يا ناقص هجڻ جو سندس ڪلام جي خوبين تي ڪيتريقدر اثر پوي ٿو".

ڪي صاحب انهيءَ راءِ جا آهن ته "شاعريءَ يا آرٽ جي ڪنهن به شعبي بابت اهو بحث اٿارڻ ئي نه گهرجي، ڇو ته آرٽ جو قطعي ۽ واحد قدر فقط 'جمالياتي قدر' آهي". هنن جو خيال آهي ته "شاعر ڪٿي چا به هجي، ۽ هن جا قدر چاهي ڪهڙا به ڇو نه هجن، پر جيڪڏهن هن جو ڪلام 'جمالياتي' نقطه نظر کان ڪامياب آهي، ته پوءِ اسان کي ان تي حرف گيري ڪرڻ جو ڪو حق ئي ڪونهي!" اسين ٿوريءَ دير لاءِ ائين مڃون ٿا ته شاعريءَ جو قدر فقط 'جمالياتي' آهي، ۽ شعر جو واحد مقصد آهي جمالياتي تسڪين پهچائڻ: پر سوال آهي ته انهيءَ "جمالياتي قدر" جي پيدا ٿيڻ ۾ شاعر جي باقي ٻين قدرن جو به ڪو دخل واسطو آهي يا نه؟ ۽ شعر مان اسين جيڪا جمالياتي فرحت حاصل ڪريون ٿا، سا شاعر جي ٻين قدرن کان متاثر ٿئي ٿي يا نه؟

انهيءَ ’جمالياتي قدر‘ ۽ ’جمالياتي فرحت‘ جي اپٽار لاءِ هڪ خلاصو مضمون ڪجي. اسان کي پنهنجي مقصد لاءِ في الحال پڻ چئن ابتدائي ڳالهين جو بيان ڪافي ٿيندو. پهرين ڳالهه ته هيءَ آهي ته اوهين فرحت تڏهن ٿي محسوس ڪندا، جڏهن ’حُسن‘ جو ڪو نه ڪو ’ڏيک‘ اوهان کي متاثر ڪري. جمالياتي تاثر به ته آخر ”تاثر“ جي ئي هڪ صورت آهي: ظاهر آهي ته انهيءَ تاثر ۾ هڪ جذباتي عنصر لازمي آهي؛ پر اهو تاثر جامع ۽ تسلي بخش تڏهن ٿي ٿو ٿئي، جڏهن ان کان دل ۽ دماغ ٻنهي کي تسڪين ۽ طراوت پهچي. دل جون راهون دماغ منجهان ئي ڦرنديون ٿيون وڃن: جيڪڏهن حُسن انهيءَ پهرينءَ منزل تي ئي ڪو سوجهرو نه ڪيو، ته پوءِ ڏسڻ وارا منهن مهانڊي جي خوبين تي سر جون ڪهورون ڪرڻ واريءَ منزل تي پهچي ئي نٿا سگهن. هاڻي، شعر ۾ اها ڪهڙي شي آهي، جيڪا اوهان کي متاثر ٿي ڪري؟ - شاعر جو تجربو يا مضمون، ۽ ان جي اظهار جو انداز. اهي ٻئي چيزون هڪ ئي ڏيک جا ٻه پهلو آهن، ۽ انهن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري نٿو سگهجي. پر، ڪهڙي ڪن انهيءَ اظهار جي انداز کي الڳ ڪري ڇڏيو، ۽ پوءِ ڏسو ته شاعر جي مضمون يا تجربي ۾ ڪهڙي اهڙي شي ٿئي ٿي، جيڪا جمالياتي تاثر - يا ڪو به تاثر - پيدا ڪري ٿي. هاڻي، اوهين ’تجربن‘ کي پنهنجيءَ جاءِ تي خوبصورت يا بدصورت ته چئي نٿا سگهو. البت اهي تجربا سچا يا ڪوڙا ٿي سگهن ٿا، گهرا يا سطحي ٿي سگهن ٿا، ذاتي يا اجتماعي ٿي سگهن ٿا - ۽ انهن ئي خوبين يا برائين جي ڪري انهن ۾ متاثر ڪرڻ واري اها صلاحيت يا عدم صلاحيت پيدا ٿئي ٿي، جنهن تي جمالياتي فرحت جو دارومدار آهي: تنهن جي معنيٰ اها ٿي ته شاعر جو پنهنجو تجربو جيڪڏهن ناقص يا سطحي آهي، ته ان حالت ۾ سندس تجربي مان پيدا ٿيندڙ تاثر به رڳو نالي ماتر ئي هوندو. اظهار جي انداز سان ان جي صورت ڪٿي ٿوري گهڻي بدلجي ته بدلجي، نوعيت ته ڪانه ڦري سگهندي؟ جيڪڏهن ابتري ڳالهه قبول ڪئي وڃي ته شاعر جي تجربي ۾ پنهنجي سر اهڙيون خاصيتون ٿين ٿيون، جن جي ڪري اسان جي فرحت وڌي گهٽي سگهي ٿي، ته پوءِ لازمي طرح اهو به مڃڻو پوندو ته جمالياتي قدر شعر جو آخري ۽ اڪيلو قدر ڪونه آهي، جو ته ان جي پيدائش ۾ غير جمالياتي سببن جو به دخل آهي.

ان لاءِ ڪو موچارو مثال وٺڻ کان اڳ، اسان کي پهرين شاعر جي تجربن ۽ شاعر جي قدرن جو هڪ ٻئي ۾ جيڪو تعلق آهي، ان کي به چڱيءَ طرح سمجهي وٺڻ کپي. ظاهر آهي ته تجربن جي چونڊ ۽ ترتيب ۾ شاعر انهن جي اهميت جو ڪو نه ڪو معيار پنهنجي اڳيان رکي ٿو. هو اهي ئي تجربا بيان ڪندو، يا انهن ئي تجربن تي وڌيڪ زور ڏيندو، جن کي هو پاڻ وڌيڪ اهم ڄاڻندو هوندو. اهميت يا نااهميت جي انهيءَ معيار کي اسين شاعر جي ”قدرن جو نظام“ ڪوٺيون ٿا. ان جو مطلب هي ٿيو ته شاعر جا ’قدر‘ سندس تجربن کان

ڪا جدا شي ڪين آهن: شاعر جي قدرن جو نظام، هن جي مضمون يا تجربن جي چونڊ ۽ ترتيب جو ئي هڪڙو حصو آهي، ۽ انهن ۾ شامل هوندو آهي.

هاڻي هن ساري بحث بابت هڪ اڌ مثالن تي غور ڪريو. فرض ڪريو ته هڪڙو شاعر فقط پنهنجي ڪوٽ جي بناوت بابت شعر ٿو لکي، يا پنهنجن نظمن ۾ سندس فرنيچر جي واکاڻ ٿو بيان ڪري،- ته هاڻي اسان مان جن ماڻهن وٽ ڪوٽ يا فرنيچر ۾ئي آهي ئي ڪونه، يا انهن شين کي هو ڪا اهميت ئي نٿا ڏين ۽ ان ۾ ڪا دلچسپي نٿا وٺن، سي شاعر جي اهڙي ڪلام مان ڪوبه لاڳاپو لطف وٺي ڪين سگهندا. ان جي ابتڙ، جيڪڏهن شاعر عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ڪري، بک ۽ بيماريءَ جا ڏک پيش ڪري، ته اسان مان گهڻا هن جي تجربن ۾ شريڪ ٿيندا- ڇو ته اهي انسان جا عام احساس آهن. شاعر جو تجربو جيترو قدر گهرو ۽ همه گير هوندو، اوترو قدر ان ۾ ٻين کي متاثر ڪرڻ جي وڏيڪ صلاحيت هوندي. اها صلاحيت،- جنهن متي بيان ڪري آيا سين- يقيناً هڪ "جمالياتي خوبي" آهي. جيڪڏهن جمالياتي قدر رڳو لفظن جي صفائيءَ ۽ بندش جي چستيءَ تي منحصر هجي ها، ته پوءِ "چرڪين" * اسان جي چوٽيءَ جي شاعرن ۾ ليکجڻ گهرجي ها. پر ائين ناهي- اسين هن کي وڏو شاعر ان ڪري نٿا سڏيون، جو هن جا 'تجربا' واهيات ۽ 'قدر' غلط آهن.

هاڻي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته جمالياتي نقطهءِ نظر کان ڪهڙا قدر غلط ۽ ڪهڙا صحيح ڪري ڄاڻجن. ان جو جواب وچ ۾ ڏيئي آيا آهيون: اسين ڀهرين چئي چڪا آهيون ته انهيءَ شاعر جا قدر صحيح آهن، جنهن جا شاعرانا جذبا اسان جي دل ۽ دماغ کي، تسڪين ۽ طراوت ڏيئي سگهن؛ ۽ اهڙو اثر اهي ئي جذبا پيدا ڪري سگهندا، جن ۾ اسين پاڻ شريڪ ٿي سگهندا هجون، ۽ جن سان نه صرف شاعر جيئي زندگي، پر اسان جي زندگيءَ جو به لاڳاپو هجي. اسان جو طبيعتون مختلف آهن؛ اسان جون ضرورتون، اسان جي رهڻيءَ ڪرڻيءَ جا طريقا- سڀني ۾ ٿورو گهڻو فرق ضرور آهي. پر، ان هوندي به ڪي تجربا اهڙا آهن، جن جو اسان سڀني جي زندگيءَ ۾ ڪجهه نه ڪجهه حصو آهي. انهن ئي تجربن جي برابريءَ ۾ اهي قدر آهن، جن جي اهميت کان انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي. عام محاوري ۾ انهن قدرن کي انساني زندگيءَ جا "بنيادي تجربا" ۽ "بنيادي قدر" چئبو آهي. جيڪو شاعر، پنهنجي ڪلام ۾ انساني زندگيءَ جي انهن بنيادي تجربن بابت زياده سچائيءَ ۽ وڌيڪ خلوص سان بحث ڪندو، ان جا قدر وڌيڪ صحيح ڄاتا ويندا،- ۽ انهيءَ سببان، هن جو ڪلام جمالياتي اعتبار کان پڻ وڌيڪ وقعت وارو ۽ قابل قدر هوندو.

---

* "چرڪين" اردو جو هڪ مشهور شاعر هو، جنهن جو ڪلام ٻوليءَ جي لطافت ۽ عروضي پابندين جي لحاظ کان هر طرح پختو ۽ بهترين آهي؛ پر هن پنهنجي شاعريءَ جو موضوع ئي فحش نگاري ۽ حد کان زياده اگهاڙپ اختيار ڪري ورتو هو، ان ڪري سڀئي نقاد سندس ڪلام کي معقوليت کان خارج ٿا ڄاڻن. فارسيءَ ۾ "چرڪن" يا "چرڪين" جي اکري معنيٰ ئي آهي "گندو"- واهيات!

پر، اهي ’بنيادي تجربا‘ ۽ ’بنيادي قدر‘ وارا اصطلاح ڪي قدر منجهائيندڙ آهن. اڃو ته پهرين انهن بابت به ڪجهه وضاحت ڪندا هلون. جڏهن اسين ڪنهن تجربي يا ڪنهن قدر کي ”بنيادي“ ٿا ڪوٺيون، ته ان مان اسين نه وٺون ڪين ته ڪو انساني تجربو يا ڪو قدر اهڙو به آهي، جيڪو بنهه اٽل ۽ جميل آهي، جو سدائين قائم پيو رهندو اچي ۽ ان جي صورت سدائين ساڳي ئي رهي ٿي. مثال طور، حياتيءَ جي بقا جي ڪشمڪش، ڦري گهري، محبت ۽ نفرت، قرب ۽ ڪاوڙ، جنس ۽ بک، ۽ اهڙين ٻين اڪيچار صورتن ۾ پنهنجو روپ ڀَسائي ٿي، پر انساني زندگيءَ سان گڏ وڪڏ ان جي صورت به درجي بدرجي ڦرندي ئي رهي: هر نئين دور سان گڏ هٿيار بدلجن ٿا، فوجون بدلجن ٿيون، جنگ جا ميدان بدلجن ٿا، لڙائيءَ جا طور طريقا بدلجن ٿا؛ ڪالهه جو حريف اڄ جو ساٿي بڻجيو وڃي، ۽ اڄ جو دوست سڀان جو دشمن. جڏهن سماجي ۽ جماعتي لاڳاپن جو ڍانچي پنو بدلجي ٿو، ته تجربن ۽ قدرن جي مناسبت به بنهه ٻي ٿيو وڃي. انهيءَ لحاظ سان، سڀئي انساني تجربا ۽ قدر سدائين ڦرندڙ ڦرندڙ هوندا آهن. پر، انهيءَ ڦيرڦار ۽ ڦيرگهير هوندي به زندگيءَ ۾ هڪ سلسلو بڻ آهي: تاريخ کان اڳاڻي زماني جي وحشيءَ ۽ اڄوڪي انسان ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، پر تنهن هوندي به ’انسانيت‘ جي صفت ٻنهي ۾ موجود آهي. مرد ۽ عورت جو جسماني ۽ جذباتي تعلق، ڪيترا هزار ورهيه اڳ به اهم انساني تجربو هو، ۽ اڄ به آهي-جيتوڻيڪ ان جا اخلاقي ۽ سماجي ضابطا ايترو بدلجي چڪا آهن، جو انهيءَ جذبي جي هاڻوڪي صورت ۽ ڪن اڳوڻين صورتن ۾ ڪا ٿوري هڪجهڙائي ملندي. زندگيءَ ۽ معاش، آزاديءَ ۽ آسودگيءَ جي حفاظت ۽ حاصلات جي جدوجهد اڳين دورن ۾ به اهم هئي، ۽ اڄ به اهم آهي-جيتوڻيڪ انهيءَ جدوجهد جي عملي ۽ تنظيمي جوڙجڪ ۾ بار بار انقلاب ايندا رهيا آهن. ان ڪري، جڏهن اسين ڪنهن خاص تجربي يا قدر کي ’بنيادي‘ ڪري ٿا ڪوٺيون، ته انهيءَ اصطلاح جي مراد اهائي محدود ۽ اضافي معني ڄاڻڻ کپي.

انهيءَ وضاحت کان پوءِ، اسين وري پنهنجي اصل موضوع ڏانهن ٿا موٽون. اسين اهو بحث ڪري رهيا هئاسين ته انهيءَ شاعر جو ڪلام وڏيڪ وقعت وارو سمجهيو ويندو، جيڪو زندگيءَ جي بنيادي قدرن کي وڏيڪ اهم سمجهندو هوندو. پر، انهن ”اهم قدرن“ جي اهميت به هڪ سَرکي نه آهي. شاعر کي وري انهن اهم قدرن جو به هڪ اهڙو نظام جوڙڻو پوندو، جنهن ۾ هرهڪ قدر کي، ترتيب سان، ان جي اهميت مطابق جڳهه ملي. هاڻي، انهن کي اهم يا غير اهم ڪهڙي نقطه نظر موجب ٺهرايو وڃي، ان لاءِ اسان کي هڪ خارجي معيار قائم ڪرڻو پوندو-۽ اهو معيار آهي ”سماجي معيار“. اسين چونداسين ته ”جنهن قدر کي اسان جي سماجي زندگيءَ ۾ وڏيڪ اهميت حاصل آهي، اهو ئي قدر ’وڏيڪ اهم‘ به آهي“. ڀلا ’سماجي زندگيءَ ۾ وڏيڪ اهميت‘ جي معني ڇا ٿي؟ سماجي زندگي ۾ وڏيڪ اهميت جي معني هيءَ ٿي ته ’جنهن سان اسان جي سماجي زندگيءَ جي بناوت، جوڙجڪ ۽ تنظيم تي وڏيڪ

اثر پيو'. اها بناوت ۽ جوڙجڪ مٽبي سٽبي رهي ٿي، ان ڪري سماجي بدل سدا. سان انهن قدرن جي اهميت ۾ به گهاٽا واڌي ٿيندي ٿي رهي، ۽ وقتي حالتن پٽاندر انهن جي ترتيب ۽ نظام ۾ به ترميم ڪرڻي پوي ٿي. مثال طور، اڄڪلهه سڀني قدرن جو بنياد ۽ سرچشمو، يعني خود انساني زندگي، خطرن ۾ گهيريل آهي: ان ڪري موجوده دور ۾ اسان جي قدرن جو نظام انهيءَ بنيادي قدر تي رٿيل هجڻ کپي.

جماليات جا شيدائي ان تي ضرور هي اعتراض ڪندا ته ”سماجي مفاد ۽ سماجي اهميت هڪ شاعر جي لاءِ اجائي ڳالهه آهي. ڪنهن نقاد کي اهو حق ڪونهي ته هو 'تلاميذ الرحمان' کي پنهنجي ڏيهاڙي زندگيءَ جي غيرشاعرانه مسئلن ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪري، ۽ ان جي 'الهامن' کي 'سماجي مفاد' جي ساڻ ۾ ماپي!“ ان جو جواب ڪيترن ئي طريقن سان ڏئي سگهجي ٿو. پهرين ڳالهه هيءَ، ته ”شاعر“ به اسان ”جهڙو ئي هلندڙ ڦرندڙ، کائيندڙ پيئندڙ انسان آهي. هن جي شاعري، سماجي زندگيءَ جو ئي هڪڙو فعل آهي. هڪڙو واڍو ڪرسيون ٿو ٺاهي، هڪ شاعر شعر ٿو جوڙي: سوسائٽي پنهي کي ڪجهه آسائشون پهچائي ٿي، ۽ ان جي عيوض هو پنهنجيءَ سوسائٽيءَ کي هڪ اهڙي آسائش رسائين ٿا، جيڪا هنن جي هٿ ۽ وس ۾ آهي. جمالياتي قدر به آخر هڪ سماجي قدر ئي ته آهي! اسين ان کي 'قدر' چئون ئي ڇا جي ڪري ٿا؟ هن ڪري، جو ان سان اسان جي سماجي زندگيءَ ۾ هڪ خوشگوار باب جو اضافو ٿئي ٿو: ان سان اسان جي سموري معاشرت جو رنگ اوجرجي ٿو، ۽ ان جي ڪارڻ اسان کي نه فقط انفرادي طور، پر اجتماعي طرح به هڪ خاص قسم جي راحت ۽ تسڪين حاصل ٿئي ٿي!

هاڻي، جڏهن اسين جمالياتي قدر کي هڪ 'سماجي قدر' تسليم ٿا ڪريون، ته پوءِ ان کي به ساڳئي انهيءَ معيار سان جاچڻ کپئون، جنهن سان ٻين سڀني سماجي قدرن کي جاچيو وڃي ٿو ـ ۽ اهو معيار آهي ”سماجي مفاد“!

اتي شايد ڪو زورآور صاحب هي اعتراض ڪري ته ”هر ڪنهن شيءِ جو هڪ خاص مقصد هوندو آهي، ۽ ان خاص مقصد کان سواءِ انهيءَ شيءِ مان ڪنهن ٻئي مقصد جي اميد رکڻ بيوقوفي آهي. شعر ته پڙهڻ ۽ لطف وٺڻ لاءِ ٿو جوڙجي، نه سماج کي سڌارڻ لاءِ ـ بلڪل ائين، جئن ڪرسي ويهڻ لاءِ ٿي ٺاهجي، نه مٿي تي کڻي بازار گهمڻ لاءِ!“ اها ڳالهه صحيح آهي، پر فقط هڪ حد تائين. ائين ٺيڪ آهي ته 'ڪرسي ويهڻ لاءِ ٿي ٺاهجي': پر ڇا فقط اهائي هڪڙي وصف اوهان جي مڪمل تشفيءَ لاءِ ڪافي آهي؟ فرض ڪريو ته اوهين ڏاڍي شوق منجهان هڪ عدد ڪرسي خريد ڪري آيا آهيو، جيڪا ويهڻ ۾ ڏاڍي فرحتي ۽ آرام ڏيندڙ آهي؛ پر ٻن ڇئن ڏينهن اندر ئي ان جون سڀني ڪليون ڪانيون الڙي ٽيون پون؛ يا ان تي آستي صاحب رنگ اهڙو لڳايو آهي، جنهن جي ڇٽ سان اوهان تي ذري گهٽ خفقان جا دورا پوڻ لڳن ٿا؛ يا وري ان جو رنگ اهڙو آهي، جنهن کي ڏسي اوهان جون

اڪيون ٿيون پوسرن، — هاڻي جيڪڏهن اوهين پنهنجون شڪايتون ڪٿي وڃو واڍي صاحب وٽ، ته ڇا اوهين هن جي انهيءَ جواب سان مطمئن ٿي مزي سان گهر موٽي ايندا ته "سائين، اوهان جا اهي سڀ اعتراض 'غير ڪُرسيانه' آهن: اوهين فقط اهو ڏسو ته هيءَ ڪرسي ويهڪ ۾ ڪهڙي نه فرحتي آهي!" اوهين يقيناً مطمئن نه ٿيندا: اوهين ان ڪري مطمئن نه ٿيندا جو ڀلي ڪٿي ڪرسي ويهڻ لاءِ ٺي ٿيندي آهي، پر ويهڻ ۾ به ڪو 'مقصد' هوندو آهي — ۽ اهو مقصد آهي آرام يا آسائش. سو، جيڪڏهن اهو مقصد ئي سڌ نه ٿي سگهي، ته پوءِ باقي ويهڻ نه ويهڻ ته ڪا ڳالهه ئي ڪانه ٿي!

ساڳيءَ طرح، شعر جو پهريون مقصد ڀلي ڪٿي اسان کي جمالياتي فرحت ڏيڻ جو هجي، پر جيڪڏهن اها جمالياتي فرحت اسان جي زندگيءَ جي ٻين آسائشن جي آڏو اچي، ته اسين اهڙي قسم جي شعر تي بيشڪ گرفت ڪري سگهون ٿا!

هاڻي اوهين 'جماليت' ۽ 'افاديت' جي جهڳڙي تي وري پهر نظر وجهندا، ته اوهين ڏسندا ته حقيقت ۾ اهو ڪو اهڙو جهڳڙو ڪين آهي، جيڪو بنهه حل ئي نه ٿي سگهندو هجي. جيڪڏهن تنگ‌نظري ۽ انتهاپسنديءَ کان ڪم نه ورتو وڃي، ته انهن نظرين جو نقص دُور ڪري سگهجي ٿو. جڏهن اوهين تسليم ٿا ڪريو ته جمالياتي قدر به هڪ سماجي قدر آهي، ته پوءِ اوهان کي اهو به مڃڻو پوندو ته انجي ڦهلاءَ ۽ واڌاري جي تبليغ خود پنهنجيءَ جاءِ تي سماجي زندگيءَ جي آسودگيءَ ۽ بهتريءَ ۾ اضافو ڪري ٿي: يا ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي ته حسن جي تخليق رڳو جمالياتي فعل نه آهي، پر "افادي فعل" پڻ آهي. ان ڪري هرڪا اها شي، جنهن سان اسان جي زندگيءَ ۾ حُسن يا لطافت يا رنگيني پيدا ٿئي، جنهن جو حُسن اسان جي انسانيت ۾ اضافو ڪري، جنهن سان نفس جي پاڪائي ٿئي، جا اسان جي روح کي راحت بخشي، جا اسان جي دل ۽ دماغ کي روشن ۽ منور ڪري ڇڏي — اها شي صرف حسين ئي نه، بلڪ 'مفيد' به آهي. انهيءَ ڪري، سمورو "غنائيه ادب"، بلڪ سمورو سٺو آرٽ اسان جي لاءِ قدر ڪرڻ جوڳو آهي. اها 'افاديت' رڳو اهڙين لکيتن جي ليکي ۾ ڪانه آئي آهي، جن ۾ ڪنهن دور جي خاص سياسي يا اقتصادي مسئلن جو سڌيءَ طرح جائزو ورتو ويو هجي: ان جو هي مطلب به آهي ته جيڪڏهن ڪنهن شاعر جي ڪلام ۾ جمالياتي تاثر جي لحاظ کان اوڻائي آهي، ته اها اوڻائي ان جي افاديت تي به اثرانداز ٿيندي: اهڙو ڪلام نه فقط فني يا جمالياتي لحاظ کان حقير هوندو، پر ان جي افاديت به شڪ واري چئبي. ان مان هيءَ معني به چٽيءَ طرح ظاهر ٿي ٿئي ته ٻين خوبين کي ڇڏي، نلهو هاري ۽ مزدور يا امن ۽ آزاديءَ جو عنوان، يا اهڙوئي ڪو ٻيو مضمون، ڪنهن لکيت جي ترقي‌پسنديءَ جي واحد ضمانت نٿو بڻجي سگهجي.

هاڻي تصوير جو ٻيو رخ ڏسو — جيڪڏهن اوهين جمالياتي قدر جي "سماجيت" کي تسليم ٿا ڪريو، ته اوهان کي بنا ويچار جي اهو به مڃڻو پوندو ته نه رڳو انهيءَ قدر مان حاصل ٿيندڙ مقصد کي ٻين اهم سماجي مقصدن کان الڳ نٿو ڪري سگهجي، بلڪ انهيءَ قدر جا

ڳل پوڻا، سماجي حقيقتن جي کيڙيءَ تي ئي ٽا آسرن ۽ آڌرن. "حقيقت" سان شعر جي بي تعلقي ڪجهه اهڙي ڳالهه آهي، جنهن کي سهڻو چهرو پنهنجي ڏڄ کان ڊار هجي. ان ڪري، پنهنجي زماني جي اهم حقيقتن جو احساس ۽ پروڙ، ۽ انهن جو موزون ۽ اثرائتو اظهار، نه رڳو شعر جي افاديت ۾ اضافو ٿو ڪري، بلڪ خود ان جي جمالياتي قيمت کي به وڌايو ڇڏي - بلڪل ائين، جئن هڪ ڊولائتو ۽ صحتمند جسم، ڪنهن سهڻيءَ صورت کي نه رڳو سهارو ڏئي ٿو، بلڪ ان جي سونهن جو هڪ لازمي جزو به آهي. اهوئي سبب آهي، جو هن موجوده دور ۾ هڪ حساس ۽ سمجهو شاعر کان، صرف سماج ۽ انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ ئي نه، بلڪ فن ۽ جماليات جي فروغ ڪارڻ به اسين اها توقع رکون ٿا ته هو جنهن زماني ۾ پساهه کڻي رهيو آهي، انهيءَ زماني جي زندگيءَ جا صحيح قدر پروڙي، ۽ انهن جي سچائڻ ۾ پڻ جي به رهنمائي ڪري: انهيءَ سبب جي ڪري ئي امن، آزادي، حب الوطني، انصاف ۽ عوامي راڄ وغيره موجوده زماني ۾ اسان جي شاعريءَ جا اهم موضوع هجڻ کپن - ۽ آهن. ان ڪري، شعر ۽ ادب کي آزادي، راحت ۽ آسودگيءَ لاءِ انسان ذات جي اڄوڪي عالمگير جدوجهد کان نه رڳو الڳ نٿو ڪري سگهجي، بلڪ شعر ۽ ادب جو ته شان ئي ان ۾ آهي ته هن مارڪي ۾ شاعر ۽ اديب صحيح طرف هجن.

هن سموري بحث جو تت هي آهي ته

شعر جو "جمالياتي قدر"، گهڻيءَ حد تائين شاعر جي پڻ قدرن تي منحصر آهي؛
انهن قدرن جي ترتيب، انهن جي "سماجي اهميت" پٽاندر ٿيڻ کپي؛
جمالياتي قدر به هڪ سماجي قدر آهي، جيڪو اجتماعي مفاد ۾ اضافو ڪري ٿو، ان ڪري ان کي پڻ فائديمند قدرن کان الڳ نٿو ڪري سگهجي؛
۽، شعر جي مجموعي قدر ۾ "جمالياتي خوبي" ۽ "سماجي افاديت" ٻئي شامل آهن.

تنهنڪري، مڪمل طرح "بهترين شعر" اهو آهي، جيڪو نه رڳو "فن" جي معيار تي، بلڪ "انساني زندگيءَ" جي معيار تي به لهڪي اچي.

---

پروفيسر سي. اي. ايم. جوڊ جي ڪتاب "گائيڊ ٽُ فلاسافي" جو پهريون باب

سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

# ٻاهرينءَ دنيا بابت اسان کي ڪهڙي خبر آهي؟

تمهيد. فلسفي جو ڪتاب ڪيئن ۽ ڪٿان شروع ڪجي، اهو فيصلو ڪرڻ آسان نہ آهي. فلسفي جا مسئلا هڪ ٻئي سان ايترو تہ ڳنڍيا ۽ ڳتيا پيا آهن، جو بعضي فيلسوفن جو خيال آهي تہ منجهانئن ڪنهن بہ هڪ مسئلي جي حل تلاش ڪرڻ ۽ ان کي بيان ڪرڻ سان گڏوگڏ گويا ٻين سڀني مسئلن جو حل ڳولڻ ۽ انهن کي بيان ڪرڻ ضروري بڻجي ٿو پوي. هيءُ خيال ڪيتري قدر صحيح آهي، سو چئي نٿو سگهجي؛ ڇاڪاڻ تہ انسان جو ذهن، جنهن حالت ۾ اڄ آهي، فلسفي جي ڪنهن بہ خاص مسئلي جو ڪو مڪمل ۽ فيصلہ ڪن حل ڳولي لهي، سو قريب قريب ناممڪن پيو لڳي. اهو البت صحيح آهي، تہ فلسفي جا اڪثر مسئلا آخرڪار وڃيو ساڳين ئي سوالن کي ڇيڙين ٿا، ۽ ائين واقعي چئي سگهجي ٿو تہ فلسفي جي سمورن رستن جو رخ هڪ ئي منزل ڏانهن آهي- يا ائين ڪٿي چئجي تہ فلسفي جا سڀئي مسئلا هڪ ئي قسم جي پيچيدگين ڏانهن اشارو ٿا ڪن. تنهنڪري، فلسفي جي ڪتاب شروع ڪرڻ وقت پهريائين ڪهڙو مسئلو هٿ ۾ کڻجي، اهو سوال ڪا خاص اهميت بہ ڪانہ ٿو رکي.

فلسفي جي هڪڙي مسئلي کي ڇڏي ٻئي مسئلي کي پهريائين هٿ ۾ کڻجي، تنهن لاءِ تہ واقعي ڪو خاص سبب ڪونهي، پر انهيءَ حالت ۾ آخر ڪهڙي خاص مسئلي کي پهريائين هٿ ۾ کڻي فلسفي جو ڪتاب شروع ڪجي، سو خود هڪ مشڪل ۽ پيچيدو سوال بڻجي ٿو پوي. ڳالهہ ٿا ڪن تہ فيلسوف "بريڊن" (Buridan, ١٣٠٠-١٣٥٠ع) وٽ هڪ عقل جو اڪابر ۽ منطق جو ڪوڏيو گڏهہ هوندو هو. هن جي سامهون هوبهو هڪجهڙا ۽ هڪجيترا گاهہ جا بہ ڳڏا جڏهن رکيا ويا، تڏهن منجهي بيهي رهيو تہ ڪهڙي گاهہ جو ڳڏو اول کائڻ گهرجي. انهيءَ فلسفيانہ پيچ-ڪهڙ ۾ بيهي بيهي، بک ۾ پاهہ ٿي، ڳري ڳري، آخر مري ويو، پر اهو نازڪ فيصلو پڇاڙيءَ تائين ڪري ڪين سگهيو تہ ٻنهي ڳڏن مان ڪهڙي کي اول وات وجهڻ گهرجيس ها!

ضروري سوچ ويچار ڪان پوءِ، مون پنهنجي لاءِ فيصلو هيءُ ڪيو آهي تہ آءٌ "حواسن وسيلي خبر" (Sense Perception) واري مسئلي سان شروعات ڪريان: انهيءَ لاءِ نہ تہ

هن مسئلي کي ٻين مسئلن بنسبت حل ڪرڻ کو زياده آسان آهي، يا سندس حل قريب قريب حاصل ٿي چڪو آهي؛ پر ڇاڪاڻ ته هن مسئلي تي ويچار ڪرڻ سان اهڙا ٻيا سوال هڪدم نروار ٿي سامهون اچي ٿا بيهن، جن تي هر ڪو شخص پنهنجي پنهنجي منهن به ويچار ڪري سگهي ٿو، ۽ ڪنهن حد تائين واقعي ويچار ڪندو به رهي ٿو: ڇاڪاڻ ته فلسفي مان جيڪي به مختلف نتيجا اخذ ٿا ٿين، تن سڀني مان هيءُ نتيجو ته "ٻاهرين دنيا حقيقتاً 'موجود' ئي ڪانهي"، يا "اها في‌الواقع ڪا 'حقيقت' ڪانه ٿي رکي"، هڪ اهڙو نتيجو آهي جو فيلسوفن کان علاوه ٻيا عام ماڻهو به ڄاڻن ٿا، ۽ ان جي بنا تي فيلسوفن تي عام طرح طنز ۽ ٺوڪبازي به ٿيندي رهي ٿي. پر، عام ماڻهو هن اتيجي تي ٺوڪبازي ڪن، ان کي قبول ڪن، يا مناظري ۾ محض مخالفن کي منجهائڻ لاءِ استعمال ڪن، - هر حالت ۾ هيءَ حقيقت آهي ته هو فلسفي جي هن نتيجي يا تعمير کان واقف ضرور آهن.

عام سمجهه موجب ٻاهرينءَ دنيا بنسبت خيال. هيءُ مسئلو آسانيءَ سان چند سوالن جي صورت ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو: مثلاً اسان جا حواس ٻاهرينءَ دنيا بنسبت اسان کي ڪهڙي قسم جي خبر ڏين ٿا؟ اها خبر اعتبار جوڳي آهي يا نه؟ جيڪڏهن ها، ته اهي شيون جن جي باري ۾ اها خبر ملي ٿي، تن جي نوعيت ڪهڙي آهي؟ ٻين لفظن ۾ هيءُ سوال هيئن پڇي سگهجي ٿو ته ٻاهرين دنيا جيڪا حواسن وسيلي اسين معلوم ڪريون ٿا، سا آخر ڪهڙي قسم جي شين جي جڙيل آهي؟ هنن سمورن سوالن جا تڪڙا جواب عام سمجهه موجب هيٺين نموني ڏنا ٿا وڃن:

١. ٻاهرين دنيا ڪن موادن جي ٺهيل آهي، جن کي ڪي خاصيتون ٿين ٿيون - مثلاً ڪاٺ، جيڪو سخت آهي يا نرم آهي؛ ڌاتو، جيڪو ڪارو آهي يا پيلو آهي.

٢. اهي مواد اسين مجسم شين جي صورت ۾ معلوم ڪيون ٿا - مثلاً ڪرسيون آهن، ميزون آهن؛ سونيون منڊيون آهن، چانديءَ جا روپيا آهن: ۽ جيڪڏهن ڪو سائنسدان آهي ته هو اڃا به زياده بنيادي موادن جي خبر حاصل ڪري ٿو - مثلاً ڪيمياوي مرڪب ۽ ذرڙا، جن جا اهي مواد ٺهيل آهن: ۽ جيڪڏهن اسان جا تجرباتي اوزار ۽ وسيلا زياده تيز ۽ باخبر آهن، ته پوءِ اسين تنهان ئي زياده بنيادي موادن کي معلوم ڪنداسين - مثلاً ائٽمي جزا ۽، انهن کان به وڌيڪ، برقي جزا؛ وغيره.

٣. مجسم يا طبيعاتي شيون ٻاهرينءَ دنيا ۾ في‌الواقع موجود آهن، ۽ اهي حقيقتاً جيئن آهن هوبهو تيئن اسان جي حواسن وسيلي اسان تي ظاهر ٿين ٿيون؛ ۽ ائين هرگز نه آهي ته انهن جي وجود جو دارومدار اسان جي ذهن يا شعور تي ٻڌل آهي. جڏهن اسان جا حواس - اکيون، ڪن، نڪ، وغيره - انهن شين جي ويجهو يا پري مناسب مفاصلي تي اچي بيهن ٿا، ته ائين چيو ٿو وڃي ته اهي حواس انهن شين جي خبر حاصل ڪن ٿا، ورنه ته اهي شيون بذات خود اسان جي انهيءَ 'خبر' کان سواءِ به واقعي موجود آهن. ساڳئي وقت، 'عام سمجهه' جو هيءُ به

رابو آهي ته ٻاهرين شين جي خبر اسان جا حواس نه، بلڪ اسان جو ادراڪ يا اسان جو ذهن (Mind) حاصل ڪري ٿو؛ حواس ته فقط هڪ قسم جا اوزار يا وسيلا آهن، جن جي معرفت اها خبر اسان جي ذهن تائين رسي ٿي.

فلسفي جي ڄاڻن کي معلوم آهي ته اڪثر فيلسوف مٿين سمورن جوابن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ٿا ڪن. ائين برابر آهي ته انهن جوابن جي عوض ٻيا ڪهڙا جواب پيش ڪجن، تنهن جي ڪا خاطريءَ جهڙي صفائي ٿيل ڪانهي؛ تنهن هوندي به عام فيلسوفن وٽ تقريباً هيءَ تسليم شده عقيدو آهي ته مٿي بيان ڪيل جوابن مان هڪڙو جواب به واقعي صحيح نه آهي. (ٻهريون رابو ته دنيا موادن جي ٺهيل آهي، جن کي ڪي خاصيتون آهن - هن ڪتاب جي ڇهين باب ۾ زياده تفصيل سان بحث هيٺ آندو ويندو. پيو ۽ ٽيون جواب هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا، ۽ مٿن تبصري ڪرڻ سان "حواسن وسيلي خبر" وارو مسئلو براه راست ڇڙي ٿو پوي). هن باب ۾ في الحال اسان جو واسطو صرف ٽئين رابي سان آهي، جنهن موجب ڇيو ٿو وڃي ته 'مجسم يا طبيعاتي شيون، جن جي خبر اسان کي حواسن وسيلي پوي ٿي، دنيا ۾ في الواقع موجود آهن ۽ انهن جو وجود اسان جي ادارڪ يا ذهن جو محتاج نه آهي'. اڪثر فيلسوفن جو چوڻ آهي ته اهي شيون، جيئن عام طرح سمجهيو ٿو وڃي تيئن موجود نه آهن. منجهانئن گهڻن جو ته هيءُ رابو آهي ته شين جو وجود اسان جي ادراڪ يا ذهن کان سواءِ، جيڪو سندن خبر حاصل ڪري ٿو، حقيقتاً آهي ئي ڪونه. بعضي فيلسوف چون ٿا ته اسان جي پنهنجي ذات کان علاوه به "ڪجهه" واقعي موجود آهي، ۽ ان جو وجود اسان جي ذهن يا ادراڪ جو به محتاج نه آهي؛ پر جيڪي مادي شيون اسين ٻاهر، 'عام سمجهه' موجب، ڏسون ٿا يا معلوم ڪريون ٿا، تن سان انهيءَ "ڪجهه" جي ڪا به مشابهت نه آهي. انهن فيلسوفن مٿي بيان ڪيل جوابن مان گويا ٻئي جواب کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي- (جنهن لاءِ وٽن ڪهڙا دليل آهن، تن جو اسين ٻئي باب ۾ مطالعو ڪنداسين)

اسان جا حواس ڇا ٿا ظاهر ڪن. جيڪي شيون حواسن وسيلي اسان کي معلوم ٿين ٿيون، يا جن کان اسان جا حواس اسان کي مطلع ڪن ٿا، تن کي "حواسن جوڳيون" (Sensible) شيون ڇيو وڃي ٿو. هاڻي ڏسڻو آهي ته انهن شين متعلق اسان جا حواس اسان کي آخر ڇا ٿا ٻڌائين! ظاهري طور ته ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته هو اسان کي گهڻوئي ڪجهه ٻڌائين ٿا، پر زياده غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته جيڪا خبر پانئجي ٿو ته حواس اسان کي پهچائين ٿا، سا گهڻي ڀاڱي اهڙي آهي، جنهن جو واسطو اسان جي ذات کان ٻاهر جيڪي ڪجهه واقع ٿي رهيو آهي تنهن سان نه آهي، بلڪ ان جو واسطو اسان جي پنهنجي اندر ۾ جيڪي ڪجهه رونما ٿي رهيو آهي، تنهن سان ئي آهي: يعني ان جو واسطو ٻاهرين "حواسن جوڳين" شين سان نه، پر اسان جي پنهنجي داخلي تجربن سان آهي.

فرض ڪريو ته آءٌ پنهنجي زبان پنهنجي ڏندن سان گسايان ٿو: هاڻي سوال آهي ته ائين ڪرڻ سان آءٌ ڇا ٿو معلوم ڪريان، يا مون کي ڪهڙيءَ چيز جو تجربو ٿو ٿئي؟ ظاهر ۾ ته جواب ملندو ته "مون کي پنهنجن ڏندن جو تجربو ٿو ٿئي، ۽ معلوم ٿو ٿئيم ته منهنجا ڏند آهن"- پر واقعي هيءُ جواب صحيح جواب آهي؟ ڇا، جيڪي مون کي معلوم ٿيو سو حقيقت ۾ منهنجي زبان ۾ ئي پيدا ٿيل احساس جو تجربو نه آهي، جيڪو احساس شايد منهنجي زبان ۽ ڏندن جي گسڻ سان ئي پيدا ٿيو آهي، پر بهرحال آهي احساس؛ ۽ ڇاڪاڻ ته اهو حقيقتاً احساس آهي، تنهنڪري محض منهنجي ذهن جي ئي پيداوار آهي؟ فرض ڪريو ته آءٌ پنهنجي آڱرين سان ميز تي زور ٿو ڏيان؛ ڇا ائين ڪرڻ سان جيڪي مون کي معلوم ٿئي ٿو سا ميز آهي؟ ظاهري طور جيڪو جواب ٿي سگهي ٿو، سو وري به اڳئين جواب وانگر زياده غور ڪرڻ سان مشڪوڪ ۽ غير تسلي بخش نظر ايندو. مون کي جنهن چيز جو فوري اطلاع مليو آهي، جنهن ڪان آءٌ سڌيءَ طرح واقف ٿيو آهيان، سا ميز هرگز نه آهي. مون کي جيڪو تجربو ٿيو سو ته هڪ قسم جو تحسّسُ آهي، جنهن جي خبر مون کي پنهنجي آڱرين وسيلي ملي- ۽ اهو تحسّسُ آهي محض لساڻ، سختيءَ ۽ ٿڌاڻ جو تحسّسُ. منهنجي آڱرين جي انهيءَ تحسّسُ کي ڪنهن به صورت ۾ 'ميز' نٿو چئي سگهجي: پوءِ آءٌ ڪيئن ٿو چئي سگهان ته مون کي ميز جي خبر ملي؟

هڪڙو وڌيڪ مثال وٺو: باهه ڪان ڪِ فوٽ ڪن مفاصلي تي ويهڻ سان مون کي تَؤ محسوس ٿو ٿئي، ۽ عام سمجهه موجب آءٌ چوان ٿو ته هيءَ تَؤ يا گرمي، باهه جي خاصيت آهي. پر جئن جئن آءٌ باهه جي زياده ويجهو ٿيندو ٿو وڃان، تئن تئن گرميءَ جي شدت به وڌندي ٿي وڃي- تان جو آءٌ هڪ قسم جي تڪليف يا ايذاءُ محسوس ٿو ڪريان. ظاهر آهي ته ايذاءُ جيڪو آءٌ محسوس ٿو ڪريان، سو مون ۾ آهي، ۽ نه باهه ۾؛ ۽ ڇاڪاڻ ته ايذاءُ گرميءَ جي محض زياده مقدار جو ئي ٻيو نالو آهي، تنهنڪري هيءُ نتيجو بلڪل صحيح طور ڪڍي سگهجي ٿو، ته تَؤ يا گرمي پڻ محض منهنجو ئي ذاتي تحسّسُ هو، ۽ نه باهه جي هڪ خاصيت. هڪ حقير جيوڙو يا جيت وٺو. ان جون ڄنگهون اهڙيون ته مختصر آهن، جو سواءِ خوردبينيءَ جي اسين ان کي بلڪل ڏسي نٿا سگهون. ان مان ائين چئي سگهبو ڇا ته اهو جيوڙو پاڻ به پنهنجون ڄنگهون ڏسي نٿو سگهي؟ ظاهر آهي ته ائين وسهڻ غلط ٿيندو. تنهنڪري، لازمي نتيجو ان مان هيءُ نڪرندو ته جيوڙي جي ڄنگهن جو ظاهري قد منحصر آهي انهيءَ ادراڪ يا ذهن تي، جيڪو انهن جو معائنو ٿو ڪري: يعني جيوڙي جي ڄنگهن جو قد خود جيوڙي جي نظر ۾ هڪڙو آهي، ۽ اسان جي نظر ۾ ٻيو. پر، اهو ته ناممڪن آهي ته جيوڙي جون ڄنگهون ساڳئي وقت ٻن مختلف قدن جون هجن!- ته پوءِ انهن جو حقيقت ۾ ڪو خاص قد آهي به يا بلڪل آهي ئي ڪو نه؟ ائين نٿو ٿي سگهي ڇا ته معائني هيٺ آيل

شيءِ جو قد ان شيءِ جي ڪا اصلي (Intrinsic) خاصيت * نہ آهي، جيڪا وٽس لازمي طرح موجود هجي، پر فقط ڏسندڙ يا معائني ڪندڙ جي ذهن يا ادراڪ جي نوعيت تي ئي ان شيءِ جي قد بت جو سڄي طرح انحصار رهي ٿو؟

مناري جو مسئلو. قد يا مقدار جي مسئلي تي اسان کي اڃا بہ زياده غور ڪرڻ جڳائي. سمجهو تہ اَٺ ڪنهن مسجد جي نيل يا ڪنهن قلعي جي مناري ڏانهن پيو ٿو نهاريان. ظاهر آهي تہ جنهن مفاصلي تان اَٺ ان ڏانهن نهاريندس، تنهن موجب سندس اوچائي منهنجي نظرن ۾ وڌندي گهٽبي يا وڌندي. مثال طور، سڏ ڪن پنڌ تان سندس اوچائي هڪڙي نظر ايندي، ۽ پر سو ڪن فوٽن تان ٻي، ۽ ويهارو ڪن فوٽن تان وري ٽين؛ ۽ جيڪڏهن سندس بنهہ هيٺان اچي بيهندس تہ سندس اوچائيءَ جو اندازو ئي شايد ڪين ڪري سگهندس. هن مان هيءُ تہ ثابت ٿيو تہ ظاهري طرح مناري کي مختلف اوچايون آهن. ان حالت ۾، اَٺ ڪيئن چوان تہ انهن اوچاين مان مناري جي واقعي اوچائي ڪهڙي آهي؟ عام سمجهہ موجب شايد جواب ملندو تہ فوٽ-پٽي يا وال-ماپ يا ٻيو ڪو بہ اهڙو اوزار، جنهن سان اهڙيون شيون ماپي سگهجن ٿيون، کڻي، مناري کي ماپي ڏسو، ۽ پوءِ جيڪا اوچائي انهيءَ اوزار ۾ ظاهر ٿئي، اها ئي مناري جي واقعي اوچائي. سمجهو تہ اسان ائين مناري جي ماپ ورتي، ۽ ڏنوسون تہ اسان جو ماپ جو اوزار يعني وال-ماپ اها ١٥٠ فوٽ ٿو ڏيکاري؛ هاڻي شايد اسين چونداسين تہ مناري جي واقعي اوچائي ١٥٠ فوٽ آهي: پر اهو جواب زياده تفصيلي جنچ جاچ تي صحيح ثابت ٿيندو؟ جواب آهي تہ "عام طور تہ بيشڪ، پر فلسفي جي نظرن ۾ قطعاً نہ!"

ٻهريون سبب ان جو هيءُ آهي تہ اسان اڳ ئي قبول ڪري چڪا آهيون تہ مختلف مفاصلن تان مختلف معائني ڪندڙن لاءِ ظاهريءَ طرح مناري کي مختلف اوچايون آهن. هاڻي، اسين ڪيئن چئون تہ انهن مڙني مختلف اوچاين مان فقط هيءَ يا هوءَ خاص اوچائي مناري جي حقيقتاً اوچائي آهي؟ ظاهر آهي تہ ١٥٠ فوٽن جي اوچائي بہ انهن اوچاين مان هڪڙي اوچائي آهي- يعني اها، جيڪا مناري جي بنهہ ٻاهران پٽ سان لڳو لڳ مٿس وال-ماپ رکڻ سان وال-ماپ اسان کي ٻڌائي ٿو. هاڻي سوال ٿو اٿي تہ وال-ماپ کي، ۽ مناري جي پٽ سان لڳو لڳ واريءَ جڳهہ کي اسين اها مخصوص حيثيت ۽ اهو مخصوص حق ڇو ڏيون، جو ڳنڍ ٻڌي ويهي رهون تہ بس اهو جيڪو محض انهيءَ جڳهہ تان مناري جو معائنو ڪندو، فقط انهيءَ کي ئي مناري جي حقيقي اوچائي معلوم ٿي سگهي ٿي؟

---

* "اصلي خاصيت" شي جي اها خاصيت آهي، جنهن جو منجهس موجود هئڻ ڪنهن بہ ٻيءَ شيءِ يا ڪن بہ ٻين شين سان سندس لاڳاپي هئڻ تي مدار نٿو رکي.

ٻي ڳالهہ وري هيءَ آهي تہ وال-ماپ تي جو اسان ٥٠، فوٽن جو انگ پڙهيو، ان مان اسان کي آخر خبر ڪهڙي ملي؟ اسان معلوم ڪرڻ ٿي گهريو تہ مناري جي ’حقيقي اوچائي‘ ڪهڙي آهي، ۽ اسان کي ٻڌايو ٿو وڃي تہ مناري جي اوچائي ٥٠، فوٽ آهي: پر ”٥٠، فوٽ“ نيٺ آهي ڇا؟ ڪجهہ بہ ڪين، هيءَ هڪ رياضيءَ جو انگ آهي، يا هڪ نالو آهي جيڪو اسين ڪن خاص اوچائيءَ جي قسمن ڏانهن منسوب ڪريون ٿا، جن ۾-مثال طور-اها اوچائي بہ اچي وڃي ٿي، جيڪا مناري جي اوچائي آهي. هاڻي، جڏهن اسين معلوم ڪرڻ ٿا گهرون تہ مناري جي واقعي اوچائي ڪهڙي آهي، تہ اسان کي ٻڌايو ٿو وڃي تہ ”٥٠، فوٽ“؛ ۽ وري جڏهن ڄاڻڻ ٿا گهرون تہ ”٥٠، فوٽ“ ڇا آهي، تہ جواب ٿو ملي تہ اها هڪ قسم جي اوچائي آهي، جيڪا مناري يا هوبهو مناري جيترين ٻين ڏٺين شين کي هوندي آهي! ظاهر آهي تہ هيءَ تہ محض هڪ گول مول خبر آهي، جنهن جو نہ ٿيو ڪو منهن، نہ ٿيو ڪو سِرُ!

ٽين ڳالهہ هيءَ آهي تہ خود وال-ماپ متعلق اسان کي ڪهڙي قسم جي خبر آهي؟ اسين چند مثال سٽي پيش ڪري چڪا آهيون، جن مان اسان ثابت ڪرڻ ٿي گهريو تہ اهي خاصيتون، جيڪي ظاهري طور حواس جوڳين شين ۾ ڏسجن ٿيون، سي حقيقتاً انهن شين جون خاصيتون ڪين آهن، بلڪ اهي يا تہ محض اسان جي پنهنجي ذاتي تجربي جون خاصيتون آهن، يا اهي خاصيتون،-ڇاڪاڻ تہ اسان جي خبر موجب وقت بوقت منجهن ڦيرگهير واقع ٿيندي ٿي ٿي رهي-اسان جي تجربي تي مدار رکن ٿيون ۽ ان جي ماتحت آهن. جيڪڏهن واقعي ائين آهي، تہ پوءِ اسان کي ڪو حق ڪونهي جو چئون تہ وال-ماپ متي آيل بحث ۾ انهن پيدا ٿيل نتيجن کان آجو آهي، ۽ اهي خاصيتون جيڪي منجهس ظاهري طور ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، سي حقيقتاً بہ سندس خاصيتون آهن-۽ خاص طرح، سندس ظاهري ڊيگهہ اهائي آهي، جيڪا سندس في الواقع ڊيگهہ ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن اسين انهن سڀني ڳالهين کي وال-ماپ جي حالت ۾ سواءِ ڪنهن چون چرا جي ڪٿي صحيح مڃينداسين، تہ پوءِ مناري جي اوچائيءَ متعلق سوالن ڇيڙڻ جي ڪا ضرورت ئي ڪانہ رهندي. پر، مناري جي واقعي اوچائي ڪهڙي آهي، تنهن لاءِ شڪ ڪرڻ جا اسان وٽ جيڪي بہ سبب ۽ دليل آهن، هوبهو اهي ئي سبب ۽ دليل، وال-ماپ جي حالت ۾ بہ اسان جي دل ۾ شڪ اڀاري سگهن ٿا تہ ’وال-ماپ جي في الواقع ڊيگهہ ڇا آهي؟‘ مطلب تہ اسين مناري جي في الوقع اوچائي، وال-ماپ جي في الواقع ڊيگهہ جي حوالي سان هرگز لهي نٿا سگهون: ڇاڪاڻ تہ ”في الواقع اوچائي“ ۽ ”في الواقع ڊيگهہ“ لفظ ئي تہ آهن، جن جي صحيح معنيٰ متعلق اسان تسلي حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا!

پيسي جي شڪل. شڪل جو مسئلو پڻ بلڪل اوچائيءَ جي مسئلي جهڙو آهي. مثال طور، پيسي جي شڪل کي ئي ڪٿي سامهون رکو: عام سمجهہ موجب اها گول سمجهي ويندي آهي، پر پيسي ڏانهن تقريباً ڪهڙي بہ ”نقطہ نگاهہ“ کان يعني ڪنهن بہ نهاريندؤ تہ اهو

اوهان کي گول نه پر چپٽرو ڏسڻ ۾ ايندو، جا ڳالهه اوهان هڪدم معلوم ڪري سگهو ٿا- بشرطيڪ ڪاغذ تي پيسي جي شڪل بلڪل اهڙيءَ طرح ليڪي وڃي، جهڙيءَ طرح اها اوهان کي اتان ڏسڻ ۾ ايندي هجي- ايترو سو آهي ته ان جي چپٽرائي، ٿولهه ۾ ۽ سنهائيءَ ۾، جنهن "نقطءِ نگاهه" کان پيسي ڏانهن ڏسبو، تنهن موجب بدلبي رهندي. فقط ٻن جڳهن تان، يعني سڌو مٿان ۽ سڌو هيٺان، جڏهن پيسي ڏانهن نهاربو، تڏهن ئي سندس شڪل ظاهريءَ طرح گول نظر ايندي؛ ۽ اهي ٻئي نهارڻ جون جڳهون اهڙيون ته غير معمولي جڳهون آهن، جو انسان جون نگاهون اتان پيسي ڏانهن شايد ئي ڪڏهن نهاريندڙيون هجن!

هاڻي، سوال آهي ته جيڪڏهن رواجي طرح پيسي جي شڪل چپٽري ڏسڻ ۾ ٿي اچي، ته پوءِ ڇو اسين ان کي گول ٿا سڏيون؟ ان جو جواب ايترو آسان نه آهي. هڪڙو سبب شايد هيءُ آهي ته اهو هڪ عام عقيدو ٿي ويو آهي ته پيسي جي شڪل گول آهي، ۽ بس- ايتريقدر جو جيڪڏهن فيلسوفن جي گروهه کان ٻاهر ڪو ماڻهو ان ڳالهه ۾ ٿورو به شڪ ڪٿي ڏيکاري، ته ڪيس هرڪو هوند اڌ چريو سڏي. پر سوال آهي ته اهو 'عام عقيدو' پيدا ڪيئن ٿيو، ۽ ڪهڙن بنيادن تي آهي؟ غالباً، اهو عام عقيدو هن حقيقت تي مبني آهي ته پيسو پنهنجي اڪثر اوصافن ۾ گول جي وصف سان ٺهڪي ٿو اچي. مثلاً، سندس مٿاڇري تي هڪ اهڙو نقطو آهي، جتان جيڪي به ليڪون سندس دائري تائين ڪڍيون، سي سڀئي هڪ جيتريءَ ڊيگهه جون ٿينديون. سندس دائرو برابر آهي "(نيم قطر × ٢٢/٧ × ٢)" جي، ۽ سندس ايراضي "{(نيم قطر × نيم قطر) × ٢٢/٧}" جي برابر آهي. پر جيڪڏهن اسين رڳو گول جي انهيءَ وصف کي خيال ۾ رکي پيسي جي شڪل کي گول سڏينداسون ته پوءِ اسان کي ساڳين انهن سمورن مشڪل سوالن کي حل ڪرڻو پوندو، جيڪي مناري جي حالت ۾ آخر تائين اسان کان حل طلب رهجي ويا. اسين ڄاڻڻ گهرون ٿا ته اها شڪل جنهن ۾ اهي مٿيان رياضيءَ جا اوصاف موجود آهن، تنهن شڪل جي نوعيت ڪهڙي آهي؟ جيڪڏهن ان جو جواب ملي ٿو ته اها شڪل گول شڪل آهي، ته پوءِ سوال ٿو اٿي ته "ڇا پيسي کي اها شڪل آهي؟" افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته دستوري طرح جيئن پيسو ڏسجي ٿو تيئن ته ڪيس اها شڪل آهي ئي ڪانه، ۽ نڪي وري ڪيس ڇهڻ سان ئي ثابت ٿو ٿئي ته سندس شڪل گول آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڪيس ڇهڻ سان اسين هرگز محسوس نٿا ڪجي ته اسين ڪو هڪ گول شڪل کي ڇهي رهيا آهيون، پر اسين پيو ٿو ڀانئجي ڄڻ اسين هڪ تراڪڙي مٿاڇري کي ڇهي رهيا آهيون، يا جيڪڏهن آڱر سان سندس ٻاهرئين ڪناري کي وڪوڙبو ته ڀانئبو ته ڄڻ ڌاتوءَ جي هڪ وريل ايڪ کي ڇهي رهيا آهيون! تنهن جي معنيٰ ته دستوري حالتن ۾، نه ڏسڻ ۾ ۽ نه ڇهڻ ۾ ڪو اسين ظاهر ٿو ٿئي ته پيسو گول آهي- ته پوءِ آخر اهو ڪنهن کي ٿو گول نظر اچي؟ شايد اسين چيو وڃي ته 'پاڪار' کي! پر ان حالت ۾- جڏهن پيسي جي في الواقع شڪل، اوتريقدر جيتريقدر اسان کي پنهنجي اکين ۽ آڱرين معرفت معلوم ڪين ٿي سگهي- اسان کي ڪهڙو

حق آهي ته اها ٻوءِ جيئن ٻلڪار تي ظاهر ٿي يا ائين ڪٿي چئجي ته جيئن ٻلڪار ان کي معلوم ڪيو، تيئن ان تي اعتبار ڪري ويهي رهون ۽ چئون ته ٻلڪار جي ٻڌايل اها خبر واقعي صحيح خبر آهي؟ مطلب ته ٻلڪار کي اسين اهو مخصوص ۽ واحد امتيازي درجو ڇو ڏيون ته ان جو ئي ڪيل معائنو يا تپاس اعتبار جوڳي آهي؟ ٻئي ڪندي، خود 'ٻلڪار' جي خاصيتن متعلق اسان ڪوڙو رايو قائم ڪريون؟ جڏهن اصلي خاصيتن رکڻ وارين طبيعاتي شين جو خود وجود ئي شڪ ۾ آهي ته ٻوءِ ٻلڪار جي حالت ۾ ان جي وجود کي چپ چاپ مڃي ڪري، "پيسي جي شڪل" واري مسئلي جو جواب هڪدم ان جي مدد سان ڳوڙهي وٺون، ته ڇا ائين ڪرڻ ۾ اسين حق بجانب ٿينداسون؟

مٿين بحث کان ٻوءِ ائين چئي سگهجي ٿو ته جهڙيءَ طرح شين جي بناوت توڙي انهن جي گرم يا سرد هجڻ جي ڪيفيت، انهن جي قدو قامت توڙي شڪل و شبيهه جي جيڪا ظاهري صورت ڏسڻ ۾ اچي ٿي اها سندن في الواقع صورت نه آهي، بلڪل تهڙيءَ طرح انهن شين جي، جيڪڏهن سمورين خاصيتن جي نه، ته به سندن اڪثر خاصيتن جي ٻڻ اها ساڳي حالت آهي: يعني شين جون اڪثر خاصيتون آخرين طرح خود اسان جي ذات سان ئي وابسته ۽ منسوب آهن، ۽ اسان جي پنهنجي ذهني ڪيفيت تي ئي دارومدار رکن ٿيون. مثلاً، اسان جي پنهنجي بدن ۾ جيڪا گرمي موجود آهي، تنهن ۾ جيڪڏهن ٿورڙين ڊگرين جو به اضافو ڪٿي ٿئي ته ٻاهرين دنيا اسان لاءِ هڪدم بدلجي ٻيهه ئي ٿي پوندي؛ ۽ ظاهر آهي ته ان حالت ۾ اڄ اسين دنيا کي جيئن ڏسون ٿا يا محسوس ڪريون ٿا تنهن کان بلڪل ٻئي روپ ۾ ڪيس ڏسنداسون ۽ محسوس ڪنداسون. ثابت ٿيو ته اسان وٽ ڪو به معقول سبب ڪونهي جو چئون ته جيڪا دنيا جيئن ڪنهن خاص ملڪ جو ڪو خاص رهواسي، جيڪو عمر ۾ بالغ آهي، جنهن جي بدن ۾ ۹۸.۴ گرميءَ جا درجا آهن، ڏسي ٿو ۽ محسوس ٿو ڪري، صرف انهيءَ ئي دنيا کي اهو شرف حاصل آهي جو چئجي ته بس دنيا في الواقع آهي به ائين!

جديد سائنس جا نتيجا. جديد سائنس عموماً، ۽ خاص طرح علم طبيعات ۽ علم بدن، حواس وسيلي خبر (Perception) متعلق جن نتيجن تي پهتا آهن، تن مان مٿي ذڪر ڪيل دليلن کي، جيتريقدر اهي ڏيکارين ٿا ته ٻاهرينءَ دنيا ۾ جيڪي خاصيتون ظاهري طرح جيئن موجود ٻانئجن ٿيون اهي ڏسندڙ يا معائنو ڪندڙ جي ذهن سان ئي وابسته آهن، ٻاڻ زياده تقويت ملي ٿي. جديد سائنس جي انهن نتيجن جو زير ويچار مسئلن تي ڪهڙو اثر هئڻ گهرجي، تنهن متعلق ڪجهه چئجي انهيءَ کان اڳ مناسب آهي ته به لفظ چٽاءَ طور بروقت ٻڌائي ڇڏجن ته جيئن اڳتي هلي ان باري ۾ ڪا غلط فهمي پيدا نه ٿئي.

ٻهرين ڳالهه ياد رکڻ جهڙي هيءَ آهي ته سائنس ۽ فلسفي جو باهمي تعلق خود ايها تائين هڪ زير بحث مسئلو آهي، ۽ اڪثر فيلسوفن جو چوڻ آهي ته ڪو به سائنس جو ڏسيل

نتيجو فلسفي جي ڪنهن به مسئلي تي ته اثرانداز آهي ۽ نه ڪڏهن اثرانداز ٿي سگهي ٿو- يعني سائنس جو فلسفي سان ڪوبه واسطو نه آهي.

ٻي ڳالهه هيءَ آهي ته مٿي پيش ڪيل مثالن تي تبصري ڪرڻ وقت جن فيلسوفن جي طريقهء فڪر کي خيال ۾ رکيو ويو آهي، ۽ جن جو پڌايل فلسفيانه نتيجو (ته حواسن وسيلي جيڪا خبر اسان کي خارجي دنيا متعلق ملي ٿي انهيءَ جو انحصار اسان جي پنهنجي داخلي ذهني ڪيفيت تي آهي) ڪتاب جي هن باب جو مکيه موضوع آهي، انهن فيلسوفن پنهنجن دليلن ۾ سائنس جي نتيجن کي يا ته بنهه استعمال ڪين ڪيو آهي، پر جي ڪيو به اٿن ته نهايت مختصر ۽ محدود انداز ۾. انهن فيلسوفن سان (جن کي داخلي عينيت کي مڃڻ وارا – Subjective Idealists چيو وڃي ٿو) مکيه ٽي فيلسوف هئا: هڪڙو "لاڪ" (Locke, ١٦٣٢-١٧٠٤)، ٻيو "برڪلي" (Berkeley, ١٦٨٥-١٧٥٣) ۽ ٽيون "هيوم" (Hume, ١٧١١-١٧٧٦)؛ ۽ جنهن زماني ۾ اهي فيلسوف پيدا ٿيا تنهن ۾، يعني سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي زماني ۾، علم طبيعات ۽ علم بدن هوئڻ به، نسبتاً اڄوڪي زماني جي، ناقص ۽ غيرمڪمل هئا؛ نه فقط ايترو پر انهن فيلسوفن ڄاڻي ٻجهي به پنهنجا دليل انهن علمن جي پڌايل نتيجن جي مدد کان سواءِ مرتب ڪيا.

ٽين ڳالهه هيءَ آهي ته اهي فيلسوف موجوده ويهين صديءَ جي سائنس جي پڌايل نتيجن کان جيڪڏهن واقف به ڪٿي هجن ها، تڏهن به اها خاطري نٿي پڄي سگهي ته هو ڪو انهن نتيجن کي پنهنجي فلسفي کي تقويت ڏيڻ لاءِ استعمال ڪري به سگهن ها؛ چاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان هو هڪ بنيادي غلطي ڪري ويهن ها، ۽ اسان کي سندن روشن دماغيءَ ۾ اها اميد ضرور آهي ته ڪانئن اهڙي نمايان غلطي هرگز سرزد ڪين ٿئي ها. اسان ائين ڇو ٿا سمجهون، ان جا به ڪي سبب آهن، جن جو ذڪر جڏهن هنن فيلسوفن جي فڪر جو اختصار پيش ڪنداسون تڏهن پنهنجي جاءِ تي ضرور آندو ويندو.

سائنس جو فلسفي سان ڪيترو ۽ ڪهڙي قسم جو واسطو آهي، يا هئڻ گهرجي، تنهن متعلق چٽاءَ طور هي چند لفظ پيش ڪرڻ کان پوءِ منهنجو ارادو آهي ته جديد سائنس جا اهي نتيجا مختصر طور بيان ڪريان، جن سان فلسفي جو هيءُ خيال زياده مضبوط ۽ پختو ٿو ٿئي ته حواسن وسيلي حاصل ڪيل تجربي سان شين جون جيڪي خاصيتون معلوم ٿين ٿيون سي حقيقتاً انهن شين جون اصلي خاصيتون نه آهن، بلڪ اهي گهٽي قدر معائني ڪندڙ جي محض داخلي حالتن تي ئي مدار رکن ٿيون. معائني ڪندڙ جي ذهن جو ان سلسلي ۾ ڪيترو دخل آهي- هيستائين اسان فقط ان پهلوءَ تي ٿي ويچار ڪيو آهي؛ پر هاڻي سائنس جي روشنيءَ ۾ اسين هي به ڏسنداسون ته حواسن وسيلي جيڪي ڪجهه معلوم ٿئي ٿو، تنهن تي معائني ڪندڙ جو جسم ڪيترقدر اثر انداز آهي.

علم بدن جو ماهر، حواسن وسيلي خبر جي سرشتي متعلق ڇا ٿو چوي؟ سمجهو ته اڄ اونداهيءَ رات جو هڪ تاري مثلاً "سيريئس" (Sirius) کي ڏسي رهيو آهيان: علم طبيعات جو چوڻ

آهي ته سال ٿيا جو 'سريس' جي روشنيءَ جا ڪرڻا ان وٽان نڪتا، ۽ هڪ خاص عرصي کان پوءِ - جنهن جو پورو اندازو فلڪيات جا ماهر لڳائي سگهن ٿا - سس سس اسان جي ڌرتيءَ تائين رسيا؛ پوءِ اهي ڪرڻا جڏهن منهنجي اکين جي تارن سان ٽڪرجن ٿا، تڏهن ئي مون کي اٿين چوڻ جو سبب ملي ٿو ته آءٌ 'سريس' تاري کي ڏسي رهيو آهيان. ظاهر آهي ته جنهن 'سريس' متعلق اهي ڪرڻا مون کي خبر ڏين ٿا، اهو 'سريس' تارو تڏهن موجود هو جڏهن اهي ڪرڻا وٽانس نڪتا هئا. ممڪن آهي ته اهو تارو هن وقت موجود ئي نه هجي، درمياني عرصي ۾ ممڪن آهي ته اهو سرگهوئي گم ٿي ويو هجي. هاڻي، اٿين چوڻ ته آءٌ هن وقت هڪ اهڙي شيءِ ڏسي رهيو آهيان جيڪا هن وقت وجود ۾ ئي ڪانهي، هڪ نهايت غير معقول ڳالهه ڇٻي. ثابت ٿيو ته آءٌ جيڪي ڪجهه هن وقت ڏسي رهيو آهيان، سو پيو ڪجهه به هجي، پر ڪم از ڪم 'سريس' تارو نه آهي. حقيقتاً جو ڪجهه آءٌ ڏسي رهيو آهيان سو محض هڪ خاص مقدار، شڪل ۽ تيزيءَ يا گهرائيءَ وارو هڪ ڳاڙهو يا پيلو گول نشان آهي، ۽ ان سان آءٌ اهو اندازو پيو لڳايان ته هن نشان جو هڪڙو خاص ابتدائي سرچشمو هو، جنهن سان ان جو (طبيعاتي واقعن جي هڪ لاڳيتي ۽ ڊگهي سلسلي دوران) ڪروڙن ميلن جي مفاصلي ۽ متعدد سال اڳ جو تعلق هو. نهايت ممڪن آهي ته اهو منهنجو اندازو به غلط فهميءَ تي مبني هجي: جنهن کي آءٌ تارو ٿو سڏيان، انهيءَ گول پيلي نشان ڏسڻ جو اصلي سبب ممڪن آهي ته هيءَ هجي جو مون کي ڪنهن نڪ تي زور سان سُٽ هنئي هجي ۽ منهنجي اکين اڳيان انڌارو اچي ويو هجي، ۽ ان انڌاري ۾ هڪ خاص قسم جا چمڪاٽ منهنجي اکين اڳيان پيا ٿيندا هجن؛ يا دراصل آءٌ پري ڪنهن جهاز جي ڪوهي جي چوٽيءَ ۾ ٽنڪيل ڪا ٻرندڙ بتي ڏسي رهيو هجان!

هن معاملي ۾ محض اهو هڪڙو اندازوئي مشڪوڪ نه آهي، پر ان سان گڏ ٻي هڪڙي بنيادي ڳالهه پڻ آهي جنهن لاءِ دل ۾ تهان ئي زياده شڪ جاڳي سگهن ٿا. مثلاً، آءٌ واقعي سمجهان ٿو ته آءٌ هڪ پيلو نشان ڏسي رهيو آهيان؛ پر ڇا، اٿين سمجهڻ ۾ آءٌ واقعي حق بجانب آهيان؟ جيتريقدر علم طبيعات ۽ علم بدن جو هن ڳالهه سان واسطو آهي، اوتريقدر مون کي صرف هي چوڻ جو حق آهي ته منهنجي اک جون تنتون (Optic nerves) هڪ خاص انداز ۾ متاثر يا متحرڪ ٿي رهيون آهن، جنهن سبب کان صرف منهنجي مغز ۾ ڪي خاص حالتون يا ڪيفيتون رونما ٿي رهيو آهن: ڇا، انهيءَ کان وڌيڪ به ڪجهه چوڻ جو مون کي حق آهي؟

ان سلسلي ۾ ناماري فيلسوف برٽرنڊ رسيل (Bertrand Russel) هڪ نهايت مشهور مثال ڏنو آهي، جنهن ۾ هن هڪ علم بدن جي ماهر جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو فرض ٿو ڪجي ته پنهنجي هڪ مريض جي مغز جو معائنو پيو ٿو ڪري. علم بدن جو ماهر واقعي اٿين پيو سمجهي ته هو هڪڙي ٻئي شخص جي مغز کي ڏسي ۽ جانچي رهيو آهي، پر، فيلسوف رسيل جي چوڻ

موجب، جڏهن علم بدن جي پڙايل ڳالهين کي صحيح ڄاڻبو، ته پوءِ ان ماهر جي ڄاڻڻ يا ڏسڻ جو جيڪو عمل آهي تنهن جا اسباب اهي ئي آهن، جيڪي سنڌس پنهنجي مغز ۾ رونما ٿي رهيا آهن. ”زير نظر مغز وٽان روشنيءَ جون لهرون نڪري علم بدن جي ماهر جي اکين تائين پهچن ٿيون، جتي ظاهر آهي ته هو ضرور ڪجهه عرصي کان پوءِ ئي رسنديون هونديون. درمياني وقفو ڪٿي ڪيترو به مختصر هجي، پر آهي ضرور. علم بدن جو ماهر جيڪي ڪجهه تپاسي رهيو آهي، سو هو فقط تڏهن ڏسي ٿو جڏهن روشنيءَ جون لهرون سنڌس اکين تائين پهچن ٿيون - يعني انهيءَ مختصر پر محدود عرصي کان پوءِ ئي هو ان کي ڏسي ٿو. تنهن جي معنيٰ هيءَ ٿي ته اهو عمل جنهن کي سنڌس ’ڏسڻ‘ ٿو چئجي، سو ’زير نظر مغز‘ کان ولي جيڪو واقعن جو سلسلو شروع ٿيو، ۽ وينديءَ جڏهن اهو سلسلو سنڌس پنهنجي مغز تائين پهتو، تنهن کان پوءِ ئي وجود ۾ آيو. هاڻي اسين ڪيئن چئون ته جو ڪجهه هو واقعي ڏسي رهيو آهي، سو اهوئي آهي جيڪو هو ڏسڻ گهري ٿو؛ ۽ جيڪڏهن اسان ائين نٿا چئي سگهون، ته پوءِ هڪڙوئي نتيجو نڪري سگهي ٿو ته جو ڪجهه هو ڏسي رهيو آهي، يا جا ڪجهه خبر سنڌس ڏسڻ جو حواس کيس ڏيئي رهيو آهي، سا سنڌس پنهنجي ئي مغز ۾ موجود آهي“. جڏهن اسين اهو ويچار نٿا ڪريون ته هن ماهر جي واقعي ڏسڻ کان اڳ جيڪو واقعن جو سلسلو پيدا ٿيو ۽ ان جي ختم ٿيڻ تائين جيڪو وقت لڳو تنهن درمياني عرصي ۾ ممڪن آهي ته مريض جو مغز ڪيڏانهن گم ٿي ويو هجي، ته پوءِ اسان لاءِ هيءَ ڳالهه مڃڻ نهايت مشڪل ٿيو ٿي پوي، جو ائين سمجهون ته هو پنهنجي مغز کان ٻاهر ڪنهن ٻئي مغز کي ڏسي رهيو آهي!

<u>ڇهڻ ۽ سونگهڻ.</u> ڇهڻ وسيلي جيڪا خبر اسان کي ملي ٿي، تنهن تي غور ڪرڻ سان هن مسئلي تي ٻاڻ زياده روشني پئجي سگهي ٿي. اچو ته اهو مثال، جنهن ۾ هڪ شخص پنهنجي آڱرين سان ميز کي ڇهي رهيو آهي يا دٻائي رهيو آهي، تنهن تي زياده تفصيل سان غور ڪريون. جيئن آءٌ هي اکر لکي رهيو آهيان، تيئن آءٌ ٻاڻ به ميز تي ساڄي قسم جو زور ڏيئي رهيو آهيان. رواجي طرح ته آءٌ چوندس ته ائين ڪرڻ سان منهنجون آڱريون ۽ ميز يعني ٻه مادي شيون هڪ ٻئي سان گڏجن ٿيون؛ پر جديد علم طبيعات جي روشنيءَ ۾ منهنجو اهو چوڻ سراسر غلط ٿيندو. علم طبيعات جي ماهرن جي نظرن ۾، جو ڪجهه واقع ٿي رهيو آهي سو صرف هيءُ آهي ته منهنجي آڱرين جي ائٽمي جزن ۽ ميز جي ائٽمي جزن جي وچ ۾ برقي مدافعت (Repulsion) پيدا ٿي ٿئي. جيترو زياده زور سان آءٌ ميز تي دٻاءُ ڏيندس اوترو زياده تيز برقي قوت پيدا ٿيندي، جيڪا منهنجي آڱرين کي پري هٽائيندي. هن برقي قوت سبب منهنجي آڱرين جي چوٽين وارين تنتن جي پڇڙين ۾ هڪ قسم جي برقي لهر پيدا ٿئي ٿي، جيڪا آخر وڃي منهنجي مغز تائين ٿي پهچي؛ جنهنڪري آءٌ محسوس ٿو ڪريان گويا آءٌ ميز کي ڇهي رهيو آهيان. حقيقتاً پنهنجي بدن کان ٻاهر آءٌ ڪنهن به شيءِ سان گڏيل يا لڳل

تہ آهيان، ۽ جيڪڏهن منهنجي تنتي سرشتي جا واسطيدار حصا هوئن ٿي ساڳئي مناسب نموني متحرڪ يا متاثر ڪيا وڃن تہ هوند آءٌ اهڙو ساڳيوئي ميز کي ڇهڻ جو احساس ماڻي سگهان ٿو- جيتوڻيڪ ان حالت ۾ منهنجي سامهون ڪا ميز ڪٿي نہ بہ هجي، جنهن کي وٺي آءٌ ڇهي رهيو هجان. نہ فقط ايترو، پر آءٌ پنهنجي هٿ کان بنهہ وڍيل ۽ الڳ ٿيل آڱر ۾ ناچنيءَ جي ڇهڻ کي بہ محسوس ڪري سگهان ٿو- بشرطيڪ منهنجي ٻانهن جي واسطيدار تنتن جي ٻچڙين کي مناسب نموني متحرڪ يا متاثر ڪيو وڃي.

سونگهڻ جي حقيقت بہ هوبهو ڏسڻ ۽ ڇهڻ جي حقيقت وانگر آهي. پيو تہ لهيو ۾ شايد عام سمجهہ جي نظرن ۾ پڻ ائين هرگز نہ آهي تہ شيءِ جي بوءِ يا واس انهيءَ شيءِ وٽ ڪو في الواقع موجود آهي. گهڻا ماڻهو شايد هي بہ قبول ڪندا تہ جيڪا جاءِ اها شيءِ خود والاريو بيٺي آهي، ڪم از ڪم انهيءَ جاءِ تي سندس بوءِ موجود نہ آهي. هو ائين چوندا تہ بوءِ اهو تاثر آهي، جيڪو هڪ شيءِ ٻاهر ڪيندي ٿي رهي، ۽ جو ان شيءِ کان ٻاهرئين اسان کي محسوس ٿئي ٿو. آءٌ پانيان ٿو تہ اڪثر ماڻهو "بوءِ" لاءِ هيءُ خيال رکن ٿا تہ اها نهايت مختصر جزن جي- جن کي انگريزي زبان ۾ ماليڪيولس (Molecules) چيو وڃي ٿو- ٺهيل هڪ قسم جي گئس آهي، ۽ جڏهن اها گئس ماڻهوءَ جي نلسن تائين پهچي ٿي، ۽ سندس جزا جن جي اوءَ ٺهيل آهي سي نلسن اندر حساس پردن کي وڃي ڇيڙين ٿا، تڏهن ڪي تنتي تاثرات مغز ڏانهن روانا ٿا ٿين، جنهنڪري اسان کي بوءِ جي سونگهڻ جو احساس ٿو ٿئي.

پر، اها "چيز" يعني بوءِ جيڪا اسين سونگهون ٿا تنهن جو انهيءَ شيءِ سان ڪهڙو تعلق آهي، جنهن مان اها پانئجي ٿو تہ نڪري ٿي، سا ڳالهہ هڪ نهايت مبهم ۽ سمجهہ ۾ اچڻ کان ٻاهر ڳالهہ آهي. بلڪل ساڳي حالت "آواز" جي آهي. •هوا جون لهرون ٻاهران هوا سان ٽيندي ٽيندي، ڪن جي پردن سان اچي لڳن ٿيون. پوءِ ڪَن جي ٻاهرئين، وچئين ۽ اندرئين حصي ۾ جيڪي ڪجهہ واقع ٿو ٿئي، سو بہ هڪ عجيب اسرار آهي. مثلاً اندرئين ڪن ۾ ڪوڏيءَ جي شڪل جهڙي هڪ هڏائين ڪنوري آهي جنهن ۾ هڪ پاڻياٺو مواد رهي ٿو: جڏهن ڪن جي وچئين حصي وارين هڏين ۽ پردن ۾ تحرڪ پيدا ٿئي ٿو، تڏهن اندرئين ڪن جي انهيءَ پاڻياٺي مواد ۾ جنبش ٿي پيدا ٿئي، جنهن سبب وري هڏائين ڪنوريءَ جي پاسن کان بيٺل نازڪ ڌاڳن جهڙن نهايت سنهڙن وارن ۾ تحرڪ ٿو پيدا ٿئي. پوءِ هي متحرڪ باريڪ وار هڪ قسم جا تنتي تاثرات مغز ڏانهن موڪلين ٿا، جنهنڪري اسين "آواز" ٻڌون ٿا. هاڻي سوال آهي تہ جيڪو آواز اسان ٻڌو، سو دراصل آهي ڪئي ۽ بذات خود آهي ڪهڙي چيز؟ آءٌ سمجهان ٿو تہ سواءِ خاموشيءَ جي انهن سوالن جو ٻيو ڪو خاطر خواه جواب اسان وٽ آهي ئي ڪين، جو آسانيءَ سان ڏيئي سگهون.

فيلسوف "ايڊنگٽن" (Eddington) جو عيناتي نتيجو. علم طبيعات ۽ علم بدن جيڪي ڪجهہ حواسن وسيلي خبر ملڻ جي سرشتي متعلق اسان کي ٻڌائين ٿا، تنهن مان هيءُ ئي نتيجو

نڪري سگهي ٿو تہ ٻاهرين؏ دنيا ۾ جيڪي واقعات حقيقتاً عمل ۾ اچن ٿا، حواس وسيلي انسان کي هوبهو اهي واقعات معلوم نٿا ٿين؛ انسان کي معلوم فقط اهو ڪجهہ ٿئي ٿو جيڪو انهن مادي واقعات جي سبب يا واسطي سان خود انسان ۾ داخلي طرح رونما ٿئي ٿو: يعني حواس وسيلي انسان کي پاڻ کان ٻاهر واريون شيون، جيئن اهي في الواقع آهن تيئن نٿيون معلوم ٿين؛ بلڪ انهن شين مان جيڪي مختلف قوتون — مثلاً روشنيء جا ڪرڻا، گسون، فضائي لهرون، وغيره — نڪرن ٿيون، تن جو انسان جي بدن تي جيڪو اثر ٿو ٿئي، صرف انهيء اثر جا نتيجا انسان کي معلوم ٿين ٿا.

سر آرٿر ايڊنگٽن جي ڪتاب "سائنس ۽ اڻڏٺل دنيا" جي هيٺين ڏنل اقتباس مان اهو صاف ٿي ويندو تہ جديد علم طبيعات جا ماهر ڪيتريقدر هن خيال جا آهن تہ خارجي دنيا متعلق انسان کي جيڪا ڪجهہ خبر آهي سا انسان کي سڌيء طرح حواس وسيلي حاصل ٿيل نہ آهي، بلڪ محض انسان جي پنهنجي ذهن جي داخلي تاثرات تي ٻڌل مشتمل آهي. هو لکي ٿو: "اوهان هن ڳالهہ تي ويچار ڪريو تہ جيڪا معلومات اوهان پائيو ٿا تہ اوهان کي ڪنهن خاص مادي شي متعلق آهي، سا اوهان کي ڪيئن ٿي حاصل ٿئي. حقيقت هيء آهي تہ ان شي مان ڪي اثر نڪرن ٿا، جيڪي اوهان جي ڪن خاص تنتن جي ڇيڙين سان اچي لڳن ٿا، جنهن ڪان پوء طبيعاتي ۽ ڪيمياوي تبديلين جو هڪ خاص سلسلو وجود ۾ ٿو اچي، ۽ انهن تنتن معرفت اوهان جي مغز جي ڪنهن خاص جزي تائين اهو سلسلو وڃي ٿو رسي: اتي گويا هڪ قسم جو معجزو واقع ٿو ٿئي، ۽ هڪدم اوهان جي ذهن ۾ اهڙي هڪ خاص قسم جي شڪل يا ان جو احساس ظاهر ٿي ٿو پوي، — جيڪا شڪل يا جيڪو احساس پنهنجي محرڪ کان يعني انهن طبيعاتي ۽ ڪيمياوي تبديلين کان، جن آن کي براہ راست پيدا ڪيو، بنهہ هڪ جدا ڳانڍ نوعيت جو آهي، ۽ جنهن سان ان کي ڪنهن بہ قسم جي ڪا مشابهت نہ آهي. هاڻي، انين چئي سگهجي ٿو تہ مادي دنيا متعلق انسان کي جيڪا ڪجهہ ڄاڻ يا خبر آهي، اها ڪنهن نہ ڪنهن حالت ۾ تنتن وسيلي رسايل اهڙن محرڪات معرفت ئي انسان کي حاصل ٿيل آهي. انهيء نقطہ نگاهہ کان، انسان جو ذهن گويا هڪ مرڪزي دفتر آهي، جتي تنتن وسيلي آيل خبرون داخل ٿين ٿيون؛ ۽ ٻاهرين؏ دنيا جون ڪل شيون جدا جدا حيثيت ۾ گويا خبرن موڪلڻ جا مرڪز آهن: پوء هڪ شي وٽان جڏهن ساڳئي قسم جون خبرون وري وري انسان جي ذهن کي ملن ٿيون، تڏهن ان مرڪز کي انسان جو ذهن بلڪل ائين سڃاڻيو ڇڏي جيئن 'ريڊيو' ٻڌندي ٻڌندي دنيا جي مختلف ريڊيو نشرگاهن کان اسين اهڙو واقف ٿي ويندا آهيون، جو هڪدم چئي ڏيندا آهيون تہ هي خبرون ڪراچيء کان، دهليء کان يا لنڊن کان اچي رهيون آهن. پر، هڪ نشرگاهہ جيڪي ڪجهہ هو نشر ڪري ٿو خود ان جهڙو هرگز نہ آهي؛ يعني نشرگاهہ ۽ سندس نشريات ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪا مشابهت نہ هوندي آهي. بلڪل ساڳيء

طرح، اسان جي اردگرد رکيل مادي شيون مثلاً ڪرسيون، ميزون وغيره وغيره، جن جون متواتر موڪليل خبرون اسان جي ڏسڻ، ڇهڻ يا ٻين اهڙن حواسن تي اثر وجهنديون رهن ٿيون، تن جي نوعيت اها هرگز نه آهي جيڪا وٺائن خبرن يا انهن خبرن معرفت پيدا ٿيندڙ تاثرات جي آهي. نهايت تعجب آهي ته اهڙن هڪڙن اپٽن ۽ اسڌي ۽ طرح مليل پيغامن ۽ اطلاعن تي اسان وسهي ويهي ٿا رهون ته انهيءَ طريقي سان مادي دنيا جو ڪو واقعي رٿائتو ۽ اعتبار جوڳو علم اسان کي حاصل ٿي ٿو وڃي"!

مٿين قسم جي ويچارن کي سامهون رکندي، سر آرٿر ايڊنگٽن اڳتي هلي اهي نتيجا اخذ ٿو ڪري، جيڪي (هن ڪتاب جي پٺي باب ۾ پڙهندڙ ڏسندا ته) فلسفهء عينيت کي مڃڻ وارن فيلسوفن جي راين ۽ خيالن کان ڪنهن به صورت ۾ مختلف نه آهن. ٻاهرينءَ دنيا متعلق اسان جي علم کي اهڙيءَ طرح صرف انومانن تي ٻڌل ۽ گول مول علم سڏيندي، هو اڳتي هلي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ته برخلاف ان جي خود پنهنجي ذات يا خود پنهنجي نفس متعلق اسان جو علم ڪيتريقدر نه سڌو، صاف ۽ معتبر علم آهي.

انهيءَ باري ۾ هو چوي ٿو: "(البت) هڪڙي قسم جو علم اهڙو آهي، جيڪو انهن (مٿي بيان ڪيل) وسيلن جو محتاج نه آهي؛ ۽ اهو آهي اطلاعاتي تارن جي ڇيائين يا ڇيڙين وٽ جيڪي ڪجهه آهي تنهن جي اصلي نوعيت جو علم".

هيءَ علم اهو نه آهي جيڪو ٻاهريون شيون پنهنجي متعلق اسان کي پيغامن يا خبرن جي صورت ۾ تنتي سرشتي جي اطلاعاتي تارن وسيلي پهچائينديون رهن ٿيون، بلڪ هيءَ علم هڪ شي جيئن بذات خود آهي تنهن شي جو علم آهي؛ ۽ اها شي جيئن بذات خود آهي، يعني اها واحد شي جنهن کي اسين، سندس اصلي صورت ۾، سڌيءَ طرح ڄاڻون ٿا، هڪ ذهني شي آهي: يعني اها شي آهي خود اسان جو ذهن، نفس يا من. اهڙيءَ ريت سر آرٿر ايڊنگٽن آخر هن نتيجي تي ٿو پهچي ته "ذهن (نفس، من) ئي اها ٻهرين شي آهي، جنهن جو سڌيءَ طرح اسان کي تجربو حاصل ٿي سگهي ٿو ۽ ٿئي ٿو: هن کان سواءِ ٻيون جيڪي به ڳالهيون آهن سي سڀ محض ڏورانهان انومان آهن. اسان کي صرف پنهنجي ئي ذهني ۽ روحاني شخصيت جو علم حاصل ٿي سگهي ٿو: اسان ڪنهن به ٻيءَ شي کي ايترو ويجها نه آهيون جيترو پنهنجو پاڻ کي. هيءَ علم زياده ۾ زياده ويجهڙائيءَ کان، ۽ پنهنجو پاڻ سان اسان کي جيڪي قريب ترين واسطا آهن تن معرفت اسان کي حاصل ٿئي ٿو. هن علم جي تحصيل جا طريقا علم طبيعات جي معمورن بڌايل طريقن کان الڳ ۽ اعليٰ آهن".

سائنس مان نڪتل نتيجن جي اهميت. اڳ اشارتاً به ائين چوڻ ٺيو چاهيان ته مٿي بيان ڪيل نتيجو ڪو هروڀرو صحيح آهي. اڳتي هلي ڏسنداسين ته جيڪو فلسفو، داخلي عينيت (Subjective Idealism) کي مڃڻ وارن فيلسوفن وانگر، چوي ٿو ته اهي شيون جيڪي

حواس وسيلي اسين معلوم ڪريون ٿا سي يا ته صرف معلوم ڪندڙ جي ذهن ۾ ئي موجود آهن يا سندس ذهن تي ئي انهن جي وجود جو انحصار آهي، انهيءَ فلسفي کي ڪو حق ڪونهي، جو سائنسدان جن ڳالهين جي بنا تي سائنس جا نتيجا مرتب ڪن ٿا، تن ڳالهين کي هو وٺي پنهنجي ثابتيءَ ۾ استعمال ڪري. مون حواس وسيلي خبر متعلق سائنس جا پڌايل نتيجا جو هتي پيش ڪيا آهن، تنهن مان منهنجو مقصد فقط هيءُ هو ته عام سمجھ جو هيءُ خيال ته ٻاهرين دنيا ڪن جسماني شين جي ٺهيل آهي، جن کي ڪي اصلي خاصيتون آهن، ۽ اهي شيون هوبهو جيئن آهن تيئن، گويا ڪنهن الهامي طريقي سان، اسان جي ذهن کي معلوم ٿي وڃن ٿيون: انهيءَ عام خيال جي مخالفت ۾ جيڪي به دليل اسان وٽ موجود آهن، پوءِ اهي فلسفي جا بيان ڪيل هجن يا سائنس جا، اهي سمورا دليل هتي، هڪ ئي وقت، بيان ڪري ڇڏيان.

ٻاهرين دنيا متعلق اسان کي جنهن به سلسلي ماتحت خبر يا ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي، انهيءَ سلسلي ۾ اسان جي ذهن جو زيادہ دخل آهي يا اسان جي بدن ۽ حواس جي عضون جو- ٻنهي حالتن ۾ هن خيال کي اسين ڪنهن به طرح نظرانداز نٿا ڪري سگهون ته دنيا جون جيڪي به خاصيتون اسين معلوم ڪريون ٿا، تقريباً انهن سمورين خاصيتن جو انحصار اسان تي آهي. جيڪڏهن ائين نه هجي ته پوءِ ساڳي شي مختلف ماڻهن کي، يا مختلف حالتن ۾ ساڳئي ماڻهوءَ کي، مختلف صورتن ۾ ڇو ڏسڻ ۾ اچي؟ "الف" کي هڪڙي شي نيري ٿي ڏسڻ ۾ اچي، ۽ "ب" جيڪو رنگ-انڌو (Colour blind) آهي تنهن کي اها ساڳي شي سائي ٿي ڏسڻ ۾ اچي. ائين ته لڳو چئي سگهجي ته اها شي هڪ ئي وقت نيري به آهي ۽ سائي به! ته پوءِ اسان وٽ ڪهڙو معقول سبب آهي جو چئون ته اها واقعي نيري آهي، سواءِ رڳو هن جي ته 'دستوري' نظر ۾ اها نيري ٿي ڏسڻ ۾ اچي؟ ائين ڀلا چئون ته اها جيئن هڪ رنگ-انڌي شخص کي سائي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، تيئن واقعي آهي به سائي؟ ڇا ائين محض ان ڪري نه چئون جو رنگ-انڌو شخص اقليت ۾ آهي؟ سڌو سادو نتيجو هن مان ته هيءُ ئي ڪڍي سگهجي ٿو ته ظاهري رنگن جو هيءُ فرق هنن ٻن شخصن جي محض مختلف بدني ساخت تي آهي. ٻيو مثال وٺو: جيڪڏهن اسان پنهنجي اکين ۾ سنٽونين (Santonin) وجهنداسون ته اسان کي هرڪا شيءِ پيلي ڏسڻ ۾ ايندي. هن حالت ۾ اسين ائين به نٿا چئي سگهون ته اسان جي ڏسڻ جي حواس ۾ اندروني تبديلي واقع ٿي آهي، جنهنڪري اسان کي دنيا مختلف ٿي ڏسڻ ۾ اچي: تنهن جي معنيٰ ته اسين صرف ائين چئي سگهون ٿا ته هر طرف جو پيلاڻ اسين ڏسون ٿا سو محض اسان جي ڏسڻ جي حواس جي هڪ خاص حالت ڪري ائين ٿيو آهي. جيڪڏهن پيلاڻ جي حقيقت اها آهي، ته پوءِ اسان کي ڪو سبب ڪونهي جو چئون ته ٻيا سڀئي رنگ جيڪي رواجي طرح اسان پائيون ٿا ته دنيا ۾ ڏسندا رهون ٿا، تن سڀني جي به اهائي ساڳي حقيقت نه آهي!

# "مهراڻ" جا موتي

● "علم، عبادت کان افضل آهي." —حضرت محمد صلعم

● "عدل ۽ توازن جو پورو پورو خيال رکو، ۽ تارازيءَ کي هکڙي پاسي نمڻ نه ڏيو."
—قرآن شريف

● "ڪُنڌ ۽ ٻارڙا—انهن کان محروم هجڻ، زندگيءَ کان محروم هجڻ آهي."
—حضرت محمد صلعم

● "نوسون فڪر کان محروم ٿي تباهه ٿيو وڃن." —اقبال

● "انسان جي بقا جو راز انسانيت جي احترام ۾ آهي." —اقبال

● "غلام مُلڪ ۾ هرڪو مسئلو سياسي صورت اختيار ڪري وٺي." —برنارڊ شا

● "پرخلوص رُک-سُنهائي، چاپلوسيءَ کان وڌيڪ دلچسپ ٿيندي آهي."
—عصمت چغتائي

● "انسان جي فطرت ۾ هڪڙي خاص ۽ عجيب ڳالهه ٿيندي آهي ته جڏهن انسان ڪنهن شي يا شخص کي چڱو سٺو چوندو آهي، يا ڪنهن جي برائيءَ جي ملامت ڪندو آهي، ته اهوئي عيب، جنهن جي هو ملامت پيو ڪندو آهي، سوئي عيب هن ۾ پاڻ ۾ به ٿورو گهڻو هوندو آهي. اوهان سُڻن کي ڏٺو آهي؟ جڏهن هو پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳندا آهن ۽ پاڻ ۾ وڙهندا آهن ته انهن ٻنهي سان هرهڪ جا دليل اهي ئي هوندا آهن، جن جي هو ان وقت مخالفت پيا ڪندا آهي—مثلاً هڪڙو شخص آهي، جيڪو حديث جو قائل ڪونهي، ۽ هو ٻئي اهڙي شخص سان بحث ڪري رهيو آهي، جيڪو اهل حديث آهي، ته هو بحث ڪندي ڪندي پاڻ به حديثون پيش ڪندو آهن—حالانڪ حديث کي هو خود نٿو مڃي!" —مولوي عبدالحق

● "انسان ۾ محنت ۽ ڪم ڪرڻ جي عادت تمام گهٽجي وئي آهي. جيڪي ماڻهو ڪم ڪرڻ کان هٻڪن ٿا ۽ محنت کان نٽائين ٿا، اهي ڪڏهن به آزاد ڪونه ٿيندا—پوءِ ڪٿي انهن جي هٿن ۾ آزاديءَ جو پروانوئي ڇو نه هجي. محنت ئي انسان کي انسانيت بخشي ٿي."
—مولوي عبدالحق

● "اي بدقسمت انسانو! هيءَ دنيا ڪنهن ڏکي جي سنگن تي بيٺل ناهي، پر اوهان جا ئي هٿ ڪيس جهلي بيٺا آهن. اهي ڪوڙ جا دسترخوان اوهان کي تڏهن ئي پيش ڪيا وڃن ٿا، جڏهن اوهان جو پيٽ خالي آهي، ۽ اوهين گرهه گرهه لاءِ ٻاڏون ٿا ڪائو." —ناظم حڪمت

● "سوين سالن جي لڳاتار تحقيق کان پوءِ، اسان اها حقيقت معلوم ڪري ورتي آهي ته هن حياتيءَ جا مڙيئي جنسار اوچتو جنهن روپ ۽ انداز ۾ ڏسجن ٿا، سي ڪي هڪدم ظهور ۾ ڪونه اچي ويا آهن- يعني ڪنهن سڌي سنئين تخليقي عمل ڪين اوچتو ئي اوچتو اها ترڪيب ڪانه ڏني هئي آهي: بلڪ هڪڙي رفتي رفتي ڦيرڦار آئيندو قانون سان، درجي بدرجي، اهو سمورو ناٽ جُڙي سگهيو آهي." -مولانا ابوالڪلام 'آزاد'

● "اولاد ڪي پنهنجي زماني جي چال چلگت تي نه هيرايو، بلڪ ڪين سندن ئي زماني جي طور طريق جي تعليم ڏيو: ڇو ته اهي 'هن' زماني ۾ گذارڻ وارا نه آهن، جنهن ۾ اوهين پيا بسر ڪريو، پر هي ته هڪڙي ٻئي زماني ۾ گذارڻ لاءِ تيار ٿي رهيا آهن، جيڪو اچا هاڻ ايندو، ۽ جنهن زماني ڪي اڄوڪي احوال جي رفتار سان ڪو تعلق ڪونه هوندو."
- ڇپلداس

● "انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ماضيءَ جو داستان خون، ظلم، ڏک ۽ فضوليءَ سان ڀَريو آهي; اسان جو هلندو حال به ڪو بهتر ڪونهي; پر هزارين خطرن ۽ رنڊڪن هوندي به انسان جو آئيندو روشن آهي." - جواهر لال نهرو

● "انقلاب جون صورتون ڌار ڌار هونديون آهن: هن ڪري، جو سموريءَ دنيا ۾ انسان جي دل هڪ آهي، ۽ سندس تمنائن ۽ آرزوئن جو حُسن به هڪ آهي، جيڪو انقلاب جي تصوير ۾ رنگ ڀري ٿو." -سردار جعفري

● "فن عوام جو سرمايو آهي: ان جون پاڙون عوام جي ذهنن جي ٻنهي پاتال ۾ پيئل هجڻ کپن، ۽ اهو عوام جي لاءِ سمجهڻ جوڳو ۽ انهن جي پسند پٽاندر هجڻ کپي."
- اسٽالن

● "صرف اها ڪهاڻي چڱي ٿيندي آهي، جيڪا اوچتو ذهن ۾ جاڳي ۽ بار بار لکڻ تي اُڀاري." -جيلاني بانو

● "هڪ ڳالهه ڪري اسان جا جديد شاعر ڏاڍا قدامت- پسند آهن. لفظن جي باري ۾ هو اڃا تائين ذات پات جا قائل آهن ته جيڪو شودر پيدا ٿيو، سو ڪڏهن برهمڻ جي برابري نٿو ڪري سگهي، ۽ جنهن لفظ جي قسمت ۾ نثر جي خدمت ڪرڻ لکيل آهي، سو شعر جي آستان تائين ڪڏهن به رسائي حاصل ڪري نه سگهندو. ان جي ڪري اسان جي شاعريءَ تي ڪيترائي رستا بند ٿي ويا آهن، جن ڪي ڪواڻ وارو ڪو به نظر نٿو اچي. خبر ناهي ته اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو، جڏهن اسان جا شاعر پنهنجيءَ زبان کي نوازيندا!" - پطرس

● "سڀ کان وڏا چور اهي هوندا آهن، جيڪي اوهان جو وقت ضايع ڪندا آهن."
- بالزاڪ

● "اها ڳالهه تمام ضروري آهي ته جيڪي زورآور دوست، اوهان جي سڏائڻ کان سواءِ ئي، يا بنا اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جي، يا اوهان کان ملاقات جي موڪل ۽ وقت وٺڻ جي، زوريءَ ۽

هروڀرو اچي اوهان وٽ مهمان ٿنجي ويهي رهن، ۽ اوهان جي قيمتي وقت کي برباد ڪري، اوهان جي خيالن ۽ فڪرن جي دنيا کي تاراج ڪرڻ گهُرن، انهن کي اهڙيءَ بيجا مداخلت جي اجازت نه ڏيڻ گهرجي - بلڪ انهن سان سختيءَ جو ورتاءُ ڪجي، ته جيئن ڪين اهو محسوس ٿئي ته 'وقت' به ڪا اهم ترين ۽ ناياب شي آهي: جو ته اهي ماڻهو اوهان جي معاملن ۽ مصروفيتن کي ٻين سان لتاڙي، ٻهرين اوهان سان زبردستيءَ وارو ورتاءُ ڪري چُڪن ٿا، ۽ اوهان کي سندن اهڙن معاملن ۾ زوريءَ ڦاسائي، هو اوهان جي دل ۽ دماغ تي ظلم جي هلان ڪن ٿا، جن ۾ نه اوهين ڪا دلچسپي وٺي سگهو ٿا، ۽ نه ئي انهن سان اوهان جو ڪنهن به قسم جو ڪو وهنوار هوندو آهي.

"ڪنهن ٻئي جو ڪهڙو ذڪر، خود آءٌ انهيءَ قسم جي واهياتپڻي کي پسند نٿو ڪريان؛ نڪي مون کي اهڙن اوڻن ۽ غير واسطيدار خيالن سان ڪو واسطو ٿي سگهي ٿو: جو ته مون وٽ پنهنجن خيالن ۽ ويچارن جي ايتري ته گهڻائي آهي، جو مون کي رڳو انهن کي ئي ترتيب ۾ آڻي، ڪو فائدبمند ڪم وٺڻ جيتري فرصت به ڪانهي، ته پوءِ ڀلا آءٌ ٻين جي دردسريءَ لاءِ ڪهڙيءَ طرح وقت ڪڍي سگهان ٿو!" -گوئٽي

● "اسان مان هرهڪ کي انهيءَ ڳالهه تي گهٽي ۾ گهٽ سوچڻ ۽ ويچارڻ کپي ته هن تغير پسند دنيا ۾ اسين ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت هڪڙو اهڙو ماحول پيدا ڪري سگهون ٿا، جيڪو انيڪ ڦيرين گهيرين ۾ به قائم رهي، اسان کي يقين جي منزل تائين پهچائي ڇڏي. اسان کي کپي ته مختلف خيالن ۽ نظرين جو جائزو وٺون، ۽ پوءِ انهن مڙني ڳالهين کي هڪ پاسي هٽائي رکون، جيڪي اسان جي وس ۽ امڪان کان ٻاهر آهن: پر انهن سڀني شين ۽ ڳالهين کي عمل ۾ آڻيون، جيڪي اسان جي اختيار ۾ هجن، ۽ جن تي اسان جو قبضو هجي. ان جو نتيجو لازمي طرح اهوئي ٿيندو - ۽ ٿيڻ به کپي - ته اسين پنهنجي لاءِ، تمام گهٽيءَ حد تائين، هڪ خاص مدت لاءِ، هڪڙو مخصوص ماحول ۽ دنيا آباد ڪرڻ تي قادر ٿي وينداسين!

"جڏهن اسين پاڻ ۾ هڪ اهڙي خوشيءَ ۽ راحت ڀري دنيا اپائڻ جي صلاحيت پيدا ڪري وٺنداسين، جيڪا اڪيچار مشڪلاتن ۾ گهيريل ۽ بيشمار مصيبتن ۽ ڏاکڻن ۾ ڦاٿل هوندي به، اسان کي ڪلندي ڪُڏندي هر ڪنهن مصيبت کي منهن ڏيڻ ۽ خوش باش رهڻ جي قابل بنائي ڇڏي، ته پوءِ اوهين يقين ڪريو ته اها هڪ ابدي ته وڏي ڪاميابي ٿيندي، جيڪا هن دنيا کي - جيڪا گهڻن ماڻهن جي خيال پٽاندر سراپا 'ڏکن جو گهر' آهي - ڪن پل ۾ 'خوشيءَ جو گهر' ۽ بهشت جو ٽڪرو بنائي ڇڏيندي!" - ڪتاب "آرٽ آف ليونگ" تان ورتل اقتباس

"جڏهن آءٌ ڏسان ٿو ته هزارين ماڻهو ملي پنهنجي ضمير کي لتاڙين ٿا، هڪ ڪاغذ تي لکيل حڪم ڪڍي پنهنجي ڀائرن جا حق غصب ڪن ٿا، تڏهن آءٌ مٿن لعنت ڪريان ٿو. منهنجي زبان کي سخت سمجهيو وڃي ٿو - پر آءٌ 'سچائيءَ' جهڙو سخت آهيان ۽ 'انصاف' جهڙو بي لحاظ: آءٌ آزاديءَ جي باري ۾ نڪي نرم ڳالهائي سگهان ٿو، نڪي نرم

لکي سگهان ٿو: آءٌ هڪ اڄ به هوئني هئڻ لاءِ تيار نہ آهيان. آءٌ چاهيان ٿو تہ نکي منهنجي مرضيءَ خلاف کو مون تي حکومت کري، ۽ نکي ٿي آءٌ کنهن ٻئي لاءِ ائين کريان. هڪ شخص جي آزادي کسڻ سبب ساريءَ دنيا جي آزادي خطري ۾ پئجي وڃي ٿي: ان کري اسان کي گهرجي نہ پنهنجو مقصد اهوئي مقرر کريون تہ 'آزادي ــ سڀن لاءِ، هر هڪ لاءِ ۽ هميشہ لاءِ'." ـ لايڊ گيريزن

● "دنيا اهڙن ماڻهن سان ڀري پيئي آهي، جيکي ٻين جي خيالن کي قيمتي سمجهن ٿا، ٻين جي فکر ۽ قول کي پنهنجي تن جو تکيو ۽ آڌار ٿا ڄاڻن، ۽ ٻين جي شعر ۽ سخن تي جهومڻ ٿا لڳن، پر پاڻ پنهنجي ڳالهہ چوڻ يا کرڻ جي ڪڏهن جرات نٿا کن. هن هستيءَ جي بازار ۾ اهڙا ماڻهو بہ گهڻي تعداد ۾ موجود آهن، جيکي ٻين جي چوڻين ۽ لکيتن جا مؤلف ۽ مرتب آهن، ٻين جا شارح آهن، ۽ پنهنجي 'پسند پيل' پلارن جي خيالن کان تِر برابر انحراف کرڻ کي هو کبيرو گناهہ ٿا ڄاڻن. اهڙا ماڻهو پاڻ عالم ۽ فاضل بہ آهن، ۽ غور فکر کرڻ جا عادي بہ؛ پر انهن پنهنجي سوچ ويچار جي هکڙي حد مقرر کري ڇڏي آهي، جنهن کان ٿورو بہ اڳتي چُرڻ جا هو پاڻ کي مجاز ۽ مختار نٿا ٺهرائين. هنن جو خيال آهي تہ 'اسان جا بزرگ اسان لاءِ جيکي کجهہ سوچي چکا آهن، اهوئي کافي سمجهڻ کپي، ۽ ان کي ئي نظريہءِ حيات بڻائڻ گهرجي'.

"اهي ماڻهو چون ٿا تہ 'کلهہ جو انسان، عظيم انسان هو: هن کي ڏنيءَ پاڪ جيکو دماغ سوچڻ لاءِ ڏنو هو، سو اسان جي قسمت ۾ کٿي! ان کري اسان کي پنهنجي مشاهير ۽ نامور بزرگن جي خيالن سان اختلاف کرڻ جو کو حق ئي کونہ آهي!' جيکڏهن انهن کي چيو وڃي، 'مگر هوائي جهاز ۽ جوهري قوت تہ "اڄ جي انسان" جي دريافت آهي، ۽ "اقتصادي مساوات" جو نظريو بہ اڄ جي پيداوار آهي'، تہ هو ان جو کوبہ معقول جواب نٿا ڏيئي سگهن: پر تنهن هوندي بہ هو ناروا تقليد جو ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ مان لاهڻ تي کڏهن بہ آمادا نٿا ٿين!

"انهن جو ضمير مري چکو آهي، ۽ دماغ بيحس ۽ بيسرت بنجي ويو اٿن: ان کري انهن مان کنهن معقوليت جي اميد رکڻ فضول آهي. البت، ٻئي انهيءَ گروهہ جي اصلاح ممکن آهي، جنهن جي اصل بيماري، تقليد کان وڌيڪ خوف ۽ هراس، ۽ بيجا هٻڪ ۽ حجاب آهي. اهڙن ماڻهن کان جڏهن انهيءَ سوال جو جواب ٿو آکلي تہ هو سهمجيو وڃن، ۽ کين پنهنجن دليلن جا سقر بہ معلوم ٿيو وڃن ٿا ـ هو پوءِ سوچڻ تي مجبور ٿين ٿا. اها سوچ آخر ان نتيجي تي پهچي ٿي تہ 'قدرت کلهہ جي انسان جيان اڄ جي انسان کي بہ زنده دل ۽ روشن دماغ عطا کري ڇڏيو آهي ـ ۽ ان کان وڌيڪ اهي سهولتون، جيکي علم جي حاصلات لاءِ اڄ جي انسان کي حاصل آهن. ان کري، انسان کي هرکو حق آهي تہ هو ماضيءَ جي

مشهور بزرگن جي خيالن جو گهڻو مطالعو ڪري، ۽ جيڪڏهن انهن ۾ خاميون ڏسي ته انهن جي رفع دفع ڪرڻ ۾ ڪوبه نڪته چيني نه ڪري'. اتي بهجي، هن جي دل چاهي ٿي ته هو پنهنجي ذاتي خيالن کي، خوف خطري کان بي نياز ٿي، هڪدم کڻي ٻاهر ڪري ۽ سڀني جي اڳيان رکي ٿو، اها خواهش به انهيءَ ڊپ کان دل ئي دل ۾ رهجيو وڃي ته 'ماڻهو اسان کي ناخلف ۽ گستاخ چوندا، ۽ اسان جي خيالن تي ٺٺوليون ڪندا!' اهڙن ماڻهن جي حيثيت 'ٻڪرين' کان وڌيڪ ڪا نه آهي، ۽ هو ڪڏهن به ڪامياب ڪين ٿيندا.

"جيڪڏهن اوهين انهن ماڻهن جي قطار ۾ بيهڻ نٿا چاهيو، ته 'ايمرسن' جو هي مشورو قبول ڪريو:

"پنهنجي قابليت تي ڀروسو ڪريو؛
پنهنجي هنر ۽ فن جي نمائش ڪريو؛
پنهنجن خيالن جو اظهار بيڌڙڪ ڪريو!"

ـ ڪتاب "خود اعتمادي" تان ورتل اقتباس

● "اهو نه ڏسو ته 'ڪير' ٿو ڳالهائي، بلڪ اهو ڏسو ته 'ڇا' ٿو ڳالهائي."

ـ حضرت محمد صلعم



# ادبي خط

نورمحمد پيلجو

## "جهرڪن جو شهر"

"مهراڻ" جي گذريل سال (١٩٥٦) واري ڇهرئين پرچي ۾ محترم خواجه عبدالحسين جو مضمون "جهرڪن جو شهر" جي عنوان سان شايع ٿي چڪو آهي. قابل لکندڙ پنهنجي انهيءَ مضمون ۾ ٻڌل ڳالهين تي زياده زور ڏنو آهي. جهرڪن جو شهر مخدوم نوح عليه رحمة جي زماني کان گهڻو اڳ جو ٻڌل آهي: ٿٽي، سونڊا ۽ جُوڻا (تعلقو ٺٽو) شهرن جي وقت جو ٻڌل آهي. اهو چوڻ ته مخدوم صاحب جي خليفن جي دعا سان "جهرڪا ڀڃي" وڏ يا ويجهيا، ۽ شاهپور مان لڏي جنهن ٽئين ٻڌ تي اچي ويٺا، تنهن ڪي "جهرڪا" ڪري سڏيائون، سا هڪ ڏند ڪٿا آهي ۽ ان ڪي ڪابه تاريخي اهميت ڪانهي. جهرڪن ۾، وچ-شهر ۾ هڪ پراڻي مسجد آهي، جنهن تي اندرمون هڪ ڪتبو ڏنو هو. هاڻي اهو آهي يا نه، مگر ان تي سال "٣٠٠١هه" لکيل هو. شايد شاهجهان پنهنجي ملتان جي گورنريءَ واري وقت ۾ اها مسجد ٺهرائي هئي. مخدوم صاحب جا خليفا ۽ سندس اولاد مان پير صاحب اڄ به جهرڪن ۾ رهن ٿا. مضمون نگار جي راءِ ۾ جهرڪن جي ڳوٺ تي "جهرڪا" قوم جي ڪري نالو پيو آهي. ان جي ابتڙ، لاڙ ۾ هيءُ ٻڌ دستور آهي ته ڪنهن ڳوٺ جا عام ماڻهو ان ڳوٺ جي نالي سان سڏبا آهن. مثلاً (١) "سونڊن جو شهر" جهرڪن جي لڳ آهي، اتي ڪي ملا، ڪي جاڪرا، ڪي قاضي، ڪي گندرا سڏجن، باقي "سونڊائي" سڏجن: پڇبن ته چوندا، "'سونڊائي' آهيون". سونڊا به قديم شهر آهي، شاهجهان جي ٺهرايل مسجد منجهس آهي. (٢) "هيلايا" ٿورو اڳتي آهن-ماڻهن کان پڇبو ته "ڪير آهيو؟" ته چوندا ته "'هيلايا' آهيون". (٣) جهمپير جي پر ۾ "ڪڏاين جو شهر" آهي. اتي جي ماڻهن کان پڇبو ته چوندا ته "ذات جا 'ڪڏائي' آهيون." (٤) هتي اسان جي ڳوٺ "ٻنو" ۾ ڪي ماڻهو ڪجهه وقت ٿيو ته لنگرٽي کان لڏي آيل آهن، سي سڏجن ٿي "نانگرو"; پڇبن ته "ڪير آهيو؟" ته چوندا ته "'نانگرو' آهيون". منهنجي خيال ۾ جهرڪ 'قوم' تي نالو جهرڪ 'ڳوٺ' تان پيو آهي، نه جهرڪ قوم تان جهرڪ ڳوٺ تي. جهرڪن تي اهو نالو ڪيئن پيو سو تحقيق طلب آهي، اميد ته ڪنهن وقت ڪوشش ڪري پيش ڪندس.

مضمون نگار صاحب، ميان ولي محمد ڊڪڻ کان ١٨٤٣ع جي ڳالهه نقل ڪئي آهي. آءٌ ميان ولي محمد ڪي سڃاڻان، هو صاحب هاڻي ڪراچي نئون آباد ۾ پٽس محمد عثمان وٽ رهي ٿو. ميان ولي محمد ١٨٨٨ع ۾ ڄائو آهي. هو صاحب ڪو ايڏيءَ عمر جو نه آهي، جو ١٨٤٣ع واريون ڳالهيون ياد هجنس.

باقي مون حسين ميمڻ جي واتان، جو هڪ سو ورهين جي عمر ۾ ١٩٢٦ع ۾ گذاري ويو، اها حقيقت هيئن ٻڌي آهي ته ميرن جي حڪومت جي پڇاڙيءَ وقت، اٽڪل سال ١٨٤٢ع ڌاري، آغا حسين علي شاهه ايران مان لوڏجي اچي پنهنجي مريدن وٽ جهرڪن ۾ رهيو، جتي پنهنجي رهڻ لاءِ ڪچي ڪٽ جي جاءِ جوڙايائين، جا اڄ تائين موجود آهي. خواجه قوم وارا ان کي ”آغا جو محلات“ سڏين ٿا، ۽ خود پرنس علي به ٻه سال ڪن ٿيندا ته اهو سندن ابائو گهر ڏسي ويو هو. مريدن کي شڪ پيو ته حسين علي شاهه جو انگريزن سان ساز باز آهي، ڇاڪاڻ ته انگريز وٽس ايندا ويندا هئا. ”جهرڪ“ ان وقت وڏو بندر هو، انگريزن جي جهازن جي اتان اچ وڃ ٿيندي هئي ۽ جهازن جي لاءِ راشن وغيره جهرڪن مان کڻندا هئا. ان وقت ”ويسو“ خواجو به جهرڪن ۾ رهندو هو. هو وڏو واپاري هو، ۽ اسماعيلي خواجو هجڻ ڪري آغا حسين علي شاهه جو وڏو مريد ۽ معتقد هو. ميرن پنهنجي طرفان ڪوٽڙيءَ جي ٽومڙين ملڪن کي حڪم ڏنو ته وڃي آغا حسين علي شاهه ۽ سندس مريدن کي مات ڪن. ملڪ، ٽومڙين جو لشڪر وٺي جهرڪن تي ڪاهي آيا. آغا حسين علي شاهه کي اڳواٽ پتو پئجي ويو سو گهوڙن تي چڙهي ڪڇ جي رستي بمبئي ڏانهن ڀڄي ويو. پويان ٽومڙين جي لشڪر، خواجن کي گولي گولي ماريو. سيٺ ويسو ڀڄي وڃي سندس باغ ۾ لڪو، جو شهر جي هيٺان درياهه جي ڪپ تي آهي. جبل جا ماڻهو پيرن کڻڻ جا قابل آهن، سو ٽومڙيا به سيٺ ويسي جو پير کڻي باغ طرف ويا. سيٺ جو ٻڌو ته ٽومڙيا پويان پير کڻيو پيا اچن، سو باغ مان نڪري ڪمند جي پالوندڙن جي ڍير جي وچ ۾ وڃي لڪو. ٽومڙين به پير کڻي، هيڏانهن هوڏانهن نهاري، آڙ ڏيئي، انهيءَ ڪمند جي ڇوڏن جي ڍير ۾ پير وڃايو. پوءِ ٻيهي سيٺ کي سڏ ڪيائون ته ”ٻاهر نڪر ته توکي جيئدان ڏينداسون. تون فقط اسان کي خزاني جون چاٻيون ڏي“. سيٺ ڍڳ مان ورندي ڏني ته ”سون وٽ خزانو ڪونهي!“ تنهن تي هنن آخر ڏنو ته ”نٿو نڪرين، ۽ چاٻيون به نٿو ڏين، ته هاڻ ٿا ڍڳ کي باهه ڏيون“. آخر جواب ڪونه ملين، ۽ هو ان ڍڳ کي سيٺ سميت باهه ڏيئي ساڙي هليا ويا.

مضمون نگار، ميان ٻچو مير بحر جي زباني، سوڍي صاحب جو ذڪر پڻ ڪيو آهي. مون کي ته ”سوڍي صاحب“ جي نالي وارو گورو آفيسر ڪونه سجهي. وڌيڪ ذڪر نٿو ڪري ته ٽڪريءَ تي سوڍي صاحب جو بنگلو ۽ باغيچا هئا، ۽ اُن عيسائي مشن اسڪول هو، جتي پادري گورن جي ٻارن کي پڙهائيندا هئا. ائين پڻ لکيو اٿس ته سوڍي صاحب جو بنگلو سلامت آهي. منهنجي خيال ۾ هن سڄي ڳالهه کي غلط نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي. حقيقت هيئن آهي ته سيني ڊپٽي ڪليڪٽرن جي رهڻ جي لاءِ هڪڙو بنگلو ٽڪريءَ تي ٺهيل هو، جو ڊپٽي ڪليڪٽرن جي هيڊڪوارٽر جهرڪن مان کڄڻ جي ڪري ۽ حڪومت جي بيتوجهيءَ جي ڪري زبون ٿي ويو، باقي جيڪو موجوده بنگلو آفيسر ڪم آڻين ٿا سو پوءِ جو ٺهيل آهي، ۽ اهو سوڍي صاحب جو ٺهرايل بنگلو ٿي نٿو سگهي. مشن اسڪول هتي ڪڏهن هوئي ڪونه، نڪي ڪي انگريزي جهرڪن ۾ رهندا هئا، جن جا ٻار اسڪولن ۾

پوندا هجن. باقي، مشن بنگلو سو هو، جتي مون پاڻ ڏٺو هو ته ڪراچيءَ جا ڪارا ڪرستان يا ڪي پادري هوا بدلائڻ لاءِ انهيءَ بنگلي ۾ اچي رهندا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اهو بنگلو زبون حالت ۾ آهي. ان جا گارڊر آڏامي وڃي پروارين جابن جي ڇتين جي زينت بنيا آهن.

مضمون نگار صاحب ڄاڻايو آهي ته مخالڪاريءَ جي آفيس اسپتال جي اتر طرف هئي- اهو صحيح نه آهي. اسپتال جي اتر واري دڙي تي راءِ بهادر ديوان شيوارام ڏيونمل، ڪراچي لوڪلبورڊ جي اڳين پريزيڊنٽ، جي وڏن جي جاءِ هوندي هئي. اهو پٽ اڄا تائين راءِ بهادر وارن جي ملڪيت آهي. مرحوم سردار بهادر مير حسين بخش خان ڪان مون اهو پٽ خريد ڪرڻ چاهيو ٿي، جنهن صاحب مون سان مٿيون ذڪر ڪيو هو. ڳچهو نه رهي ته جهرڪ شهر جاگير اندر آهي، جنهن جا مالڪ ٽنڊي محمدخان جا مير صاحب آهن. حقيقت ۾ مخالڪاريءَ جي آفيس، موجوده پيلي ڪاٽي جي رينجر واري آفيس به هئي. اڄا تائين خزاني جي ڪوٺي انهيءَ حالت ۾ موجود آهي.

ڪاٽ ڪيري واري ذڪر ۾ سڄي ڳالهه ڏندڪٿا تي بيهاريل آهي. ڪيري ڪاهوڙي ڪي ڪئي درويش ته ڪئي "ڪيرو ڪانيڙو" سڏيو ويو آهي. ڄاڻايو ويو آهي ته هن پنهنجي ڪرامتي هنيار ڪني سان راڄا مجيراء جي ڪوٽ ڪي ست ڪاٽ هنيا هئا؛ ۽ پڻ پڌل ڳالهه جي بناء تي راڄا جي ڌيءَ سان ڪيري جي عشق جو بيان ڪيو ويو آهي. ڪيري چور جي قبر برابر ڏسبل جاءِ تي چوڻ ۾ اچي ٿي. هندو ان کي ڪالي ماتا جي قبر چوندا آهن. قبر ته برابر آهي،- ڪيري جي آهي يا ڪالي ماتا جي يا اندر ڪجهه به ناهي، سا خبر الله کي! هينري ڪزنس پنهنجيءَ مشهور تصنيف "انٽي ڪوٽيز آف سنڌ" جي صفحي ۱۰۷ تي مجيراء جي ڪوٽ جي باري ۾ هيٺن ٿو لکي ته "هن ٽڪريءَ جي کوٽائي اڳيئي مسٽرڪول ڊپٽي ڪليڪٽر ڪراچي ۱۸۵۲ع ۾ ڪرائي هئي، ۽ انهيءَ کوٽائيءَ جي آڌار تي سنڌ جي ڪمشنر، ۱۸۵۳ع ۾، رايل ايشياٽڪ سوسائٽي جي بمبئيءَ واري برانچ کي هڪ خط لکيو هو، جنهن ۾ ڄاڻايو هئائين ته پٽَ ۾ زيورات واريون شيون اهڙيون آهن، جهڙيون عام طرح ٻڌ جي مندرن ۽ غارن مان ملن ٿيون. ٻڌ جو هڪ پتلو به مليو آهي، جنهن جي مسيي مسلمانن پڇي چڙي آهي- غالباً انهن ئي سڄي عمارت ڊاٿي ٿي ڏسجي. انهيءَ زيورات تي مهرون لڳل ڏسڻ ۾ ٿيون اچن. اهي زيور گهڻن ئي قسمن جا آهن. انهيءَ ٽڪريءَ کي هن وقت "ڪافر ڪوٽ" چيو وڃي ٿو. کوٽائيءَ ۾ مسٽر ڪول کي ۸۵ چورس فوٽن جون ڪوٺيون ڏسڻ ۾ آيون، ۽ انهن ڪوٺين جون سرون ڪوهه جي سرن جهڙيون هيون".

کوٽائي وارن زيورن تي ماٿهن جا بت اڪريل هئا. مسٽر ڪول، ڪوٽ جي اندر هڪ جاءِ تي اونهون کوٽايو هو؛ ۽ مسٽر ڪزنس وري انهيءَ ساڳي جاءِ کي اڃا به وڌيڪ اونهون کوٽايو ته ڪيس ڪا خاص شيِ ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. مسٽر ڪزنس کي کوٽائيءَ ۾ ۱۸ × ۱۰½ × ۲½ انچن جون سرون ڏسڻ ۾ آيون.

جيڪڏهين قابل مصنف اڃا وڌيڪ ڪوشش ڪري ها، ته ڪيس جهرڪن جي شهر توڙي پسگردائيءَ بابت وڌيڪ معتبر احوال هٿ اچي سگهن ها. -نورمحمد پليجو

# سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

—"ياد رکڻ گهرجي ته دنيا ۾ جيڪو به مذهب آيو آهي، انهيءَ جو آخرين مقصد ۽ نشان آهي حق کي ڄاڻڻ ۽ حق جي پرستش ۽ پوڄا ڪرڻ. سڀڪو ماڻهو- پوءِ اهو ڪهڙي به فرقي جو هجي- حق جو طالب آهي. رڳو رواجن ۽ رسمن ۾ اختلاف آهي. ڪو مسجدن ۾ سجدا پيو ڏئي، ڪو ديول ۾ پوڄا پيو ڪري، ڪو نڪاڻن ۾ متو پيو ٽيڪي، ته ڪو وري آتشڪدي ۾ پنهنجي پاڻ کي حق جي ڳولا ۾ پيو پچائي: آخر ته سڀني جو نشان هڪ آهي! سمجهجي ڪٿي ته حق جي بارگاهه هڪڙي بادشاهه جي دربار جي محل وانگر آهي. ان کي گهڻي دروازا آهن، جي سڀ کليل آهن ۽ جن تي ڪو دربان به مقرر نه آهي، جو ڪنهن کي اچڻ کان روڪي؛ پوءِ سڀڪو سندس جيءُ چاهي ته ڪنهن به دروازي کان وڃي دربار ۾ شامل ٿئي- آخر ته سڀ انهيءَ حقيقي مالڪ وٽ پهچندا!

"ڪاشيءَ ڏي ڪي سيڪاين ٿا وڃن، ته اتي وڃي گنگا جي جَل سان پاڻ کي پوتر ۽ پاڪ ڪن، ۽ ڪجهه اتاهون ئي پنهنجي آڄ لاهين؛ پوءِ ڪي دکن کان اچن ٿا، ته ڪي اتر هندستان کان؛ ڪي اوله 'سنڌڙيءَ' کان ٿا وڃن، ته ڪي اوڀارون پيا اچن؛ ڪي ريلن، موٽرن ۽ گاڏين ۾ سوار ٿي پيا وڃن، ته ڪي وري سڪ منجهارون پيرين پنڌ؛ ڪي ويجهاهين هنڌ کان ٿا اچن، ته ڪي ڏورانهان ڏيهه، ڏاکڻ تي چڙهي، ڏونگرن تان لتاڙيندا پيا وڃن- ۽ نيٺ وڃي درشن ڪري پاڻ کي اڳين گناهن کان پيا آجو ڪن: آخر ته سڀ پنهنجي منزل مقصود تي پهچن ٿا- ساڳيءَ طرح جي مڪّي وڃبو، يا جيرو سلم (بيت المقدس)، يا روم.

"آخر ته سڀڪو پنهنجي پنهنجي مقصد تي پهچڻ واسطي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ هرڪنهن جو آخرين نشان ساڳيو آهي؛ پوءِ فقط ٿورين ڳالهين تي پاڻ ۾ لڙي، فرقيبنديءَ جو شڪار ٿيڻ اجايو آهي. مگر خبر نه آهي ته انسان ڪڏهن اهي خيال ڇڏيندا، ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي سان ملي پاڻي وانگر هلندا! لڙاين ۽ خانہ جنگين مان ڪجهه به پراپت ٿي نه سگهندو؛ مگر يڪمشت ٿي رهڻ سان ڪجهه به حاصل ٿي سگهي ٿو."

[عبدالرزاق عبدالسلام جي ڪتاب "جهان آرا" جي صفحي ٦٠-٦١ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: محمد دائود بلوچ]

—" گهڻو ڪري ڏٺو ويو آهي ته انسان خوشگوار موسم، تازن فصلن، ڪامياب محبت، مٿاهين درجي ۽ اڻکٽ دولت کي حاصل ڪرڻ جي فڪرن ۾ گم رهي ٿو. ڪي تمام ٿورا انسان اهڙا آهن، جي علم ۽ ادب جي تلاش ۾ پاڻ پتوڙين ٿا. ادب انسان جي بهترين ايجادن مان هڪ آهي. جيڪڏهن ائين چئجي ته ادب لئي دنيا جو هڪ اهڙو واحد ذريعو آهي، جنهن جي پڙهڻ سان اسان ماضي جي تجربن، حال جي واقعن ۽ مستقبل جي انديشن کان واقف ٿي، سڀڪجهه حاصل ڪري، انساني زندگيءَ کي وڌيڪ دلچسپ ۽ رنگين بنائي سگهون ٿا، ته اهو بيجا نه ٿيندو. سچ ته ڪتاب ئي زندگيءَ جا بهترين ساٿي آهن: ڏسڻ ۾ ته ڪيترا گونگا، ٻوڙا، انڌا، منڊا، ۽ بيجان آهن، مگر اکين ۽ اکرن وارن لاءِ منجهن جان آهي، ساهه آهن؛ سڏڪا آهن، ٽهڪ آهن؛ ننڊون آهن، اوجاڳا آهن؛ زندگيءَ جون لاهيون آهن، چاڙهيون آهن: ٿوري ۾ چئجي ته ڪتابن ۾ انسان، ۽ انسان پنهنجي خوبين ۽ ڪمزورين سان لڪل ۽ ظاهر آهي. ۽ ادب اهو آهي، جنهن جو انساني زندگيءَ سان چولي ۽ دامن وانگر لاڳاپو آهي؛ جنهن ۾ وقت جا انداز ۽ ماحول جا اشارا آهن."

[تاج صحرائيءَ جي ڪتاب "سر سارنگ" تان ورتل؛
چونڊ ڪندڙ: سيد فيروز احمد شاهه بوبڪ]

—"شعر ۽ شاعر جو مقصد اهوئي هئڻ گهرجي ته هو انهن لئي جذبن جي ترجماني ڪري، جيڪي دنيا کي ترقيءَ جي راهه ڏيکاريندا هجن؛ انهن جذبن تي لفرين ڪري، جيڪي دنيا کي اڳيان وڌڻ کان روڪيندا هجن؛ ۽ اهو انداز بيان اختيار ڪري، جيڪو گهڻن کان گهڻن ماڻهن جي سمجهه ۾ اچي سگهندو هجي: چالاءِ جو، بهرحال، زندگي جو مقصد پڻ اهوئي آهي ته وڌيڪ کان وڌيڪ ماڻهن جو، وڌيڪ کان وڌيڪ ڀلو ٿي سگهي.

"شعر ۽ شاعر جو ٻهريون فرض اهوئي هئڻ گهرجي ته دنيا مان قوم، وطن، رنگ، نسل ۽ مذهب جي تفريق کي مٽائڻ جي تلقين ڪري، ۽ انهيءَ جماعت جو ترجمان هجي، جا انهيءَ نصب العين کي پيش رکندي هجي، ۽ عملي اقدام ڪندڙ هجي.

"انهن شاعرن جا شعر پڙهو، ۽ مک وانگي منهن مٽو پنيو، جيڪي، جڏهين ملڪ جي قسمت جو فيصلو ٿي رهيو هجي، يا ملڪ ۽ ملت ظلمات ۾ هٿوراڙيون ڏيندڙ هجن، تڏهين اهي حضرات، ٽڪرپور چڙائڻ ۽ پنهنجا پيٽ ڀرڻ جي خيال کان سواءِ، ٻيو ڪجهه به سوچي نٿا سگهن؛ ۽ جيڪڏهين ڪجهه سوچين ٿا، تڏهين به اهڙن بزدلانه ۽ رجعت پسندانه طريقن سان، جيڪي زندگيءَ، انسانيت توڙي شاعريءَ لاءِ شرم جو باعث هجن!

"ڪنهن اديب يا شاعر جو ڪم فقط اتي ئي پورو ٿي نٿو وڃي ته هڪ حقيقت پسند جي حيثيت ۾ جيڪي ڪجهه هو ڏسي ٿو، سوئي لکي ٿو: بلڪ هو جنهن نموني سان محسوس ڪري ٿو- ته هيئن هئڻ گهرجي- ان جو به اظهار ڪري.

"شاعري هڪ اهو آئينو آهي، جنهن ۾ ڪنهن قوم جي صورت منعڪس رهي ٿي. انهيءَ آئيني جون تصويرون پائدار ٿين ٿيون. هر شي، هر واقعي، هر حالت جو دلچسپيءَ سان مطالعو ڪرڻ، ان جا مخصوص، مخفي ۽ دلڪش راز دريافت ڪرڻ، انهيءَ جي ظاهر ۽ باطن، حرڪت ۽ سڪون، زير ۽ بم، نشيب ۽ فراز، رنگ ۽ بو، ڪيف ۽ ڪم ڪان متاثر ۽ هم آهنگ ٿيڻ، 'شعريت' آهي."

["ديوان قليچ" جي مقدمي تان ورتل؛
چونڊيندڙ: شيام سندر، سکر سنڌ]

- "پست پيل قوم جي ڪهڙي ڳالهه ڪري ڪهڙي ڪجي! ڪن غريب ۽ جاهل مائٽن لاءِ ته نياڻيون دولت جو ذريعو بڻجيو پيون: پوءِ اهڙا ڪلور ڪندا جو توبهه نعوذ باالله: شريف ۽ مجبورِ مائيءَ وارو، جي مناسب رقم به ڏيندو ته اتي پنهنجي نياڻي نه ڏيندا؛ باقي ڪو بدچال ۽ بيسمجهه پيسن جي جهول ڀري ڏيندن، ته نه ڏسندس عمر ۽ نه جاچيندس اطوار ۽ افعال. ههڙا به آهن ڪي حضرت 'ماءُ-پيءُ'، جن جي محبت چانديءَ جي چمڪي ۽ سون جي سڪي سان ته آهي، پر پنهنجي جگرگوشن ۽ ساهه جي سائين سان نه!"

[بيگم بادام "ناتوان" جي ڪتاب "خوش خصلت خاتون"
تان ورتل؛ چونڊيندڙ: غلام فاطمه "گل"، حيدرآباد سنڌ]

- "اسان جي قوم جو وڏو حصو جاهل آهي، جنهنڪري انهن ۾ نه سياسي بيداري آهي، نه صحيح معنيٰ ۾ سياسي شعور آهي: پنهنجي ملڪ جي بيروني ۽ اندروني معاملات ڪان بيخبر، دنيا ۽ ان جي جدا جدا قومن جي موجوده حالتن ڪان ناواقف-هو مصيبت ۽ ذلت ۾ ڦاٿل، رنج ۽ اندوهه ۾ مبتلا آهن؛ هو ٿڙين ۽ ٿڪن ٿا، مصيبت جي گرداب ۾ قابو آهن؛ ليڪن راهه نجات ڪان بيخبر آهن. هرهڪ ليڊر خود غرضيءَ ۽ خويش پروريءَ ۾ مبتلا آهي؛ هرهڪ آفيسر رشوت ستانيءَ ۾ محو آهي. عوام، پنهنجيءَ جهالت ۽ اڻڄاڻائيءَ ڪري، صحيح انتخاب ڪرڻ ڪان قاصر آهي: موجوده نازڪ حالت، غلط ليڊرشپ جو نتيجو آهي.

"مگر، اسان کي ياد رکڻ گهرجي ته اسان مان هرهڪ جي فنا ۽ بقا، عزت ۽ ذلت، اسان جي قوم جي عزت يا ذلت ۽ فنا يا بقا سان وابسته آهي. انفراديت ۾ مبتلا ٿيڻ سان، پنهنجي ۽ قوم جي تباهي آئيندا سين. اسان مان هرهڪ جي خوشحالي ۽ بهبودي، قوم ۽ ملت جي خوشحاليءَ ۽ بهبوديءَ سان آهي. تنهنڪري، جيڪي اسان جا ليڊر برسر اقتدار آهن، سي پنهنجي ۽ پنهنجي قوم جي مفاد کي مدنظر رکي، عوام ۾ 'تعليم' پيدا ڪن، ۽ پنهنجي قوم ۽ ملت جي عزت کي وڌائين-تان ته اسان جو ملڪ دنيا جي ملڪن ۾ ڪا مانائتي جڳهه والاري."

[بيگم بادام "ناتوان" جي ڪتاب "خوش خصلت خاتون"
تان ورتل؛ چونڊيندڙ: غلام فاطمه "گل"، حيدرآباد سنڌ]

# سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا

> سنڌي ٻوليءَ بابت اختر رضوي صاحب جو هي مضمون، لاهور جي هفتيوار اردو رسالي "ليل و نهار" ۾ شايع ٿيو آهي. هت اسين ان جو ترجمو "مهراڻ" جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون. —ادارو

## سنڌي زبان

سنڌي ٻولي اسان جي ملڪ جي قديم‌ترين ٻولين مان هڪ آهي. گذريل پنج هزار سالن کان هيءَ ٻولي ڪيترين ئي مختلف تهذيبن ۽ ٻولين جي اڪيچار اثرن جو مقابلو ڪندي پئي آئي آهي. گهڻائي دفعا هن جو رنگ روپ بدليو آهي، پر هر دَور ۾ هيءَ زبان نه رڳو پنهنجي انفراديت کي قائم رکندي آئي آهي، بلڪ هن جي پنهنجي خزاني ۾ قيمتي واڌارا به ٿيا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي رسم‌الخط ۾ باونجاهه اکر آهن، ۽ اٽڪل ڏيڍ لک کان به وڌيڪ لفظن تي پکڙيل آهي.

انساني نسل جي تاريخ ۾ مصري، بابلي ۽ عراقي تهذيبن وانگي، سنڌو ماٿريءَ جي قديم تهذيب کي به وڏي اهميت حاصل آهي. هي قديم علائقو، سامي ۽ آريائي قومن جي هجرتن، تهذيبن ۽ ٻولين جو مرڪز رهيو آهي. موئن جي دڙي مان سامي عهد جون جيڪي نشانيون هٿ آيون آهن، تن مان اُن دور جي تهذيب ۽ زبان جي باري ۾ گهڻو ڪجهه معلوم ٿئي ٿو. انهن نادر ۽ ناياب شين ۾ اهي ڪتبا ۽ مهرون وڏي اهميت رکن ٿيون، جن تي سڀ کان آڳاٽي سنڌي ٻوليءَ جون ڪجهه لکيتون اُڪريل آهن. اهي لکيتون اڃا تائين پڙهي نه سگهيون ويون آهن، ۽ انهن جو موجوده سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي رسم‌الخط سان ڪو به تعلق نظر نٿو اچي؛ پر قديم سامي ۽ آريائي ٻولين جا گهڻ جيترا لفظ هاڻوڪي سنڌي ٻوليءَ ۾ اڄ به جيئن جا تيئن موجود آهن، تنهن مان اهو اندازو ڪيو وڃي ٿو ته هيءَ انهيءَ ئي قديم ٻوليءَ جي سڌريل صورت آهي—شايد اهوئي سبب آهي جو قديم‌ترين انڊو-آرين ٻولين ۾، سنڌيءَ کي 'سنسڪرت جي وڏي ڀيڻ' چيو وڃي ٿو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته سامي ۽ آريائي ٻولين جي گڏيل خزانن مان مالا مال ٿيڻ کان پوءِ، سنڌو ماٿريءَ ۾ رلي ملي وڃڻ وارن ايرانين، سامانين، يونانين، پارٿو-رشين، ۽ آخر ۾ عربن کان، سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت جي مقابلي ۾، خالص ايراني، آريائي، دادري، يوناني، پالي،

پراڪرت، قديم پهلوي ۽ عربي ٻولين کان قيمتي سرمايي حاصل ڪرڻ جا وڏيڪ موقعا مليا آهن.

سنڌيءَ جي سڀ کان آڳاٽي لپي ڪهڙي هئي، سا ڳالهه اڃا تائين تحقيق طلب آهي؛ البت موئن جي دڙي وارن ڪتبن ۽ مهرن جي لکتين مان ماهرن اهو اندازو لڳايو آهي ته ان وقت هيءَ ٻولي ڪابه کان ساڄي لکي ويندي هئي. ممڪن آهي ته اڳتي هلي ڪنهن دور ۾ هيءَ ٻولي 'ديوناگري' لپيءَ ۾ لکجڻ لڳي هجي، پر اٽڪل هڪ هزار سالن کان اڳ جڏهن عرب هن ملڪ ۾ آيا، ته انهن سنڌيءَ کي عربي رسم الخط جو لباس پهرايو، ۽ تڏهن کان وٺي اڄ تائين هيءَ ٻولي عربي لپيءَ ۾ لکي ويندي آهي. پنهنجي حڪومتي دور ۾، عربن سنڌيءَ کي ترقي ڏيڻ جي بيحد ڪوشش ڪئي، ۽ ان کي عربيءَ جي برابر درجو ڏنو ويو. قرآن شريف جو سڀ کان پهريون ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيو هو. سنڌي شعر و ادب جي به عربن گهڻيءَ فراخدليءَ سان همت افزائي ڪئي. سنڌي قصيدا پڙهڻ تي دربار خلافت مان شاعرن کي وڏن انعامن سان نوازيو ويندو هو. عربن جي ٿي دور حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ ايتري ترقي ڪري چڪي هئي، جو اسمن جا ڀاڱيوار تفصيلات رائج ٿي چڪا هئا. هر شيءِ ۽ ان جي مختلف حصن جا ڪيترا ئي مقامي نالا ٻوليءَ ۾ شامل ٿي چڪا هئا. مثال طور، سنڌيءَ ۾ اُٺن، گهوڙن ۽ چوپائي مال مان هر هڪ جانور جا، ان جي عمر، رنگ ۽ نسل پٽاندر، الڳ الڳ ڪيترائي نالا آهن؛ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پيدا ٿيندڙ هر هڪ قسم جي گاهن ۽ وَلين، گلن ۽ ٻڻن، وڻن ۽ ٻوٽن مان هر هڪ جا، ان جي بناوت ۽ حيثيت مطابق، ڪئين نالا آهن.

قديم ۽ اهم بين الاقوامي ٻولين سان وهنوار هجڻ سبب، سنڌي ٻوليءَ ۾ نه رڳو لفظن جا ئي عظيم ذخيرا موجود آهن، بلڪ ان جي گرامر ۾ به ايتري وسعت، لچڪ، ۽ جدت جي گنجائش آهي، جو لسانيات جا مشهور ماهر ڪپتان اسٽيڪ، ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ ميجر گريرسن به پنهنجين خاص تصنيفن ۾ ان تي بحث ڪري چڪا آهن. مثال لاءِ ڊاڪٽر ٽرمپ جو هي جملو ڪافي ٿيندو ته "سنڌي ٻوليءَ پنهنجي لاءِ گرامر جي اهڙي صورت اختيار ڪئي آهي، جو هوءَ پنهنجين سڀني انڊو-آريائي ڀينرن کان رس ۽ ميلاپ توڙي عملي خوبين ۾ گوءِ کڻي بيٺي آهي".

جدا جدا تلفظ ۽ محاورن جي لحاظ کان، سنڌي ٻوليءَ جون اٺ شاخون آهن — (١) وچولي، (٢) لاڙي، (٣) ٿراڊي، (٤) ڪوهستاني، (٥) ڪڇي، (٦) لاسي، (٧) ميمڻي، ۽ (٨) سرائڪي. انهن سڀني لهجن مطابق، سنڌي ڳالهائيندڙن جو تعداد پاڪستان ۾ بنگاليءَ کان پوءِ ٻئي نمبر تي آهي.

هندوستان جي ورهاڱي کان اڳ، سنڌيءَ کي سنڌ صوبي ۾ "علائقائي سرڪاري زبان" جي حيثيت حاصل هئي: سڀني سرڪاري آفيسن، ڪورٽن ۽ اسيمبليءَ ۾ انگريزيءَ سان گڏ

سنڌي ٻوليءَ جو استعمال عام هو؛ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ به هيءَ ٻولي تعليمي ذريعي جي حيثيت رکندڙ هئي. مقامي باشندن جي جذبن ۽ احساسن، ۽ انساني حقن جو احترام رکندي، انگريزن به سنڌي ٻوليءَ کي ترقي ڏيڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. انگريزن جي دور ۾ ئي سنڌيءَ جو باقاعدي گرامر، ٽائيپ ۽ ڇاپخانا تيار ٿيا، تصنيف و تاليف جو زور وڌيو، ۽ اخبارن ۽ رسالن کي ترقي ڪرڻ جا موقعا مليا. سنڌي لهجي مطابق، عربي رسم الخط جن آچارن کي ادا ڪرڻ کان قاصر هو، ۽ جنهنڪري هر وقت لکڻ پڙهڻ ۾ غلطيون ٿينديون ٿي رهيون، انگريزي دور حڪومت ۾ اهڙن آچارن لاءِ عربيءَ جي اکرن ۾، هيٺ ۽ مٿي، مختلف قسم جا نقطا ڏئي، سنڌيءَ جي خاص لهجي وارن نون اکرن جو اضافو ڪيو ويو- ۽ اهڙيءَ طرح لکڻ پڙهڻ جي لحاظ کان سنڌي ٻولي هڪ مڪمل زبان بنجي وئي. سنڌي ٻوليءَ شاهه، سچل، مخدوم هاشم، حمل ۽ سامي وغيره کان به علم جو وڏو فيض پرايو.

پاڪستان بنجڻ کان پوءِ، اهل سنڌ کي اهائي توقع هئي ته هائي هو پنهنجي مادري زبان کي دنيا جي ٻين ترقي يافته ٻولين جي قطار ۾ بيهڻ جوڳي بنائي سگهندا؛ ليڪن ...... اڄ جڏهن ڪراچي يونيورسٽي پنهنجا امتحاني پيپر سنڌي ٻوليءَ ۾ حل ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري چڪي آهي؛ ڪراچيءَ جي هائي اسڪولن مان سنڌي ٻوليءَ کي خارج ڪيو پيو وڃي؛ وڌيڪ نوان اسڪول کولڻ بدران ڪراچيءَ جا ڪيترائي سنڌي اسڪول ختم ڪري ڇڏيا ويا آهن؛ سنڌ جي هر ريلوي اسٽيشن جو نالو ۽ گاڏين جو ٽائيم ٽيبل سنڌيءَ بدران اردو ۾ نظر اچي ٿو؛ ڪورٽن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو هلندڙ واهپو ختم ڪيو پيو وڃي؛ سنڌي زبان کي ترقي ڏيارڻ جي اسڪيمن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ گهربل ۽ واجبي گرانٽون يا امداد ڏيڻ کان ٽاريو پيو وڃي، - ته اهڙيءَ حالت ۾ سنڌ جا سڄاڻ پنهنجيءَ ٻوليءَ جي آئيندي کان مايوس ناهن، البت ان جي ترقيءَ جي رفتار جي باري ۾ فڪرمند ضرور آهن. ٻئي طرف، ڪيتري وقت کان وٺي سنڌ جو هر ادبي، سياسي ۽ علمي پليٽفارم؛ موسيقي ۽ فنون لطيفه جي هر مجلس؛ هر سياسي، ادبي ۽ سماجي ڪارڪن؛ ۽ انهن سڀني سان گڏ، هر اخبار ۽ هر رسالو يڪراءِ اهوئي مطالبو دهرائي رهيو آهي ته

> "سنڌي ٻوليءَ کي ملڪ جي هڪ 'قومي (سرڪاري) زبان' جي حيثيت سان تسليم ڪيو وڃي؛ ان جي ترقيءَ جي واٽ ۾ ڪنڊا نه پوکيا وڃن، ۽ سنڌين کي سندن مادري ٻوليءَ، سنڌيءَ ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي!"

موهن ڪلپنا

# ايشائي اديبن جي ڪانفرنس، ۽ سنڌي ڊيليگيشن

["مهراڻ" جي گڏيل پرچي (۴/۱۹۵٦ع) ۾، تازو ۲۳ کان ۲۸ ڊسمبر۵٦ع تائين دهليءَ ۾ ٿي گذريل ٻهرين "ايشائي اديبن جي ڪانفرنس" بابت هڪ مفصل مضمون اچي چڪو آهي؛ پر ان ۾ جنهن ڳالهه جي کوٽ آهي، سا آهي سنڌي ڊيليگيشن جي ان ڪانفرنس ۾ ورتل ڀاڱي جو سربستو احوال. سڀ ڄاڻن ٿا ته سنڌين ڀاڱو ورتو- پر ڪيو ڇا؟ جيئن ته اهو اسان جي ادبي تاريخ جو هڪ اهم ورق آهي، ان ڪري ضروري آهي ته ان جا اکين ڏٺا تاثرات، سنڌي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيا وڃن. اڄ ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ۾ سنڌي ڊيليگيشن (جنهن جي هڪ رڪن هجڻ جو فخر مون کي به حاصل آهي) جي سرگرمين بابت ڪي دلچسپ واقعا پيش ڪريان ٿو.- موهن]

ڪانفرنس واري ڏينهن کان هڪڙو ڏينهن اڳ پارٽي ليکڪن جي گڏجاڻي ٿي، جتي ڪانفرنس لاءِ ڪارڪنن جي ڪم ڪرڻ جي طريقي وغيره بابت سوچ ويچار ڪيو ويو. جيئن ته ٻاهر جي ملڪن مان ايندڙ نمائندن جو تعداد سوا سَو هو، ان ڪري فيصلو ڪيو ويو ته ڀارت مان به صرف سوا سَو نمائندا (Speaking delegates) چونڊيا وڃن. ڪل اڍائي سو ڀارتي ليکڪن ڪانفرنس ۾ ڀاڱو ورتو. انهن ۾ ڪل سورهن ٻولين جا نمائندا شامل هئا، جن مان چوڏهن ٻوليون تسليم ٿيل هيون، باقي ٻه ٻوليون هيون "سنڌي" ۽ "راجستاني".

راجستاني ٻوليءَ جا ليکڪ، ڪنهن ڊيليگيشن جي روپ ۾ نه آيا هئا. ڇاڪاڻ ته راجستاني ٻولي تسليم ٿيل ڪانه هئي، ان ڪري ان جي ليکڪن تي ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏنو ويو. ٻولي ته اسان جي به تسليم ٿيل ڪانه هئي، پر "ايشين سيڪريٽريٽ" سنڌي ليکڪن کي نظرانداز ان ڪري نه ڪري سگهي، جو سنڌي ليکڪ البت منظم ٿي ڪم ڪندا رهيا آهن.

ڪانفرنس ۾ جڏهن هرڪنهن ڊيليگيشن پنهنجي نمائندن جي فهرست ڏني، تڏهن ڊزن کن سنڌي ليکڪن ۽ انهن جي اڳوان جا نالا ٻڌي، هڪ راجستاني ليکڪ سوال اٿاريو ته "سنڌي ٻولي تسليم به ڪونه ٿيل آهي، پوءِ به ان کي ڊيليگيشن ڏاهڻ جو حق ڇو ڏنو ويو آهي؟ اسان جو تعداد به ڪروڙ آهي، پوءِ به اسان جي ٻولي تسليم نه ڪئي وئي آهي! سنڌين کي اهو موقعو ڇو؟" تڏهن ڪانفرنس جي صدر، همايون ڪبير، کيس ٻڌايو ته راجستاني ٻوليءَ

کي هندي ٻوليءَ جو هڪ قسم ليکيو وڃي ٿو، ان ڪري ان کي تسليم وغيره ڪرڻ جو سوال نٿو اٿي. ٻر ٻوءِ ٿوري بحث مباحثي بعد، راجستاني ليکڪن کي ٻه پنهنجو ڊيليگيشن ٺاهڻ ۽ ان جو اڳوان مقرر ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويو.

سنڌي ڊيليگيشن ۾ هيٺيان ليکڪ شامل هئا: (١) پروفيسر منگهارام ملڪاڻي (اڳواڻ)، (٢) پرسرام ”ضيا“، (٣) پروفيسر ارجن ”شاد“، (٤) آتم، (٥) شريمتي سندري آتمچنداڻي، (٦) موتي پرڪاش، (٧) شريمتي ڪلا پرڪاش، (٨) جيوت جوت، (٩) موهن گيهاڻي، (١٠) هري ٻنڪج، (١١) پروفيسر لڪاڻي، (١٢) پروفيسر واسواڻي، ۽ (١٣) موهن ڪلپنا.

ڪانفرنس ۾ جن ٻين سنڌي اديبن هڪ اڌ ڏينهن بهرو ورتو، تن ۾ پروفيسر رام پنجواڻي، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، نارايڻ شيام، حشو ڪيولراماڻي، پرسرام وليچا، ڪرموير آهوجا، ڪماري سرسوتي، ۽ شري گرسهاڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

* * * *

”پارٽي سيپتا ۾ ٻين ٻولين جي ڪهڙين سيپتائن ڀاڱ ورتو آهي“- ان موضوع تي سنڌي ڊيليگيشن جي قابل اڳوان پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ جي مختصر تقرير، ڪيترن پارٽي ليکڪن کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو ته سنڌي ٻولي ڪا ايتريقدر قديم ۽ وسيع آهي! ”سنڌو“ جو نالو ٻڌي، هڪ بنگالي شاعر جو من چنچل ٿي اٿيو: هن بروقت بنگاليءَ ۾ سنڌونديءَ تي هڪ بنگالي ڪويتا ٻڌائي. اتي هڪ پنجابيءَ وري هڪ پنجابي ڪويتا ٻڌائي. ان بعد هڪ ٻئي شاعر ٻڻ پاڻ ملهايو. اهڙيءَ طرح، ٿوري وقت لاءِ ڄڻ هڪ انترجاتي مشاعرو شروع ٿي ويو!

* * * *

”ساپرو هائوس“ ۾ ”سنڌو سماج“ طرفان سنڌي ڪلچرل پروگرام هلي رهيو هو. هڪ ڪنڊ ۾ سنڌيت تي بحث ڇڙي پيو-

ڊاڪٽر چوئٿرام پڇيو: ”ليکن اها ’سنڌيت‘ آهي ڇا؟“

”ڊاڪٽر صاحب، هي لاڏو ٻڏو ٿا،- اها اٿوَ سنڌيت!“ اتم چيو.

”پر اهي لاڏا سنڌ ۾ ڪٿي هئا؟“

”سنڌ ۾ ٿي ته هئا- سنڌ صرف توهان ۽ اسان جي گهرن تائين محدود ڪانه هئي!“

* * * *

راشٽرپتي ڀون ۾ سڀ ليکڪ هڪ ٻئي ۾ سمائجي وڃڻ، طعام کائڻ ۽ فوٽا ڪڍائڻ ۾ مشغول هئا. هڪ ڪنڊ ۾ ڊاڪٽر ملڪراج آننڊ، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ ۽ پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي راشٽرپتي راجن بابوءَ سان واقفيت ٿي ڪرائي. پروفيسر ملڪاڻيءَ هيڏانهن هوڏانهن نهاري ڪنهن فوٽوگرافر جي ڪوج ڪئي هجي، ائين ڪونهي: اهڙي اچا آسپاوبڪ هئي، ائين

۽ ڪونهي: ۽ جنهن جي من ۾ بس هڪئي ڳالهه هجي، اهو، ان کي ظاهر ڪرڻ جو موقعو پائيندي، هيڏانهن هوڏانهن نهاري ۽ ڪيئن ٿو سگهي؟ ملڪاڻي صاحب، راڄن بابوءَ جي منهن ۾ نظر ڇمائي، ڏڍرج سان سوال ڪيو: ”شري پرڌان، ڏسو اسان جي سنڌي ٻوليءَ کي تسليم نه ڪيو ويو آهي!“

راڄن بابوءَ پنهنجو سمورو ڌيان ملڪاڻي صاحب ۾ کپايو.

”توهين نه ڄاڻندا ئي هوندا نه سنڌي ٻوليءَ کي اوچ ڪوئيءَ جو ساهت......“

۽ راڄن بابوءَ ڪنڌ لوڏي مُرڪي ڏنو.

*　　　*　　　*　　　*

”ساپرو هائوس“ جي اسٽيج تي شريمتي موهني هڪ سنڌي گيت ڳائي رهي هئي. گيت جو ڪوي، ارجن ”شاد“، سندس پاسي ۾ منڪي تي هٿ ملائي رهيو هو. گيت ۾ هڪ ڇهندڙ تاثير هو—

”دلدار وطن، توسان آهه پرڻ:
جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لولي،
اها زنده رکندس ٻولي!“

هوئن شايد اکين ۾ آنسون نه به اچن ها، جيڪڏهن ٻوليءَ اڳيان زندگي ۽ موت جو سوال نه هجي ها. اڄ جڏهن اسان جي ٻولي تسليم ٿيل نه آهي، جڏهن ان اڳيان زندگي ۽ موت جو سوال اچي ويو آهي، تڏهن هن صدا سان سيني جون دليون ڪيئن نه جوش سان پرجي اچن؟

”منهنجي دل جي صدا ڪوئي ڪيئن ٻڌي،
وڃي مون ڪان زبان جي ڪوئي کسي؟
هن پنهنجي سگهاريءَ سنڌيءَ تان،
مان ناڻءَ ستم جو متائيندس!
مان ياد رکان سا ڏولي،
جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لوڙي...!“

ستم!...... ها، ۽ افسوس جو اهو ستم وري ڪي پنهنجا ئي ڪري رهيا آهن! ڄاڻائيءَ وچان يا اڻڄاڻائيءَ وچان—ستم نه ڪري ئي رهيا آهن. چون ٿا، ’سنڌي ٻولي نه تسليم ٿيڻ گهرجي، نه ٿي سگهندي؛ سنڌين کي ٻين ۾ جذب ٿيڻ گهرجي!‘ اهي سانهو ٻوءِ اشارا ڪري چوندا آهن، ’ڏسو هيتي سنڌي ٻولي نئي پاڙهي وڃي، ۽ هتي سنڌيءَ جو رواج پيو ٻوي—اها شروعات آهي ٻين ۾ جذب ٿيڻ جي‘. يعني ته هڪ ننڍيءَ چوڪ جو مثال ڏيئي، هڪ وڏيءَ چوڪ جو آدرش پڌايو ٿو وڃي: هو ’خاتمي‘ جي شروعات تي ماتم نه، هولي ملهائڻ چاهين ٿا! ڇو؟ ڇو نه هنن پنهنجي اندر جهاتي نه پاتي آهي؛ ڇو نه هو

ٻيءَ ٻوليءَ ۾ سوچڻ سمجهڻ ۾ فخر ٿا ڄاڻن. پر، ٻيءَ ٻوليءَ وارن ڪان جي ڇڄيو وڃي، ته هو اهڙن ماڻهن تي خوش نه ٿيندا - ڇو ته جيڪي پنهنجي اصليت قائم رکي نه سگهندا، سي ٻين جي ڇا خاڪ شيوا ڪري سگهندا؟ ليڪن، ڪوءِ سنڌين جي آتما کي پڪڙيو هو:

"جنهن ۾ مارئيءَ جي تصوير لڪل،
جنهن ۾ آهه وطن جي اڪير لڪل:
مون کي پيارو شاهه جو ورثو آ،
جند جان سنڌيءَ تان گهولي!
جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لولي،
اها زنده رکندس ٻولي......!"

ڀارت جي راڄڌاني دهليءَ جي ساهرو هائوس ۾ سنڌيت جي انهيءَ للڪار، سڀني پنهنجن ڀراون کي سنڌيءَ جي روشن آئيندي کان واقف ڪري ڇڏيو.

* * * *

ڪانفرنس ۾ روسي شاعر ۽ ناول نويس مسٽر سيمناف سان گڏجڻ ٿيو. سڄي ملاقات روسي استري انٽرپريٽر (ترجمان) معرفت ٿي. پڇيومانس، "توهان جي سوويت ملڪن ۾ ڪل گهڻيون ٻوليون آهن؟"

"سٺ."

"سڀئي تسليم ٿيل؟"

عجب وچان چيائين، "ها، ڇو؟"

"ڀلا اهو ٻڌائڻ چاهيندا ته ان ٻوليءَ جو ڪهڙو نالو آهي، جنهن جا ٿوري ۾ ٿورا ڳالهائيندڙ آهن؟"

"'اڊگي'، جنهن جي ڳالهائيندڙن جو تعداد ٽي چار هزار مس آهي."

"پوءِ آن ٻوليءَ کي ڪيئن تسليم ڪيو ويو آهي، جنهن جا ڳالهائيندڙ صرف ٽي چار هزار آهن؟"

وائڙو ٿي ويو! چيائين: "ڇو ته ان ٻوليءَ جي ليکڪن کي ماڻرن ان ٻوليءَ ۾ لوليون ڏنيون آهن؛ ان ٻوليءَ کي پنهنجو ساهت آهي: هر ٻوليءَ ۽ ان جي ساهت جو خيال رکڻ کهرجي؛ ان جي ليکڪن کي همٿائڻ کهرجي".

تڏهن مون کيس چيو ته "تون اهو سڀ مون کي منهنجي ڊائريءَ ۾ لکي ڏي، جيئن ان ڳالهه کي ڪٺي اسين پنهنجي ٻوليءَ کي تسليم ڪرائڻ ۾ سٺو مثال ڏيئي سگهون".

هن مُرڪي روسي استريءَ کي ڊائريءَ ۾ سنڌس لفظ لکڻ لاءِ چيو. روسي استريءَ وري به کيس ڏيان سان ٻڌو، ۽ پوءِ هوءَ آهستي آهستي اهو سڀ لکڻ لڳي. ٻچاڙيءَ جو ڪانٽس صحيح، پتو، وغيره ورتو. هن انگريزيءَ ۾ هيٺيان اکر لکيا:

-" In our country in the Far East, there is a small nation 'Udege'; there are only 3-4 thousands of those people. After the revolution, they created their own written language. The writer 'Yansi Kimonkd' who wrote in this language was by profession a hunder chairman of the collective farm. He wrote a novel, which later became very populor in the whole country.

"we consider that no matter how small is the people since it has its own language and wants to talk and write in this language, then this people have right to do so and all the other people, no matter how big they are, have to respect this right."

(اسان جي ملڪ ۾، مشرق بعيد ۾ "اُدگي" نالي هڪ ننڍڙي قوم آهي، جنهن جي ماڻهن جو تعداد فقط ٽي چار هزار کن ٿيندو. انقلاب کان پوءِ هنن پنهنجي ٻوليءَ جو رسم الخط ايجاد ڪيو. "يانسي ڪمند"، جنهن اُدگي ٻوليءَ ۾ تصنيفون ڪيون، سو هڪ سهڪاري ٻنيءَ جو چيئرمين هو. هن هڪ ناول لکيو، جنهن کي پوءِ سڄي ملڪ ۾ مقبوليت حاصل ٿي.

اسان وٽ اها ڳالهه مڃيل آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ڀلي ڪٿي ڪيترو ئي ٿورا ڇو نه هجن، پر جيڪڏهن هنن وٽ پنهنجي الڳ ٻولي آهي، ۽ هو ان ۾ ڳالهائڻ ۽ لکڻ پڙهڻ چاهين ٿا، ته ائين ڪرڻ لاءِ هنن کي هرڪو حق آهي: ٻيا سڀئي ماڻهو هنن جي انهيءَ حق جو احترام ڪرڻ لاءِ پابند آهن، پوءِ ڀلي ڪٿي اهي ڪيترو به گهڻي تعداد وارا ڇو نه هجن!)

*   *   *

برک پارٽي ليڪ ڊاڪٽر ڏرم ويرپارتي، ڪانفرنس ۾ سنڌي ڊيليگيشن جي زنده دل ۽ قابل اڳوان پروفيسر ملڪانيءَ جي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي اهميت تي ڪيل مختصر تقرير کان بيحد متاثر ٿيو. هن پنهنجا تاثرات هنن لفظن ۾ ظاهر ڪيا:

"ٻولي به ڪلا جو هڪ روپ آهي، جنهن وسيلي انسان پنهنجا آمنگ ۽ احساس ٻئي کي اپٽو ڪرائي ٿو. هر ٻوليءَ جي نه رڳو سنڀال ٿيڻ گهرجي، بلڪ آن جي ترقيءَ جا اسباب پڻ ميسر ٿيڻ گهرجن. سنڌي ليکڪن ۽ ترجمانن کي گهرجي ته هو پنهنجو سڄو ساهت ڀارت جي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪرائي ڇپائڻ جي ڪوشش ڪن: ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ ادبي ۽ ثقافتي تنظيم ڪن، جيئن هو ٻين ٻولين جي ليکڪن ۽ ڪلاڪارن کي پنهنجي ٻوليءَ ۽ ڪلچر جو پورو پورو روپ ڏيکاري سگهن، جئن ڀارت جا سڀ ليکڪ ۽ ڪلاڪار گڏجي سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪن.

مان تہ سنڌين سان آھيان ٿي: مون کي جيڪڏھن اوھين پنھنجون سڀئي ڪھاڻيون ترجمو ڪري يا ڪرائي موڪليندا تہ مان انھن کي ڇپائڻ جو پرٻنڌ ڪندس، ۽ ائين ٻہ سمجھندس تہ توھان مون کي مان ڏنو آھي".

ڪانفرنس ۾، اسان سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ان جي اھميت تي پروفيسر اجوائيءَ جي لکيل چوپڙي سڀني ڀارتي ليکڪن ۾ ورھائي ھئي. ڏرم وير ڀارتيءَ کي التجا ڪيم تہ ان کي ڌيان سان نظر مان ڪڍي، مون کي لکت ۾ پنھنجو زوردار رايو ڏئي. ٣ جنوري ١٩٥٧ع تي ھن الھ آباد مان ھڪ خط لکيو، جنھن ۾ ھن سنڌي ٻوليءَ بابت ٺٿين سر ھي رايو موڪليو آھي:

-"I do feel that a language like sindhi, which has a rich heritage and active and alive contemporary writers, should have a bright future, and Indian govt. should do what-so-ever it can for the recognisation of Sindhi language and literature, and give all proper encouragement and pretection to it."

(آءٌ محسوس ٿو ڪريان تہ سنڌيءَ جھڙي ٻولي، جنھن کي پنھنجو شاندار ورثو آھي، ۽ جنھن وٽ پنھنجا باعمل، بيدار ۽ غير معمولي قابليت وارا اديب موجود آھن، تنھن جو مستقبل روشن آھي; ڀارت سرڪار کي سنڌي ٻولي ۽ ادب کي تسليم ڪرڻ جي ڏس ۾، جيترو قدر ٿي سگھي، جوڳو تحرڪ وٺڻ کپي، ۽ ان جي حفاظت ۽ بھبوديءَ لاءِ پوري پوري ھمت افزائي ڪرڻ گھرجي.)

* * * *

شري ديويندر ستيارٿي، ھندي ادب ۾ يگاني جڳھ والاري ٿو. ھيءُ صاحب ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦھليل انيڪ جاتين جي لوڪ ساھت گڏ ڪرڻ لاءِ، جتي ڪٿي ڀٽڪندو رھيو آھي. ھن انيڪ معياري ڪتاب ٻہ لکيا آھن. آزاديءَ کان ڪجھہ ورھيہ اڳ سنڌ ۾ بہ سنڌ جو لوڪ ساھت گڏ ڪرڻ آيو ھو. ھن چيو:

"اھا نھايت افسوس جي ڳالھہ آھي، جو ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي تسليم نہ ڪيو ويو آھي. سنڌي ٻوليءَ کي، مان ڄاڻان ٿو، اوچ ڪوٽيءَ جو ساھت آھي، ۽ ان کي جيڪڏھن نظرانداز ڪيو ويو تہ اھا ڀارت جي ٻين جاتين جي بدقسمتي چئبي; ڇو جو ڀارت جا تمام اديب، سنڌي ٻوليءَ ۽ ساھت مان گھڻو ڪجھہ پائي پرائي سگھن ٿا. مان سنڌي ادبين سان ڪلھو ڪلھي ۾ ملھائي، سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪرائڻ لاءِ جدوجھد ڪرڻ واسطي ھردم تيار آھيان!"

* * * *

پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي، سنڌيءَ جو جھونو استاد اديب، سنڌي ٻولي تسليم ٿئي، ان جي مخالفت کان مشھور آھي- تنھن سان ان موضوع تي ٿوري ڏي-وٺ ٿي.

چيم: "مسٽر ملڪاڻي، ڪجهه وقت اڳ 'ٽائيمس آف انڊيا' ۾ اوهان جي آتم-ڪهاڻي پڙهيم. پڙهي خوشي ٿي، ۽ عجب به لڳو."

"خوشي ڇو ۽ عجب ڇو؟"

"خوشي ان ڪري جو آتم-ڪهاڻي هڪ سنڌيءَ جي هئي، ۽ عجب ان ڪري جو توهان سنڌي ساهت جي آئيندي مان نا اميد ٿي لڳا."

هن هڪ تکي نهار سان مون ڏانهن نهاريو.

چيم: "توهان جو خيال هو ته سنڌي ۾ ساهت پڙهندڙ ڪونهن: مان اميد ٿو رکان ته اوهين ان حقيقت کان ضرور واقف هوندا ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ساهت ڇپائيندڙ آهن ڪونه، ان ڪري توهان گانڌيجيءَ جا ڪي ڪتاب، جي توهان پاڻ ترجمو ڪيا آهن، ڇپائي نٿا سگهو. ڇا توهان جو اهو مطلب آهي ته سنڌيءَ ۾ گانڌيجيءَ کي پڙهندڙ ڪونهن؟"

"نه، اهو مطلب ڪونهي. اڃا تازو 'هندستان' وارن مون کي لکيو آهي ته مان کين گانڌيجيءَ جون مذهبي تصنيفون موڪليان."

"ته ڀوءِ توهين سنڌي ٻوليءَ جي تسليم ٿيڻ جي خلاف ڇو آهيو؟"

"خلاف آهيان؟ - مان خلاف آهيان! اهو توهان کي ڪنهن چيو؟"

مان خوش ٿي ويس.

هو چوندو رهيو: "سنڌي ٻولي تسليم ٿئي، مان ان جي خلاف ڪونه آهيان: سنڌي ٻولي 'سرڪاري ٻولي' ٿي نه سگهندي، ته اها ڪورٽن وغيره ۾ هلي نه سگهندي. سنڌي ليکڪ ساهتيه اڪاڊميءَ جي ڪاريه ڪرم ۾ ڀاڱي وٺي سگهن، سنڌين جو ريڊيو تي پروگرام اچي، سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ تي سرڪار ڌيان ڏئي: مان شروع کان اهو چاهيندو رهيو آهيان، ليڪن توهان ماڻهن جون تقاضائون وڏيون آهن، ان ڪري مان پاسو وٺي چپ ٿي ويو آهيان."

*　　　*　　　*　　　*

پاڪستان جي عظيم شاعر فيض احمد "فيض" کان پڇيو ويو ته "پاڪستان مان سنڌي ليکڪ ڇو نه آيا آهن؟" ٻڌايائين "هڪ ته خرچ گهڻو ٿي آيو، ٻيو پاسپورٽ ملڻ ۾ سهوليت نٿي ملي."

"ڀلا پاڪستان ۾ سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڇو نه ڪيو ويو آهي؟"

"اوهان کي خبر آهي ته پاڪستان ۾ گهڻيون ٻوليون تسليم ٿيل آهن؟"

"ها، ٻه- اڙدو ۽ بنگالي."

"غلط، اتي صرف انگريزي ٻولي تسليم ٿيل آهي!"

"ليڪن ......"

”ليڪن آرُدو ۽ بنگاليءَ کي سچيءَ معنيٰ ۾ تسليم ٿيڻ ۾ اڃا ويهه سال پيا آهن.“
”پوءِ سنڌي ٻوليءَ کي به اردو ۽ بنگاليءَ جيان تسليم ڪرائي ڇڏيو نه! - پوءِ ان کي سچيءَ معنيٰ ۾ تسليم ٿيڻ ۾ ڀلي پنجويهه سال لڳي وڃن.“

ڪلي چيائين، ”ضرور ٿيندي، وشواس رکو!“

* * * *

هندي ليکڪ ويربندر پانڊي ڳالهه ڪئي ته تمام ٿوري وقت اندر، هنديءَ ۾، سنڌ جي هڪ تاريخي ڪهاڻيءَ تي سندس هڪ ناول ”سنڌو سُتا“ (Daughter of Sind) ظاهر ٿيندو، جو اٽڪل ٽي سؤ صفحن جو هوندو.

* * * *

جدا جدا ملڪن جي سفارتخانن ايشيائي ليکڪن کي دعوتناما ڏي ڏنا: چين، نارٿ ويٽنام ۽ پارت طرفان ته کيل به ڏيکاريا ويا: پر سنڌي ڊيليگيشن ڪن پروگرامن ۾ شريڪ ٿي نه سگهيو، جو ساڳئي وقت اڪثر ڪئي نه ڪئي ڪو سنڌي پروگرام رکيل هو.

”سنڌو سماج“ وارن هندي ڀون ۾ خاص پروگرام رکيو، جتي مشاعرو، راڳ-رهاڻ ۽ پروفيسر ملڪانيءَ جي هڪ تقرير ٿي. شري پرسرام ”ضيا“، دهليءَ جي سنڌين ۾ ۽ بمبئيءَ جيان ڏاڍو مقبول ٿي ڏٺو. ڪيس اڪثر وري وري شعر پڙهڻ جي التجا ٿي ڪئي ويئي. موتي ”پرڪاش“ جي فوجي گيت ”هليا هلو“ ۽ ارجن ”شاد“ جي ”سوديءَ جو بل“، ’پرڪاش‘ ۽ ’شاد‘ کي به اتي چڱو مقبول ڪري ڇڏيو.

اجيت نگر ۽ مالابه نگر ۾ به ”سنڌي ادبي ڪلاس“ طرفان ادبي پروگرام رکيا ويا، جتي بمبئي ۽ دهليءَ جي اديبن وچ ۾ سڌي ميل ملاقات ٿي - ۽ ائين خط و ڪتابت جو سلسلو شروع ٿيو.

ڊاڪٽر چوئٿرام گدوانيءَ (پارليامينٽ ميمبر) ڊيليگيشن کي چانهه پارٽي ڏني، جتي سنڌي ٻوليءَ تي چڱو بحث هليو. ڊاڪٽر صاحب بنهه قنوطيت پسند ٿي لڳو: دليل نه هوندي به هوڏ تي بيٺو رهيو ته ’سنڌي ٻولي تسليم ٿي نه سگهندي‘ - ۽ بس! نارايڻ ”شيام“ ۽ پروفيسر لکانيءَ به ڊيليگيشن جي روٽي موڪلائي - ۽ ائين نوان پڪا سنبنڌ جوڙيا ويا.

* * * *

”پارٽي سيپتا ۾ ٻين ٻولين جي ڪهڙين سيپتائن ڀاڱو ورتو آهي“ - انهيءَ موضوع تي سنڌي ڊيليگيشن جي قابل اڳواڻ پروفيسر ملڪانيءَ جي تقرير، ادب ۾ هڪ تاريخي جڳهه رکندي. سندس تقرير جو تت هي آهي:

”هندي ٻولي ۽ هندي سڀيتا صرف هندو ڌرم ۽ هندو قوميت جي پيداش آهن؛ اردو گهڻو تڻو اسلام جي پيداش آهي؛ پر سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ سڀيتا ۾ ٻنهي ڌرمن ۽ قوميتن جو سنگم آهي. ۷۱۱ع تائين، هندو راجائن جي ڏينهن ۾، سنڌ اندر هندو سڀيتا ۽

سنسڪرت ساهت جو واهپو هو، ۽ برهمي، شاستري ۽ ديوناگري لپيون چالو هيون.
۷۱۱ع کان ۱۸۴۳ع تائين سنڌ، اسلامي تهذيب جي اثر هيٺ اچي، عربيءَ ۽ فارسيءَ جا هزارين اکر ۽ محاورا پنهنجي ٻوليءَ ۾ جذب ڪيا، ۽ لپي به عربي ڪيائين؛ رهڻي ڪرڻي ۽ رسمون رواج پڻ مسلم حاڪمن سان ٺراياين. سنڌ جو صوفي مت، ويدانت ۽ اسلام جو ميلاپ آهي. ۱۸۴۳ع کان ۱۹۴۷ع تائين، انگريزي يعني ڪرستاني تهذيب جو اثر سنڌ تي پيو؛ ۽ رهڻي ڪرڻي، خيالات ۽ ساهت سڀ مغربي اثر هيٺ اچي ويا. تنهنڪري، سنڌي سڀيتا ۽ ساهت ۾ فراخدلي آهي، جو ته اها هڪ شاخ سان نه ٽڪيل آهي، پر ٽن شاخن جي ميلاپ جو نتيجو آهي - يعني ته مرڪب تهذيب (Composite culture) آهي."

ملڪاڻي صاحب جي تقرير غضب جو اثر پيدا ڪيو. ان ٿي تقرير کي پٺيان هڪ بنگالي شاعر جو من چنچل ٿي آٿيو هو، جنهن بروقت سنڌ و نديءَ تي بنگالي ڪويتا پڙهي ڪانفرنس ۾ انترجاتي مشاعري جي شروعات ڪري ڇڏي.

* * * *

مختلف مسئلن کي ويچارڻ لاءِ، الڳ الڳ چار موضوع رٿيا ويا هئا، ۽ هر هڪ لاءِ هڪ خلاصي ڪميشن مقرر ڪيل هئي. سنڌين سان جيوت جوت "ثقافتي ڏي-وٺ ۽ متا سنا" واريءَ ڪميشن ۾، موهن گيهاڻيءَ "ثقافتي روايتون" واريءَ ڪميشن ۾، هري ٻنڪج ۽ موهن ڪلپنا "اديب ۽ سندس پيشو" واريءَ ڪميشن ۾، ۽ باقي ٻين "اديب ۽ آزادي" واريءَ ڪميشن ۾ ڀرو ورتو.

"اديب ۽ سندس پيشو" واريءَ ڪميشن ۾ هري ٻنڪج ۽ موهن ڪلپنا، پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري، هيٺيون ليٽر پيش ڪيو، جو اتي بحث هيٺ آيو:

"'اديب ۽ سندس پيشو' جي موضوع تي ڪيترن ايشيائي ليکڪن ڇگو ڪجھ ڳالهايو آهي. اسين صرف ايترو چاهيون ٿا ته ڪميشن طرفان نڪرندڙ رپورٽ ۾ اها ڳالهه آندي وڃي ته جيڪڏهن ڪنهن خاص ٻوليءَ جي ساهت کي پڙهڻ وارا هڪ کان وڌيڪ ملڪن ۾ آهن، ته اتي جون سرڪارون اُن ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ ساهت کي هڪ ٻئي جي ملڪ ۾ موڪلڻ جون سهوليتون ڏين. مثلاً، ڀارت ۽ پاڪستان ۾ ڇگوڻي بنگالي، پنجابي ۽ سنڌي ساهت نڪري ٿو، پر ساهت جي ڦهلاءَ جي سلسلي ۾ ٻنهي ملڪن جون سرڪارون اتي جي پبلشرن کي گهٽ سهڪار ٿيون ڏين.

"پر ڳالهه ته سنڌي ٻوليءَ کي، جنهن کي سٺو ساهت ۽ سٺا ليکڪ آهن، ٻنهي ملڪن (ڀارت ۽ پاڪستان) ۾ تسليم نه ڪيو ويو آهي - حالانڪ ٻنهي ۾ ڇگو معياري ساهت نڪري ٿو. ٻوليءَ جي تسليم نه هئڻ ڪري، ليکڪن جي پوري همت افزائي نٿي

ٿئي. هو ادبي چونڊيلن ۾ ٻهرو ونڊ کان محروم رهن ٿا. هوڏانهن جيئن ته ساهت جو ڦهلاءُ گهٽ آهي، ان ڪري پبلشر اڪثر گهاٽي ۾ رهن ٿا: ان سبب ليکڪن کي سندن رچنائن تي پورو اجورو نٿو ملي، تنهنڪري اسان وٽ پيشيور اديب پيدا ٿي نٿا سگهن. ڪميشن ان ڳالهه تي پڻ زور ڏني ته جنهن ٻوليءَ کي اوچ ڪوٽيءَ جو ساهت ۽ معياري ليکڪ آهن، ان ٻوليءَ کي تسليم ڪرڻ گهرجي."

ڪميشن جي ٻهرئين چيئرمن مسٽر هوتا (جپاني وفد جو اڳوان) ۽ ٻئي چيئرمن مسٽر بو. ٽيِن. ٻي. (برمي وفد جو اڳوان)، ۽ ٽن صلاحڪارن - شري راؤ (هندي ليکڪ)، ها. ها لي. (برمي ليکڪا) ۽ هڪ نيپالي ليکڪ - جي وچ ۾ ان ليئر تي بحث هليو. آخر ۾ انهن مجبوري ڏيکاري ته اسين اهي رايا رپورٽ ۾ آڻي نٿا سگهون - البت اسان جي توهان جي معاملن ۾ دلچسپي ۽ اوهان سان همدردي آهي.

جڏهن ڪميشن جي رپورٽ پڙهي وئي، تڏهن نه فقط ان ليئر جو ذڪر نه ڪيو ويو هو، بلڪ ان ۾ جيڪي رٿون يا صلاحون ڏنيون ويون هيون، تن جي قبول نه پوڻ جو ذڪر به نه ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ ان ڪميشن ۾ ٻي روسي شاعر ۽ ناول نويس مسٽر سيمناف سان ملاقات ڪئي ويئي، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. جپاني وفد جي ليڊر مسٽر هوتا سان به پوءِ خلاصي ملاقات ڪئيسون، جنهن ان ڳالهه تي عجب ظاهر ڪيو ته "جڏهن مون پڙهو ته ڀارت ۾ ڪل ٻه سؤ سٺ ٻوليون آهن، تڏهن منهنجي من ۾ اعوئي سوال اٿيو ته ايترين ٻولين هوندي، توهان پنهنجي وحدت (Unity) ڪيئن قائم رکي آهي!" برمي ليکڪا به ان ڳالهه تي عجب ظاهر ڪيو. ڪانئن الڳ سهڪار جي تقاضا ڪئي ويئي: جپاني ليڊر چيو ته "مان ان باري ۾ ڪجهه به ڳالهائي نٿو سگهان، جو ته اهو هڪ اهم ۽ گنڀير سوال آهي". روسي اڳوان "آدگي" جو مثال ڏنو. اوڀر پاڪستان جي بنگالي شاعر اطور رحمان چيو: "توهين سنڌي اسان جو مثال پنهنجي اڳيان رکو: پاڪستان ۾ جڏهن بنگالي ٻوليءَ کي تسليم نٿي ڪيو ويو، تڏهن اسان اهو نعرو هنيو ته 'Equal status for all languages of Pakistan!' (سڀني پاڪستاني ٻولين جو هڪ جهڙو درجو تسليم ڪريو!) - ۽ سڄيءَ دنيا ۾ ٻهريون دفعو ٻوليءَ جي سوال تي هڪ انقلاب ڪڙو ڪيو ويو، جنهن ۾ ڪن جوانن جان جي قرباني به ڏني!"

* * * *

"اديب ۽ آزادي" واريءَ ڪميشن ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ هڪ عالماڻي تقرير ڪئي. ان حقيقت کان شايد کي ادب دوست واقف نه هجن ته پروفيسر ملڪاڻيءَ وشو ساهت جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. هو هميشه غيرجانبدار ٿي رايو ڏيندو آهي. جنهن پنهنجي جيون جو گهڻو عرصو ادب جي خدمت، ۽ زندگي ۽ ان سان لاڳاپيل هر چيز جي گنڀير اڀياس ۾ خرچ ڪيو آهي، ان جي راءِ کي هڪ وڏو وزن آهي: ۽ ان ۾ به ڪو شڪ ڪونهي ته سندس راءِ کي هميشه مان ڏنو ويندو آهي. ملڪاڻي صاحب جو ڪجهه اتي ڳالهايو، ان جو تت هي آهي:

”ليک پنهنجون رچنائون اندر جي آتساهه ۽ ڪلپنا سان پيدا ڪري ٿو، تنهنڪري ڪي به ٻاهريون بندشون هن تي مڙهيون ته سندس جذبو مارجي ويندو: ليک کي جيڪڏهن پنهنجا اُمنگ ظاهر ڪرڻ جي پوري آزادي نه ڏني، ۽ منس کوبه دٻاءُ وجهبو ته ’فلاڻي موضوع تي لک، يا فلاڻي نموني ۾ لک‘ ته پوءِ هو تخليقي فنڪار نه رهندو، بلڪ ٻاهرين طاقت تي هلندڙ هڪ مشين بنجي ويندو. دٻاءَ جا ٻه نمونا ٿيندا آهن: هڪ سرڪار جو دٻاءُ، ۽ ٻيو سماج جو دٻاءُ. جنهن صورت ۾ ليک جو آخرين مقصد ئي آهي زندگيءَ کي خوشحال ۽ بهتر بنائڻ، تنهن صورت ۾ هن کي ضرور سرڪاري سرشتي توڙي سماجڪ سرشتي کي سڌارڻ لاءِ، انهن جي اوڻاين تي نڪتہچيني ڪرڻي آهي. تنهنڪري، جنهن سماج ۽ سرڪار جي نڪتہچيني ٿيندي، سا ضرور اهڙي ليک تي بندش وجهڻ جي ڪوشش ڪندي: پر سچي ليک کي، بهادر ۽ بيپرواهه ٿي، پنهنجن خيالن کي آزاديءَ سان ظاهر ڪرڻ کپي ۽ ٻاهرين دٻاءَ کي ريٽڻ گهرجي. البت، اهو ليک جو زندگيءَ کي خوشحال بڻائڻ جو ڀاري ڪارج پاڻ تي هموار تو ڪري، تنهن کي زندگيءَ جو اونهو آزمودو هئڻ کپي، سندس ويچارن ۾ پختائي ۽ اندر ۾ سچائي هئڻ کپي: تنهنڪري پڪو، پختو، تجربيڪار ۽ ۽ صداقت وارو ضمير (Mature conscience) ئي هڪ ليک لاءِ اندروني جوابداري سمجهڻ کپي، نه ٻي ڪا اوپري بندش“

*　　　*　　　*　　　*

سنڌي ليک ٻين ايشيائي ليکڪن سان مليا، ۽ هرهڪ سان لهه وچڙ ۾ آيا - البت ڪجهه تڪلف سان. پر، اها فطري ڪمزوري صرف سنڌي ليکڪن ۾ ئي نه، چگن چگن پارٽي ليکڪن ۾ به هئي. ڪن دوستن ته پري کان رڳو شڪليون ڏسي، مرڪي، خيال ئي خيال ۾ ئي ملاقاتون ڪيون. پارٽي ليکڪن جي الڳ بيٺڪ ۾ ڊاڪٽر ملڪراج آنند اهو ڏسي ڪجهه غصي ۾ اچي ويو، ۽ هن پارٽي ليکڪن کي ٿوري چنڊ به ڪڍي ته ’پاڻ ۾ گروهه ٺاهي ويهڻ کان ٻين کي پاڻ ۾ ۽ پاڻ کي ٻين ليکڪن ۾ جذب ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو!‘ تڏهن مس مس ڪن دوستن پنهنجن چهرن تان تڪلف جو نقاب لاٿو. اهڙي وڏي ماحول ۾، سنڌي ڊيليگيشن پنهنجي فرض ادائيءَ لاءِ هر طرح پاڻ پتوڙيو. هنن ايشيا جي هر اديب ۽ مفڪر تائين پنهنجو پيغام پهچائڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي، - ۽ لاشڪ هو پنهنجي انهيءَ مقصد ۾ ڪامياب ٿيا.

اسان پنهنجو سوال پارٽي ليکڪن اڳيان آندو آهي: انهن سان شخصي ناتا قائم رکيا آهن: ۽ ايشيا جي ادبي ماحول کي قريب وچي ڏٺان سان ڏٺو آهي، مُلهه ڪٿيو آهي: ليکڪن جي هن عظيم ڪانفرنس مان جيڪا ٿئين برادري، نئون جذبو، ۽ نئين سجاڳي پيدا ٿي آهي، ان کي سمورا سنڌي اديب، ايشيا جي ٻين اديبن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي، هر حالت ۾ زنده ۽ سلامت رکندا!

# رسم الخط جو مسئلو

گذريل مئي ١٩٥٧ع ۾، اجمير ۾، اتي جي "آل انڊيا سنڌي سماج سيوا سوسائٽي" جي ڪانفرنس ۾ مشهور اديب مسٽر تيرٿ وسنت جو ٺهراءُ بحال ٿيو، جنهن ۾ گهُر ڪيل هئي ته "جتي سنڌي شاگرد ڪافي تعداد ۾ هجن، اتي ڪاليجن ۾ ايم اي. تائين سنڌي سيکارڻ جو انتظام ڪيو وڃي؛ سيڪنڊري اسڪولن ۾ شاگردن کي سوالن جا جواب سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ جي اجازت ڏني وڃي؛ ۽ ابتدائي اسڪولن ۾ سنڌي ٻارن جي تعليم لاءِ فقط سنڌي ماستر رکيا وڃن". ٻيو هڪ ٺهراءُ عربي-سنڌي لپيءَ جي باري ۾ هو، جو ڪانفرنس ۾ پيش ڪرڻ جي اجازت نه ڏني ويئي. ان تي مسٽر تيرٿ وسنت سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ ۾ جيڪا مدلل تقرير عربي-سنڌي لپيءَ جي فائدي ۾ ڪئي، ان جا ڪي ٽڪرا اسين هت "مهراڻ" جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪريون ٿا. —ادارو.

"هي نهايت اهم سوال آهي، جنهن جو ترت قطعي فيصلو ٿيڻ گهرجي. هن وقت اسڪولن ۾ هڪڙا شاگرد عربي-سنڌي لپيءَ ٿا سکن ته ٻيا ناگري، جنهنڪري سيڪنڊري اسڪولن ۾ انهن نرالين لپين کم آئيندڙ شاگردن کي سکيا ڏيڻ مشکل ٿي پيئي آهي؛ ازان سواءِ مائٽ ٻارن جي لکيت پڙهي نٿا سگهن، نکي ٻار مائٽ جي. درسي ڪتابن کان سواءِ ناگري لپيءَ ۾ لکيل ڪي سنڌي ڪتاب آهن ئي ڪونه، جو شاگرد ايباس ذريعي پنهنجي علم ۾ اضافو آڻي سگهن.

"آرين کان اڳ سوئن جي دڙي واري لپي بلڪل نرالي آهي، ۽ ان جو ديوناگريءَ سان ڪو تعلق ڪونهي. اسلام جي اچڻ کان اڳ جو هڪ به دستخط موجود ناهي، جنهن مان ڄاڻ پوي ته ڪهڙي لپي کم آئيندا هئا. خود سنڌي ٻوليءَ به، هندوستان جي ٻين علاقائي ٻولين وانگر، اٽڪل ٻارهين صديءَ ۾ هاڻوڪو روپ اختيار ڪيو آهي، ۽ ان کان پوءِ جا جيڪي به دستخط موجود آهن، تن مان هڪڙو به ناگري لپيءَ ۾ ناهي.

"اهو چوڻ غلط آهي ته انگريزن عربي-سنڌي لپي ايجاد ڪئي. اها لپي اڳي ئي هئي، جنهن ۾ قاضي قاضن کان وٺي سيد عبدالڪريم بلڙيءَ وارن ۽ شاهه عبداللطيف جو ڪلام موجود آهي. فرق هي آهي ته اڳ "ٻ"، "ڄ"، "ڏ"، "ڙ"، "ڳ"، "ڱ"، وغيره جهڙن نج سنڌي آوازن لاءِ "ب"، "ج"، "د"، "ر"، "گ" کم آئيندا هئا، ۽ ڏُکي ئي انهن جا اچار ڪندا هئا. اسٽيڪ صاحب جو رايو هو ته سنڌي ناگريءَ ۾ لکجي؛ پر اهو رايو رينجي ويو ۽ عربي لپيءَ جي اکرن کي نقطا ڏيئي سنڌي آواز وارا اکر ٺاهيا ويا، جي هن وقت سنڌي صورتخطيءَ ۾ کم اچن ٿا. بهرحال، اها تاريخي حقيقت آهي ته

سنڌيءَ، ڪنهن به وقت، ڪوبه ڪتاب ناگريءَ ۾ نه ڇپيو آهي- سواءِ ڪن درسي ڪتابن جي، جيڪي الڊيپلاڻ ڪان پوءِ ڪن شخصن پنهنجي ڪمائڻ جي خيال کان ڇپايا آهن، شخصي رسوخ سبب اسڪولن مٿان مڙهن، ماسترن ۽ شاگردن جي مرضيءَ خلاف مڙهڻ ڪامياب ٿيا آهن.

"هتي جي هند سرڪار ڪافي روشن دماغ ۽ فراغ دل آهي، جنهنڪري ان کي عربي-سنڌي لپيءَ دوارا سنڌي سيکارڻ تي ڪو اعتراض ناهي. ناگري لپيءَ جي وڪالت سنڌي هيندن جي ليڊرن پنهنجي ڪئي آهي، ۽ ڪن سنڌين، لوڪل ماڻهن سان پٽ ٿي، شاگردن مٿان مڙهي آهي. ظاهري ريت هو جيڪي دليل ڏين ٿا، سي وزندار ناهن. مثلاً هي دليل ته 'عربي-سنڌي لپيءَ ۾ اعراب ڏيڻ جو رواج گهٽ آهي، جنهنڪري غلط اچارن جو امڪان رهي ٿو'! هرڪو ڄاڻي ٿو ته اهي ماترائون اسان وٽ آهن، ۽ ڪو چاهي ته سڀني لفظن تي زيرون زبرون ڏيئي سگهي ٿو. رواجي ريت، جتي ضروري سمجهيو آهي اتي اهي ماترائون ڏيون آهن، ۽ باقيت آسانيءَ سان پڙهڻ ۾ ايندي آهي: لپيءَ کي بدلائڻ لاءِ اهو ڪو دليل ناهي. ٻيو دليل آهي ته 'جيڪڏهن سنڌي ڪتاب ناگريءَ ۾ لکبا، ته غير سنڌي به پڙهندا'. اهو دليل به غلط آهي؛ ڇاڪاڻ ته عربي-سنڌيءَ ۾ لکيل بنگالي شعر سنڌي ڪونه سمجهندو، ۽ نه ڪي ناگريءَ ۾ لکيل شاه جو رسالو بنگالي پڙهي سگهندا. ٽيون دليل آهي ته 'ڪڇي ۽ جيسلميري اهڙي ٻولي ٿا ڳالهائين، جا سنڌيءَ جي سڳي ڀيڻ آهي'. هندوستان جي تقريباً هر هڪ علائقي جي آسپاس وارا ماڻهو اهڙي ٻولي ڳالهائيندڙ آهن، جي ٻن وارن علائقن جي ٻولين جي ملاوت آهن. هو پاڻ فيصلو ڪن ته ڪهڙي ٻولي سکندا: ڪڇي ڀائر سنڌي سکن ته اسان جا نيڻ ٺرن، ۽ اسين ڪهڙيءَ به لپيءَ ۾ سندن لاءِ ڪتاب ميسر ڪري ڏينداسين. اسين سڀئي هوندي بي ناگري سکون ٿا، سو ماڻهن لکپڙهه ۾ ارچڻ ڪانه ٿيندي، جيڪڏهن هو عربي-سنڌيءَ عيوض ناگريءَ ۾ سنڌي لکندا. پر، هنن کي به عربي-سنڌي لپي سکڻ ۾ عار ڇو هجڻ گهرجي؟ لپيءَ جو ڪنهن مذهب يا تهذيب سان تعلق ته آهي ئي ڪونه: اکر آهن آوازن جون علامتون يا چنهه، جنهنڪري کي به مقرر علامتون مقرر آوازن لاءِ ڪم آڻجن ته ڪنهن کي اعتراض ڇو ٿيڻ گهرجي؟ بهتر ٿئي ته سڄي هند-پاڪ لاءِ هڪ ئي لپي هجي! بال گنگاڌر تلڪ انهيءَ راءِ جو هو، ۽ ڪيترا ترقي پسند شخص ان جي پيروي ڪن ٿا.

"هن وقت اسان سنڌين اڳيان اها مشڪلات آهي جو چاليهه لک سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ سرحد جي هُن پار ويٺا آهن، ۽ هو عربي-سنڌي لپي ڪم آڻين ٿا، جنهن ۾ اسان جو سمورو ساهتيه ڇپيل آهي، ۽ جنهن جي ذريعي اسين سندن ڪتاب ۽ مخزنون پڙهي سگهون ٿا ۽ هو اسان جون لکيتون پڙهي سگهن ٿا. پر، جي اسين ٿا ناگري لپيءَ ۾ لکون، ته اهو تهذيبي ۽ ادبي رشتو ٽٽي ويندو ۽ ورهين جي سوڏيل سنواريل ٻوليءَ ۾ اهڙو گهوٽالو اچي ويندو

جو سنڌي ٻولي سڃاڻڻ ۾ ئي نہ ايندي! هندوستان جو ورهاڱو اسان سنڌين لاءِ خاص ۽ هندين لاءِ عام ريت هڪ ڏکدائڪ حادثو ٿي گذريو آهي: واجب آهي چا تہ اسين انهيءَ سياسي ويڇي کي تمدني ۽ تهذيبي دائري ۾ آڻي، موجوده اٿونئڙ حالتن کي وڌيڪ پيچيدو بڻائي، دُوريءَ ۽ ڏاريپ، بغض ۽ تعصب کي جاءِ ڏيون؟ عجب آهي تہ جيڪي صوفي درويش جي ڪلام جو قدر ٿا ڪن ۽ سنڌيت کي عزيز ٿا ڄاڻن ۽ سنڌي شخصيت کي برقرار رکڻ جي هام ٿا هڻن، سي عربي-سنڌي لپيءَ جي ڪيئن ٿا مخالفت ڪري سگهن! آخرڪار "سنڌيت" سنڌ جي هندو ۽ مومن جي گڏيل ميراث آهي، جا هندن جي ابن خواه مسلمانن جي بزرگن جي ڪشالن ۽ دماغ سوزيءَ جو نتيجو آهي. اسين انهيءَ تهذيب، ادب ۽ ٻوليءَ کي قائم رکڻ سان ڪنهن تي ايچهو نٿا ڪريون: اهو اسان جو فرض آهي، ۽ انهيءَ ۾ اسان جي خواه هندوستان جي ڀلائي آهي. هند جي چمن ۾ انيڪ قسم جا گل آهن: اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ اسين بہ انهن مان هڪ قسم جو گل آهيون، جنهن کي پنهنجو رنگ و بو آهي، ۽ جنهن جي موجودگي ڦلواڙين کي وڌيڪ رونق افروز بڻائي ٿي!

"اهو چوڻ غلط آهي تہ سنڌي فقط سنسڪرت جي شاخ آهي: سنسڪرت گهڻين يورپي ٻولين جي بہ ماءُ آهي، ۽ فارسيءَ جي ڀڻ؛ پر انهيءَ شاخ مٿان ايترا تہ قلم لڳا آهن، جو ان جو رنگ روپ ۽ ذائقو بنهہ بدلجي ويو آهي. واقعي سنڌي ٻولي خواه سنڌين جو ٻڻ تڻ هندي، پارسي، عربي، وغيره جو عمدو ميلاپ آهي. اهڙو ميلاپ ورلو ڪٿي ڏسڻ ۾ ايندو. انهيءَ ڪارڻ، سنڌين کي پنهنجي خصوصيت قائم رکڻ گهرجي، ۽ ٻين کي بہ سمجهڻ کپي تہ اسان جي "سنڌيت سان الفت" نڪي قوميت جي آڏو ٿي اچي ۽ نڪي هنديءَ سان ڪا لاڳاپو ٿي ڇڏي اٿس. هند اسان جو اڳ بہ وطن هو، ۽ هينئر بہ آهي؛ اسان کي ان لاءِ اڳ بہ محبت هئي، ۽ هينئر بہ آهي. جيڪڏهن بنگالي "بنگ-ڀاشا" لاءِ پيار رکندي بہ هند سان وفادار رهي سگهي ٿو، تہ اسين "سنڌيت" لاءِ پيار رکندي بہ ديس سان وفادار رهي سگهون ٿا! جيئن اسان کي هنديءَ ۽ هندين لاءِ پيار آهي، تيئن هندين کي بہ سنڌيءَ ۽ سنڌين لاءِ پيار هئڻ گهرجي!

"تازو مسٽر جواهر لال نهروءَ "ساهتيہ اڪاڊميءَ" ۾ سنڌيءَ جي فائدي ۾ تقرير ڪري سنڌيءَ کي ٻين ٻولين سرکي جڳهہ وني ڏني آهي؛ تنهن ڪان پوءِ سنڌي ليڊر بہ ان جي ڀوٿواري ڪرڻ لڳا آهن. باقي رهي آهي عربي-سنڌي لپي، جنهن بنا اسان جو ساهتيہ اڳتي ئي ڪين سگهندو؛ ڇاڪاڻ تہ ڏهاڪو لک ٽوبل پکوبل سنڌي، اهڙا ڪتاب ڇپائي ڪين سگهندا، جن تي گهڻي محنت ٿيل هجي ۽ انهيءَ سبب ڳريءَ قيمت وارا هجن: هند-پاڪ جا پنجاهہ لک سنڌي، اعليٰ ادب خواه قيمتي علمي ڪتاب ڇپي سگهن ٿا، پر اهو هند جي ڏهاڪو لک سنڌين جي وس ۽ وت کان ٻاهر آهي. تنهنڪري، سنڌيءَ جي اوسر لاءِ ٻڻ عربي-سنڌي لپي ضروري آهي. اميد تہ جن ٻارن کي ناگريءَ ۾ سنڌي سيکاري اٿن، تن کي جلد عربي-سنڌي لپي سيکاري، اها غلطي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي."

# سنڌي تراني ۽ طويل نظم جي چونڊ

هر زنده قوم ۽ ملڪ کي پنهنجو مخصوص مزاج ۽ ماحول هوندو آهي - ۽ اها ئي خصوصيت ان جي اجتماعي زندگيءَ جي بقا جو باعث هوندي آهي. هر قوم، ان ڪري، پنهنجي قومي ۽ وطني خوبين تي بجا طور لاز ۽ فخر ڪري ٿي، ۽ فطري طور، پنهنجي انهيءَ اجتماعي احساس لاءِ، مختلف طريقن سان اظهار جا ذريعا اختيار ڪري ٿي: انهن ذريعن ۾ "قومي تراني" کي وڏي اهميت حاصل ٿيئي رهي آهي.

انهيءَ اهميت ۽ ضرورت کي محسوس ڪندي، ڪراچيءَ جي سنڌ مسلم ڪاليج جي "سنڌي سوسائٽي" طرفان، "سنڌ جو ترانو" تيار ڪرائڻ لاءِ شعرن جي چونڊ رکي ويئي آهي: سنڌ جي سڀني شاعرن کي ان ۾ حصو وٺڻ جي دعوت ڏني وڃي ٿي. تراني لکڻ وقت هيٺين ڳالهين کي خيال ۾ رکڻ لازمي آهي:

(١) تراني ۾ عربي ۽ فارسي لفظ گهٽ آيل هجن، ۽ اهڙا ٺيٺ ۽ عام فهم سنڌي لفظ استعمال ڪيل هجن، جي نه فقط تراني جي روح کي زنده رکن، بلڪ ان جي پڙهڻ يا ڳائڻ وقت هڪ قسم جو جذبو جاڳائيندڙ هجي؛

(٢) ترانو ٻارهن کان سورهن مصرعن ۾ هجي، ۽ اهڙي بحر ۽ وزن ۾ هجي، جو ان کي اڪيلو ماڻهو به اهڙي ئي لهجي ۽ ترنم سان ڳائي سگهي، جهڙو ڪنهن عام جلسي يا اسڪول ۽ ڪاليج ۾ گڏجي آسانيءَ سان ڳائي سگهجي.

بهترين ۽ پسنديده تراني لاءِ ساڍا ست سَو (٧٥٠) رپيا انعام طور ڏنا ويندا، ۽ عوام ۾ ان کي ڇپائي مفت تقسيم ڪيو ويندو، تراني کي رڪارڊ ۾ ڀرايو ويندو.

ترانا ١٥ آگسٽ ١٩٥٧ع تائين، هيٺ ڄاڻايل ايڊريس تي پهچڻ گهرجن - جي پوءِ انتخاب ڪاميٽيءَ کي آخرين فيصلي لاءِ حوالي ڪيا ويندا.

"سنڌي سوسائٽيءَ" هڪ طويل نظم جي چونڊ جو به فيصلو ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي گذريل شاندار قومي ۽ وطني روايتن کي خيال ۾ رکي، اڄ جي حالتن جو پُراثر ۽ دل ڇڪيندڙ لفظن ۾ ذڪر ڪيل هجي، ۽ جو نه فقط قومي احساس کي بيدار ڪري، بلڪ ان ۾ آئيندي جي اميدن جي به جهلڪ هجي.

نظم گهٽ ۾ گهٽ ١٠٠ مصرعن جو هجي.

بهترين ۽ پسنديده نظم لاءِ ٻه سَو پنجاهه (٢٥٠) رپيا انعام پيش ڪيو ويندو.

نظم ١٥ آگسٽ ١٩٥٧ع تائين، هيٺين ايڊريس تي پهچڻ کپن.

احسان بدوي

ليڪچرار، سنڌ مسلم ڪاليج،

ڪراچي - ١

# تبصرا

[تبصري لاءِ هر هڪ ڪتاب جون ٻه ڪاپيون موڪلڻ ضروري آهن.]

**تن ۽ تندرستي:** مصنف ڊاڪٽر علي احمد قاضي؛ صفحا ٣٢٣؛ ڇپائي، گيٽ اپ، ڪاغذ، ڪوَر، سڀ عمدا؛ قيمت ٽي رپيا؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

پاڪستان ٿيڻ بعد، سنڌيءَ ۾ سائنس ۽ ٻين فني موضوعن تي ڪتاب ڇپجڻ لڳ بند ٿي ويا هئا. ان ڪري، هڪ طرف سنڌي استادن ۽ شاگردن کي تڪليف ٿيندي هئي، ٻئي طرف اسان جا سنڌي خواندا اهڙين علمي ۽ عملي ڳالهين کان غير واقف هئا جن جي ڄاڻ هر ڪنهن طبقي جي ماڻهوءَ لاءِ ضروري آهي، ته ٽئي طرف وري ڪي پبلشر هندن جا لکيل ڪتاب فرضي نالن سان ڇاپي، ڪمائيءَ جا سولا طريقا اختيار ڪرڻ لڳا. سنڌي ادبي بورڊ، اسان ٻوليءَ ۾ سستا فني ڪتاب ڇپائڻ جي سلسلي ۾، "تن ۽ تندرستي" ڇپائي، نه فقط سنڌي شاگردن تي احسان ڪيو آهي، بلڪ عام ماڻهن کي علمِ صحت ۽ عام بدن جي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ٻڻ هڪ ڪارگر قدم کنيو آهي.

قاضي صاحب هڪ تجربيڪار ڊاڪٽر هجڻ سان گڏوگڏ هڪ سٺو ۽ پختو اديب ٻڻ آهي. اهوئي سبب آهي، جو ڪتاب هڪ طرف فني ڳالهين جو ڀنڊار ٿي پيو آهي، ته ٻئي طرف اسلوب اهڙو دلچسپ ۽ دلنشين اٿس جو ان کي هرڪو ماڻهو سولائيءَ سان سمجهي سگهي ٿو. هوندءِ عام طرح شاگرد پنهنجي درسي ڪتابن ۾ گهٽ دلچسپي وٺندا آهن، پر هن ڪتاب جي ٻولي ۽ سمجهائي ايتري ته دلچسپ آهي، جو عام درسي ڪتابن وانگر ٿڪائيندڙ ڪونهي - ۽ اهائي هن ڪتاب جي خاص خوبي آهي.

"تن ۽ تندرستي" ۾ ٻين مسئلن سان گڏ ڪي اهڙا مسئلا به سمجهايا ويا آهن، جن تي اڳي سنڌيءَ ۾ ڪو ڪتاب ته ڇهيو، ڪلهو مضمون به موجود نه هو - مثلاً انساني ارتقا جو سائنٽفڪ نظريو، ٻج جو آسري ٻار ٿيڻ، وغيره. اهي موضوع نه فقط معلوماتي آهن، پر مفيد ٻڻ.

قابل مصنف ڪيترن فني اصطلاحن (Technical terms) کي تمام سهڻي نموني سان سنڌيءَ ۾ آندو آهي. پنهنجي ٻوليءَ کي شاهوڪار بنائڻ جي ڏس ۾ هيءَ ڪوشش ساراهڻ جوڳي ۽ قابل تقليد آهي.

”تن ۽ تندرستي“ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ ڪلاس جو سچو ڪورس آندو ويو آهي - تنهن هوندي به، هن ڪتاب جي افاديت ۽ اهميت شاگردن توڙي عام پڙهندڙن لاءِ يڪسان آهي.

ڪتاب جي قيمت، ضخامت ۽ ڪجھ جيترين تصويرن وغيره جي خرچ کي سارينديءَ، تمام گهٽ پئي معلوم ٿئي - يقيناً شاگردن جي سهولت جو خيال رکيو ويو آهي. مجموعي طور، اهڙا معياري، سولا ۽ سستا فني ۽ درسي ڪتاب خاص اهتمام سان ڇپائي مهيا ڪرڻ جي سلسلي ۾ ادبي بورڊ بيشڪ ڪيرون لهڻيون. -ت. ع.

**ايسپ جون آکاڻيون:** صفحا ۲۲۰+۲۶=۲۴۶؛ قيمت اڍائي رپيا؛ ڇپائي ۽ ڪاغذ بهترين؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

عيسوي سن کان ۶۲۰ ورهيه اڳ، يونان ۾ هڪ نهايت دانا شخص پيدا ٿيو، جنهن جي پٺ ڪُبڙي هئي، ان ڪري کيس ”ايسپ“ (ڪُبڙو) سڏيندا هئا. هو اول غلام هو، پوءِ آزاد ٿيو. هن انسانن جا ڏک درد بيان ڪرڻ ۽ انهن کي سمجهائڻ لاءِ جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون اهڙيءَ طرز سان پيش ڪيون، جيئن ڪو به ظالم حاڪم انهن تان ڪاوڙجي نه سگهي، ۽ پڙهندڙ سندس مطلب سمجهي وڃي.

ايسپ جون آکاڻيون جهڙيون عوام کي پسند پيون، اهڙيون خواص کي - ايتريقدر جو چيو وڃي ٿو ته مشهور فلسفي سقراط، قيدخاني ۾ به پنهنجي مطالعي لاءِ هنن جليل القدر آکاڻين کي پسند ڪيو. دنيا ۾ پوءِ پڻ به ڪيترن ئي دانائن هن طرز کي پسند ڪري، اهڙي قسم جون آکاڻيون تصنيف ڪيون.

هي آکاڻيون دنيا جي تقريباً سڀني ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهن، ۽ اها ڪنهن ٻوليءَ جي وڏي ادبي ڪمي چئبي، جو منجهس هنن آکاڻين جو ترجمو نه هجي. اٽڪل هڪ سؤ ورهيه اڳ سنڌ جي تعليم کاتي طرفان ايسپ جي آکاڻين جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو؛ پوءِ وري منجهانئن گهڻين آکاڻين کي نئين سر سرڪاري شايع ڪرايو ويو هو، جنهن جا چار پنج ڇاپا ڇپيا هئا؛ پر جڏهين سرڪاري بوڪ ڊيپو خانگي ڪتب فروشن جي ور چڙهيو، تڏهين هنن پنهنجي جوفي خاطر جيئن پڻ ڪيترن ئي مفيد ڪتابن کي ناياب بڻائي ڇڏيو، تيئن هن ڪتاب کي به اهڙو ته ناپيد ڪيائون، جو اڄوڪيءَ نهيءَ کي جڻ ته اها خبر به ڪانهي ته ”ايسپ جون آکاڻيون“ نالي ڪو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپيو به هو! سڀ کان وڏيڪ عجب ۽ افسوس انهن ناشر صاحبن جي حالت تي به آهي، جن کي پيا آيتا سيتا ڪتاب چوري ڪري ڇپائڻ جا ڏانوَ ته اچن ٿا، پر ههڙو اسلهه ڪتاب ڇپائڻ طرف سندن توجهه به ڪونه ٿيو! ”سنڌي ادبي بورڊ“ لائق صدتحسين آهي، جنهن پنهنجي پروگرام ۾ هن ضروري ڪتاب کي شامل ڪيو، ۽ وري کيس اهڙي ئي اهتمام سان شايع ڪيو، جو سندس شان لائق هو.

تازي ايڊيشن ۾ ٢١٨ چونڊ آکاڻيون نصيحتن سميت ڏنل آهن، جن مان ڪيتريون آکاڻيون اڳين ايڊيشن ۾ ڪونه هيون. ڪتاب جي پوليءَ کي سڌارڻ، ٻيهڪ جي نشانين سان سينگارڻ، نهايت قيمتي ۽ معلومات افزا مقدمو شامل ڪرڻ، ڇپائيءَ جي صفائيءَ تي خاص توجهه ڏيڻ - اهي ته اڳيئي سنڌي ادبي بورڊ جون ئي خصوصيتون آهن.

اسان جي ننڍن ٻارن کي هن ڪتاب جي مطالعي مان ضرور حظ حاصل ڪرڻ گهرجي.

—م. ع. ڏ.

**ڪلام حسن بخش شاهه:** صفحا ٩٨؛ ڇپائي صاف سهڻي، گيٽ اپ معياري، ٻنو عمدو؛ جلد ۽ گرد پوش سنا ۽ دلڪش؛ قيمت هڪ رپيو؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

ڪافي ۽ بيت سنڌ جون پنهنجون صنفون آهن، ـ ۽ اهو ئي سبب آهي جو سنڌين جي جذبن ۽ احساسن جي اظهار لاءِ انهن کان بهتر ذريعو ٻيو ڪونهي. اڄ ته اسان جا شاعر به "ڪافي نوازيءَ" ۾ ڪاهي پيا آهن، ۽ هر بوالهوس حسن پرستيءَ جو شعار اختيار ڪيو آهي. نتيجي ۾، ڪافيءَ جي اهڙي حالت اچي ٿي آهي، جهڙي اردوءَ ۾ غزل جي: ٺهيل جڙيل محاورا، اصطلاح، تشبيهون ۽ تلميحون ورجائي، بيروح ڪافيون ۽ بيزور بيت چوڻ، هر شاعر جو شعار بنجي ويو آهي. اڄ جي دور ۾ ضروري آهي ته بلندپايه بزرگ شاعرن جي ڪلام کي پڙهي، ڪافيءَ ۽ بيت جي فني خوبين ۽ لطافتن جو اڀياس ڪري، انهن صنفن جو مزاج سمجهي، ڪلاسيڪي شاعريءَ جي سهاري، ڪافيءَ ۽ بيت جي واڳ موڙي، نئين رستي تي هلجي.

مرحوم مغفور پير حسن بخش شاهه جيلاني، اسان جي بزرگ شاعرن مان هڪ پڪو ۽ پختو شاعر هو. سندس ڪلام هر لحاظ کان پختو، بلندپايه ۽ ڪلاسيڪي خوبين جو حامل آهي. نه رڳو ايترو، پر ان ۾ جذبن ۽ احساسن جي اڀار، ۽ جذبي جاڳائڻ ۽ احساس اڀارڻ جي اهليت پڻ موجود آهي.

مرحوم حسن بخش شاهه جو سمورو سنڌي، سرائڪي ۽ اردو-هندي ڪلام (ڪافيون، بيت، ڏوهيڙا، نعت ۽ منقبت) هن ڪتاب ۾ يڪجا ڪيل آهن، جنهن جي تاليف سنڌ جي سهڻي شاعر عارف المولي صاحب ڪئي آهي.

جديد ڪافي-گو شاعرن، توڙي شعر ادب جي چاهيندڙن لاءِ هن ڪتاب جو مطالعو ضروري آهي.

**پنچ تنتر:** صفحا ٣٨٧+١٦؛ سائيز ڊيمي؛ ڇپائي سٺي، ڪاغذ اوچو، جلد ڪپڙي جو پڪو، گرد پوش عمدو؛ قيمت ٽي روپيا؛ ڇپائيندڙ: "هندستان ساهتيه مالا"، فورٽ، بمبئي.

"پنچ تنتر" سنسڪرت جو هڪ املهه ڪتاب آهي، جنهن ۾ عام فهم آکاڻين جي صورت ۾ علم ۽ دانش جا درياهه پلٽيل آهن. هي ناميارو ڪتاب ڪجهه ڦير ڦار ۽ وڌاءَ گهٽاءَ سان

دنيا جي سڀني مشهور ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهي. سنڌيءَ ۾ به ان جو مختصر ۽ اڻپورو ترجمو "سڀا جو سينگار" جي نالي سان، ۽ ٿوري گهڻي آيل ترجمو "گلزار چنبيلي" جي نالي سان ٿيل آهي؛ مگر انهيءَ ڳالهه جي سخت ضرورت هئي ته هن اعليٰ اصلي ڪتاب جو مڪمل ترجمو به شايع ٿئي. اسان جي سنڌ کان وڇڙيل سنڌي پاٺڪن کي جس آهي، جن اها ضرورت محسوس ڪئي.

بمبئي جي "هندستان ساهتيه مالا" وارن سنڌ جي ناميري سنسڪرت دان پروفيسر نارائڻداس ٻليجا کان "پنچ تنتر" جو مڪمل سنڌي ترجمو ڪرائي شايع ڪيو آهي. هيءُ اعليٰ ڪتاب انهيءَ لائق آهي، جو هر سنڌي دان ان جي مطالعي مان فائدو وٺي. البت، ڪتاب جي باري ۾ هڪ ڳالهه چوڻ اسين ضروري سمجهون ٿا: بدقسمتيءَ سان ۱۹۲۰ع جي 'شڌي' ۽ 'تبليغ' وارن جهڳڙن، ۽ ان کان پوءِ فرقيوار فسادن، اسان جي ليکڪن تي به اهڙو اثر ڪيو، جو اڪثر هندو پاٺڪ پنهنجن ڪتابن ۽ ليکن ۾ ارادا رکي سنسڪرت ۽ هندي لفظ ٽنبڻ لڳا، ۽ مسلمان عربي ۽ پارسي. ان طرح، هو پنهنجي خيال ۾ ته ڌرم ۽ دين جي خدمت ڪن ٿا، پر درحقيقت پنهنجي پياري ٻوليءَ کي مشڪل بڻائڻ سان سنڌي زبان جي ترقيءَ جي ڳلي تي ڇڻ ڇري ڦيري رهيا آهن! هن ڪتاب ۾ به انهيءَ منورتيءَ کي ڪافي حد تائين نروار ڪيو ويو آهي، جنهن ڪري سنڌي دانن جو هڪ وڏو حصو- مسلمان خواهه عام هندو- هن مان پوريءَ طرح فائدو حاصل ڪري نه سگهندو. ضرورت آهي ته اسان جا هندو توڙي مسلمان ليکڪ پنهنجي منورتيءَ ۾ ڦيرو آڻين، ۽ اهڙي سليس سنڌي ڪتب آڻين، جا هر سنڌي دان، هندو خواهه مسلمان، لاءِ هڪجهڙي ڪارائتي ٿئي.

ملڪ جي ورهاڱي بعد، ڏٺي وٺي، اسان وٽ فقط هڪ چيز وڃي بچي آهي، جا اسان پنهنجي طرفن جي وڇڙيلن کي هڪ ٻئي سان محبت سيکاري ٿي، ملائي ٿي، ۽ اسان جي 'سنڌي قوميت' کي برقرار رکي ٿي- اها چيز آهي اسان جي "سنڌي ٻولي". پر، جيڪڏهن هن طرح پنهنجي پياري ٻوليءَ ۾ به پنهنجن ئي هٿن سان وٿي ونجوڳ وڌوسين، 'هندو سنڌي ٻولي' ۽ 'مسلم سنڌي ٻوليءَ' وارا ويڇا وچ ۾ رکياسين، ۽ هن کان پوءِ به هڪ ٻئي جي پاڻيءَ واري هڪ ئي وسيلي، يعني ٻوليءَ ۾ هندي ۽ سنسڪرت يا پارسي ۽ عربي لفظ ٽونبا رهيا، ته پوءِ نتيجو ٻڪ ئي ٻڪ اهو نڪرندو جو اڳتي هلي، عملي طرح، پنهنجي هٿن تان "سنڌي" ٻولي نابود ٿي ويندي، ۽ اتي هندي ۽ اردو مسلط ٿي وينديون: ۽ پوءِ، "قوم سا زنده رهي، جنهن جي زبان زنده رهي" جي قول مطابق، ...... جنهن قوم جي ٻولي ئي سلامت نه رهي، سا قوم خود ڪٿي رهندي! هڪ ٻئي جي ٻولي به سمجهي نه سگهياسين، ته پوءِ اسان جو ايڪ-قومي ميلاپ ئي ڪوڙو؟ هيءُ هڪ نڪتو آهي، مسئلو آهي، جنهن تي هر سنڌي ليکڪ، هندو ۽ مسلم، کي پوريءَ طرح سوچڻ گهرجي.

**خورشيد (ناٽڪ):** مصنف ميرزا قليچ بيگ مرحوم؛ صفحا ١٤٠؛ ڇپائي معياري، ڪاغذ سٺو، جلد پڪو؛ قيمت اڍائي رپيا؛ ڇپائيندڙ "قليچ دارالاشاعت"، حيدرآباد سنڌ؛ ملڻ جو هنڌ: (١) "سنڌي ڪتاب گهر"، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ، ۽ (٢) "قليچ دارالاشاعت"، حيدرآباد سنڌ.

ميرزا قليچ بيگ مرحوم جي عوام-پسند ادبي حيثيت ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي. ميرزا مرحوم جو ناٽڪ "خورشيد" اڳي ئي گهڻو مشهور آهي. هن ڪتاب جا ڪيترا ئي ڇاپا اڳ ڇپجي چڪا هئا، ۽ هر ڇاپو تمام جلد ختم ٿي ويندو هو. هندن جي وڃڻ بعد اسان جي بيقدر ڪتب فروشن جيئن پين عمدن ڪتابن ڇپائڻ کان منهن موڙيو، تيئن ميرزا مرحوم جي هيءَ تصنيف پڻ ناياب ٿي ويئي هئي. ميرزا صاحب جي وڏي فرزند، ميرزا همايون بيگ "فائق"، کي ڪيتري وقت کان ان ڳالهه جو ڏرد ۽ قلق دل ۾ رهندو آيو. پوين ڏينهن ۾، باوجود سخت بيماريءَ جي، مرحوم "فائق" هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جو ڪم پوريءَ سرجوشيءَ سان جاري رکيو-۽ عين وفات کان ٿورو وقت اڳ، بستر مرگ تي هو هن ڪتاب کي مڪمل طرح تيار ٿيل ڏسي پنهنجا نيڻ ٺاري سگهيو.

"خورشيد" ناٽڪ ميرزا صاحب جي ڦوهه جوانيءَ واري وقت جو لکيل آهي؛ ازان سواءِ ان وقت ته بمبئي سرڪار طرفان سنڌي ٻوليءَ کي ريٽائر جو سوال درپيش هو، ان ڪري سنڌي زبان جو بچاءُ ضروري سمجهي، عام طرح ڊرامن وغيره رستي ان جو پرچار ڪيو ٿي ويو. اهي ئي سبب آهن، جنهنڪري فصاحت، رواني ۽ دل آويزيءَ ۾ ميرزا صاحب جو هي ناٽڪ، سندس ٻين مڙني ڪتابن کان گوءِ کڻيو بيٺو آهي. ڪتاب ۾ ڪتب آندل شعر ۽ مڪالما هر عمر جي ٻارڙن، جوان نوجوان، بزرگ پيرسن، ۽ نياڻين عورتن-سڀني لاءِ يڪسان پڙهڻ لائق ۽ لطف ڏيندڙ آهن. جڏهن به هي ناٽڪ اسٽيج تي پيش ڪيو ويو آهي، ته هر عمر ۽ طبقي جي ڏسندڙن ان کي بيحد پسند ڪيو ۽ ساراهيو آهي. قدردان سنڌين کي "خورشيد" جو مطالعو ضرور ڪرڻ گهرجي. -م. ع. ڏ.

**Persian Poets of Sind (انگريزي):** مصنف ڊاڪٽر ايڇ. آءِ. سدارنگاڻي "خادم"؛ صفحا ٩+٣١+٢١+١٠+٢٦+١٢=٣٨٨؛ سائيز ڊيمي؛ ڇپائي صاف، سهڻي ۽ وڻندڙ؛ پنو اوچو، جلد ڪپڙي جو، ڪور ڊيڊه زيب ۽ دلڪش؛ قيمت پندرهن روپيا؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال-(١) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي، ۽ (٢) اسٽيشن روڊ، حيدرآباد، سنڌ.

ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي، تخلص "خادم"، بمبئي يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي. جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ "سنڌ جا فارسي گو شاعر" جي سرخيءَ سان انگريزي ٻوليءَ ۾ مضمون پيش ڪيو هو، جنهن کي پوءِ مناسب ڦيرڦار آڻي ڪتابي صورت ڏني ويئي، ۽ ان کي

سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇاپي پڌرو ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب بورڊ جي "قومي ادب ۽ تاريخ کي فروغ ڏيڻ" واريءَ اسڪيم موجب انگريزيءَ ۾ تيار ٿيل ڪتابن جي سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي.

لائق مصنف ڪتاب جوڙڻ ۾ وڏي جاکوڙ ۽ محنت ڪئي آهي. مختلف قلمي نسخا هٿ ڪري مواد گڏ ڪرڻ ۾ جيڪا ڏکيائي درپيش اچي ٿي، تنهن جو احساس انهن کي ٿي هوندو، جن ڪنهن قلمي نسخي جي حاصل ڪرڻ لاءِ ٿورو به هٿ پٽوڙيو هوندو. هن کان اڳ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ اهڙي جانفشاني ڪري "شاهه جو رسالو" ترتيب ڏنو هو، جنهن ڪيس امر ڪري ڇڏيو؛ ۽ سنڌ جو هي ٻيو فرزند آهي، جنهن وري سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ تي اهڙو تحفو تيار ڪري يورپ جي مشهور معروف مُستشرق "براؤن" جي يادگيري تازي ڪري ڇڏي آهي.

ڪتاب پنجن بابن ۾ ورهايو ويو آهي: پهرين باب ۾ سمن حاڪمن جي حڪومت ۽ ان کان اڳ واري دور تي روشني وڌي وئي آهي؛ ٻئي باب ۾ ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي نوابن، ٽئين باب ۾ ڪلهوڙن جي صاحبي، چوٿين باب ۾ ٽالپرن جي حڪمراني، ۽ آخري باب ۾ انگريزي راڄ ۾ فارسي ٻولي جنهن نموني سنڌ ۾ آئي، آيري ۽ آسري اوج کي پهتي، ۽ 'هر ڪماليت کي زواليت آهي' واري اصول موجب ڪيئن زبون ٿي، ۽ ان کي نابود ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ان وقت ڪهڙا اپاءَ ورتا ويا - اهو سڀڪجهه تفصيل سان بيان ڪيل آهي. بيشڪ، سنڌ وارن لاءِ ڪابه غير زبان ڪيترو قدر به مرغوب ۽ محبوب ڇو نه هجي، پوءِ اها ڪئي حاڪمن ۽ مقتدر طبقي جي زبان هئڻ جي ڪري رائج به ٿئي، ته به ان جو حشر اهڙوئي ٿيو آهي، جهڙو عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ جو ٿيو.

سنڌ جي فارسي گو شاعرن ۾ نه رڳو سنڌين، پر غير سنڌين، جن جو ڪو لاڳاپو هن ملڪ سان رهيو آهي، تن سڀني کي جاءِ ڏني وئي آهي. ساڳئي اصول تي مير علي شير "قانع" "مقالات الشعراء" ۾ ست سؤ کن شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ ان جي تڪميل لاءِ شيخ محمد ابراهيم "خليل" "تڪمله" لکي باقي ڪوٽ پوري ڪئي آهي. پر، "خادم" صاحب اسي جي لڳ ڀڳ شاعرن کي پنهنجي مضمون لاءِ چونڊيو آهي: انهيءَ لحاظ کان هيءَ ڪتاب گويا سنڌ جي منتخب فارسي شاعرن جو تذڪرو آهي. انهيءَ هوندي به، سنڌ جي فارسي شاعريءَ جي مطالعي لاءِ هي ڪتاب هڪ سند جي حيثيت رکي ٿو. هن مان شاعرن جي تصنيفن ۽ قلمي نسخن جو پتو پوي ٿو. جن شاعرن سنڌ جي لوڪ ڪهاڻين - عمر مارئي، ليلان چنيسر، سسئي پنهون، وغيره - تي قلم کنيو، تن جي ڪلام سان ڪهاڻين تي ڪافي روشني وڌي وئي آهي. اهڙيءَ طرح، ٽڙيل پکڙيل مواد کي هڪ هنڌ سليقي سان ڪٺو ڪرڻ جي تحسين جوڳي خدمت سرانجام ڏني وئي آهي. ادبي ۽ علمي خيال کان، اها به خبر پوي ٿي ته مڪتبن، مشاعرن، مرثين، قصيدن، وغيره جي شروعات ڪڏهين ۽ ڇو ٿي، ۽ سنڌين تي ان جو

ڪهڙو اثر پيو. سنڌي ٻوليءَ کي زور وٺائڻ لاءِ انگريزن ڇو ڪوشش ڪئي، سنڌ ۽ ايران جا ڪهڙا ناتا رهيا آهن، انهن ملڪن جي هڪ ٻئي سان ڪهڙي ادبي ۽ تاريخي ڏي وٺ ٿي آهي - اهڙا ۽ اهڙي ٻي ڪافي معلومات اسان کي هن ڪتاب مان حاصل ٿئي ٿي.

ڪتابن جي يادداشت مان ڏسجي ٿو ته مصنف سوا ٻه سوَ کان ٻه وڌيڪ ڪتاب، رسالا، اخبارون ۽ بياض، جن ۾ وڏو حصو قلمي نسخن جو آهي، تن جو اڀياس ڪري مواد ڪٺو ڪيو آهي، ۽ ڪتاب کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ وس آهر وڏي ڪوشش ڪئي اٿس - جڻ ته باغ جي مختلف مفيد گلن کي چڪائي، انهن جو روح ۽ عطر پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي. البت، هر ڪنهن مصنف جي ڪم ڪرڻ جو ڍنگ الڳ ۽ نرالو ٿئي ٿو، جنهنڪري ڪميءَ ۽ ڪسر جي گنجائش رهي ٿي.

ڪتاب جي ٻولي سادي، سلوڻي ۽ عام فهم آهي. مقدمو عالمانه رنگ ڍنگ جو آهي. ڊاڪٽر سدا رنگاڻيءَ هي ڪتاب لکي سنڌين کي ڏيساور وارن سان روشناس ڪرايو آهي، جنهن لاءِ ڀاڻ ڪيرون لهڻي - حالانڪ انهيءَ ڏس ۾ ترسپ ۽ سارلي جهڙن لائق ۽ فائق بزرگن اڳيئي ڪم ڪيو آهي، پر انهن جون ڪوششون رڳو ٻنائي صاحب تائين محدود رهيون آهن.

سنڌي ادبي بورڊ ۽ لائق مصنف هڙيءَ ڪاوش، ڪوشش ۽ پيشڪش لاءِ مبارڪن جا مستحق آهن. -ع. ص.

**اجنبي (افسانا)**: مصنف بشير موريائي؛ صفحا ۱۲۹+۱۰=۱۳۹؛ ڇپائي چڱيري، ٻنو رواجي، جلد سادو ڪچو؛ ڇپائيندڙ: آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد سنڌ.

"اجنبي"، بشير موريائيءَ جي ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو آهي. هن کان اڳ سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "زندگيءَ جي راهه تي" ڇپجي چڪو آهي. زير نظر مجموعي ۾ ڏهه ڪهاڻيون - اجنبي، نفرت، گارڊن پارٽي، بلنديءَ کان پستيءَ تائين، گونگي، جن، شاهه گل، عورت ۽ اوندهه، زندگي آهي حسرتِ پيهم، ۽ قيمت - شامل آهن. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾، "حرف آخر" جي عنوان سان، مصنف پنهنجي ابتدائي ادبي ذوق ۽ زندگيءَ تي روشني وڌي آهي. ترتيب جي باري ۾ مصنف ڄاڻايو آهي ته "مجموعي ۾ ترتيب جو، يا تدريج جو، ڪو خيال نه رکيو ويو آهي. سون کي جئن جئن افسانا لبندا ويا، تئن تئن درج ڪندو ويس". اسان جي خيال ۾ ترتيب جي اهائي بيخيالي خود مصنف جي "حرف آخر" تي ٻڻ اثر ڪري ويئي ٿي ڏسجي - يعني دراصل اهو "حرف آخر" نه، بلڪ "حرف اول" هوندو، جيڪو ڪتاب جي بنهه مهاڳ ۾ اچڻو هو، پر 'بيخياليءَ' کان پڇاڙيءَ ۾ اچي ويو آهي - شايد پوءِ لڌو هوندو!

"حرف آخر" پڙهڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته مجموعي ۾ شامل ڪيل ڪهاڻيون ڏيڍ کان سٽن سالن تائين اڳ جون لکيل آهن، سواءِ "تنهنجي ياد منهنجا آنسون" ۽ "شاهه گل" جي، ٻيون سڀ ڪهاڻيون اڻڇپيل آهن. شروع ۾ ئي مصنف ڄاڻايو آهي ته سندس پهريون افسانو اڄ کان "چار، ساڍا چار سال" اڳ شايع ٿيو هو؛ پر اڳتي هلي، سندس ئي لفظن

مان اهو معلوم ٿي ٿو تہ سندس (صحيح معنيٰ ۾) شهرت "١٩٥١ع" ۾، "تنهنجي ياد، منهنجا آنسو" افساني کان وٺي شروع ٿي - جيڪو سپ کان اڳ سکر جي هڪ ماهنامي "محفل" ۾ شايع ٿيو هو. اهي سڀ تفصيل هڪ ٻئي جي ابتڙ ۽ منجهائيندڙ آهن، جنهن مان اهو سڄو "حرف آخر"، "حرف غلط" بنجي پوي ٿو - ڇاڪاڻ تہ ان مان مصنف جي ادبي ذوق ۽ زندگيءَ جي ارتقا ۽ تدريج جو صحيح پتو نٿو پوي، ۽ ان جو اصلي مقصد فوت ٿي وڃي ٿو.

"حرف آخر" مان معلوم ٿئي ٿو تہ بشير صاحب جن عالمي ادب جو ڪافي مطالعو ڪيو آهي: علم نفسيات ۽ علم عروض کان سواءِ، رڳو افساني نگاريءَ جي فن بابت پاڻ دنيا جي سڀني عظيم فنڪارن جا ڪتاب پڙهيا اٿن. ان باري ۾ بشير صاحب چين، فرانس، روس، آمريڪا، جرمني، ڀارت ۽ پاڪستان - مطلب تہ سڄي دنيا جي سڀني مک ۽ مشهور افساني نگارن جا سائيڪو ڪن نالا درج ڪندي فرمايو آهي تہ پاڻ انهن سڀني جون لکيتون پڙهيون اٿن، ۽ ڪائنن متاثر ٿيا آهن.

"اجنبي" جي مصنف جي ادبي اڪتساب جي روشنيءَ ۾، ۽ سندس ايتري فني ڄاڻ ڄاڻڻ کان پوءِ، جڏهن اسين هن مجموعي جي ڪهاڻين تي مجموعي طور بہ نظر ڪريون ٿا تہ پروسوٺي نہ ٿيو اچي تہ "ڇَهوڪري"، "ٻڙيو" ۽ "نيڪري" جهڙا ڪامياب افسانا پيش ڪرڻ واري جو قلم اسان کي اهڙيون ڪهاڻيون بہ ڏيئي سگهي ٿو، جن کي پڙهڻ بعد ڪجهہ بہ نٿو ملي، سواءِ مايوسيءَ جي! خبر ناهي تہ اهي ڪهاڻيون لکندي بشير صاحب پنهنجي وسيع مطالعي کي ڇولہ استعمال ڪيو آهي!

سنڌ جي نوجوان افساني نگار بشير موريانيءَ جو هي ڪتاب، "اجنبي"، سنڌ جي هڪ "ڄاتل سڃاتل" پبلشر ڇاپيو آهي، جنهن جا سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي گذريل ڏهاڪو سالن کان جيڪي "احسان" ٿي رهيا آهن، تن جو عيوضو اسان جون ايندڙ ست پيڙهيون بہ شايد مشڪل سان چُڪائي سگهنديون. سنڌ ۾ ڪتاب ڇپيندڙ اهائي هڪڙي فرم آهي، جنهن هر قسم جي علمي، ادبي، تاريخي، درسي، تفريحي - مطلب تہ هڪ آني قيمت وارين ڪوڙن جي ڪاپين ڇپڻ جو بہ ڄڻ ٺيڪو کڻي ڇڏيو آهي - محض سنڌين جي ايڏهيءَ پڙهيءَ تي احسان ڪرڻ لاءِ، سنڌي علم ۽ ادب جي خدمت ڪرڻ لاءِ، ۽ انهيءَ "خدمت" جي سلسلي کي بدستور جاري رکڻ واسطي پنهنجي ڪوٺيءَ کي قائم رکڻ لاءِ!

سچ پچ تہ هن قسم جي ٺيڪيداريءَ مان سنڌي ٻولي، ادب ۽ تعليم توڙي عام پڙهندڙن جي ذهني ضرورتن کي فقط ڏهن سالن جي وقت اندر جيڪو نقصان پهتو آهي، ان جي تلافي اسان کان هڪ سو سالن جي ڏکيءَ جدوجهد سان بہ ڪانہ پڄندي.

ان باري ۾ تبصري نگار وڌيڪ تفصيل ۾ وڃڻ نٿو چاهي، البت ايترو ارمان ظاهر ڪرڻ کان دل نٿي ٻلي تہ اڄ جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي حفاظت ۽ ترقيءَ جي تحريڪ زور وٺي رهي آهي، تڏهن اسان کي اڃا تائين اهڙو ڪو بہ ادارو ميدان ۾ ايندو

نٿو معلوم ٿئي، جيڪو اج جي ضرورتن پٽاندر، اج جي سلجهيل ادبي جون تصنيفون - افسانا، ناول، ڊراما، ادبي تنقيدون، شعر جا مجموعا، وغيره - ڇپائڻ جو اهتمام ڪري. ظاهر ته انهيءَ صورتحال ڪان مجبور ٿي، اسان جا ليکڪ پنهنجي جديد ادب کي به انهيءَ 'ٺيڪيداريءَ' جي منهن پر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا - ۽ پوءِ جيڪا عقوبت ٿي سگهي ٿي، ان جو مثال اسان جو زيرنظر ڪتاب "اجنبي" آهي. اندازي لاءِ فقط هڪ مثال پيش ڪجي ٿو - جنهن کي "ڇپائيءَ جو معجزو" چئجي ته ٺيڪ ٿيندو.

مجموعي جي چوٿين افساني، "بلنديءَ ڪان پستيءَ تائين"، کي بالڪل ڪراماتي ڪرتب سان ٽوڙي، ٻه جدا جدا افسانا ڪري ڇپيو ويو آهي، ۽ انهيءَ نئينءَ تخليق کي "ڪفر ٽوٽا خدا خدا ڪر ڪے" جو نالو ڏيئي، نئين صفحي ڪان شروع ڪيو ويو آهي. "بلنديءَ ڪان پستيءَ تائين" افسانو هلندڙ آهي -

"پرويز ٺڪو ٿي مُرڪڻ لڳو. هن جي مرڪ پر ٻه عاجزي جهلڪي رهي هئي.

عزيز کيس مرڪندو ڏسي چيو: 'ڪفر ٽوٽا خدا خدا ڪر ڪے'!"

- ۽ ڪفر جي ٽٽڻ سان افساني جا ٻه ٻه ٽڪر ٿي ويا: "ڪفر ٽوٽا" ڪان نئون افسانو شروع ٿي ويو، ۽ اڳئين افساني پر 'عزيز' کي مرڪندي ڇڏي ڏنو ويو! ڇا اهو واقعي "ڇپائي جو معجزو" نه چئجي؟ - ۽ اهو ڪمال فقط اسان تي "احسان" ڪرڻ واري انهيءَ "ڇاتل سڃاتل" پبلشر جوئي حق آهي! سڄي ڪتاب پر پروف جون غلطيون پريون پيون آهن - ايتريقدر جو خود مصنف جو نالو به پنهي هنڌن تي غلط ڇپيو ويو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ ڪهڪاءُ رکندڙ صاحبن کي ان متعلق جلدئي ڪو تڪڙو انتظام ڪرڻ کپي. هندستان وارن جو مثال اسان جي اڳيان آهي، جن اتي نئين ماحول پر به ڪيترائي ڪتابي سلسلا ۽ مضبوط ادارا قائم ڪري ورتا آهن. ڇا، اسين فقط هڪڙئي اهڙي پبليڪيشن پيدا ڪرڻ ڪان به قاصر آهيون؟ - م. ص.

**دراسات اللبيب (عربي):** مصنف مخدوم محمد معين ٺٽوي سنڌي؛ صفحا ۵۵۳ + ۵۶ + ۵۵ + ۱۰۷ = ۶۲۳؛ سائيز ڊيمي؛ ڇپائي بهترين، عربي ٽائيپ پر؛ جلد مضبوط، ڪپڙي جو؛ گرد پوش عمدو؛ قيمت ٻارهن رپيا؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال - (۱) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي، ۽ (۲) اسٽيشن روڊ، حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب ٻارهين صديءَ جي مشهور ۽ متبحر عالم ۽ صوفي مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جي عربيءَ پر اها آخري تصنيف آهي، جنهن جي متعلق نواب صديق حسن خان مرحوم پنهنجي ڪتاب "اتحاف النبلاء" پر تبصرو ڪندي لکيو:

"هي ڪتاب شيخ الفاضل محقق محمد معين بن محمد امين سنڌيءَ هن موضوع تي لکيو آهي ته 'جيڪڏهن صحيح حديثون ملن ۽ مذهب (مذاهب اربعہ) جون روايتون

ان جي خلاف هجن، تہ مذهب جي روايتن کي حديثن جي مقابلي ۾ ڇڏي ڏين گهرجي. جيتريقدر هي ڪتاب پنهنجي ترتيب، طرز نگارش ۽ شوڪت الفاظ جي اعتبار کان بينظير آهي، اوتريقدر فاضل مصنف پنهنجي مدعا کي ثابت ڪرڻ جي لاءِ نهايت ئي صحيح دليلن کان ڪم ورتو آهي—سواءِ ان جي جو هن ڪتاب ۾ ڪن هنڌن تي تصوّف جي چاشنيءَ کي زبردستيءَ داخل ڪيو ويو آهي. سچ پڇ تہ فاضل مصنف جنهن مقصد لاءِ هي ڪتاب لکيو آهي، تنهن جو پورو پورو حق ادا ڪري ڇڏيو اٿس".

ڪتاب جي قدر و قيمت ۽ افاديت جو اندازو هن ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ هندوستان جي مشهور عالم مولانا عبدالحي لکنويءَ، پنهنجي ڪتاب "التعليق المجد علي موطاء الامام محمد" جي مقدمي ۾، انهن اعتراض ڪندڙن کي جواب ڏيندي جيڪي امام اعظم عليه الرحمة تي "صاحب الراءِ و القياس" هجڻ جو الزام لڳائين ٿا، هن ڪتاب مان استفادو حاصل ڪيو آهي. قاضي طلا محمد پشاوريءَ پڻ هن ڪتاب کان متاثر ٿي، عربيءَ ۾ هڪ مستقل قصيدو هن ڪتاب جي وصف ۾ نظم ڪيو آهي.

هي ڪتاب، سن ١٢٨٤ هجريءَ ۾، اهل حديث جي جليل القدر عالم ميان نذير حسين محدث دهلويءَ جي ارشاد تي لاهور کان شايع ڪيو ويو هو، جنهن جي تصنيف کان پوءِ ان دور جي مشهور عالمن ان جي تائيد ۽ ترديد ۾ ڪيترا ئي ڪتاب ۽ مضمون لکيا.

"دراساتُ اللّبيب" ٻارهن 'دراسن' تي مشتمل آهي، جن کي باب بہ چئي سگهجي ٿو. ٻارهون دراسو حضرت امام ابوحنيفہ ۽ حنفي مذهب جي باري ۾ آهي.

جيئن تہ سن ١٢٨٤ هجريءَ واري نسخي ۾ ڪتابت جون گهڻيون ئي غلطيون هيون، ۽ هونئن بہ اهو نسخو ناياب ٿي چڪو هو، تنهنڪري سنڌي ادبي بورڊ، "سنڌ جي قومي تاريخ ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ واريءَ اسڪيم" ماتحت، هن ڪتاب کي پنهنجي اشاعتي پروگرام ۾ شامل ڪري، جديد ڇپائيءَ ۾ پڌرو ڪيو آهي. انهيءَ اسڪيم جو مقصد هي آهي تہ، خصوصاً فارسي ۽ عربي زبانن ۾، تاريخ، سوانح، حديث، تصوف ۽ شعر جي موضوعن تي سنڌ جي قديم مايہ ناز عالمن ۽ مفڪرن جا لکيل اهي شاهڪار ڇپائي پڌرا ڪيا وڃن، جن مان اڄ بہ ڪيترائي مخطوطن جي صورت ۾ سنڌ جي ڪن خانگي ڪتبخانن اندر زبون حالت ۾ موجود آهن.

اها اسڪيم ڇهن سالن (١٩٥٦-٦١) جي عرصي ۾ مڪمل ٿيڻي آهي، ۽ ان مطابق بورڊ جي تجويز آهي تہ عربي زبان ۾ ١٣ ڪتاب؛ فارسي زبان ۾ ٣٠ ڪتاب تاريخ جي موضوع تي، ۽ ٥٧ ڪتاب فارسي شعر و ادب جي موضوعن تي؛ اردو زبان ۾ ٧ ڪتاب؛ ۽ انگريزيءَ ۾ ٦ ڪتاب شايع ڪيا ويندا.

"دراسات اللبيب" عربي ڪتابن جي سلسلي جو پهريون ڪتاب، ۽ سڄيءَ اسڪيم مطابق هيل تائين ڇپيل پنجون ڪتاب آهي.

هن ڪتاب کي مولانا عبدالرشيد نعمانيءَ ايڊٽ ڪيو آهي. فاضل مصحح، هنڌ هنڌ تي ضروري ۽ وضاحتي نوٽ لکي انهن سڀني شڪن شبهن کي دور ڪري ڇڏيو آهي، جيڪي هن ڪتاب جي مطالعي ڪندڙ جي دل ۽ دماغ ۾ پيدا ٿين ٿا؛ ۽ تعليقات ۾ (جن کي فاضل مصحح 'تعقيبات' جو نالو ڏنو آهي) انهن سڀني اعتراضن ۽ دليلن کي واضح ڪري، جيڪي حديث ۽ ان سان لاڳاپو رکندڙ علمن جي باري ۾ آهن، حنفي نقطهء نظر سان سلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. ڪتاب جي ڀاڱيءَ ۾ مولانا عبدالرشيد نعمانيءَ هڪ جامع ۽ بسيط مقدمو لکي، ڪتاب ۽ صاحب ڪتاب مخدوم محمد معين جي باري ۾ سندس زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي خوش اسلوبيءَ سان هڪ هنڌ جمع ڪري، پڙهندڙن لاءِ معلومات جو هڪ قيمتي خزانو گڏ ڪيو آهي. ڪتاب جو مقدمو، تعليقات ۽ حاشيون عربيءَ ۾ آهن. پڇاڙيءَ ۾ رجال ۽ ڪتابن جي فهرست، هن ڪتاب جي معنوي خوبين ۾ اچا به واڌارو ڪري ڇڏيو آهي.

علم دوست صاحبن کي هي ڪتاب ضرور خريد ڪري پنهنجي لئبرريءَ جي زينت وڌائڻ کپي.

**ديوان "عطا" (فارسي):** صفحا (مقدمو ١٥٠ + متن ٤٦١) ٦١١؛ ڇپائي، ٽنو ۽ گيٽ اپ اعليٰ؛ جلد پڪو، مضبوط، ڪپڙي جو؛ گرد پوش موزون ۽ دلڪش؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال - (١) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي، ۽ (٢) اسٽيشن روڊ، حيدرآباد، سنڌ.

"ديوان عطا" ٻارهين صدي هجريءَ جي مشهور سنڌي فارسي-گو شاعر عبدالحڪيم "عطا" ٺٽويءَ جي غزلن ۽ قطعن جو مجموعو آهي. "عطا" کي هڪ سَو سالن جي ڊگهي ڄمار نصيب ٿي، ان ڪري سندس شاعريءَ جو وقفو به اسي سال کن رهيو. هن شاهجهان کان وٺي محمد شاه بادشاه تائين ڇهن سلطانن جو دور پنهنجي اکين سان ڏٺو. شاعري سندس خانداني ورثو هو، ۽ شعر جي مڙني صنفن تي کيس استادانه عبور حاصل هو. "عطا" جي عمر جو وڏو حصو ڏکن ۽ مصيبتن ۾ گذريو. سندس طبيعت به ڏاڍي حساس ۽ خوددار هئي. انهن مڙني سببن جي ڪري، "عطا" جي ديوان ۾ هڪ طرف ته فارسي تغزل جون سموريون فني خوبيون ۽ لطافتون موجود آهن، ۽ ٻئي طرف سندس قلبي وارداتن ۾ انهيءَ دور جي سماجي ۽ تاريخي صورتحال جو نهايت ئي واضح پس منظر سمايل آهي. "عطا" جي شاعريءَ واري اسي سالن جي طويل مدت ۾، مرڪزي حڪومت جو انتظام گهڻي قدر ڪمزور هو، ۽ ان ڪري ملڪ ۾ بدامني ۽ فساد جون حالتون پيدا ٿيون. سنڌ ۾ انهيءَ بي بندوبستيءَ جو اثر نسبتاً وڌيڪ هو. "انقلاب، بغاوتون، گهرو لڙايون، ڏڪار، وبائون، ٻوڏون، نفعي خوري، چوربازاري - مطلب ته ڪهڙي مصيبت هئي جا ملڪ مٿان نه ڪڙڪي ۽ ملڪ کي پامال ۽ تباه نه ڪيائين؟ اون شاهوڪار رذيلن جو غرور، نااهلن جو عروج ۽ ٻندار، ارباب ڪمال جي ناقدري، شريفن جي ويچارائي، حاڪمن جا ظلم، رشوتخوري، پنهنجن کي ورسائڻ ۽

پيون معاشري جون سموريون خرابيون چوٽ چڙهي ويون. 'عطا' جي ڪلام ۾ انهن سمورين چيزن جا گهرا ۽ واضح تاثرات موجود آهن". ملڪي تباهيءَ ۽ بي انصافيءَ جي حالت ڪان سواءِ، خود "عطا" کي به ڪيترن ذاتي نقصانن ۽ دل ڏکوئيندڙ واقعن سان منهن ڏيڻو پيو. حساس شاعر جي دل انهيءَ ماحول کان ايتريقدر ته متاثر ٿي ويئي، جو سندس اندر جا آڌما، شعر جي صورت ۾، بي اختيار تير بڻجي، سموري آسپاس کي پنهنجي حملي جو شڪار بنائي ويا. "عطا" جي نشترزنيءَ کان حاڪمن، دولتمندن، هموطنن، شهر جي باشندن، محلي جي ماڻهن، بلڪ پاڙيسرين ۽ همعصر شاعرن کي به پناهه نه ملي سگهي. "عطا" جي مشاهدي ۽ بيباڪيءَ جي مثال جي لاءِ مقدمي ۾ آيل هڪ نظم ملاحظه ڪريو، جنهن ۾ هن سنڌ ۾ ان وقت جيڪي ڪجهه ٿي واپري رهيو هو، تنهن جي تصوير چٽي آهي:

"هن سرزمين تي اچاڪهه عجيب نظارا ڏسڻ ۾ پيا اچن، جو جيڪي ماڻهو داڻا چڱندا وتندا هئا، سي اڄ ڪتڙن جا مالڪ آهن؛ جيڪي پاڻ ڍل پريندا هئا، سي اڄ ڏن وصول ڪندڙ آهن؛ هرڪو عيسو موسو دڪاندار اڄ پڌو واپاري آهي؛ جيڪي ڪالهه فاقا ڪڍي رهيا هئا، سي اڄ باغن، ٻوڪن ۽ دولت جا مالڪ آهن، جيڪي ظلم سان حاصل ڪيا اٿن؛ هنن جا وزن ۽ پيمانا ننگيءَ جا آهن، ۽ مهانگائيءَ جو اهو حال آهي جو ٿورڙيءَ چيز جو گهڻي پيچو ناڻو ٿا وٺن؛ مچرن، منگهڻ ۽ جوڳين وانگر انسانن جو رت پيا چوسين؛ دلين ۾ فريب اٿن ۽ دولت تي نظر اٿن، ۽ هرڪنهن قسم جي بازپرس کان بلڪل بيپرواهه آهن: عجب ته اهو آهي ته جيڪو ٺٺون ڪوتوال آيو آهي، سو خود وڏو فتني انگيز ۽ فسادي آهي؛ هن کي اعمالن ۽ بچاڙيءَ جو ڪو اونو ڪونهي، مظلومن تي ظلم ڪرڻ ۾ بيپرواهه آهي؛ هن ظالم کي محاسبي ۽ پڇا ڳاڇا جو ڪو انديشو ئي ڪونهي: اهڙيءَ دنيا ۾ زنده رهڻ ته آسان ڪونهي، پر مرڻ به ڏاڍو مشڪل آهي!"

"عطا" جي انهيءَ طبيعت، سندس غزلن ۾ به عشق ۽ محبت جي اظهار جي انفراديت کي قائم رکيو آهي.

"عطا" جو زيرنظر ديوان، خود "عطا" جي ئي هٿ اکر لکيل مخطوطي تان مرتب ڪيو ويو آهي، جنهن کي هٿ ڪرڻ ۽ خريدڻ ۾ ناشرن کي گهڻي ڪوشش ۽ ڳري قيمت ڏيڻي پيئي آهي.

"ديوان عطا" سنڌي ادبي بورڊ جي "سنڌ جي قومي تاريخ ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ واريءَ اسڪيم" جي فارسي ڪتابن جي سلسلي جو ٽيون نمبر ڪتاب، ۽ سڄيءَ اسڪيم مطابق هيل تائين ڇپيل ڇهون نمبر ڪتاب آهي.

ڪتاب جي شروع ۾ مشهور محقق سيد محمد مطيع الله "راشد" برهانپوريءَ جو لکيل مقدمو شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ فاضل مقدمي نگار "عطا" جي سوانح ۽ ڪلام بابت سير حاصل معلومات پيش ڪئي آهي.

مجموعي طور تي، سنڌي ادبي بورڊ هي ڪتاب شايع ڪري وڏي ادبي خدمت بجا آندي آهي. اميد ته "عطا" جو ٻيو ڪلام- نظم، تاريخي قطعا، هجويات، وغيره- به ڳولي ڇپايا ويندا. هر ادبي ذوق رکندڙ جي لئبرريءَ ۾ هن ڪتاب جي هڪ ڪاپي ضرور هجڻ کپي.

**ديوان "قليچ"**: صفحا ۲ + ۱۳۲ + ۴۱۶ + ۱۰ = ٦٥٠؛ ڇپائي، گيٽ اپ ۽ ٻيو بهترين؛ جلد پڪو مضبوط، گرد پوش نفيس ۽ ديده زيب؛ قيمت ست رپيا؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال، اسٽيشن روڊ، حيدرآباد سنڌ.

سنڌ جو اهو ڪهڙو فرد هوندو، جنهن مرحوم شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ جو نالو نه ٻڌو هجي؟ سنڌي ادب جي حفاظت ۽ واڌاري لاءِ ورتل اوائلي ڪوششن جي سلسلي ۾، ميرزا مرحوم کي وڏي حيثيت حاصل آهي. سنڌيءَ جي هن محسن بزرگ، نظم توڙي نثر ۾، هر صنف ۽ هر موضوع تي جيڪي قابل قدر ڪتاب لکي ڇڏيا آهن، اهي اسان جي ادب ۾ سچ پچ ته وڏو خال ٿا پورين.

"ديوان قليچ" مرزا صاحب جي غزلن ۽ قصيدن جو مجموعو آهي، جنهن کي سندس لائق فرزند مرزا اجمل بيگ "اجمل" مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ فاضل مرتب جو عالمانه انداز ۾ لکيل مقدمو آهي، جيڪو "قليچ" جي ڪلام ۽ شخصيت تي هڪ سير حاصل ادبي بحث آهي، ۽ "قليچ" بابت پنهنجي سر هڪ الڳ تصنيف جي حيثيت رکي ٿو. ان کان پوءِ ڪتاب جو متن شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ رديف وار ۴۸۲ غزل ۽ قصيدا شامل آهن. آخر ۾ ديوان ۾ آيل سڀني غزلن جو الف-ب وار تفصيل پڻ ڏنل آهي. ڪتاب ۾ مرزا صاحب مرحوم جي جوانيءَ ۽ پيريءَ جون چار تصويرون، آرٽ پني تي ڏنل آهن.

سنڌي ادبي بورڊ وارن هي ڪتاب ڇپائي، ادب جي شائقن جي وڏي ضرورت پوري ڪئي آهي؛ ۽ پڻ "قليچ" جي ڪلام تي ڌيان ڌري، سنڌي ادب جي وکريل املهه مالڪن کي محفوظ بنائڻ جي سلسلي ۾ جس جوڳو قدم کنيو آهي. اميد ته سنڌيءَ جو سٺو مطالعو ڪرڻ وارا هن ڪتاب مان پوريءَ ريت فائدو وٺندا.

پهچ. (۱) سوکڙي (بيت ۽ افسانا): مصنف عبدالجبار شام؛ صفحا ۵۰؛ قيمت ٻارهن آنا؛ ڇپائيندڙ: "لطيف پبليڪيشن"، بدين، سنڌ. (۲) تاريخ شعراي لاڙ: مولف شيخ محمد سومار؛ صفحا ۵۰؛ قيمت ٻارهن آنا؛ ڇپائيندڙ "جيلاني پبليڪيشن"، بدين، سنڌ. (۳) ڳهوڳهو چواڻ (لوڪ ادب): لکندڙ شيخ محمد سومار؛ ڇپائيندڙ: "جيلاني پبليڪيشن"، بدين، سنڌ. (۴) پارس (ترجمو): سنڌ پڪار عبدالمجيد جوڻيجو؛ ڇپائيندڙ: "جيلاني پبليڪيشن"، بدين، سنڌ. (۵) رهنماي شاعري ڀاڱو پهريون (ٻيو ڇاپو): مصنف شيخ محمد ابراهيم "خليل"؛ صفحا ۸۷؛ قيمت هڪ رپيو چار آنا؛ ڇپائيندڙ: "سنڌي ادبي مرڪز"، حيدرآباد، سنڌ. (۶) ٻجاڙي چابڪ (طنزي افسانا): مصنف عبدالرحيم جوڻيجو؛ صفحا ۱۳۷؛ قيمت ٻه رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: "سنڌي ڪتاب گهر"، حيدرآباد، سنڌ. (۷) رسالو "شاعر"، حيدرآباد (اپريل، مئي، جون ۱۹۵۷ع)؛ "هلال پاڪستان" ماهوار ايڊيشن (افسانه نمبر)؛ رسالو "تقاضا"، سکر (سالنامو)؛ رسالو "مارئي" حيدرآباد (خاص نمبر).

# «آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون ماريِن!»

(از: ش. ح.)

## مرحوم ميرزا همايون بيگ ”فائق“

شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ مرحوم جو ڇهون نمبر فرزند، ميرزا همايون بيگ ”فائق“، تاريخ ٣٠ مئي ١٩٥٧ع تي، خميس ڏينهن شام جو، پنهنجي ڪوٺي ٽنڊي ٺوڙهي (حيدرآباد سنڌ) ۾ رحلت ڪري ويو- انا لله و انا عليه راجعون!

مرحوم ”فائق“ سنڌ جو هڪ ڪهنه مشق ۽ سٺو شاعر هو. سندس ڪلام سلوڻو ۽ مٺو، رنگين ۽ دلپذير آهي. شعر جي سڀني صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿس. سڀاءَ جو سنجيدو، رلڻو ملڻو ۽ هڪ همدرد دوست هو. پوين ڏينهن، خون جي ڪميءَ سبب، يرقان (سائي) جي بيماري ٿي پيس، جنهن ڪيس نهوڙي ڇڏيو.



”همايون“ ابن ”قليچ“ آهيان آءٌ، اٿم عشق ۽ شعر ورثو اباڻو.

مرحوم ”فائق“ ڇهين مئي ١٩٠٨ع ۾ ٽنڊي ٺوڙهي ۾ تولد ٿيو. ڇهن ڏينهن جو مس هو تہ سندس والده گذاري ويئي. ٽنڊي ٺوڙهي ۽ ڦليليءَ جي اسڪولن ۾ چار درجا سنڌي پڙهي، حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان، ١٩٢٧ع ۾، مئٽرڪ پاس ڪيائين. ننڍي هوندي کان ڊرائنگ ۽ مصوريءَ جو شوق هوس- بمبئي يونيورسٽيءَ جا ڪي خاص امتحان پڻ ڏنائين. راڳ سان خاص لڳاءُ هوس- مشاعرن ۾ پنهنجو ڪلام ڳائي پڙهائيندو هو. اسٽيج ڊرامن جو گهڻو شوق هوس. جوانيءَ واري وقت ۾، حيدرآباد جي اسٽار ٿيٽريڪل ڪمپني ۽ ڪراچيءَ جي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي تهذيبي ۽ معياري انگريزي ڊرامن ۾ ڪيترائي ڀيرا 'هيرو' جو پارٽ ادا ڪيو هئائين. ڇهرين ڪمپنيءَ جو ڊرامو Les miserables ۽ پوئينءَ جو The Lord Budha (گوتم ٻڌ) سندس بهترين ڊراما هئا، جن ۾ پاڻ هيرو جو پارٽ ورتائين.

وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نہ سگهيو، ۽ روزگار جي سلسلي ۾، ١٩٢٨ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪري ڪرڻ لڳو. ١٩٢٩ع ۾ اتان ايڪسائيز انسپيڪٽر چونڊجي ويو. ان بعد مئنيجري ڪاتي جو انسپيڪٽر، ۽ پوءِ راشننگ انسپيڪٽر ٿيو. ١٩٤٢ع واريءَ جنگ ۾، ملٽري سڪيا لاءِ، کيس ڪيڊٽ آفيسر چونڊيو ويو.

انهيءَ سلسلي ۾، هوائي فورس جي سکيا وٺندي، هوائي جهاز مان پئراشوٽ تي لهندي ڪِري پيو. ٽنگ کي ڏاڍي ضرب رسيس، - بلڪ پٺيءَ جي ڪِرنگهي واريءَ نس کي سخت چوٽ آئي. ڪجهه ڏينهن ملٽري اسپتال ۾ علاج هيٺ رهيو. چاڪ ٿي آئيو، ته ملٽريءَ جي نوڪري ڪرڻ جي لائق نه رهيو. ڊاڪٽرن جي اهڙي سرٽيفڪيٽ تي ڪيس گهوٽ موٽڻو پيو. اڳين نوڪريءَ تي پڻ پنهنجو حق وڃائي ويٺو هو. ان ڪري، پنهنجي والد جي تصنيفن کي ڇپائڻ جي خيال کان، حيدرآباد ۾ "ادارهٔ قليچ" قائم ڪري، "يادگار قليچ" جي نالي سان هڪ ڪتابي سلسلو شروع ڪيائين. ساڳئي وقت "پنجتني" پريس جو مئنيجر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.

انهيءَ عرصي ۾ "فائق" مرحوم جي مالي حالت بگڙجي چڪي هئي. پلاءِ، هڪ سفيد پوش پڇڙ بوال کي ڇا ڇا نه ڪرڻو پوي؟ "فائق" حيدرآباد جي مشهور ڪاٺياواڙي سيٺ حاجي قاسم (آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس) جي "اسٽينڊرڊ" پريس ۾ مئنيجر ٿي ويو. جن سالن گذاريو هوندو، تن کي معلوم هوندو ته "فائق" ڪيتريقدر نفاست پسند هو: پر ادبين جو ته مقدر ئي الڳ هوندو آهي! ڪو مڃي نه مڃي، "فائق" هڪڙي ڏينهن صبح جي ڇهين بجي کان وٺي ٻئي ڏينهن صبح جي ڇٺين بجي تائين مسلسل پريس جي ڪم ۾ مشغول رهيو ٿي! ايتري محنت ۽ اورچائيءَ جي باوجود، مون کي ياد آهي، پريس جي مالڪ سيٺ ڪيس هڪ مرتبي تمام گهٽ قدر ڇنڀيو هو. "فائق" جواب ڏيڻ جي ڪوشش نه ڪئي ڪئي - خاموش هو، چپ چاپ ٻُڌي رهيو هو - مجبوريءَ جا انگ! سيٺ جي پٺ ڏيڻ بعد هن فقط هي اکر اچاريا: "عجيب ذهنيت آهي!"

انهيءَ عجيب ذهنيت جو ڏک پر پو احساس ڪئي، هو ١٩٥٥ع جي وچ ڌاري سنڌي ادبي بورڊ جي ملازمت ۾ داخل ٿيو. اٽڪل هڪ سال تائين هو سنڌي ادبي بورڊ جي حيدرآباد واري بوڪ اسٽال جو مئنيجر ٿي رهيو. اهو وقت هن چڱو خوش گذاريو. ادبي بورڊ جي پريس ۽ ادارهٔ مهراڻ جي سيني سالهن سان سندس سهڻو سلوڪ رهيو. جهڙو هو ڪم جو سچار، تهڙوئي هو مُنهن جو مِٺو. پڇاڙيءَ تائين سيني سان سرهو رهيو.

خوددار ته فنڪار ٿي ٿيندا آهن. "فائق" اڪثر مون کي چوندو هو، "ادا، نوڪري ٺوڪري آهي: اڄ ته پنهنجي مڃايون!" انهيءَ احساس کي پالي پالي، هو گذريل جنوريءَ کان بورڊ جي ملازمت ڇڏي ويو - پنهنجي مڃائڻ لاءِ. پوءِ هن "قليچ دارالاشاعت" جو پايو وڌو، - پر ان جو فقط پهريون ئي ڪتاب "خورشيد" ڇپجي سگهيو هو، ته "فائق" جا ڏينهن پڄي آيا. ٣٠ مئي ١٩٥٧ع شام جي پوڻين ڇئين بجي پنهنجي گهر مان ابدي گهر ڏانهن لاڏائو ڪيائين. ڪيس گهوٽ جي مقام ۾ دفن ڪيائون.

پويَن ڏينهن ۾ ڪيس پنهنجو ديوان مڪمل ڪرڻ جو شوق هو، پر سندس اها آرزو پوري نه ٿي سگهي. "حيات قليچ" ۽ "فرعون جي معشوقہ" سندس ڇپيل تصنيفون آهن. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان پڻ سنڌي ڪتابن تي ڪيل سندس تبصراتي تقريرون نشر ٿي چڪيون آهن. پويان هڪ اٺن سالن جي نياڻي، ۽ ڇهن سالن جو فرزند ڇڏي ويو.

مرحوم "فائق" گهڻين خوبين جو مالڪ هو. خداوند عالم ڪيس مرحمي، پنهنجي جوار رحمت ۾ جڳهه ڏئي، ۽ پنجتن پاڪ جي پاسي ۾ خوش رکي!

# پڙهندڙن جا پيغام

— پريہ ايڊيٽر صاحب، ”مهراڻ“ بابت مان ڇا لکان، سو منهنجي سمجھہ ۾ ڪونہ اچي رهيو آهي. اسان ڪي اوهان جي ”مهراڻ“ لاءِ ڪيترو ۽ ڪهڙو انتظار ڪرڻو ٿو پوي، سو جيترو لکجي اوترو ٿورو آهي. چوڻي آهي، ”دير پيا، درست ٿيا“— تيئن ”مهراڻ“ جي انتظار جو ڦل اسان کي تمام سٺو ۽ جهجهي انداز ۾ حاصل ٿيندو آهي. پنهنجو سڀڪجھہ ڀُلائي ”مهراڻ“ کي پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندا آهيون. هفتي ٻن لاءِ تہ اسان کي ڪنهن بہ ٻئي پستڪ جي گهرج ڪانہ ٿيندي آهي. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو توهين ”مهراڻ“ مهيني سر مهيني ڪڍندا رهو! ”مهراڻ“ جهڙي رسالي لاءِ ٽي مهنا ترسي رهڻ هڪ وڏو عرصو آهي، ۽ ايترو انتظار ساهتيہ-پريمين لاءِ ڏاڍي ڏکي ڳالھہ آهي.

ڪنهيو ٽي. ڪٽر، راجڪوٽ (ڀارت)

— ڀائو، شال سلامت هجو! ”مهراڻ“ ٽن مهنن جي طويل انتظار بعد موصول ٿيو. هن پرچي (٣/١٩٥٦) جي هر چيز پنهنجيءَ جاءِ تي نهايت خوب آهي: افسانا، نظم، مضمون— هر چيز پنهنجو جواب پاڻ آهي. افساني سان گهڻي دلچسپي اٿم، تنهنڪري ان تي پنهنجي ناقص راءِ لکان ٿو. هن دفعي جا خاص ڳالھہ افسانن جي حصي ۾ آهي، اها هيءَ تہ سڀ افسانا مختصر آهن. ”مهراڻ“ جي پهرين پرچن ۾ زياده تر طويل افسانا پيش ڪيا ويا آهن— ايتريقدر جو پڙهي پڙهي طبيعت ’بور‘ ٿيو پوي. اميد تہ آئيندي بہ اهڙا ئي معياري ۽ مختصر افسانا پيش ڪندا رهندا.

هن دفعي سڀ کان سٺو افسانو رشيد آخوند جو افسانو ”ڊونگ“ آهي. پڙهندي وقت اهين پئي معلوم ٿيو، ڄڻ تہ سڀڪجھہ اسان جي اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. حالانڪ اهو پلاٽ هينئر ڪافي پراڻو ٿي چڪو آهي، پر افسانينگار ان ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو آهي. افساني جي ٻولي بہ وڻندڙ ۽ صاف آهي. هڪ هڪ لفظ ۾ سماج جي خلاف بغاوت آهي، ۽ تاثير اهڙو آهي جو بياختيار اکين مان ڳوڙها ڪري پيا. ”ها اسان تون سچي آهين— هيءَ ڏينهن آهي ڏينهن. اڄ سان مڙس کي مارياڻين. جي ٿورا سال پيا هن پاڙي ۾ رهي، تہ الائجي ڪهڙو قهر ڪندي!“— ڪيترو نہ درد آهي انهن جملن ۾! مختصر تہ رشيد آخوند جو هي افسانو ظالم سماج جي ڳِل تي هڪ زوردار ٿڦڙ آهي. ڪاش، اهي هن چماٽ کي محسوس ڪري سگهن!

”ڪڏهن بهار ايندو“ سٺو افسانو تہ ضرور آهي، پر دل کي پاڻ ڏانهن مائل خاص طور سان نہ ڪري سگهيو: خبر نہ آهي، هي افسانو دل تي ايڏو اثر ڇو نہ ڪري سگهيو!

"هو ديوتا آهي" - ڪمل پياسيءَ جي لکڻيءَ ڪان ته مان اوتين ئي گهڻو متاثر آهيان، ڇو ته سنڌس هي افسانو پڙهي مان ڪيس ادب جي بلندين تي تصور ڪريان ٿي. ڪنهن ڪي سمجهڻ ڪا سٺري ڳالهه نه آهي: مگر ڪمل ڀاءُ ته عورت ۽ مرد ٻنهي جي فطرت ڪي عيان ڪري ڇڏيو آهي: عورت ۽ مرد جو چڱيءَ طرح مطالعو ڪيو اٿس. اگر مرد ڪي ديوتا بنايو اٿس، ته شايد عورت ڪي 'ديوي'! پڙهندي سمي ائين پئي لڳو ته پرستان جو سير ڪري رهي آهيان! سنڌس جملا ڪهڙا نه وڻندڙ آهن - هڪ هڪ اکر ۾ ڄڻ ته هيرا پوتا ويا آهن! سڄو افسانو ڄڻ ته املهه مائڪن جو هار آهي. مون ڪي ته هي افسانو ڏاڍو وڻيو.

غلام ربانيءَ جو افسانو پڙهيم - "الا جهري ۾ شال غريبن جي جهوپڙي!" افساني جو عنوان پڙهڻ شرط ساري افساني مان واقف ٿي وئيس - ڄڻ مون ڪي اڳي ئي خبر هئي ته ان ۾ ڇا هوندو - ۽ سچ پچ اهوئي هو جيڪو منهنجي ذهن ۾ اهو عنوان پڙهي آيو هو. افسانو پنهنجيءَ جاءِ تي تمام نيڪ آهي، مگر هڪ ڳالهه عرض ڪنديس: جنهن ساده لوحيءَ جو مظاهرو رباني صاحب پنهنجي افساني ۾ ڪيو آهي، ان جو حقيقت ۾ هن دور سان ڪوبه واسطو نظر نٿو اچي. اها ساده لوحي ته گهڻو اڳ جي آهي. هن دور ۾ ڪم از ڪم مان ته نٿي سمجهي سگهان ته ڪو ائين ٿيندو به هوندو! ڇاڪاڻ ته ٿوريءَ ڳالهه تي به ڳوڙهن وارا محل ايڏو ٿا سجائين، جنهن جي ڪا انتها ڪونه آهي - خون به ٿي پوندا آهن. توهان ائين نه سمجهو ته منهنجي دل ۾ ڳوٺاڻن لاءِ محبت نه آهي - منهنجي دل ۾ پنهنجن ڳوٺاڻن ڀائرن لاءِ محبت جو اٿاهه سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي: مگر منهنجو مطلب آهي ته اهو ڪي لکجي، جو اڄ اسان سڀني جي اکين اڳو هجي. هونئن افسانو تمام سٺو آهي: حقيقت ڪان ڪي قدر ويجهو، ۽ گهڻي قدر پري!

"تاري اڄهام ڪٿي" سرائڪيءَ جو افسانو آهي - منهنجي سمجهه ڪان ته پري آهي.

"سادا ٽي آنا" منٽو جي اردو افساني جو ترجمو آهي. اردو ادب ۾ مان منٽوءَ ڪي مصور ڪوٺيندي آهيان. هو پنهنجي افسانن ۾ اسان جي، عوام جي، ملڪ جي مالڪن جي - غرض ته ساري معاشري جي مصوري ڪري ٿو: هو پنهنجي طرفان ڪجهه نٿو لکي، بلڪ جو ڪجهه ڏسي ٿو ان جو فوٽو ڪڍي اسان جي سامهون رکي ٿو، ۽ پڙهندڙ فوٽو ڏسي پاڻ ئي فيصلو ڪري ٿو ته فوٽو ڪيئن آهي. سعادت حسن منٽو اڄ هن دنيا ۾ موجود نه آهي، مگر سنڌس ڪامياب لکيتون اڄ به اسان ڪان داد گهرن ٿيون. علي بخش ميمڻ به قابل مبارڪباد آهي، جنهن افساني جي زينت نه وڃائي، بلڪ ان ڪي تمام سٺيءَ طرح پيش ڪيو. "سادا ٽي آنا" منٽوءَ جو ڪامياب افسانو، ۽ علي بخش ميمڻ جو سٺو ترجمو آهي.

"لاهي چاڙهي"، پيٽ ٿميره زرين جو ترجمو ڪيل، پڙهيم. خوب - مگر جيئن ته اڳ ۾ ڪيترا دفعا پڙهيل آهي، ان ڪري خاص سٺو نه لڳو.

"هڪڙي ڏينهن جي ڳالهه" ۾ هن دفعي علي بخش، سراج کان گوءِ کڻي ويو: "تون به ......" کان هن دفعي "سوڙ" وڌيڪ سٺو هو. سراج جو پنهنجو افسانو ڪيترن ڏينهن کان "مهراڻ" ۾ نه آيو آهي. خبر نه آهي ڇو، هو ڪهڙو ڪري ترجمي کي پنهنجيءَ تحرير تي ترجيح ڏئي ٿو.

نظم جو حصو به پنهنجيءَ جاءِ تي ٺيڪ آهي، مضامين به معلومات سان ڀرِيا آهن: غرض ته هن دفعي جو پرچو اڳي کان اڳرو آهي.

توهان جي ڀيڻ، رشيده "حجاب"، شهداد پور، سنڌ.

— ڀاءُ ايڊيٽر، السلام عليڪم. "مهراڻ" جي هن سال جو آخري پرچو هٿن ۾ آهي. "گذارش" مان معلوم ٿيو ته هن کان پوءِ "مهراڻ" جا نوان ايڊيٽر جناب ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ جناب سيد حسام الدين راشدي ٿيندا. ٻئي صاحب پنهنجي سر وڏا اديب ۽ پارکو آهن: اميد ته هو "مهراڻ" جي معيار کي اڃا به اعليٰ بنائيندا، ۽ سنڌي عوام جي پوري پوري ترجماني ڪندا. مهراڻ جي اڳين ايڊيٽر، جوڻي صاحب، پنهنجي اپاءڪاريءَ ۾ "مهراڻ" کي جنهن نموني اوج تي پهچايو ۽ عوام جي پوري پوري رهنمائي ڪئي، سا ته سدائين ياد رکڻ جهڙي ڳالهه آهي.

ادا، نظم ۾ گوورڌن محبوبانيءَ جو نظم "سرمائيداري" گهڻو پسند پيو. گوورڌن ته آهي ئي عوام جو شاعر—چوي ٿو:

"دم چاڻ گهٽيو تنهنجو ظالم! ٿي ويندي تنهنجي نبض ڊري،
مسڪينن ۽ مزدورن جي قدمن ۾ هوندا محل ڪري!"

"نياز" همايونيءَ جي نظم "پوڙاءُ" لاءِ ڪيس داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.
"تنوير" به "اڃو ته ڳايون" ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي—ڏاڍو جوش اٿس!

"بيدم" جو "سوال" به سوچ ٿو گهُري—

"سنڌ دنيا جي رونق ڪوڙ، ڪڄ ۽ بيوفائي ٿي،
ته بون کي ڇو بنائي باوفا، همدرد ۽ همدم؟
۽ ڇو تنهنجن ئي ويرين کي ڪيو تو ملڪ جو حاڪم،
دغابازن سان جي پرپور هيءَ تنهنجي خدائي ٿي؟"

"بشير" جو "سٿيز" ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته اسان جا شاعر هاڻي بين الاقوامي مسئلن کان به متاثر ٿيڻ لڳا آهن—انين هٿڻ به ڪمي. سڳڻ آهوجا جو "لڙڪ هڪ جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو"، ۽ "رشيد" لاشاريءَ جو "مجبوريءَ جو نتيجو" به سٺا نظم آهن. آزاد نظم ۾ شمشيرالحيدريءَ جا "مشورا" دل سان لڳي آيا. اميد ته هو آئينديءَ به اهڙا مشورا ڏيندو رهندو. رباعيون سڀ سٺيون آهن. ادب لطيف ۾ "آواره" جو "سوال" به معقول آهي. مجموعي طرح، نظم جو حصو معياري ۽ وزنائتو آهي.

افسانا سڀ 'فسڪلاس' آهن. رشيد آخوند جو "ڊونگ" سماجي غربت جو اثرائتو نقش آهي. واقعي ڪي ٻاڙ ٻسري اهڙا ئي آهن، جو ٻاڙي ۾ ڪنهن سان همدردي ڪرڻ ته بجاءِ خود، الٽو انهن جي زخمن تي لوڻ ٻيا ٻُرڪيندا - ٻئي جي جيئڻ ۾ ٻه ارهاا! جمالي جي ماءُ ٿي بيماريءَ سببان ڪنگهي، ته ٻاڙي واري مائي ٿي چوي: "اي جمالي جي ماءُ، اهو تال تيتال بس ڪر"! ڀلا، آسودن کي ڪهڙي خبر ته غريبن تي ڇا ٿي گذري: اهي واقعي بيمار آهن، يا 'تال تيتال' ٿا ڪن! ٻاڙا نبين کي پرتا آهن؛ ٻاڙي جو تنگ وڏو آهي - هڪٻئي جي همدردي ته ڪرڻ ئي ڪبي!

ربانيءَ جي افساني "الا جهري ۾ شال غريبن جي جهوپڙي" کي افسانو نه، بلڪ شاهڪار ٿي چئجي. ڪهڙي نه گندي ذهنيت آهي اسان جي اڳوانن جي: ڪنهن دل واري ڪٿي ڪڏهين عوام جي فائدي ۾ ڳالهائي وڌو، ته يڪدم چئرون ڪندا - "ماٺ ڪري ويهه.......! وڏو آيو آهي جهنگلين ۽ جاهلن جو همدرد ......!" رب پاڪ ڪا ساڃهه ڏئين، غريبن جو ته رت ئي پي ويا آهن! جهڙو تهڙو آجهو ته هرڪو لهڻي، سو جهوپڙيون به جهوريو رکن

"بلڊوزر کي اشارو ٿيو. بلڊوزر جي مشين ۾ چرپر ٿي. سندس فولادي ڦيٿا ڦرڻ لڳا. جهوپڙيون ڏڪڻ لڳيون. ٻيا ۽ ٻار هيسجي ويا. عورتن اوچنگارون ڏنيون. ٻارن سڏڪا پريا. بلڊوزر اڳتي وڌيو - اڃا به اڳتي وڌيو... ۽ پوءِ هڪ ڏڪندڙ جهوپڙيءَ سان ٽڪريو... ڪڙڪڙ ڪندي، جهوپڙي اچي پٽ تي پيئي: انسان جو آباد آکيرو مٽيءَ ۽ پٿرن جو ڍير ٿي پيو!

"بلڊوزر اڳتي وڌندو رهيو، جهوپڙيون ڪرنديون رهيون ... ۽ آخر بلڊوزر اچي آخرين جاءِ وٽ پهتو ... ان جي فولادي ڦيٿن ۾ ڏانوڻ پئجي ويا - اڳيان مسجد هئي! ڪنهن جاهل جي جهوپڙي ڪانه هئي؛ ڪنهن جهنگليءَ جو آکيرو ڪونه هو، جنهن ۾ مائن جي مرڪ ۽ معصومن جا ٽهڪ هجن - اڳيان هڪ خالي جاءِ هئي، ... ۽ بلڊوزر جا پير اڳتي وڌي ڪونه سگهيا ...!"

هڪ انسان جي دردمند دل جي پڪار آهي، جنهن جي پڙهڻ سان تن من ۾ طوفان اچيو وڃي. مون کي ته اهو افسانو ڏاڍو پسند آيو. باقي افسانا به معياري آهن. سنڌيءَ ۾ اسان جي افساني نگارن جون ههڙيون لکيتون، هن فن کي گهڻو اڳتي وٺي ويون آهن.

دعا آهي ته "مهراڻ" جيئن پوءِ تيئن ترقيءَ جي راهه تي قدم کڻندو رهي!

- محمد دائود، بلوچ

-- جناب اعلي، "مهراڻ" جا ٻه مبارڪ سال پورا ٿيا، ۽ ٽئين سال جي ٽئين پرچي ڏسڻ لاءِ اکيون ائين سڪن ٿيون جيئن عيد جي چنڊ لاءِ. "مهراڻ" اسان لاءِ ٽئين ۽ آجلي روشني آندي آهي، جنهن ڪان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ چمڪي پيئي آهي.

دنيا جي هر ٻوليءَ جو ادب پنهنجي ماحول ۽ اتهاس جي حالتن پٽاندر بدلجي ٿو، سو سنڌي ادب ۾ ٻه ٽي بنيادي انقلاب آيا آهن - پهريون انقلاب ٻي عالمگير لڙائيءَ بعد آيو، ۽ انقلاب به اهڙو آيو جو ڳالهيون ئي بدلجي ويون ۽ ڳالهين جي چوڻ ۽ پڌائڻ جو ڍنگ ۽ نمونو به بدلجي ويو: ٻيو انقلاب ورهاڱي بعد آيو، ۽ اهڙو آيو جو گذريل پراڻا موضوع ۽ مواد صفا بيڪار ٿي ويا: ادبي دنيا ۾ داخلي ۽ خارجي تبديليون اچي ويون: ادبي تخليقن جو رنگ ڍنگ، موضوع ۽ مواد، عنوان ۽ وشي، سڀئي بدلجي ويا. درحقيقت ان تبديليءَ کان پوءِ ئي صحيح معنيٰ ۾ ادب جي اوسر ٿي، ۽ سنڌي زبان بلنديءَ ڏي چڙهڻ لاءِ ڳاٽ پرڻ لڳي. ٻنهين تقسيم واري انقلاب جو رهبر ۽ رهنما "مهراڻ" ئي آهي: ڪٿي اٿين چئجي ته "مهراڻ" ۾ پيش ڪيل ادب، ان انقلاب جي ڪاميابيءَ جي سچي تصوير آهي.

"مهراڻ" جي ادب متعلق ڪجهه چوڻ اٿين ٿيندو جيئن هٿ جي ڪنگڻ کي آرسي ڏيکارڻ: موجوده معيار ۽ مقبوليت ئي "مهراڻ" ۽ ان جي اصلي مقصد جي ڪاميابيءَ جو ثبوت آهي. "مهراڻ" کي رنگ روپ ڏيڻ، سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ تقريباً سڀني ڪهنه مشقن هٿ هلايو آهي. ان ڏس ۾ نون لکندڙن به ڪين گهٽايو آهي. هند توڙي سنڌ جي سڀني شاعرن ۽ افساني نگارن، مفڪرن ۽ عالمن، مؤلفن ۽ مترجمن، مؤرخن ۽ محققن، ٿورو ڪي گهڻو، مڙيئي ڀرو پئي ورتو آهي. مواد ۽ موضوع جي لحاظ کان به شعر و ادب جون سڀئي صنفون پيش ڪيون ويون آهن. نيون طرزون ۽ نيون تحريرون به لکيون ويون آهن. نوان تجربا ۽ دنيا جي ٻولين جا ڪامياب ترجما به ڪيا ويا آهن. البت، ٻارن ۽ عورتن جي ادب ڏانهن سو خيال گهٽ ڏنو ويو آهي. ماهنامو "گلستان" (حيدرآباد) ٻارن جو رسالو آهي، ته به ٻارن جي ڪم جيئي شيءِ ان ۾ گهٽ آهي: فقط ٻارن جي تفريح جو خيال رکيو وڃي ٿو، ۽ ٻارن جي عام معلومات، مختلف نفسياتي ۽ ذهني واڌاري جهڙن اهم مسئلن ۽ پڻ ڪيترن ئي پهلوئن کي نظرانداز ڪيو وڃي ٿو. سنڌي ادب ۾ 'عورت' ته ڄڻ آهي ئي ڪانه. "مارئي" جي شايع ٿيڻ بعد البت اميد جو ترورو نظر اچي ٿو. مگر، "مارئي" جي اداري کي اهو ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته جيڪي ڪجهه هو پيش ڪن، سو نهايت سوچ ۽ سنجيدگيءَ سان. "مارئي" جو مقصد فقط اهو ناهي ته سنڌي عورت کي آزادي ڏيارڻ ۽ ان جي همت افزائي ڪري: پر سچو مقصد تڏهن پورو ٿيندو، جڏهن "مارئي" جي معرفت هر گهر جنت بڻجي وڃي: جنهن گهر ۾ "مارئي" هجي، ان ۾ "عائشه" ۽ "فاطمه" جي گهرن جهڙي راحت به هجي. ڪهڙو نه چڱي ٿئي جو "مهراڻ" ۾ به عورتن ۽ ٻارن بابت ضروري مسئلن کي ڪنهن حد تائين جڳهه ڏني وڃي!

اوهان ڪنهن گذريل پرچي ۾ موجوده تنقيدي رويي تي اعتراض ورتو آهي. اوهان جيڪي فرمايو آهي سو بجا آهي. "مهراڻ" ۽ ان جي قلمڪارن متعلق ڪيترا مضمون پڻ منهنجي نظر مان گذريا آهن، جن ۾ تنقيد گهٽ ۽ تعصب ۽ ساڙ زياده هو. اها حقيقت آهي

ته اسان جو تنقيدي سرمايو، نه هجڻ جي برابر آهي. ادبي دنيا جي ان خال کي پرڻ لاءِ گهڻا ئي سستي شهرت جا طلبگار نقاد ڪوشش ڪري رهيا آهن. جيئن ته اسان وٽ اڃا تنقيدي ادب جون صحيح راهون واضح ۽ متعين ناهن، تنهنڪري نوان تنقيد نگار، موقعي کي غنيمت ڄاڻي، غلط فائدو وٺن ٿا. ڪي ته موروثي مذهب ۽ دين جا نعرا هڻي، پاڻ کي اتم ۽ اعليٰ ظاهر ڪرڻ جي خوش فهمين ۾ مبتلا آهن. اهي صاحب جڏهن به ڪجهه لکن ٿا ته پاڻ تي اهڙو جلال ۽ مذهبي سوگ ٿا طاري رکن، جو پنهنجي آپي کان نڪري، گارين تائين به پهچيو وڃن-بنا ديرڪئي فتوا ڏيندا ته فلاڻو شاعر يا اديب 'ماديت' ڏانهن مائل آهي! ڪنهن تي اسلام دشمنيءَ جي تهمت، ڪنهن تي دهريت جي پرچار جو الزام. هرڪو سمجهدار انهن صاحبن جي مضمونن مان سمجهي سگهي ٿو ته ويچارن جو تنقيدي شعور ۽ فڪر تمام محدود آهي. جديد علم و ادب ۽ ان جي موجوده مسئلن ۽ مزاج، هئيت ۽ فضا، سواد ۽ اسلوب بيان جي ڪين ڪيتري سڌ ۽ مطالعو آهي، سو هو پاڻ به ٿا ڄاڻن: چند فرسوده لفظن جو ميڙ ڪري، انهن کي اڄايو سڄايو استعمال ڪري، ادبي دنيا ۾ پنهنجو رعب رکڻ ٿا چاهين! تعجب وري اهو آهي ته ڪيترائي اخباري ايڊيٽر به، هنن صاحبن جي سنتر کان متاثر ٿي، انڌ ڌند ۾ پيا هنن سان ها ۾ ها ملائين!

انهن صاحبن جو اهو حڪم ته "اسان جي چوڻ مطابق لکو!" سو ته ادب مان ايجاد ۽ افاديت کي يڪسر ختم ڪري ڇڏيندو. فنڪار کان سندس طبعي ميلان کسڻ هڪ بي انصافي آهي!

خلوصڪار، مينڌ ري ع. سعادتي

ايڊيٽر ڀاءُ، ڪجهه ڏينهن ٿين جو مون کي هڪ ويجهي عزيز "مهراڻ" جا سڄا سارا ٻه پرچا ڪئي ڏنا-چيائين، "هي پڙهي ڏسجان". اڙدوءَ جا رسالا ۽ ڪتابڙا ته مون ٻه ڪوڙ پڙهيا آهن، سو هڪ ٻنهه نه ٿيم، پرچا وٺي هٿ ڪيم. سچ ته ان ڏينهن سڪول کان اچي جيئن "مهراڻ" کوليم، تيئن وڃي ڇيڙو ڪيومانس. اوهين چوندا ته پوءِ ٻَڪ هڻ مائيءَ "مهراڻ" کي اصل سمجهيو ئي ڪونه هوندو! ٿي سگهي ٿو ته اوهين هڪ ڇوڪريءَ کي ايترو سمجهو به خيال نه ڪندا هجو ته ڪو هوءَ اوهان جا مضمون ۽ ڪهاڻيون رکو سمجهي به سگهي ته آخر لکڻ واري ڇا لکيو آهي. پر، ان وقت ئي مون کي ٻنهه اچي اهو خيال ٿيو ته چو نه آءٌ به اوهان کي ههڙيءَ عمديءَ مخزن ڪڍڻ تي مبارڪ جو خط لکان. اهو ته رکو خيال آيو، پر جڏهن نه پنهنجي ان عزيز سان اهو ذڪر ڇوريم، ته کلي ويئو! چي، "'مهراڻ' کي مبارڪ، ۽ سا به سگهين! گهٽ ۾ گهٽ پيو جي نه، ته به جيڪي منجهس پڙهيو اٿئي، ان بابت ڪا راءِ ئي ڪئي موڪل!"

ڀاءُ، منهنجو ته مبارڪ موڪلڻ وارو خيال به ويو ختم ٿي-دل ۾ چيم، 'ههڙن سائين کي، جيڪي هيڏا قابل آهن ۽ ايڏو سارو پرچو پيا ڪڍن، تن کي منهنجي راءِ جي به ڪا

درڪار ڪيئن ٿي پنجي سگهي!' ان ڪري، مرڳوئي سڀ ڳالهيون ڪٽي دل ۾ رکيم- ۽ اهو ڪاغذ جنهن تي ٻه چار ڳالهيون درج ڪيون هيم، سو به اتي ڦاڙي ڦٽو ڪري ڇڏيم. پوءِ وري پنهنجي هڪ سهيلي مليم، - ان سان جا ڳالهه ڪيم، تنهن سون ڪي چڱي سچي ڳالهه سمجهائي ڇڏي. سچ نه اسان عورتن کي مرد اصل بيوقوف بنائڻ جو ڪو ٺيڪو ڪنيو ويٺا آهن. سهيليءَ ٻڌايم ته "'مهراڻ' ۾ انهيءَ پنهنجي عزيز جو هيستائين هڪ حرف به ڪو نه ڇپيو اٿن، - سو تنهنجو لکيل ڪو هڪڙو لفظ به 'مهراڻ' ۾ ڇپجي ويو ته پوءِ سندس هوشياري ته ٿي پوندي پڌري- ان ڪري پيو توکي روڪي ۽ ٽوڪي!" اهو ٻڌي، مون کي به سچي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي. پر ان ۾ چا آهي؟ ٿي سگهي ٿو، منهنجا هي لفظ به ڪٿي پوچي وڃن رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾! ڪجهه به ٿئي- پر ته اوهين منهنجي خط کي پڙهو بـه نـه- پر هڪ دفعي "مهراڻ" بابت هي خط اوهان جي دفتر ۾ ضرور پهچائڻو اٿم.

ڍپ ڪان دريون دروازا بند ڪري، پوءِ هيءَ خط لکڻ ويٺي آهيان- متان سچ پچ وري به ڪو اچي روڪيم، يا وري منهنجي هنن آڏن اٻتن ويچارن کي ويتر منجهائي، ڏيان ڦيرائي ڇڏي.

"مهراڻ" جو هڪڙو 'سرءُ نمبر' هٿن ۾ اٿم ۽ پيو سال ١٩٥٦ع جو آخري نمبر اڳيان رکيو آهي. جڏهن سرءُ جي اها ڪيفيت آهي جو دل ۾ سمائجي ٿو وڃي، ته سندس بهار ته خبر نه آهي ڪيترن کي ڪهائي وڌو هوندو! ايڏي ساري محنت اوهان ڪان ڪيئن ٿي پڄي! گهٽا ڇٽا آهيو، ڀاءُ؟ ان ڪم جو بار، منهنجي ته دل ائين ٿي چوي ته سڀني سنڌين تي سرڪو آهي. ڀانيان ٿي، ضرور هن راهه تي اوهين اڪيلا بنهه ڪين آهيو: هيترا سارا ليکڪ، شاعر، علم جا خيرخواهه ۽ عام جا ڪهڪهرا ته واري سان پيا "مهراڻ" جي موج ۾ سوايو اضافو ڪن،- تڏهن به ايڏي ساري ڪم کي هڪ هنڌ اهڙي نموني سان سينگاري پڪاري جابجا بيهارڻ ۽ پيش ڪرڻ جي هن عظيم جوابداريءَ ۾ اوهان به ڪو مثال قائم ڪيو آهي! جس هجيوَ، ڀاءُ- سچو رسالو سون آهي! پر ڀاءُ، هڪڙي ڳالهه سا مون ڏٺي آهي هن رسالي ۾، ان لاءِ مون کي پيو ته ڪي چوڻو ڪونه آهي- نڪي اوهان اڪابرن کي ڪا منهنجي راءِ جي حاجت هوندي- پر پيڻ مينڊري سعادتيءَ جي خط بابت ڪجهه لکڻ ٿي چاهيان. سو، جي اها موڪل ملي، ۽ پيڻ سعادتيءَ کي دل ۾ نه ٿئي، ته جيڪر آءٌ سندس هڪ خط بابت سوال ڪريان، جنهن ۾ هن سنڌي ادب ۾ اضافي آڻڻ لاءِ اوهان کي صلاح ڏني آهي تـه سعادت حسن منٽوءَ جا خاص فلاڻا فلاڻا افسانا ترجمو ڪري "مهراڻ" ۾ ڏجن ته جيڪر ڏاڍو چڱو ٿئي.

پيڻ سعادتيءَ سان غائباڻي واقفيت به اجهو "مهراڻ" وسيلي ٿي اٿم. شايد ڪڏهن روبرو به ملي، ته اهي ئي ساڳيا سوال ڪائونس روبرو به پڇنديس؛ پر جڏهن ته اوهان به ان جون صلاحون ٺيڪ جاڻي ڪٿي حرف بحرف ڇپي پڌريون ڪيون آهن، ته پوءِ ڪجهه اوهان به جواب ضرور ڳاهي رکيو هوندو!

ڀاءُ، ڀلا ڀيڻ مينڌري ۽ جو ائين لکيو آهي ته منٽوءَ جا افسانا ”دهوان“ ۽ ”ڪالي شلوار“ وغيره ”مهراڻ“ ۾ اچڻ کپن، سا ڳالهه ٺيڪ آهي؟ آءٌ هي ان خيال کان ڪانه ٿي چوان ته ڪو اهي افسانا ڀڄڙا آهن، تنهنڪري مورڳو ڀڙهڻ لئي نه کپن - کهڙا به آهن، ته به فن ۽ حقيقت موجب ٺيڪ آهن: پر آءٌ ته ائين ٿي چوان ته هڪڙي سنڌي عورت ڀئي پنهنجي دل ڏيکاري! چوي ٿي:

”اهو ڏاڍو سٺو ٿيو جو اوهان ترجما ٿيل افسانا به شايع ڪيو ٿا - اجا به چونڊ ڪري، بهتر هٿ ڪيو. اردوءَ جي عظيم افساني نگار منٽوءَ جي افسانن ’نيا قانون‘، ’هتڪ‘ ’ممي‘، ’دهوان‘، ۽ ’ڪالي شلوار‘ جا ترجما پيش ڪيو ته بهتر.“

ڀلا ائين چو لکيائين؟ اردو جا ’عظيم‘ افساني نگار ته ڀيا به گهڻا آهن - انهن جا نالا به ڳڻائي ها. يا وري اگر هوءَ رڳو منٽوءَ جي ٿي عظمت کي ٿي مڃي، ته پوءِ فقط ائين ڪٿي لکي ها ته ”اردوءَ جي عظيم افساني نگار منٽوءَ جا افسانا ترجمو ڪري پيش ڪرڻ کپن“. باقي، چونڊي چونڊي ههڙن افسانن جي صلاح ڏيڻ، سو ته ٿيو هڪڙيءَ عورت جو پنهنجو پاڻ پسائڻ. وري ان ڳالهه جي ثابتي ان مان ٿي ملي جو لکيو اٿس ته ”منهنجي خط کي ضرور شايع ڪندا، جو اميد اٿم ته ’سڄيءَ سنڌ‘ ۾ ان کي پسند ڪيو ويندو“! پاڻ ته اڳي ئي پڙهي چڪي آهي، سو پوءِ اهي افسانا ڪيس ڳولي ڏيڻ جو سوال ئي ڪونه آهي، پر ٻين کي جو پنهنجي اها پسند ٿي ڏيکاري، سو ان مان سندس مراد ڇا آهي؟ هيءَ الائي ڪهڙي قسم جي عورت آهي - سا به سنڌي عورت!

ڀاءُ، هاڻ ته اِلاهي لکي ويٺي آهيان. چوٿو ته گهٽو ڪي هوم، پر وري بي دفعي. پر، آءٌ ته ائين ڪانه ٿي چوان ته ’منهنجو خط ضرور شايع ڪندا، جو ان کي سڄيءَ سنڌ ۾ پسند ڪيو ويندو‘! پڙهي، پوءِ ڪٿي ڦاڙي به ڇڏيندا، ته چونديس منهنجو لکڻ سڄايو ٿيو. جي اوهان هن خط جو جواب ڏنو، ته پوءِ پڪ سان وڌيڪ ڳالهيون جيڪي ”مهراڻ“ ۾ پڙهيون اٿم، تن بابت لکندي رهنديس. ايڊريس اوهان جي جواب لاءِ خط جي هيٺ لکي اٿم. ڇڱو ڀاءُ، موڪلائي. - حَميده ڪي. بخاري، حيدرآباد، سنڌ.

-----

# مضمون نگارن لاءِ خاص هدايتون

”مهراڻ“ جي اداره جو هي خاص مقصد آهي ته هي مخزن هڪ بلند پايي جو ۽ معياري رسالو ٿئي، جنهن ۾ زندگيءَ جي هرڪنهن شعبي تي مضمون لکيا وڃن، ۽ جو ادب، فلسفي، تاريخ ۽ اجتماع جو آئينه بردار هجي. تنهنڪري، محترم مضمون نگارن کي عرض آهي ته اهي پنهنجن قيمتي مقالن موڪلڻ وقت هي ڳالهيون ويچار ۾ آڻين:

١. نثرنويسن کي گهرجي ته هو پنهنجا مضمون صاف ۽ سليس سنڌيءَ ۾ لکن: پر ته عربي ۽ فارسي لفظ گهٽ آڻين، ۽ عربي توڙي فارسي ترڪيبن خصوصاً زير اضافت کان پرهيز ڪن.

٢. شاعرن ڪرامن کي التجا آهي ته اهي اجائي تقليد ڇڏي ڏين: اردوءَ يا فارسيءَ جي نقالي نه ڪن، ۽ زيرِ اضافت کان اڻين پڄن جڻن ڪانءُ پڇي ڪمان کان! زير اضافت جي اندي استعمال اسان جي سنڌي نظم جي صورت بدلي ڇڏي آهي، ايتريقدر جو عام ماڻهو ان کي پڙهي ۽ سمجهي نٿا سگهن. پر ته نوان نوان وزن ۽ بحر ايجاد ڪن، نوان نوان خيال شعر جي سانچي ۾ آڻين، پر صحيح ۽ سليس سنڌيءَ کي هٿان نه ڇڏين.

٣. تاريخي مضمونن لکندڙن کي استدعا آهي ته اهي پنهنجي تحقيقات جو ذخيرو دلچسپ پيرايه ۾ پيش ڪن، ۽ هرهڪ حقيقت جو حوالو ڏين، ۽ قلمي خواه مطبوع ڪتابن جو سال ۽ صفحو حاشيه ۾ ڏيکارين؛ ورنه سندن مضمون پڌرا نه ڪيا ويندا.

٤. اهي صاحب جيڪي اردو، انگريزي يا ٻين زبانن تان ترجما موڪلين، تن تي واجب آهي ته مضمون جي مهاڳ ۾ اصلي ڪاتب جو نالو ڄاڻائي، ان جي ڪرتب تي روشنائي وجهن. اڪثر ڏٺو ويو آهي ته اسان جا جوان، جن کي پنهنجي ادب ۾ نون خيالن آڻڻ جو انتظار آهي، سي ڪن انگريزيءَ مان اردوءَ ۾ آندل مضمونن جو ترجمو ڪري موڪلين ٿا، جن مان اصليت جي بوءِ بنهه نڪري وئي آهي. اسان جي مدعا آهي ته اهڙا مضمون پلي سنڌيءَ ۾ شايع ٿين، پر هيءَ ڳالهه بلڪل ضروري آهي، ته اهي صاف سنڌيءَ ۾ اهڙيءَ طرح لکجن، جو انهن مان اصليت جي جهلڪ نظر اچي، ۽ اڻين نه پاسين ته حرف بحرف ترجما آهن.

٥. مضمون اهڙا ۾ نه هجن، جو پڙهڻ جا پهر انهن تي نظر ڪجي، ته به انهن جو مفهوم مشڪل سان معلوم ٿئي. اسان جو خيال آهي ته اهڙا مضمون جي خود لکندڙ جي سمجهه کان ٻاهر آهن، تن کان برڪنار رهجي ته بهتر. اهڙا مضمون واڌاري بدران اڻلندو بگاڙو پيدا ڪن ٿا.

٦. اسان جا ڪيترا ئي ليک موڪليندڙ، مضمونن ڪي ايتربقدر ڊگهي ٿا لکن، جو انهن جي درميان درستين ڪرڻ لاءِ ڪا به جڳهه ڪانه ٿي بچي. تنهنڪري، اسان جي باادب وينتي آهي ته اهي پني جي اڌ تي ويڪرين سٽن ۽ ڪشادن اکرن ۾ مضمون لکن، جئن اداره کي درستين ڪرڻ ۾ تڪليف نه ٿئي.

٧. ڪيترا ئي صاحب مضمون لکي ان تي پهر نظر نٿا ڪن، جنهنڪري اداره جي ڪارپردازن کي اهڙن مضمونن جي اصلاح ۾ سخت دقت ڪڍڻي پوي ٿي. اداره جو اهو ڪم ناهي ته مراسلن جي مضمونن جي ويهي ڀڃ ڀڃ ڪري، ۽ انهن کي نئين صورت بخشي. تنهنڪري، مضمون موڪليندڙن کي منٿ ٿي ڪجي ته آينده لاءِ اهي پنهنجا مضمون خوض ۽ خيال سان درست ڪري، سنواري ۽ سڌاري پوءِ موڪلين.

٨. ڪي صاحب وري پنهنجا مضمون پنسل سان پني جي ٻنهي پاسن تي لکي موڪلين ٿا، جنهن سان شايد ڏيکارڻ گهرن ٿا ته وٽن ايترو وقت ناهي، جو اهي مضمون جو مسوّدو مس سان لکي سگهن. اهڙن صاحبن کي ڄاڻڻ گهرجي ته اهڙي تتسو هنديءَ بيگر جي اداره کي پرواهه ناهي. مٿن واجب آهي ته اهي پنهنجن شاهڪارن کي شايان شان لباس پهرائي، پوءِ "مهراڻ" ڏي موڪلين. ٻيءَ حالت ۾ اهڙا مضمون رد ڪيا ويندا.

٩. اڪثر ڏٺو ويو آهي، ته مضمونن جي صورتخطي نهايت سقيم هوندي آهي. ان لاءِ عرض آهي ته اسان جا مانوارا ليک اهائي معياري رسم‌الخط اختيار ڪن، جا درسي ڪتابن ۾ رائج آهي. ائين ڪري لکندڙن ۾ هڪ قسم جي يڪجهتي ۽ يڪسانگي پيدا ٿيندي. اسان جو مقصد آهي ته اسان جي زبان، جا پاڪستان جي ٻين سڀني مڪاني زبانن کان آڳاٽي ۽ وسيع آهي، سا اهڙي علمي معيار کي پهچي، جو دنيا جا زباندان اهلِ سنڌ کي انصاف ڏين ته انهن پنهنجي مادري زبان جي پوري پرگهور لڌي آهي.

١٠. هر ويرو وڏن مضمونن جي ضرورت ناهي. مضمون وچٿرا، وزندار ۽ عبارت ۾ سندر ۽ سهڻا هجن. وڏا مضمون، لکندڙن توڙي پڙهندڙن لاءِ ٿڪ جو باعث بڻجن ٿا، ۽ انهن مان ڪابه مراد ڪانه ٿي سري. ڪي صاحب ته وري ڪتابن جا ڪتاب لکي "مهراڻ" ۾ اندراج لاءِ موڪلين ٿا. انهن کي ڄاڻڻ گهرجي ته "مهراڻ" جا ورق سڀني لاءِ وقف آهن، ۽ نه رڳو هڪڙي ليکاريءَ لاءِ. اهڙن صاحبن کي گهرجي ته پنهنجو مضمون مناسب قسطن ۾ ورهائين، ته ان کي جڳائيندڙ نموني ۾ شايع ڪيو وڃي.

آخر ۾ مختصرافسانه ۽ ناٽڪ نويسن کي عرض آهي، ته اهي اخلاق جو پلاند هٿان نه ڇڏين، ۽ پنهنجا خيال ويچارين جي واتان نهايت زيبائتي ۽ شاندار نموني ۾ ادا ڪن، جئن ماڻهن مان سبڪمزاجي ۽ ابتذال نڪري وڃي، ۽ هو هڪ مهذب ۽ باوقار قوم جا لائق فرد بڻجي پون. و آخر دعوانا ان الحمد للهٰ! — اداره

Ghulam Mohd Khan Balloch Mirpur Khas 10-9-5

سنڌي ادبي بورڊ جي بوڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- سير ڪوهستان | ۱-۸-۰ | ٢٧- "Persian Poets of Sind" | ۱۰-۰-۰ |
| ٢- گل شڪر | ۳-۰-۰ | ٢٨- برهانپور کے سندهي اولياء (اردو) | ۶-۰-۰ |
| ٣- حيات النبي | ۳-۸-۰ | ٢٩- چچ نامہ (فارسي) | ۱۰-۰-۰ |
| ٤- تاريخ معصومي (سنڌي) | ۵-۰-۰ | ٣٠- سهڻي ميهار | ۱-۰-۰ |
| ٥- ڪليات حمل | ۵-۰-۰ | ٣١- غازي صلاح الدين | ۱-۱۲-۰ |
| ٦- ديوان بيدل | ۴-۰-۰ | ٣٢- گل خندان | ۳-۰-۰ |
| ٧- چچ نامو (سنڌي) | ۶-۰-۰ | ٣٣- مسافر حجاز | ۶-۸-۰ |
| ٨- بلو کوکر | ۳-۰-۰ | ٣٤- اسلهہ رتن | ۰-۱۲-۰ |
| ٩- گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ۴-۰-۰ | ٣٥- رام رحيم | ۰-۱۴-۰ |
| ١٠- خوش خصلت خاتون | ۱-۸-۰ | ٣٦- گلدستو | ۲-۰-۰ |
| ١١- جهان آرا | ۱-۱۲-۰ | ٣٧- ويرنا جا ورق | ۱-۰-۰ |
| ١٢- آفتاب ادب | ۲-۴-۰ | ٣٨- سفيد وحشي | ۰-۸-۰ |
| ١٣- تاريخ ريگستان | ۵-۰-۰ | ٣٩- گماني گهمسان (ناٽڪ) | ۰-۸-۰ |
| ١٤- سنڌ جو سينگار | ۲-۸-۰ | ٤٠- نيلو | ۰-۹-۰ |
| ١٥- سون ورنيون دليون | ۲-۱۲-۰ | ٤١- پريم جي پياس | ۰-۱۲-۰ |
| ١٦- راسيلاس | ۲-۱۲-۰ | ٤٢- ٽوندو مکڙيون | ۱-۴-۰ |
| ١٧- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ۴-۰-۰ | ٤٣- عملداري آزار (ناٽڪ) | ۰-۱۲-۰ |
| ١٨- سنڌ جو سفر | ۱-۰-۰ | ٤٤- گنگا جل | ۱-۰-۰ |
| ١٩- هدايت الانشاء | ۵-۰-۰ | ٤٥- پريمي ديوتا (ناٽڪ) | ۰-۱۰-۰ |
| ٢٠- گل | ۱-۴-۰ | ٤٦- چرتر سينگار | ۰-۱۴-۰ |
| ٢١- ايسپ جون آکاڻيون | ۲-۸-۰ | ٤٧- جيوت جا ورق | ۰-۱۴-۰ |
| ٢٢- تن ۽ تندرستي | ۳-۰-۰ | ٤٨- چنگون | ۱-۸-۰ |
| ٢٣- ديوان قليچ | ۷-۰-۰ | ٤٩- هند جو سير | ۱-۱۲-۰ |
| ٢٤- تحفة الڪرام | ۷-۰-۰ | ٥٠- ديوان عطا (فارسي) | ۸-۸-۰ |
| ٢٥- مثنوي چنيسر نامہ (فارسي) | ۳-۸-۰ | ٥١- دراسات اللبيب (عربي) | ۱۲-۰-۰ |
| ٢٦- تحفة الطاهرين (فارسي) | ۳-۸-۰ | ٥٢- ڪلام حسن بخش شاهہ | ۱-۰-۰ |

● هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سرفيروزشاهہ مهتا روڊ، بمبئي وٽان، "مهراڻ" رسالو ۽ بورڊ جا ڇپيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.




نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورھ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488